# شري وشنو پراڻ

(پهريون دفعو سنڌيءَ ۾)


انوادڪ:

مهراج مولچند پرسرام شرما

(شاستري، ساهتيه رتن)

سمپادڪ ۽ پرڪاشڪ:

چيتانند ڀاڳونداس لعلواڻي



دفعو پهريون | قيمت ٢٠-٠٠ رپيا | 1975

پلاسٽڪ ڪور سان ٢٢-٥٠

ڇاپيل:

ڀارت جيون ساهتيه منڊل

١١/٣١- نوجيون هائوسنگ سوسائٽي

لئمنگٽن روڊ، بمبئي ٨- فون: ٣٧٥٩٩٣

# سرو وشومئہ جڳت

## ( آچاريہ سوامي گٽيشداس مهنت ”ساڌ ٻيلا“ آشرم وارن جي آسيس )



وشو ۾ ڏسڻ وارا جيڪي ۱۰ پدارٿ آهن انهن سڀني ۾ ايشور وياپڪ آهي. ڄاڻ پرچ اهو آهي تہ ايشور ڪڻ ڪڻ ۾ سمايل آهي. جڳت جو ڪوبہ حصو اهڙو ڪونهي جنهن ۾ ايشور يعني وشنو سمايل نہ هجي. ”ايش اُپنشد“ جو پهريون منتر آهي:

”اوم ايشا واسيمدن سرو يتڪن چہ جڳتيان جڳت
تين تيڪتين ڀونجيٿا ما گرڌ: ڪاسيسوِ ڌنم.“

”برهم“ نالي سان پرميشور جي هڪ شڪتي آهي اها ٽن ڀاڱن ۾ ورهائجي ويئي آهي. برهما وشنو ۽ شو جي نالن سان سڏجن ٿا. سرشٽي رچڻ جو ٻار جنهن ڀاڱ تي کنيو اُهو برهما هو، پالن ڪرڻ جو ٻار جنهن ڀاڱ تي کنيو تنهنجو نالو وشنو ٿيو ۽ سنگهار (ناس يا پرلئہ) ڪرڻ جو ٻار جنهن سويڪار ڪيو تنهنجو نالو شو ٿيو.

شري وشنو پراڻ ۾ وشنوءَ جو سروپ ٻڌايو ويو آهي تہ هيءُ سڄو سنسار اُن پرماتما جي شڪتيءَ سان وياپڪ آهي، ان ڪري اُن تي وشنوءَ جو نالو پيو. اُن وشنو پراڻ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو شري جيٺانند لعلواڻيءَ ڪرائي اسانکي ڏئي، سنڌي ساهتيہ کي مالامال ڪيو آهي. حيدرآباد سنڌ جو رهندڙ شري جيٺانند پاولداس لعلواڻي اٽڪل ۴۰ سالن کان (ڀارت جيون ساهتيہ منڊل) د واران، سنڌي ساهتيہ ۽ جنتا جي سيوا ڪري رهيو آهي. اُن جو هيءُ ڪارج، سراهڻ جوڳو آهي، ۽ امر رهندو. سنسڪرت ۽ گرباڻي ساهتيہ کي سنڌيءَ جي روپ ۾ آڻڻ تمام وڏي ڪلا آهي. هن ۾ اها ڪلا شروع کان وٺي آهي. هنکي ڪابہ دنيوي پدارٿن ۽ عهدي جي لالچ ڪانهي، فقط اهائي ابلاشا اٿس تہ پنهنجي ماتر ڀاشا، سنڌي ساهتيہ ڦلي ۽ ڦولي ۽ زنده رهي. هن پنهنجي جيون ۾، لڳ ڀڳ هزار پستڪ جنهن ۾ سؤ کن ننڍا ۽ وڏا

ڏهي پستڪ سنڌي ڀاشا ۾ پرڪاش ڪري، سنڌي ساهتيه جي تمام وڏي سيوا ڪئي آهي. جيئن شو پراڻ، ڪبير ڪي دوها، ڪبير جون ڪهاڻيون، جهولي لعل (ورڻ ديو) جو جيون چرتر، ڏهن گرن جو جيون چرتر، اٺ شهيد ٻچا ڪدورام ۽ شري گرو گولڪ صاحب وغيره وغيره آهن. هيءُ ماسڪ جيون هفتيوار اخبار پڻ ڪڍندو آهي، جنهن ۾ ڄڳت جي ڪلاڪارن جي پرچي ۽ انهن جي ڪلا جو پنهنجي امولي ۾ سچائي ۽ تصويرون به ڏيندو آهي. هن مولڪي پڙهيو ڏهه هزار پيجن جو "شريمد ڀاڳوت پراڻ" جو به سنڌي ڀاشا ۾ تيار آهي ۽ جو ٿوري ئي وقت ۾ جنتا جي هٿن ۾ ايندو. "وشڻو پراڻ" توهان جي هٿن ۾ آهي ان کي پڙهي شانتيءَ ايڪاگر من سان پڙهي ڏسو ته (سرڪ وشڻوءَ جڳت آهي يا نه؟) هن ڄڳت ۾ توهين به اچي وڃون ٿا. اهڙي ڏهي ساهتيه جي سيوا مان هردي سان سنمان ۽ سواگت ڪريان ٿو.



Printed and Published by Shri Jethanand B. Lalwani at the Bharat Jivan Printing Press, 11/31, Navjivan Co-op. Housing Society, Lamington Rd., Bombay-8 Phone : 375993
Owned by Mr. Jethanand B. Lalwani

# سمپادڪ جي قلم مان

شري گرو گرنٿ صاحب ۽ شري شو پراڻ جي سنڌيءَ ۾ ڇپائڻ کان پوءِ من ۾ خيال ايشور اُٿيو ته سنڌيءَ ۾ ٻيا به پراڻ ڇپايان، ڇو ته اڄڪلهه جي زماني ۾ جتي ڪٿي اشانتي لڳي پيئي آهي. من کي شانتي ڏيڻ جو وسيلو رڳو ڌرمي پستڪ پڙهڻ ۽ ايشور ڏانهن لاڙو رکڻ ۾ ملي ٿو. ان ڪري سنڌيءَ ۾ ٻهراوڻ ڏيڻ ۾ وڏو اصلي شرڌا پاڻو ٿيو، شري گرو گرنٿ صاحب وانگر ڇپڻ شروع ڪيم ۽ اُن سان گڏ شري وشنو پراڻ شروع ڪيم. خيال هوم ته ۱۲ مهنن جي اندر ٻئي ڇپجي تيار ٿيندا. پر ٻنهي جي من ۾ هڪڙي ۽ صاحب جي من ۾ ٻي. ۴ جنوري ۱۹۷۳ ع ٻارهن روم ۾ ڏڪو کاڌم. ۸ مهينا بستري تي هوس ايشور موت کان بچايو جو پنهنجا هي ڪارج پورا ڪرڻا هوس. اُن ڪارڻ ڀي جا اکر، ڇوڙا پنجوڙا ٿي ويا. ٽائيپ لڳ جو سامان ۽ مورتن جا اکر ٽيڙا ڇوڙا ٿي ويا. پنو ملڻ مشڪل ٿي ويو پر ايشور پنهنجا ڪم پاڻ ٿو ڪري، ڪنهن کان به ڊونيشن وٺڻ منهنجي اصول جي برخلاف آهي. ان ڪري هنن جي پيسا لاڳت جيتري رکي وئي آهي ۽ ڪن حالتن ۾ نقصان به آهي پر ايشور پاڻيهي پورائي ڪندو.

ارڙهن پراڻن ۾ شري وشنو پراڻ هڪ اوچي جڳهه واري ٿو. هيءَ هڪ نرالي قسم جو مها پراڻ آهي. نرالي قسم جو ان ڪري آهي جو الهاسڪ ڪوڄنا جي درشٽي ڪرڻ کان هن مان سٺي سامگري ملي سگهندي. هنجو رچيندڙ شري پراشر مني آهي. هن ۾ ٻين وشين سان گڏ ڀوگول (جاگرافي)، جوتش، ڪرم ڪانڊ، پراچين راڄ گهراڻن جو ورڻن آهي. اُن کان سواءِ ڀڳوان جي اوتارن جون منوهر ڪٿائون آهن. شري ڪرشڻ جو جيون چرتر ۽ ٻين ڪن پراچين گهٽنائن جو بيان هن ۾ اچي وڃي ٿو. اهين ڪٿي چئجي ته هن مها پراڻ ۾ "گيان، ڀڳتي ۽ ڪرم." انهن ٽن ڌارائن جو پورو سنگم آهي. اهي ٽي اندرون گڏجي روپ ۾ وهي رهيون آهن. ان ڪري تروينيءَ جي سنگم جو هي تيرٿ بڻجي پيو آهي. جنهن ۾ سنان ڪرڻ سان من جي ميل ڌوپجي وڃي ٿو ۽ من کي شانتي ملي ٿي. هن پراڻ بابت پراچين وشواس آهي ته هنجي پڙهڻ سان موکش ملي ٿو.

هيءَ ڇهن انشن ۾ ورهايل آهي، انش معنيٰ ڀاڱو. هر هڪ انش ۾ جدا جدا وشين تي روشني وڌل آهي. هن ۾ سرشٽيءَ جي اُتپتيءَ جو ورڻن ڏاڍي وستار ۽ عجيب نموني ۾ ڏنل آهي جو پڙهڻ وٽان آهي.

اناج جي پيدائش ڪيئن ٿي اهو به اُن ۾ ڏيکاريل آهي. پرهلاد جي ڪهاڻي

ڀاڳوت جي ڪٿا ڪان ڪجھ نرالي نموني ۾ هن ۾ بيان ٿيل آهي. ان سواءِ هن ويدن جي جدا جدا شاخن (Branches) جي باري ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته، چوڏهن وديائون آهن. انهن جي جدا جدا ڀاڱن جو پڻ مختصر طرح بيان ٿيل آهي.

اهي مکيہ ڳالهه هن ۾ هيءَ آهي ته گرهست جيون ۽ سداچار جا نيم چڱيءَ ۽ کولي هن ۾ ٻڌايا ويا آهن، جي سڀ ڪنهن ته پڙهڻ وٽان آهن.

ڀوشيہ ۾ ڪهڙا ڪهڙا راجائون هن ڌرتيءَ تي راڄ ڪندا. انهن جي ونش (گهراڻي) جو ورڻن به هن ۾ ملندو. مطلب ته هن مها پراڻ ۾ ڪي ونشاوليون ڪٿائون پڻ آهن. هنجو ٻيو ڀاڱو وارو ڇهون انش ته مکيہ انش آهي. ان انش ۾ ڪي اهڙيون ڳالهيون بيان ٿيل آهن جي هاڻوڪي زماني سان پڻ لهه کائيندڙ ٿيون اچن. اهي سڀ ڪاڄ جي بيان ۾ اچي وڃن ٿيون. شري ويدوياس دواران زالن ۽ شودرن جي اهميت جو ورڻن آهي.

لوڪ ابياس بابت به هن ۾ سٺيءَ طرح سمجهاڻي ڏنل آهي. خاص ڪري ”برهم لوڪ جي ڳالهه“ جو اڌياءَ هڪ دلڪش اڌياءَ آهي.

هن سائنس ۽ انتر لوڪ يانرا (Science and Space Travelling) جي ڳالهه ۾ آتمڪ وديا جو ابياس ۽ ڌرمي وديا تمام ضروري آهن.

مونکي آشا آهي ته سنڌي پاٺڪ هن مان ضرور لاڀ وٺندا. هيءَ مها پراڻ وشڻو ڀڳوان جي مهما جو ورڻن ڪري ٿو. جيتوڻيڪ سرو شڪتيمان ڀڳوان جا انيڪ روپ ۽ نالا آهن. پر هوءَ آهي هڪ ”ايڪو سدبرهم“ برهم هڪ آهي ۽ اهو ئي ستيہ آهي. انت ۾ مان هيءَ سنڌس ليلا جو ورڻن وشڻو ڀڳوان جي چرڻن ڪملن ۾ سمرپڻ ڪريان ٿو.

## شڪر گذاري

مان آچاريہ سوامي گڻيشداس مهنت شري ساڌ ٻيلا آشرم وارن جو شڪرگذار آهيان جن هنجو مهاڳ لکي ڏنو ۽ آشرواد ڪئي.

* مان مهراج موهنچند پرسرام شرما جو پڻ شڪرگذار آهيان جنهن شري وشڻو پراڻ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏنو.

اوم وشڻوي نمهه وشڻو ڀڳوان کي نمسڪار آهي.

شيوا ۾: چيلانند ڀاونداس لعلواڻي



شريمن نارايڻايہ نمہ

# ❁ شري وشڻو پراڻ ❁

## پرٿم انش (پهريون باب)

منگلا چرڻ:-

نـارايڻم نمسڪرتيہ نرم چيوَ نروتمم
ديويم سرسوتيم ويا سم تتو جيمديريتت.

ارٿ:- جيڪڏهن ڪو به پستڪ لکجي تہ پهريائين ڀڳوان نارايڻ کي نمسڪار ڪجي، ۽ نرن ۾ اتم نر کي نمسڪار ڪجي. سرسوتي ديوي ۽ ويدوياس منيءَ کي نمسڪار ڪجي ۽ پوءِ ”جيہ“ جو شبد اچارڻ گهرجي.

## پهريون اڌياءِ

### پرسنا ودا

شري سوت جيءَ چيو:-

پنهنجي روزاني ڪاريہ ڪرم کان فارغ ٿي ميتريہ منيءَ پراشر کي نمسڪار ڪري اُن کان پڇو ”هي رشين ۾ شريشٽ رشي! توهان جي مهربانيءَ سان نہ رڳو ايا ماڻهو پر خود منهنجا دشمن به منهنجي لاءِ ائين تہ چئي سگهندا تہ ”مون سڀني شاسترن جي اڀياس ڪرڻ ۾ ڪا محنت نہ ڪئي آهي“. هي ڌرم جي ڄاڻڻ وارا! هي وڏي ڀاڳ وارا! هاڻي مان اوهان کان هيءَ ٻڌڻ چاهيان ٿو تہ هيءَ جڳ ڪهڙي طرح اُتپن ٿيو ۽ اڳتي هلي پوشيہ ۾ هي ڪئين پيگہ جي شروعات ۾ هي جڳتر ڪيئن هوندو؟ هي برهمن! هن جڳت جو اُپادان ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ هيءَ سمپورڻ چر ۽ اَچر (هلندڙ ۽ هڪ هنڌ استر) جيو ڪنهن مان پيدا ٿيا آهن؟ هي پهريائين ڪنهن ۾ سمايل هو ۽ هن کان پوءِ به ڪنهن ۾ سميٽجي ويندو؟

هي رشي! ان کان سواءِ آڪاش وغيره پنجن تتون جي اُتپتي ۽ پرماڻ، سمند جبل ۽ ديوتائن وغيره جي اُتپتيءَ ۽ هن پرٿويءَ جي اِستتي ۽ سوريہ وغيره جو قائم رهڻ ۽ اُنهن جو آڌار، ديوتائن وغيره جا ونش، منو منونتر (جي وقت بہ

وقت ورتي جدا جدا وقتن ۾ پيدا ٿين ٿا) جن جڳن ۾ ورهايل ڪلپ ۽ ڪلپن جا وڀاڳ پرلي جو سروپ، جڳن جا جدا جدا نمونا؟ سندن خاصيتون، ديوتائن ۽ راڪشسن جا چرتر (جيون ـ ڪهاڻيون)، شري ويدوياس کان وٺي ويدن جي شاخائن جي رچنا (ويدن جي ورهاست) ۽ برهمڻ ۽ غيره ورڻ ۽ برهمچريه وغيره آشرم ۽ انهن جا ڪرتويه (ڌرم) اهي سڀ ڳالهيون هي مهامني! مان اوهان کان ٻڌڻ چاهيان ٿو.

هي برهمڻ! اوهين منهنجي لاءِ پنهنجي من ۾ ديا آڻيو، مونتي مهرباني ڪريو جيئن ڪري هي مها مني! اوهانجي ڪرپا سان اهي سڀ ڳالهيون مان سمجهي سگهان. شري پراشر چيو: ”هي ڌرم جا ڄاڻو ميتريه! منهنجي ڏاڏي شري وسشٽ جيءَ جيڪو ورڻن ڪيو هوان پراڻن وشيه جي لاءِ مونکي چڱي ياد ڪرائي ڏياري، ان لاءِ تو کي ڌنيواد هجي.

هي ميتريه! جڏهن مون ٻڌو ته وشوامتر جي چوڻ تي منهنجي پيءُ کي راڪشس کائي ڇڏيو آهي، ته مونکي ڏاڍو غصو آيو.

تڏهن راڪشسن جي ناس ڪرڻ لاءِ مون يگيه ڪرڻ شروع ڪيو. ان يگيه ۾ سوين راڪشس جلي ڀسم ٿي ويا.

اهڙيءَ طرح ان راڪشسن کي هر طرح سان ناس ٿيندو ڏسي، منهنجي ڏاڏي وسشٽ مونکي چيو.

”هي پٽ! گهڻو غصو ڪرڻ ٺيڪ نه آهي، غصو ڪرڻ ڇڏي ڏي، ان ۾ راڪشسن جو ڪو به ڏوهه ڪونه آهي، تنهن جي پتا جي قسمت ۾ ائين لکيل هو. ڪروڌ ته مورکن کي ايندو آهي. سياڻا ماڻهو ڪڏهن به ڪروڌ نه ڪندا آهن، پيارا! ٻڌاءِ ته سهڻي ته ڪير ڪنهن کي ٿو ماري؟ انسان پنهنجي ڪئي جو ڪيتو ڀوڳي ٿو.

پٽ! هيءُ ڪروڌ ته ماڻهوءَ جي ناموس ۽ ان جي تپسيا کي ناس ڪري ٿو ڇڏي. هي پيارا پٽ! هي ڪروڌ هن لوڪ ۽ پرلوڪ کي بگاڙي ٿو ڇڏي، رشي مني ڪنهن به صورت ۾ ڪروڌ نه ڪندا آهن. ان ڪري تون غصو نه ڪر. هاڻي هن نرڙ گهرجي، بيگناهه راڪشسن کي جلائڻ مان ڪو به فائدو نه ٿيندو، تنهنجو هي يگيه هڪدم بند ٿيڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته سادن (چڱن ماڻهن) جو ٻل ڪميا آهي.

منهنجو ڏاڏو جو سچ پچ مهاتما آهي. ان جڏهن مونکي اهڙي طرح سمجهايو، غور سان خيال ڪري، ۽ ان کي ٺيڪ سمجهي اهو يگيه سماپت ڪيم، ان تي ڀڳوان وسشٽ ڏاڍو خوش ٿيو. ان وقت برهماجيءَ جو پٽ

پلستيہ جي اُتي آيو . ھي ميتريہ منھنجي ڏاڏي وسشٺ ان کي ارگھہ ڏنو، تڏھن ان
مڙھشيءَ پلھ جي وڏي ڀاڱ وڏي ڀاڱ واري پلستيہ جيءَ آسن گرھڻ ڪري (آسن
تي ويھي) ھون کي چيو.

پلستيءَ چيو، "تو ھن ھر ويرڀاو جي ھوندي بہ پنھنجي ڏاڏي وسشٺ جي
چوڻ سان ڪميا جو آڌار ورتو آھي ان ڪري تون سمپورڻ شاسترن جو ڄاڻو ٿيندين،

ھي وڏي ڀاڳ؎، وارا! تمام گھڻي غصي جي وس ٿي بہ تو منھنجي اولاد کي
بلڪل نيست نابود نہ ڪيو آھي، انھيءَ ڪري مان توکي ھڪ ٻيو اُتم ور ڏيان ٿو.

ھي پٽ! تون پراڻ-سنھتا جو رچيندڙ ٿيندين ۽ پرماتما جي واستيڪ (سچي
پچي) سروپ کي پوريءَ طرح ڄاڻندين.

۽ منھنجي ڪرپا سان تنھنجي نرمل بڌي پرورتي (ڪرم يوگ) ۽ نورتيءَ (سالکيہ
يوگ) سان واسطو رکندڙ ڪرمن جي باري ۾ سنديھ (شنڪا يا شڪ شبھ) کان رھت
(آجو) ٿي ويندي."

پلستيہ جي اھڙيءَ طرح چوڻ کان پوءِ، منھنجي ڏاڏي ڀڳوان وسشٺ چيو:-
پٽ! پلستيہ جيءَ تنھنجي لاءِ جيڪي بہ ڪجھ چيو آھي، اُھو سڀ سچ ٿيندو."

ھي مئتريہ! اھڙي طرح تمام گھڻو اڳي بڌيمان وسشٺ جيءَ ۽ پلستيہ جيءَ جو
ڪجھ چيو ھو، اُھو سڀ تنھنجي سوال پڇڻ تي مونکي ياد اچي ويو آھي. انھيءَ
ڪري ھي مئتريہ! تنھنجي سوال پڇڻ تي مان سمپورڻ پراڻ-سنھتا جو توکي بيان
ڪريان ٿو؛ تون اُنکي چڱيءَ طرح ڌيان ڏيئي ٻڌ:-

"ھيءُ جڳت وشڻو ڀڳوان مان پيدا ٿيو آھي. اُن ۾ ئي استٿ (قائم) آھي، اُھو
وشڻو ڀڳوان ئي ھن جڳت جي استٿيءَ (موجودگي) ۽ ليہ (نابودي يا وناش) جا
پالنا ڪندڙ آھن:-

اھڙيءَ طرح ھي جڳت بہ وشڻو ڀڳوان جو ئي آھي.

اِتي شري وشڻو پراڻي پرٿمي انشي پرٿمو اُڌيايھ .

وشڻو پراڻ جي پھرئين اَنش جو پھريون اڌياءُ سماپت.



## ٻيو اڌياءُ

### چوويھن تتون جي وچار سان گڏ جڳت جي اُتپتيءَ جي سلسلي جو بيان ۽ وشڻوءَ جي مھما

شري پراشر چيو:- ڀڳوان وشڻو جنھنجو نالو واسديو بہ آھي. اُن کي مان نمسڪار

ڪريان ٿو. اهو وشڻو ڀڳوان جدا جدا ٽن روپن ۾ - برهما جي روپ سان جڳت جي اُتپتيءَ، وشڻو روپ - سان جڳت جي پالنا (استتي) ۽ شنڪر روپ سان جڳت جي سنهار (ناس ڪرڻ) جو ڪارڻ آهي ۽ ڀڳتن کي سنسار ساگر کان تارڻ وارو آهي، اهڙي وڪارن کان پري، شڌ، اَوناشي، سدا ايڪ روپ، سرو وجيي - وشڻو ڀڳوان کي نمسڪار آهي.

جو هڪ (ايڪ) هوندي به انيڪ روپن (شڪلين) وارو آهي، جو استول به آهي ته سوکيم به آهي، ڪارڻ به آهي ته ڪاريه به آهي ۽ پنهنجن ڀڳتن جي مڪتيءَ جو ڪارڻ آهي، اُن وشڻو ڀڳوان کي نمسڪار آهي.

جو وشو روپ (سڄي جڳت ۾ سمايل) پرڀو جڳت جي اُتپتي، استتي (مريادا) ۽ سنهار (وناش) جو مول ڪارڻ آهي، اُن پرماتما وشڻو ڀڳوان کي نمسڪار آهي.

جيڪو سڄي وشو (جڳت) جو آڌار، تمام سوکم وستن ۾ سوکم آهي، سڀني جسون ۾ جيڪو موجود آهي، جيڪو پرشوتم (سڀني ۾ اُتم) ۽ اوناشي آهي، جو حقيقت ۾ نرمل پورڻ گيان - سوروپ آهي پر اَگيان وس ڪيترن پدارٿن - (وستن يا شين) جي روپ ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ اهڙي طرح جيڪو جڳت جي اُتپتي ۽ اُن جي پالنا ۾ سمرٿ آهي ۽ اُن کي وري ناس به ڪري ٿو، اُن جڳديشور، اَجنما (جنهن جو جنم نه ٿيو هجي)، اکشيه (ناس نه ٿيندڙ) ۽ اَويه (اَوناشي) ڀڳوان وشڻو کي پرڻام ڪري توکي اهو سڄو پرسنگ (بيان) سلسليوار ٻڌايان ٿو جو دکيه وغيره منين جي پڇڻ تي پتامهه (وڏي ڏاڏي) ڀڳوان برهما انهن کي ٻڌايو هو.

اهو پرسنگ دکيه وغيره منين نرمدا ندي‌ءَ جي ڪناري تي پروڪتس کي ٻڌايو هو ۽ اُن وري سارسوت کي ۽ سارسوت وري اهو مونکي ٻڌايو هو.

جيڪو پري کان به پري آهي يعني پرڪرتيءَ کان به پري آهي پرم شريشٽ (تمام سٺو)، انترآتما (اندر) ۾ موجود، پرماتما جو روپ، داڻين، نالن ۽ پين صفتن کان سواءِ جنهن ۾ ڪي به وڪار - (بدل سدل) - جهڙوڪ جمڻ، وڌڻ، بدلجڻ، ڪمزور ٿيڻ يا گهٽجڻ ۽ وري ناس ٿي وڃڻ - نه ٿا ٿين جنهنکي هميشه فقط ”آهي“ آهي ۽ اُن ۾ سڄو جڳت (وشو) وسيل آهي“ اُن ڪري ودوان جنهنکي واسديو چوندا آهن، اهوئي نتيه (هميشه قائم)، اَجنما، اکشيه (ناس نه ٿيندڙ اَويه، (هميشه هڪ جهڙو رهندڙ) ۽ ايڪ روپ نرمل پر برهم آهي.

اهوئي هن سڄي وياڪت (ڏسڻ ۾ ايندڙ - ڪاريه) ۽ اوياڪت (ڏسڻ ۾ نه ايندڙ - ڪارڻ) جڳت جي روپ ۾ (اُن جي ساکشي) پرش ۽ (مهاڪارڻ) ڪال جي روپ ۾ موجود آهي.

هي برهمڻ! پر برهم پرماتما جو ٻه رُون روپ پرش آهي، اويڪت (پرڪرتي) ۽ ويڪت (ڏسڻ ۾ ايندڙ- مهادي ڪارڻ) هنجاپيا رُوپ آهن ۽ ڪال اُن جو پرم (وڏو) روپ آهي.

اهڙي طرح جيڪو پردان (مکيه)، ويڪت ۽ ڪال - انهن چئني کان پري آهي ۽ جنهنکي فقط گياني پرش ئي ڏسي سگهن ٿا - اهوئي ڀڳوان وشڻو جو پرم پد آهي.

پردان، پرش، ويڪت ۽ ڪال - اهي چار ڀڳوان وشڻوءَ جا روپ جدا جدا سنسار جي اُتپتي، پالناءِ سنهار (ناس ڪرڻ) جي پرڪاش (ظاهر ڪرڻ) ۽ اتپادن (پيدائش) ڪارڻ آهن. ڀڳوان وشڻو ويڪت، اويڪت، پرش ۽ ڪال روپ بڻ آهي اهڙيءَ طرح ٻار والگر ڪريڙا (راند) ڪندڙ اُن ڀڳوان جي ليلا شروع ڪر (بت) رشي مني اُن کي مکيه ۽ سوکيم پرڪرتي (قدرت) جي نالي سان سڏين ٿا جو هميشه قائم آهي - يعني نتيه ۽ ايڪ رس آهي . ان کي اويڪت ڪارڻ (جو ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي) ۽ جو ست اَست ۽ ڪارڻ ۽ ڪاريه آهي.

هؤ اوناشي آهي، هن جو ڪو بيو آڌار نه آهي، هؤ اجر امر ۽ نشچل (هڪ هنڌ قائم) آهي . هؤ شبد ۽ اسپرش کان سواءِ آهي يعني آوازءِ ڇهڻ کان پري آهي ۽ هو نراڪار آهي. ان ڪري ان کي اروپ ڪري سڏجي ٿو.

جيستوٽيڪ هو جيتر جو ڪارڻ آهي تڏهن به هو اناڊي آهي ۽ نه هن جي اُتپتي ۽ نه وناش ٿو ٿئي . يعني جنم ۽ مرڻ کان پري آهي. هيءَ سڄي سنسار جي رچنا پرليه کان وٺي هن سرشٽيءَ جي شروعات تائين اُن ۾ سمايل هئي.

هي ودوان! ويدن ۽ برهم کي ڄاڻندڙ مهاتما پرش - اُن ”پردان“ جي باري ۾ هيٺيون شلوڪ پڙهندا آهن - جو اُن جي خاصيت ظاهر ڪري ٿو :—

”نـاهو نه راتــري نه نڀو نه ڀومي ر،
ناسيت تمو جيوتـي ريڻوت چــه نانيت،
شـرو ترادي بــڌ يــا نپ لڀيم ايڪم،
پراڌا نکم بــرهم - پمـان ستدا سيت !!

ان جـي معني هيءَ آهي :— ”اُن وقت (پرليـه جي وقتن) نه ڏينهن هو، نــه رات هئي، نــه آسمـــان هـــو ۽ نه زمين هئي، نه اونـــدهه هئي ۽ نــه روشني، اُن کـــان سواءِ بيو ڪجهه به نـه هو- بس، فقط هڪ پردان پــرش هو. جنهن کي ”برهم“ ڪري چئجي ٿـو ۽ جنهنکي هي اِندريـون (اک، ڪن، اکيون

وغيره) ۾ پڌي (دماغ) جاڳي نہ ٿو سگهي.

هي براهمڻ! وشنوءَ جي ان سروپ مان ٻہ روپ پيدا ٿيا. هڪ پردان ۾ ٻيو پرش ان وشنو جي هڪ ٻئي روپ جي معرفت. اهي ٻئي (سرشٽيءَ ۾ پرلہ ڪال جي وقت) هڪ ٻئي ۾ ملي وڃن ٿا ۽ جدا ٿين ٿا — اُن ٻئي روپ جو نالو "ڪال" آهي.

گذريل پرلہ جي وقت هيءُ ويڪت (ڏسڻ ۾ ايندڙ) سنسار جو وستار پرڪرتيءَ ۾ موجود هو. ان ڪري سنسار جي هن پرلہ کي "پراڪرت پرلہ" نالي سان سڏيندا آهن.

هي براهمڻ! ڪال روپ ڀڳوان انادي آهي - هن جي انت (پڇاڙي) ڪو نہ آهي. ان ڪري سنسار جي اُتپتي، اِستٿي (موجودگي) ۽ پرلہ ڪڏهن بہ نہ ٿا روڪجن. اهي هميشہ (وهڪري وانگر جاري رهن ٿا)

هي مئتريہ پرلہ جي وقت پرڪرتي ساميہ اوستا ۾ موجود رهي ٿي (يعني پرڪرتيءَ جا گڻ - ستوگڻ، رجوگڻ ۽ تموگڻ - برابر انداز ۾ موجود رهن ٿا. ۽ پرش پرڪرتيءَ کان الڳ ٿي وڃي ٿو تڏهن وشنو ڀڳوان جو ڪال روپ (انهن ٻنهي کي ڌارڻ ڪرڻ لاءِ) ڪوشش ڪري ٿو.

ان کان پوءِ (سرشٽيءَ جي شروعات جي وقت) اُن پربرهم پرماتما - جو سڀني جڳتن ۾ موجود آهي ۽ سڀني جيوَن ۾ حاضر آهي. ۽ سڀ وشو ان جو روپ آهي - پنهنجي اِڇا سان وڪاري پردان (پرڪرتي جا بدلجي ٿي) اوڪاري پرش (جو بدلجي نٿو) ۾ پرويش ڪري - اُن ۾ هلچل پيدا ڪئي هڪ قسم جي لرزش پيدا ڪئي. جنهن خوشبوءِ ڪريا شيل (Active) ڪونہ آهي. پر فقط نزديڪ هئڻ ڪري من ۾ لرزش (جربر) پيدا ڪري ٿي - اهڙي طرح پرميشور بہ فقط پنهنجي ستا (موجودگيءَ) سان نزديڪ هئڻ ڪري پردان (پرڪرتي) ۽ پرش کي پريرڻا ڏئي ٿو.

هي برهمڻ! اهو پرشوتم ئي لرزش (جربر) پيدا ڪرڻ وارو آهي ۽ اهو ئي ان جي ابرهمس اندر تو لڏهن سنڪوچ (سامبہ) ۽ وڪاس - جي پرڪرتيءَ جون خاصيتون آهن - پر اها پريرڻا بہ پرميشور ئي ڏئي ٿو.

نوري ۾ سڀ جو ناموجد هيءُ آهي تہ سڀني مالڪن جو بہ مالڪ - ايشورن جو ايشور - اهو وشنو ئي آتما ۽ پرماتما جي روپ ۾ موجود آهي -

هي برهمڻ! هاڻي مان توکي ٻڌايان ٿو تہ مهتتو (مهان تتو) جي اُتپتي ڪيئن ٿي؟ جڏهن سرشٽيءَ جي رچنا جو وقت آيو تڏهن ٽيئي گڻ هڪ جهڙي حالت ۾ رهيا - پرڪرتي (پردان) وشنوءَ جي "کشترگيہ" روپ ۾ موجود رهي - ان وقت هڪ اهڙو تتو پيدا ٿيو جنهن کي مهت تتو ڪري چئجي ٿو.

جڏهن اهو "مهان" پيدا ٿيو تڏهن پرڌان تتو - ان کي پڪي چڏيو. مهت تتو ٽن قسمن جو آهي:- هڪ ساتوڪ (جنهن ۾ ستو گڻ گڏ هجي)، ٻيو راجس ٽيون تامس. پر جئن ٻج، ڇلڪي سان ڍڪيل هوندو آهي اهڙي طرح هيءُ ٽن قسمن جو مهت تتو به پرڌان - تتوءَ سان ڍڪيل آهي - پوءِ اُن مهت تتو مان ٽن قسمن جو اهنڪار پيدا ٿيو . اهي ٣ تتو آهن - (i) ويڪارڪ (جن ۾ بدل سدل ٿئي ٿي يعني ستو گڻ وارا تتو) (ii)تيجس (رجو گڻ وارا تتو)، (iii) تامس (تمو گڻ وارو تتو) جنهن مان هي سڀ جيو پيدا ٿيا .

هي مها مني ! اهو مهت تتو ٽـن گڻن جو هئڻ ڪري ان کي "تـرگڻاتمڪ" به چئبو آهي. اهو جيون ۽ اندرين وغيره جو ڪارڻ آهي.

پرڌان جيئن مهت تتو ۾ موجود آهي - اهڙي طرح مهت تتووري اهنڪار ۾ موجود رهي ٿـو. تمو گڻ وارو اهنڪار جـڏهن وڪرت ٿئي ٿو (يعني بدلجي ٿو) تڏهين شبد تنماترا (جن ۾ آواز جا جزا آهن) پيدا ٿين ٿا ۽ انهن مـان وري آڪاش جي رچنا ٿئي ٿي جنهنجي خاصيت آهي "شبد" يعني آواز .

پوءِ آڪاش وڪرت ٿيو (يعني اُن ۾ ڪجهه ڦيرڦار آيو) اُن وري سپرش تنماترا (ڇهڻ جي طاقت) کي پيدا ڪيو - اُن ڇهڻ جي لـرزش مان بلوان وايو (هوا) پيدا ٿيو. ان جو گڻ (خاصيت) سپرش (ڇهڻ) مڃيو ويو آهي. آڪاش (جنهن ۾ آواز جي خاصيت آهي يعني شبد تنماترائون آهن) وري وايوءَ کي (جنهن کي ڇهڻ جي خاصيت آهي يعني سپرشن جون تنماترائون آهـن) آورت ڪيو . وايوءَ (هـوا) وري روپ (شڪلين) جي رچنا ڪئي . اُن ۾ روپ تنماترا آهي. هوا مان تيجه (تجلو) پيدا ٿيو . اُن جو گڻ (خاصيت) روپ آهي . پوءِ وايوءَ تيجه کي آورت ڪيو. پوءِ تيجه ۾ بـ وڪار (بدل سدل) پيدا ٿيو جنهن مان رس(پاڻياٺي شين) جي رچنـا ٿي - جنهن ۾ رس - تنماترا (يعني رس جا جزا) موجود آهي. اُن رس مان وري جل (پـاڻي) پيدا ٿيو . جل جو گڻ (خاصيت) رس آهي. جل کي وري تيجه آورت ڪيو. جل ۾ وڪار (بدل سدل) آيو جنهن مان گنڌ، [يعني خوشبوءِ] پيدا ٿيو . اُن ۾ گنڌ تنماترا آهي. اُن گنڌ مان پرٿوي [زمين] پيدا ٿي . پرٿويءَ جو گڻ گنڌ آهي- اُنهن آڪاش وغيره پنجن ڀوتن (عناصرن] ۾ فقط انهن جا گڻ شبد وغيره آهن. آڪاش جو گڻ شبد آهي. وايو جو گڻ سپرش آهي - تيجه جو گڻ روپ آهي- جل جو گڻ رس آهي- پرٿوي جو گڻ گنڌ آهي- آڪاش، وايو، تيجه، جل ۽ پرٿوي - اُنهن کي "پنجه مها ڀوت" جي نالي سان سڏيو ويو آهي. انهن تنماترائن جو اُنهوءَ نہ تو ٿي سگهي . يعني سک، ڏک ۽ موه جي روپ ۾ انهن جو انڀو نہ ٿو ڪري سگهجي . انڪري انهن کي "اَوشيش"

ٽالي سان ٻہ سڏيو آهي. اهڙي، طرح تامس اهنڪار مان ان قسم جي سرشٽي پيدا ٿي - جنهن کي پوءِ - تماترا جي سرشٽي ڪري چئبو آهي.

اندريون تيجس (يعني راجس اهنڪار) مان پيدا ٿيون آهن ۽ انهن جا اڌ شتاتا (مکيہ) ڏهہ ديوتائن وري ويڪارڪ (يعني ساتوڪ اهنڪار) مان پيدا ٿيل چيا وڃن ٿا.

اهڙي طرح اندرين جا ديوتائون جي ڏهہ آهن ۽ يارهون من - ويڪارڪ (يعني ساتوڪ) آهن. هي براهمڻ! چمڙي، اکيون، نڪ، جيڀ ۽ ڪن - اهي پنج اندريون بڌي (دماغ) جي مدد سان شبد وغيره وشين کي گرهڻ ڪن ٿيون - ان ڪري انهن پنجن کي "گيان اندريون" ڪري سڏبو آهي.

هي مترير! گدا، لنگ، هٿ، پير ۽ واڻي (زبان) - اهي پنج "ڪرم اندريون" آهن. انهن جا ڪرم آهن. تياڳ (ڇڏڻ) گتي (جربو) ۽ وچن (ڳالهائڻ) آڪاش، وايو تيج، جل، پرٿوي - اهي پنج پوءِ تمروار [Elements] شبد، سپرش وغيره پنجن گڻن وارا آهن. اهي پنج پوءِ "وشيش" جي نالي سان سڏبا آهن. ان جي معنيٰ تہ انهن ۾ سک، ڏک، موهہ جو اثر موجود رهي ٿو.

انهن پنجن ڀوتن [عناصرن] ۾ جدا جدا شڪتيون آهن انهيءَ ڪري اهي هڪ ٻئي ۾ گڏجڻ کانسواءِ هن سنسار جي رچنا نہ ٿا ڪري سگهن. ان ڪري هڪ ٻئي تي آڌار رکندڙ مهت تتو کان وٺي وشش تائين. پرڪرتيءَ [قدرت] جي انهن سڀني وڪارن - پرش جي طاقت سان پاڻ ۾ گڏجي. يعني بلڪل هڪ ٿي. ڀڳوان تتو جي مهربانيءَ سان "انڊ" يعني آني [Egg] کي پيدا ڪري.

ان جي معنيٰ تہ پرڪرتي ۽ پرش جي ميلاپ سان هيءَ سرشٽي اڀري ٿي.

هي مها ٻڌيمان! پاڻيءَ جي بدبدي وانگر تمروار هيءَ گولاڪار (پرٿوي جو گول ۽ پاڻيءَ تي موجود رهندڙ مهان انڊ (بيضي جي شڪل وانگر). برهم روپ وشڻو جو هڪ اتم آڌار ٿيل هيو.

ان ۾ اويڪت (لڪل يا نراڪار) جڳت جو مالڪ وشڻو ويڪت ڏسڻ ۾ ايندڙ يعني (ساڪار) هرڻيہ گرڀ جي روپ ۾ خود پاڻ براجمان ٿيو. ان مهاتما هرڻيہ گرڀ جو سميرو پربت اور (گرڀ کي ڍڪڻ واري) ۽ ٻيا جبل گرڀاشيہ (جنهن ۾ گرڀ رهندو آهي] ۽ سڀ سمنڊ گرڀاشيہ ۾ رهندڙ رس [جل] جي روپ ۾ هئا.

هي برهمڻ! ان انڊ جي اندر پربت، ٻيٽ، سمنڊ، سڀ جڳ سڀ لوڪ، ديوتائون، دئيت، ۽ ماڻهو وغيره - سڀئي مخلوقات پيدا ٿي. اهو انڊ (بيضي جي شڪل وانگر) جل، اگني، وايو، آڪاش ۽ تامس اهنڪار سان ڍڪيل آهي ۽ مهت

تتو سان ٺهيريل آهي ۽ وري اهو مهت تتو - اوياڪت (ڏسڻ ۾ نہ ايندڙ - نراڪار) پرڌان سان ٺهيل آهي. اهڙي طرح جئين ناريل جي ڦل جو اندريون ٻج - ٻاهر ڪيترن ئي ڇلڪن سان ٺهيل آهي - تئين هيءُ آنڊ بہ انهن ستن پراڪرت آورڻن (پردن ۽ ڇلڪن) سان ٺهيريل آهي.

ان ۾ موجود رهي خود هن جڳت جو مالڪ ڀڳوان وشڻو - برهما بڻجي ، رجوگڻ جو سهارو وٺي هن سنسار کي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، جڏهن هي سنسار ٺهي تيار ٿي وڃي ٿو ته ڀڳوان وشڻو - ستوگڻ سان - ڪلپ يعني وري پرليہ اچڻ تائين جدا جدا جڳن ۾ هن سنسار جي پالنا ڪري ٿو. هي منتريہ ! وري ڪلپ جي پڇاڙي، ۾ (يعني پرليہ اچڻ تي) تمام خوفناڪ روپ ڌارڻ ڪري - ردر روپ اهو جناردن وشڻو هن سڀني پراڻ (جيون کي کائي ڇڏي ٿو) يعني ناس ڪري ٿو. اهڙي طرح هن سنسار کي جل مئي بڻائي ڇڏي ٿو. پوءِ اهو پرميشور شيش ناڳ جي سيج تي سمهي ٿو. وري جڏهن جاڳي ٿو - تڏهن برهما جي روپ ۾ وري هن جڳت جي رچنا ڪري ٿو . اهو هڪ ڀڳوان جڳت جي اُتپتي [رچنا]، پالنا ۽ سنهار [جڳت کي ناس ڪرڻ] لاءِ - برهما- وشڻو ۽ شو جي نالن سان سڏيو وڃي ٿو . پريو وشڻو سرشٽا [رچيندڙ برهما] بڻجي پنهنجي ئي سرشٽي ڪري ٿو - پالڪ [پالنا ڪندڙ] وشڻو بڻجي پنهنجوئي پالنا ڪري ٿو . ۽ انت ۾ خود سنهارڪ [ناس ڪندڙ - شوا بڻجي پاڻ خود لين ٿي وڃي ٿو . پرٿوي، جل، تيج، وايو ۽ آڪاش هيءَ سڀ اندريون ۽ من [انتهڪرڻ] - وغيره جيترو بہ جڳت آهي. اهو سڀ پرش جي روپ ۾ آهي ۽ چاڪاڻ تہ اهو اوناشي وشڻو ڀڳوان وشو روپ آهي. ۽ سڀني جيون جو انترآتما [اندر رهندڙ آتما] آهي، انهيءَ ڪري برهما وغيره پراڻين ۾ موجود سرگ [سرشٽي] وغيره . هن جو اُپڪارڪ آهن [جئين ٻڌيہ ۾ ڪيل هون] پهمان جو اُپڪارڪ آهي. ان جو اُپڪار ڪري ٿو اهڙيءَ طرح هيءَ سڄي سرشٽي بہ اُپڪارڪ آهي. اهو ڀڳوان وشڻوئي سڀ ڪجھ آهي. اهوئي رچيندڙ آهي . اهوئي رچيو وڃي ٿو. اهوئي پالي ٿو ۽ پڻ پالجي بہ اهوئي رهيو آهي، اهوئي سنهار [ناس] ڪري ٿو - ۽ وري اهوئي خود پاڻ وري لين ٿي وڃي ٿو -

پهريون اڌياءُ سماپت



ناليءَ سان ڀ سڏبو آهي. اهڙيءَ طرح تامس اهنڪار مان ان قسم جي سرشٽي پيدا ٿي - جنهن کي ڀوت - تماترا جي سرشٽي ڪري چئبو آهي.

اندرين لجس (يعني راجس اهنڪار) مان پيدا ٿيون آهن ۽ انهن جا اڌ شٽاتا (مکيه) ڏهه ديوتائن وري ويڪارڪ (يعني ساتوڪ اهنڪار) مان پيدا ٿيل چيا وڃن ٿا.

اهڙيءَ طرح اندرين جا ديوتائون جي ڏهه آهن ۽ يارهون من - ويڪارڪ (يعني ساتوڪ) آهن. هي براهمڻ! چمڙي، اکيون، نڪ، جڀ ۽ ڪن - اهي پنج اندريون بڌي (دماغ) جي مدد سان شبد وغيره وشين کي گرهڻ ڪن ٿيون - ان ڪري انهن پنجن کي "گيان اندريون" ڪري سڏبو آهي.

هي مئتريه! گدا، لنگ، هٿ، پير ۽ واڻي (زبان) - اهي پنج "ڪرم اندريون" آهن. انهن جا ڪرم آهن. لباڳ (ڇڏڻ) گتي (چرپر) ۽ وچن (ڳالهائڻ) آڪاش، وايو تيج، جل، پرٿوي- اهي پنج ڀوت لمبروار [Elements] شبد، سپرش وغيره پنجن گڻن وارا آهن. اهي پنج ڀوت "وشيش" جي ناليءَ سان سڏبا آهن- ان جي معنيٰ ته انهن ۾ سک، دک، موهه جو اثر موجود رهي ٿو-

انهن پنجن ڀوتن [عناصرن] ۾ جدا جدا شڪتيون آهن انهيءَ ڪري اهي هڪ ٻئي ۾ گڏجڻ کانسواءِ هن سنسار جي رچنا نه ٿا ڪري سگهن. ان ڪري هڪ ٻئي تي آڌار رکندڙ مهت کان وٺي وشيش تائين. پرڪرتيءَ [قدرت] جي انهن سڀني وڪارن - پرش جي طاقت سان پاڻ ۾ گڏجي. يعني بالڪل هڪ ٿي. پرڌان تتو جي مهربانيءَ سان "آنڊ" يعني آنو [Egg] کي پيدا ڪري.

ان جي معنيٰ ته پرڪرتي ۽ پرش جي مطلب سان هيءَ سرشٽي اڀري ٿي.

هي مها ٻڌيمان! پاڻيءَ جي ٻدٻدي وانگر لمبروار هيءَ گولاڪار (پرٿوي جو گول ۽ پاڻيءَ تي موجود رهندڙ مهان آنڊ (بيضي جي شڪل وانگر). برهم روپ وشڻو جو هڪ آڌار بڻجي پيو.

ان ۾ اويڪت (لِکل يا نراڪار) جڳت جو مالڪ وشڻو ويڪت ڏسڻ ۾ ايندڙ يعني (ساڪار) هرڻيه گرڀ جي روپ ۾ خود پاڻ براجمان ٿيو. ان مهاتما هرڻيه گرڀ جو سمرو پربتاور (گرڀ کي ڍڪڻ واري) ۽ پاڇل گرڀاشيه [جنهن ۾ گرڀ رهندو آهي] ۽ سڀ سمنڊ گرڀاشيه ۾ رهندڙ رس [جل] جي روپ ۾ هئا.

هي برهمڻ! ان آنڊ جي اندر پربت، ٻيٽ، سمنڊ، سڀ جيڪو سڀ لوڪ، ديوتائون، دئيت، ۽ ماڻهو وغيره - سڀئي مخلوقات پيدا ٿي. اهو آنڊ (بيضي جي شڪل وانگر) جل، اگني، وايو، آڪاش ۽ تامس اهنڪار سان ڍڪيل آهي ۽ مهت

تتو سان گهيريل آهي ۽ وري اهو مهت تتو - اَوياڪت (ڏسڻ ۾ نه ايندڙ - نراڪار) پرڌان سان ڍڪيل آهي. اهڙي طرح جئين ناريل جي ڦل جو اندريون ٻج - ٻاهر ڪيترن ئي ڇلڪن سان ڍڪيل آهي - تئين هيءَ انڊ به انهن ستن پراڪرت آورڻن (پردن ۽ ڇلڪن) سان گهيريل آهي.

ان ۾ موجود رهي خود هن جڳت جو مالڪ ڀڳوان وشڻو - برهما بڻجي . رجوگڻ جو سهارو وٺي هن سنسار کي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. جڏهن هي سنسار نهي تيار ٿي وڃي ٿو تڏهن ڀڳوان وشڻو - ستوگڻ سان - ڪلپ يعني وري پرليه اچڻ تائين جدا جدا جڳن ۾ هن سنسار جي پالنا ڪري ٿو. هي مئتريه ! وري ڪلپ جي پڇاڙي، ۾ (يعني پرليه اچڻ تي) تمام خوفناڪ روپ ڌارڻ ڪري - رُدر روپ اهو جنارڌن وشڻو هن سڀني ڀوتن (جيون کي کائي ڇڏي ٿو) يعني ناس ڪري ٿو. اهڙي طرح هن سنسار کي جل مئي بڻائي ڇڏي ٿو. پوءِ اهو ۾ مشهور شيش ناگ جي سيج تي سمهي ٿو. وري جڏهن جاڳي ٿو - تڏهن برهما جي روپ ۾ وري هن جڳت جي رچنا ڪري ٿو . اهو هڪ ڀڳوان جڳت جي اُتپتي [رچنا]، پالنا ۽ سنهار [جڳت کي ناس ڪرڻ] لاءِ - برهما- وشڻو ۽ شو جي نالن سان سڏيو وڃي ٿو . پرڀو وشڻو سرشٽا [رچيندڙ برهما] بڻجي پنهنجي ئي سرشٽي ڪري ٿو - پالڪ [پالنا ڪندڙ] وشڻو بڻجي پنهنجوئي پالنا ڪري ٿو . ۽ انت ۾ خود سنهارڪ [ناس ڪندڙ - شوا بڻجي پاڻ خود لين ٿي وڃي ٿو . پرٿوي، جل، تيج، وايو ۽ آڪاش هيءَ سڀ اندريون ۽ من [انتهڪرڻ] - وغيره جيترو به جڳت آهي. اهو سڀ پرش جي روپ ۾ آهي ڇاڪاڻ ته اهو اوناشي وشڻو ڀڳوان وشو روپ آهي. ۽ سڀني جيون جو انترآتما [اندر رهندڙ آتما] آهي، انهيءَ ڪري برهما وغيره پراڻين ۾ موجود سرگ [سرشٽي] وغيره . هن جو اُپڪارڪ آهن [جئين يگيه ۾ ڪيل هون] يجمان جو اُپڪارڪ آهي. ان جو اُپڪار ڪري ٿو اهڙيءَ طرح هيءَ سڄي سرشٽي به اُپڪارڪ آهي. اهو ڀڳوان وشڻوئي سڀ ڪجهه آهي. اُهوئي رچيندڙ آهي. اهوئي رچيو وڃي ٿو. اهوئي پالي ٿو ۽ پڻ پالجي به اهوئي رهيو آهي، اهوئي سنهار [ناس] ڪري ٿو - ۽ وري اهوئي خود پاڻ وري لين ٿي وڃي ٿو -

ٻيو اڌياءِ سماپت



# ٽيون اڌياءُ

## برهما جي عمر ۽ ڪال (وقت) جو پرماڻ (تخمينو)

شري مئتريه چوڻ لڳو:- هي مهراج برهم نه نراڪار آهي يعني هن کي ڪا به شڪل ڪو نه آهي ته پوءِ هو ”هن جڳت جو رچيندڙ ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟

شري پراشر چيو - ”هي مئتريه! ڀڳوان جي شڪتي ڪلپنا کان پري آهي- ان لاءِ ڪو به دليل ڪارائتو نه ٿو ٿي سگهي - جيئن باهه جي شڪتي آهي- گرمائش اهڙيءَ طرح برهم جي هن جڳت جي رچنا جي شڪتي نه عجيب آهي. هيءَ سرشٽي هن جي قدرتي شڪتي آهي. هاڻي ڌيان ڏيئي ٻڌ ته ڀڳوان هن، سرشٽي جي رچنا ڪهڙيءَ طرح ڪئي - هي ودوان! برهما جنهن هيءَ سرشٽي پيدا ڪئي - ان جو نالو نارايڻ آهي - هن کي پتامهه [ڏاڏو] به ڪري سڏيو آهي. ان لاءِ چيو ويو آهي ته ”هو پيدا ٿيو“ پر اها رڳي چوڻي آهي - حقيقت ۾ هو نه آنادي آهي - ان جي عمر ۱۰۰ ورهين جي آهي. انهن ۱۰۰ ورهين جو نالو ”پر“ آهي. ان جي اڌ کي (يعني ۵۰ ورهين کي) ’پرارڌ‘ ڪري سڏيو ويو آهي.

هي مئتريه! مون توکي وشڻو ڀڳوان جو ”ڪال-سروپ“ ٻڌايو هو. ان ڪال-سروپ جي دوارا (معرفت) ان برهما جي ۽ هيءَ جيڪو سڄو جڳت ڏسڻ ۾ اچي ٿو ان جي عمر جو پرماڻ (تخمينو) ڪيو ويو آهي. اها هڪ قسم جي برهما جي وقت جي ماپ [جدول] آهي. جا هيٺين طرح ڪئي وئي آهي:-

۱۵ نميشن کي ڪاشٺا چون ٿا. اک ڇنڀ کي نميش چئبو آهي. ۳۰ ڪاشٺائن جي ۱=ڪلا ٿيندي آهي.. ۳۰ ڪلائون برابر آهن هڪ مهورت جي. ماڻهن جي هڪ ڏينهن ۽ رات ۾ ۳۰ مهورت ٿيندا آهن: ۱۵ ڏينهن راتين جو هڪ پکه ٿيندو آهي هڪ مهيني ۾ ٻه پکه ٿيندا آهن يعني هڪ مهيني ۾ ۳۰ ڏينهن راتيون ٿينديون آهن. ڇهن مهينن جو هڪ ”اين“ ٿيندو آهي. هڪ ورهيه ۾ ٻه اين ٿيندا آهن. هڪ دکشڻاين ۽ ٻيو اترائڻ. دکشڻائڻ ديوتائن جي رات آهي. ۽ اترائڻ ڏينهن. يعني اسان جا ٦ مهينا برابر آهن ديوتائن جي هڪ ڏينهن جي ۽ ٦ مهينا برابر آهن ديوتائن جي هڪ رات جي. اهڙيءَ طرح ديوتائن جي ٻارنهن هزار ورهين جو ستيه يگ (ست جڳ)، تريتا، دواپر ۽ ڪلجگ نالي سان چار يگ (جڳ) ٿيندا آهن. انهن جڳن جي وقت جو پرماڻ [تخمينو] جدا جدا توکي ٻڌايان ٿو - : پراڻين ڳالهين ۾ ڪوڇا ڪندڙ سڄڻ وغيره جي وقت جو مدو نمبروار چار، ٽي، ٻه، هڪ هزار ديوتائن جا ورهيه ٻڌائين ٿا هر هڪ جڳ کان پوءِ پائين اولونجي ۱۰۰ ورهين جي سنڌيا ٻڌائي وڃي ٿي.

(يعني ستجگ وغيره ڪان ٻهريائين لمبوار چار ٿي، ۽ ۽ هڪ سو ديوتائن جي ورهين
جون سنڌيائون (سنڌيا يا شام) ۽ وري اوترن ئي ورهين جا سنڌيا (سنڌيا) جا ڀاڱا
ٿيندا آهن. هي رشي! انهن سنڌيائن ۽ سنڌيائن جي ڀاڱن جي وچ وارو جيترو وقت
آهي انهن کي ست جگ وغيره نالن وارا جگ چيا وڃن ٿا. هي مني! ست جگ،
ترتيا جگ، دواپر جگ ۽ ڪلجگ - انهن سڀني کي گڏي، ”چترجگ“ يعني چار
جگ ڪري چئبو آهي. هي رشي! اهڙي طرح جڏهن هڪ هزار ”چتر يگ“ گذري
وڃن ٿا. تڏهن برهما جو هڪ ڏينهن پورو ٿئي ٿو. برهما جي هڪ ڏينهن ۾ ١۴ منو
ٿين ٿا. انهن جي وقت جو مدو ڀڃ: ست رشي، ديوتائون، اندر، منو، ۽ منوءَ جا پٽ
هڪڙئي ڪال (وقت) ۾ رچيا وڃن ٿا ۽ انهن جو وناش (خاتمو) به ڪيو وڃي ٿو.
هي مني! ٧١ چترجگن کان ڪجهه وڌيڪ وقت جو هڪ منونتر ليکيو وڃي ٿو.
يعني هڪ منونتر ۾ ايڪ هتر ”چترجگ“ ٿيندا آهن. اهوئي منوءَ ۽ ديوتائن جي
وقت جو مدو آهي. اهڙيءَ طرح ديوتائن جي ورهين جي ڳڻپ سان هڪ منونتر
۾ اٺ لک ٥٢ هزار ورهيه ٿين ٿا. اهڙيءَ طرح هي مهامني! ماڻهن جي ورهين جي
ڳاڻاٽي موجب ٣٠ ڪروڙ، ٦٦ لک، ٢٠ هزار ورهيه هڪ منونتر ۾ شمار ڪيا ويا آهن.
ان وقت کي ١۴ سان ضرب ڪجي - ان جو جيڪو جواب اچي - اترو ڪال (وقت
برهما جو هڪ ڏينهن ٿئي ٿو. ان کان پوءِ پرليه ٿئي ٿي. ان پرليه جو نالو آهي -
”براهم پرليه“ ان جو ٻيو نالو آهي. ”نيمتڪ پرليه“.

ان پرليه جي وقت ڀورلوڪ، ڀوورلوڪ ۽ سور لوڪ - ٽيئي لوڪ جلڻ لڳن ٿا.
۽ مهرلوڪ ۾ رهڻ وارا سڌ گڻ - ان باهه جي گرمائش ۾ گرم ٿي وڃن ٿا. ان ڪري
ان تپ جي ڪري ”جن لوڪ“ ۾ هليا وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح پوءِ هي سڄي ترلوڪي
(ٽيئي لوڪ) پاڻيءَ ۾ ٻڏي وڃن ٿا. جنهن کي جلميه چئجي ٿو. ان کانپوءِ ڪمل مان
پيدا ٿيل برهما جو نارائڻ جو روپ آهي. جنهن جو ڌيان جن لوڪ ۾ رهندڙ يوگي
ڪندا رهن ٿا. اهو برهما هن - ترلوڪيءَ کي گراس ڪري ٿو. (يعني کائي وڃي
ٿو). ان مان ترپت ٿي. اوترئي پرماڻ (مدي) واري رات ۾ شيش نانگ جي
بستري تي نسين ڪري ٿو. (يعني شيش ناگ تي سمهي ٿو.) ۽ جڏهن ان جي رات
پوري ٿئي ٿي. تڏهن وري هن جڳتر (سنسار) جي رچنا ڪري ٿو. جنهن کي سرشٽي
چئجي ٿو - اهڙيءَ طرح پکيه - مهني وغيره جي ڳڻپ سان برهما جو هڪ ورهيه
۽ پوءِ هڪ هڪ ورهيه ڪري هڪ سو ورهيه پورا ٿين ٿا. برهما جا
پورو ٿئي ٿو ۽ پوءِ هڪ هڪ ورهيه ڪري هڪ سو ورهيه پورا ٿين ٿا. برهما جا
١٠٠ ورهيه ئي ان مهاتما برهما جي عمر آهن. هي رشي! ان برهما جو اڄان رڳو -
پرارڌ گذري چڪو - يعني رڳو اڄا برهما جا پنجاهه ورهيه گذري چڪا آهن - ان

جي ڀاڱي ۾ ”پادم“ نالي سان هڪ مهاڪلپ گذريو هو. جو ان لــالي ســان مشهور آهــي -

هي برهمڻ! هن وقت هن جي ٻئي پراڌ جو هيءُ ”واراھ“ نالي وارو ڀهراون ڪلپ هلي رهيو آهي.

الي شري وشڻو پراڻي پرٿمي آنشي ٽريپو. اڌيــاءَ -

ٽيون اڌياءَ پــورو ٿيو.



# چوٿون اڌياءُ

## برهما جي اُٿپتي (پيدا ٿيڻ) وراھ ڀڳوان جو اوتار :-
## پرٿوي کي بچائڻ ۽ برهما جي لوڪ - رچنا.

مئتر يه چيو:- -

هي مها مني ! ڪلپ جي شروعات ۾ نارائڻ نالي واري برهما جهڙيءَ طرح هن سڄي سنسار جي - ان ۾ رهندڙ ساهوارن جي رچنا ڪئي - ان جو اوهين مهرباني ڪري ورنن ڪريو .

شري پراشر چيو :- هاڻ مان اوکي ان برهما جي هن سنسار جي رچنا جو سان ٻڌايان ٿو: اهو اوهان ڌيان سان ٻڌ :- گذريل ڪلپ جڏهن پورو ٿيو. ان کان پوءِ رات جو انت ڪري جڏهن برهما اٿيو - تڏهن چوڌاري سلس ستوگڻ پيدا ٿيو - ۽ ان وقت برهماجيءَ ڏٺو ته چوڌاري رڳو ”شونيه“ هو . يعني ڪجھ به نه هو . سڀني لوڪن کي هن شونيه ڏٺو.

هي ڀڳوان نارائڻ ”پر“ آهي (پر معنى شريشٽ- اُتم - پر معنى آهي پري کان به پري . هن جو خيال به ڪو ڪري سگهجي - ان ڪري ان کي ”اُچنتيه“ چيو آهي). هيءُ ڀڳوان نارائڻ برهما شو وغيره ايشورن جو به ايشور آهي، هيءُ برهم سروپ آهي ۽ اناادي آهي ۽ هن مان ئي سڀ ڪجھ پيدا ٿيو آهي.

آپو رانا اِتي پروڪتا - آپو وي نر سونوھ.

آيئم تسيه تاھ پوروم،، تين نارائڻھ سمرتھ

منوءَ جنهن جيو سمرتي ناهي - ان شري نارائڻ جي ٻاري ۾ هيٺيون شلوڪ لکيو ويو آهي. اهي کي جدا ڪيو نه ڏيندو - نار ۽ آپ . نار معنى

پاڻي - ۽ اين معنيٰ گهر. يعني جو جل پاڻيءَ ۾ رهي ٿو. ان ڪري ان کي نارايڻ چيو ويو آهي- پاڻي ۾ مان پيدا ٿيو انڪري پاڻي کي ”نار“ چيو ويو- نــر جي معنيٰ آهي - ڀڳوان پرشوتم. اهو نار (پاڻي) ان جو پهريون - اين (رهڻ جي جڳهه) آهي - ان ڪري ڀڳوان کي ”نارايڻ“ چئبو آهي - [سنسڪرت گرامر جي قاعدي موجب ن کي ڻ چئبو آهي]

هي سمپورڻ جڳت جل-ميه ٿي ويو هو. ان ڪري پوجا پتي برهما سمجهو ته هيءَ پرٿوي جل جي اندر اچي ويئي آهي - پوءِ اُن برهما پرٿوي کي جل کان ٻــاهر ڪڍڻ جو ارادو ڪيو - ان ڪري هن کي هڪ ٻيو شرير (چولو) وٺڻو پيو- جهڙي طرح اڳين ڪلپن ۾ هن متسيه (مڇ)، ڪوروم (ڪمي) وغيره روپ ورتا هئا اهڙي طرح هن واره ڪلپ جي شروعات ۾ واراهه جو شرير اختيار ڪيو- اُن وقت برهما جل ۾ پــرويش ڪيو - تڏهن پاتال لوڪ ۾ آيل ديوي ڌسي وسندرا (پــرٿوي ديوتا) - تمام ڀڳتيءَ سان برهما جي پرارٿنا ڪرڻ لڳي.

پرٿويءَ چيو: هي شنــک، چڪر، گــدا، پدم ڌارڻ ڪندڙ ڪمل - لين ڀڳوان - اوهان کي نمسڪار ڪريان ٿي. اڄ توهين هن پاتال لوڪ کان مون کي ٻاهر ڪڍيو، مون کي بچايو. تمام گهڻو اڳ اوهان مان ئي ته مان پيدا ٿي هئس. هي ڀڳوان! اڳي به اوهان مون کي بچايو هو مهنجي رکشا ڪئي هئي. هي پريو! نه رڳو مهنجو پــر هن آڪاش وغيره ٻين تتن جو توهين ڪارڻ آهين. هي پرماتما! توهان کي نمسڪار آهي. - نمسڪار آهي. اوهين پردان (ڪارڻ) آهيو. ۽ ساڳئي وقت ويڪت (ڪاريه) به آهيو. اوهين ڪال سروپ آهيو. اوهان کي وري، وري نمسڪار آهي. هي ڀڳوان هن جڳت جي سرشٽيءَ جي لاءِ اوهين برهما، وشڻو ۽ رڊر (ڀڳوان شنڪر) جا روپ ڌارڻ ڪريو ٿا. هن جڳت جي اُتپتي، پالنا ۽ ناس اوهين ئي ڪريو ٿا. اوهان جــي ”پرتتو“ (سوکم روپ) کي ڪو به نه ٿو ڄاڻي - پر اوهــان جو روپ جو جدا جدا اوتارن ۾ ظاهر ٿئي ٿو - ان جي ديوتائون به پوڄا ڪن ٿا. جڏهن هيءُ سارو جڳت جل ميه ٿي وڃي ٿو. تڏهن اوهين جل ۾ شين ڪريو ٿا. (سمهو ٿا). اوهان جي آراڌنا ڪري مڪتي ملي ٿي. من ۾ جيڪو خيال ڪيو وڃي ٿو. جنهن کي ”سنڪلپ“ چئبو آهي. - اکين سان جيڪي ڏسجي ٿو ۽ دماغ جنهن کي سوچي ٿو. اهو سڀ اوهان جوئي نه روپ آهي - هي ڀڳوان مان به اوهان جو روپ آهيان، اوهان ئي آڌار رکان ٿي. اوهان نه مونکي پيدا ڪيو آهي. وري اوهانجي ئي شرڻ آئــي آهيان. ان ڪري مونکي ”ماڌوي“ نالي سان به سڏين ٿا. هي ڀڳوان اوهان جي جئه ٿئي- جئه ٿئي. توهين ئي يگيه آهيو - اوهين يگيه - پتي به آهيو. اوهين اوم - ڪار به آهيو

اوهين اگني آهيو . سورج، تارا، چنڊ وغيره اوهين ئي آهيو- ويد ۽ اوهين آهيو نه ويدن جا انگ ۽ - يعني ياگا ۽ اوهين ئي آهيو- جيڪي ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ جيڪي نه ٿو ڏسڻ ۾ اچي اهو ۽ اوهين آهيو - يعني ساڪار ۽ نراڪار .

شري پراشر چيو:- پرٿوي، جڏهن ڀڳوان جي اهڙيءَ طرح پرارٿنا ڪئي - تڏهن هن پرٿويءَ کي ڌارڻ (جهلڻ) ڪرڻ واري ڀڳوان - گرجنا ڪئي - جو آواز سام ويد جو سر آهي پوءِ واراهه ڀڳوان پرٿويءَ کي ڏاڍن سان پڪڙيو ۽ مٿي کڻي لئي اهو واراهه ڀڳوان رسائل (پاتال) کان ٻاهر نڪتو- نڪرڻ وقت - هن جي ساهه کڻڻ سان جيڪو پاڻي ٻاهر نڪري آيو - اُن جن لوڪ ۾ رهندڙ لبجه وارن - سنندن وغيره منشورن کي آلو ڪري ڇڏيو: جن لوڪ ۾ رهندڙ سڌ ڳڻ هن جي سواس جي وايوءَ (ساهه جي هوا) سان گهٻرائجي هنڌاهين هوڏاهين ڀڄڻ لڳا -

مهاوراهه جڏهن پرٿويءَ کي کڻي ٻاهر نڪتو ان وقت اُن جو بدن پاڻيءَ سان آلو ٿيل هو، هن جو بدن اهڙو نه پيو ٿو هو جهڙا ويد پيو ٿو هوندا آهن.

ان وقت جن لوڪ ۾ (مرلبولوڪ جني ماڻو حالي رهي ٿي) ۾ رهندڙ سنندن وغيره يوگيشور تمام خوش ٿي اُن ڀڳوان جي هيٺين ريت آستوتي ڪرڻ لڳا جڏهن هن پرٿوي لوڪ جو اڌار ڪيو.

اوهين پرم ايشور آهيو . هي پرڀو! اوهان جي جئه ٿئي. هن جڳت جي اُتپتي پالنا ۽ وناش (پرلئه) جا اوهين ڪارڻ آهيو. اوهين پورڻ پرماتما آهيو. جنهن کي پرم پد (يعني جنهن منزل تي پهچڻ آهي اها منزل) چيو وڃي ٿو اهو اوهين آهيو اوهين ئي ستيه روپ آهيو . اوهان کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونه آهي. هي پرڀُو اوهين يگيه پرش آهيو . اوهان جون هي وڏيون ڏاڙهون جڻ نه يگيه- منڊپ ۾ لڳل وڏا ٿنڀا آهن. اوهان جي چرڻن (پيرن) ۾ چار ويد آهن. ڏندن ۾ يگيه آهي، هٿن (يگيه جي اگني) اوهان جي زبان آهي. يگيه جا دڀ اوهان جي بدن جا جڻ نه روم (ڪرم وار) آهن.

هي مهاتما ! رات ۽ ڏينهن اوهان جون ٻه اکيون آهن. سڀني جو آڌار ۽ آسرو آهي اوهان جي سسي. هي ديوا! ونشٽو وغيره سڀئي سوڪت (ويدمنتر) جڻ نه اوهان جي ڪلهن تي پيدا ٿيل وار آهن ۽ يگيه ۾ جنهن جو هوم ڪيو آهي. اها هوي (چوبو وغيره) اوهان جا پراڻ آهن. هي پرڀو! سام سوَر (ساموَيد جي سنگيت جو سر) جڻ نه اوهان جو گنڀير آواز آهي. اهڙي طرح اوهين يگيه - روُپ آهيو. هي اننت - سم... قائم - آجرؤ امر) اوهين اسان تي پرسن ٿيو. هي اوناشي! هي وشو ...لوڪ) ۾ اوهين وياپت (موجود) آهيو. سچ پچ

ته هي سڀ وشو اوهان مان ئي پيدا ٿيو آهي - هي سڀ چر (چرندڙ) ۽ اچر (استر هڪ هنڌ قائم) جڳت جا اوهين ناٿ (مالڪ) آهيو. اوهين اسان تي پرسن ٿيو.

هي ناٿ! اوهان جي ڏاڍن تي رکيل هيءَ پرٿمنڊل (پرٿوي لوڪ) ائين پيو معلوم ٿئي جئين ڪمل بن کي لتاڙيندڙ هاٿيءَ جي ڏندن ۾ ڳپ سان ڇهٽل ڪنول گل جو پن.

هي پرڀو! اوهان جو پرڪاش سڀ جڳت کي روشن ڪري رهيو آهي. زمين ۽ ۽ آسمان جي وچ ۾ جيڪو مفاصلو آهي. اهو اوهان جي هن شرير ۾ وياپڪ (موجود) آهي.

هي ڀڳوان! اوهين هن وشو جا ڪلياڻ ڪريو.

هي جڳت - پتي! فقط اوهين ئي پرمارٿ (ستيه-وستو) آهيو. هيءَ اوهانجي مهما (مايا) آهي - جا هن جڳتر کي هلائي رهي آهي. هيءَ جيڪو سڀو جڳترڻ پسڻ ۾ اچي رهيو آهي. اهو اوهان گيان - سروپ ئي ته روپ آهي - جن ماڻهن جو من ڀٽڪي رهيو آهي. اهي ڀرم (مونجهاري) ۾ اچي هن کي جڳت کي سڀو سمجهي رهيا آهن

هي سمپورڻ جڳت گيان سروپ - آهي پر مورک اگياني ماڻهو هن جڳت کي ائين نہ ٿا سمجهن ۽ مايا ۽ موه ۾ ڦاسي پيا هن سنسار ساگر ۾ غوطا کائين.

هي پرميشور! جن ماڻهن جو من شڌ (صاف) آهي ۽ جي وگيان جا ڄاڻو آهن اهي گياني پرش هن سنسار ۾ اوهان جي گيان - سروپ ئي کي ڏسن ٿا. انهن لاءِ هيءَ جڳت اوهان جو گيان - سروپ آهي.

هي سرو وياپي! پرسن ٿيو. اسان تي راضي ٿيو - هي ڪمل نين! هن سنسار جي اواس (رهڻ) لاءِ پرٿويءَ کي بچائي - اڌار ڪري اسان کي شانتي - پردان ڪريو هي ڀڳوان! هي گووند! هن وقت اوهان جو ستوگڻ ئي مکيه آهي. هي ايش! جڳت جي پيدائش لاءِ اوهين هن پرٿويءَ کي بچايو ۽ هي ڪمل-نين! اسان کي شانتي پردان ڪريو اوهانجي معرفت هن سرشٽيءَ (رچنا) جي پرورتي شل هن سنسار جو اپڪار (ڀلو) ڪري. هي ڪمل-نين اوهان کي نمسڪار آهي. نمسڪار آهي. اوهان اسان جي من کي شانتي پردان ڪريو. شري پراشر رشيءَ چيو ته جڏهن سيني ديوتائن ۽ رشين مڻين واراهہ ڀڳوان کي پرارٿنا ڪئي تڏهن اُن واراهہ ڀڳوان جلدئي هن پرٿويءَ کي ڪڍي اُپار جل (پاڻيءَ) جي مٿان رکيو.

اُن جل سموهہ (پاڻيءَ جي انبار) مٿان هيءَ پرٿوي هڪ وڏي ٻيڙيءَ وانگر ڏسڻ ۾ آئي. تمام وڏي ۽ ڦهليل هئڻ ڪري هيءَ اُن پاڻيءَ ۾ ٻڏي نہ ٿي. هن پرٿويءَ تي وڏا وڏا جبل آهن هيءَ سڀ رچنا (جوڙ) اُن پرماتما جي عجيب شڪتيءَ جي آهي.

ان کان پوءِ اُن سرو شڪتيمان پرماتما ستت دوبه (ستت وڏا ٻهت) بڻائي - هن پرٿوي جي لوڪن کي ياڳن ۾ وراهي هن جي رچنا ڪئي آهي.
هن پرٿويءَ جي رچنا - ڪاريه ۾ پگوان نه رڳو نمت ماتر (بهانو) آهي - پر اُن پرماتما سرجڻ شڪتيون ئي مکيه ڪارڻ آهن.
هي مئتريه ! وستن جي رچنا ۾ نمت - ماتر کان سواءِ ٻئي ڪنهن به ڳالهه جي ضرورت نه آهي - ڇاڪاڻ ته اِها پرماتما جي قدرت آهي. جو هرڪا وستو پنهنجي وڪاس جي شڪتيءَ سان هن وستوءَ جي روپ (استول روپ) کي اختيار ڪري ٿي.
الي شري وشٽو پراڻي پرلمي اُنشي چوٿو اڌيايه -
وشٽو پراڻ جي پهرئين انش جو چوٿون اڌيائه - پورو ٿيو.



## پنجون اڌيائه

### اُوديا وغيره ڪيترن قسمن جي سرشٽين (رچنائن) جو ورڻن.

شري مئتريه چيو:- هي ٻراشر جي ! برهما سرشٽيءَ جي شروعات ۾ پرٿوي آڪاش ۽ جل (پاڻي) ۾ رهندڙ رشين، ديوتائن، پترن داڻون (راڪشس)، ماڻهن، پکن، پسن، وڻ-ٽڻن وغيره ساهوارن جي جهڙيءَ طرح رچنا ڪئي (پيدا ڪيا) اهو سڀ مولکي پڌاءَ ۽ انسان گڏ اهو ۾ پڌاءَ نه هن گڻ - سياءُ ۽ روپ واري حڪمت جي رچنا ڪيئن ٿي ؟

شري پراشر منيءَ چيو :- هي مئتريه ! پرماتما جهڙيءَ طرح هن سرشٽيءَ جي رچنا ڪئي. اهو سڀ مان توکي ٻڌايان ٿو- تون ڌيان لڳائي ٻڌ.

برهما جڏهن هن سرشٽيءَ کي رچڻ جو خيال ڪيو تڏهن پهرپاڻهن ٻنا ڪنهن ڌيان ڏيڻ جي - ڪڇ آساوڌانيءَ سان اموڪلي سرشٽيءَ جي رچنا ڪئي.

اُن مهاتما مان هيٺين پنجن قسمن جي اُوديا اُٿين (پيدا) ٿي:- پهريون تم (اُگيان)، موهه (ممتا)، مها موهه (ڀوڳ ولاس جي چاهنا)، تامسر (ڪروڌ غصو) ۽ انڌ تامسر (آسڪتي= attachment). اُن کي پنج - پروا (پنجن پرڪارن جي) اُوديا چيو وڃي آهي.

اِن جي ڌيان ڪرڻ سان گيان کان خالي (گيان - شونيه) اندر ٻاهر اوندهه سان ڀريل (immovable =) وڻ، وليون ٻوٽا وغيره ونسپتي (وڻراهه) جي رچنا ٿي رچنا مکيه آهي - ڇاڪاڻ ته وراهه پگوان پهرپاڻهن پهرپاڻهن ۾

پرٿويءَ کي آستاپت (establish) ڪيو.

جڏهن برهما ڏٺو ته ان سرشٽيءَ مان ڪو به پرشارٿ نه ٿيندو تڏهن وري اُن ٻيءَ سرشٽيءَ جو خيال ڪري ڏيان ڏٺو ته ترئڪ (پسن پکين) جي سرشٽي پيدا ٿي. هيءَ سرگ (سرشٽي) هوا وانگر ڏنگو (ٽيڏو) هلندڙ آهي ان ڪري هن سرشٽيءَ کي ”ترئگ سروت“ اُنهن ٿي. ان جو نالو رکيو ويو ”اوُردو سروت“ (يعني مٿي ديولوڪ ۾ رهندڙ). اِها ٽيون نمبر سرشٽي - (ساتوڪ سرگ) - ستين لوڪ ۾ رهڻ لڳي. ان سرشٽيءَ ۾ جيڪي پراڻي پيدا ٿيا. اُهي وشيه سک جا پريمي ته هئا پر ان سان گڏ ٻاهرين ۽ اندرين درشٽي به انهن کي مليل هئي ۽ گيان-شڪتي انهن ۾ موجود هئي ان ٽينءَ سرشٽيءَ کي ’ديو سرگ‘ ڪري سڏيو ويو.

ان سرشٽيءَ جي ديو رچنا ٿيڻ تي برهما جيءَ کي ڏاڍو سنتوش ٿيو ۽ ڏاڍي خوشي ٿي.

پر خوشيءَ ۾ آئت هوندي به - برهما سمجهو ته اِها ديو سرشٽي به پرشارٿ لاءِ اڻ لائق آهي - ان مان پرشارٿ جو ڪو به فائدو نه ٿيندو - ان ڪري اُن برهما وري هڪ ٻئي اُتم سادڪ سرگ (رچنا) جو خيال ڪيو. برهما جي ڏيان- مگن ٿيڻ سان پرڪرتيءَ مان ”اَرواڪ-سروت“ نالي سرشٽي پرگهٽ ٿي. ارواڪ سروت جي معني آهي - هيٺ پرٿويءَ تي رهندڙ جيو انهن پراڻين (جيون ساهوارن) ۾ ستوگڻ رجوگڻ تموگڻ آڌڪ ماترا (ڪافي انداز) ۾ رهي ٿو. انهيءَ ڪري الهنکي سک ۽ دک جي چاڻ رهي ٿي پر سک کان دک گهڻو انهن ۾ رهي ٿو. ان ڪري اُهي ڪرياشيل (Active) آهن. اندريون ۽ ٻاهريون گيان انهن ۾ موجود آهي - ويڪ شڪتي به انهن ۾ آهي - ان سرشٽيءَ جا پراڻي ”منشيہ“ (ماڻهو) ڪري سڏيا وڃن ٿا. اِها مانو - سرشٽي آهي.

سرگ (سرشٽيءَ) جا هيٺيان قسم آهن :-

(١) پهريون سرگ = مهت تتو (مهان تتوُ).

(٢) ٻيو سرگ = تنماترائون يعني يوت - سرگ (ساهوارن جي سرشٽي)

(٣) وئڪارڪ سرگ = جو اندرين سان واسطو رکندڙ آهي انڪري ان کي ايندريڪ سرگ چئبو آهي -

(٤) مکيہ - سرگ پربت وڻ-ٽڻ وغيره اُچر (استاور) ساهوارا هن سرگ ۾ اچي وڃن ٿا.

(٥) پنجون ترئگ سرگ پڌايو ويو آهي - ان ۾ پيدا ٿيندڙ ڪيٽان پکي وغيره جوڻين جا پراڻي اچي وڃن ٿا - ان کي ڪيٽ - پتنگ- يوني به چئبو آهي.

جي وارن مان ٿل، مؤل ۽ ٻوٽن جي پيدائش ٿي.
هي برهمڻ! هن ڪلپ (سرشٽيءَ) جي [شروعات] ۾ برهما جيءَ جانورن ۽ ٻوٽن وغيره جي رچنا ڪري ورتي ٽريتا يُگ جي شروعات ۾ انهن کي يگيه وغيره ڪاريه ۾ شامل ڪيو.
ڳايون، ٻڪريون، رڍون، گهوڙا، خچر ۽ گڏه اهي سڀ ڳوٺن ۾ رهندڙ جانور آهن انهن کي پالتو جانور ڪري چيو آهي. جهنگلي جانور هي آهن:- شينهن، چيتا، ٻن ڪُرن وارا ٻن ڳانءِ - ان کان سواءِ هاٿي، باندر وغيره اڙا لسواءِ پکي ۽ پاڻيءَ ۾ رهندڙ جيو ۽ ٻيا وري چرندڙ ناڳ وغيره.
پوءِ پنهنجي اُپورب واري مک مان برهما جيءَ گايتري، رگويد، ترورِد پيدا ڪيا ۽ پوءِ يگين جي اُهتي ڪئي وئي. اگني شٽوم وغيره ڪيترن قسمن جا يگ. انهن ڪيا ويا. الهندي واري مک مان سام ويد، جگتي ڇند وغيره پيدا ڪيا.
اتر واري مک مان- اٿر ويد انشٽپ ڇند وغيره پيدا ڪيا مطلب ته اهڙي طرح ان جي شرير مان سڀ - اُوچ نيچ پراڻي (سڀ هوارا) پيدا ٿيا. جڏهن جڏهن پراڻي سڀ هواري جا پيدا ٿيا. جنم ۾ جهڙا جهڙا ڪرم هئا انهن انهن ڪرمن موجب اُهي پنهنجن جدا جدا جوڻين ۾ پيدا ٿيا.
ته رگو پورب جنم ۾ ٻيو هر ڪنهن پرلئه کان پوءِ جڏهن ٽين سرشٽي پيدا ٿئي - وشو جو اُو نرماڻ ٿئي ٿو - لڏهن - هرهڪ جڻ پنهنجي اڳين سنسڪارن ۽ ڪرمن جي اُنُوسار اُن سرشٽيءَ ۾ جنم وٺي پرگهٽ ٿئي ٿو- ان وقت هنسا، اُهنسا، ڪوملتا، ڪٺورتا، ڌرم، اڌرم، ستيه، اَستيه اهي سڀ پنهنجيءَ اڳينءَ ڀاونا اُنُوسار انهن پراڻين کي (جيون) کي پراپت ٿين ٿا، اهوئي سبب آهي جو جدا جدا ماڻهن جا جدا جدا سڀاءَ آهن. هن جنم جو سڀاءُ اڳين جنم جي سنسڪارن مان پيدا ٿئي ٿو. ان ڪري ڪرم- ڦل مکيه آهي.
اهڙيءَ طرح وڌاتا (برهما) جدا جدا اندرين جا جدا جدا وشيه پيدا ڪيا آهن. جدا جدا ساهوارن جي ٻڌن جي بناوت به جدا جدا نموني جي آهي ۽ جدا جدا جيون ۽ جدا جدا ماڻهن جي وهنوار ۾ پڻ گهڻو فرق آهي - هيءَ نام ۽ روپ جي دنيا سڀ هڪ عجب رچنا آهي - هرڪنهن طبقي جي ماڻهن جا ڪم به جدا جدا آهن. رشين ۽ ٻين ساهوارن جا نالا ۽ ويدن موجب الڳ الڳ رکيل آهن - ۽ هر ڪنهن پراڻيءَ جي سڀاءُ موجب اُن جي پرورتي آهي. جدا جدا ڪمن جي وراست ٻـــ سڀئي ڏلگ سان ٺل آهي. جهڙيءَ طرح جدا موسمن جي ورتي وري اچي ٿي، - انهن جون نشانيون نام-روپ وغيره ... ساڳئي نموني اڳين وانگر آهن - اهڙيءَ طرح يگيه جي

جي شروعات ۾ به انهن جي پوري پاونا (ڏلي) وڃي ٿي.

قدرت ۾ هڪ شڪتي آهي جنهن کي - سسرڪشا شڪتي - جي نالي سان سڏيو آهي. ان جي معنيٰ آهي - سرشٽي، جي رچنا جي اڇا شڪتي، پي ”سرجيه شڪتي“ آهي ان جي معنيٰ آهي سرشٽيءَ جي پرارٻڌ. سنڌيءَ ۾ ان کي پرالبوڌ به چئبو آهي. يعني پورب ڪرمن جو ڦل. برهما جي انهن ٻنهي شڪتين جي پرڀاوَ سان لڳ جي آرمڀ ۾ وري وري ان سرشٽيءَ جي رچنا ٿيندي ٿئي - پرليه کان پوءِ وري سرشٽي ٿئي ٿي. وناش ۽ اتپتي - پرليه ۽ سرشٽي - اهي اڻ ٽُٽ آهن - ان ڪال جي مهما اپرم پار آهي.

اِتي شري وشڻو پراڻي پرٿمي انشي پنچمو ادياءُ

وشڻو پراڻ جي پهرئين انش جو پنجون ادياءُ سماپت



# ڇهون ادياءُ

## چئن ورڻن جو پربنڌ، پرٿوي جو وڀاڳ ۽ اَن وغيره جي اُتپتي جو ورڻن،

مئتريه جيءَ چيو:- هي ڀڳون! اوهان ارواڪ سروت (هيٺ پرٿويءَ تي رهندڙ) منشن جي باري ۾ ڪجهه ٻڌايو. مهاڻي ڪولي وستار سان ٻڌايو ته برهماجيءَ انهن جي سرشٽي (رچنا) ڪهڙي نموني ڪئي؟

شري پرجاپتيءَ برهمڻ وغيره چئن ورڻن (ذاتين) کي ڪهڙيءَ طرح پيدا ڪيو ۽ انهن جا ڪهڙا ڪم مقرر ڪيا ۽ انهن جا ڪهڙا گڻ هئا - اهو سڀ ڪرپا ڪري ورڻن ڪريو.

شري پراشرجيءَ چيو: هي برهمن! برهما جي مک مان ڀريائين جيڪا پرجا (ماڻهو) اُپن ٿي. اُن ۾ ستوگڻ جي گهڻائي هئي. ان کان پوءِ ان برهما جي ڇاتيءَ مان رجوگڻ جي گهڻائي واري پرجا اُپن ٿي ۽ ان جي ٽنگن مان جيڪا سرشٽي پيدا ٿي ان ۾ رجوگڻ ۽ تموگڻ ٻئي گڏ مليل هئا. هي برهمن! پنهنجي چرڻن (پيرن) مان وري برهماجيءَ هڪ ٻئي قسم جي ماڻهن جي رچنا ڪئي - جنهن ۾ فقط تموگڻ گهڻي انداز ۾ موجود هو.

اهي سڀ چار ذاتيون (ورڻ) پيدا ٿيون - برهمڻ - ڪشتري - وئش ۽ شودر. اِهي چار ورڻ نمبر وار برهما جي مُنهن، ڇاتي، ٽنگن ۽ چرڻن (پيرن) مان پيدا ٿيا. هي وڏي ڀاڳ وارا! انهن چئني ورڻن کي گڏي - چاتر ورڻيه چئبو آهي - انهن چئن ورڻن

جي وارن مان ٿي، مون ۽ ٻوٽن جي پيدائش ٿي.

هي برهمڻ! هن ڪلپ (سرشٽيءَ) جي [شروعات] ۾ برهما جيءَ جانورن ۽ ٻوٽن وغيره جي رچنا ڪري وري ديوتا يگ جي شروعات ۾ انهن کي يگيه وغيره ڪارڻ ۾ شامل ڪيو.

گايون، ٻڪريون، رڍون، گهوڙا، خچر ۽ گڏهه اهي سڀ ڳوٺن ۾ رهندڙ جانور آهن انهن کي پالتو جانور ڪري چيو آهي. جهنگلي جانور هي آهن:- شينهن، چيتا، ٻن کرن وارا ٻن گانءِ - ان کان سواءِ هاٿي، باندر وغيره اڏامندڙ پکي ۽ پاڻيءَ ۾ رهندڙ جيو ۽ ٻيا وري چرندڙ نانگ وغيره.

پوءِ پنهنجي اپورب واري مک مان برهما جيءَ گايتري، رگويد، اجرويد پيدا ڪيا ۽ پوءِ يگين جي اُتپتي ڪئي ويئي. اگني شٽوم وغيره ڪيترن قسمن جا يگ الپن ڪيا ويا. الهندي واري مک مان سام ويد، جگتي ڇند وغيره پيدا ڪيا.

اتر واري مک مان- اٿر ويد انشٽپ ڇند وغيره پيدا ڪيا مطلب تہ اهڙي طرح ان جي شرير مان سڀ - اوچ نيچ پراڻي (سواريون) پيدا ٿيا. جيئن جيئن پراڻي سواري جا پورب- جنم ۾ جهڙا جهڙا ڪرم هئا انهن انهن ڪرمن موجب اهي پنهنجن جدا جدا جونين ۾ پيدا ٿيا.

تہ ڪڏهن پورب جنم ۾ ڪو ڪڏهن پرلي کان پوءِ جڏهن نئين سرشٽي پيدا ٿئي - وشنو جو ڪو نرماڻ ٿئي ٿو - تڏهن - هر هڪ جيو پنهنجي اڳين سنسڪارن ۽ ڪرمن جي آڌار ان سرشٽيءَ ۾ جنم وٺي ٿو. ان وقت هنسا، اهنسا، ڪوملتا، ڪٺورتا، ڌرم، ادرم، ستيہ، استيہ اهي سڀ پنهنجيءَ اڳينءَ ڀاونا آڌار انهن پراڻين کي (جيون) کي پراپت ٿين ٿا، اهوئي سبب آهي جو جدا جدا ماڻهن جا جدا جدا سڀاءَ آهن. هن جنم جو سڀاءُ اڳين جنم جي سنسڪارن مان پيدا ٿئي ٿو. ان ڪري ڪرم- ڦل مکيہ آهي.

اهڙيءَ طرح وڌاتا (برهما) جدا جدا اندرين جا جدا جدا وشيہ پيدا ڪيا آهن. جدا جدا ساهوارن جي بدن جي بناوت بہ جدا جدا نموني جي آهي ۽ جدا جدا جيون ۽ جدا جدا ماڻهن جي وهنوار ۾ پڻ گهڻو فرق آهي. هيءَ نام ۽ روپ جي دنيا سڀ هڪ عجيب رچنا آهي. هر ڪنهن طبقي جي ماڻهن جا ڪم بہ جدا جدا آهن. رشين ۽ ٻين ساهوارن جا نالا تہ ويدن موجب الڳ الڳ رکيل آهن - ۽ هر ڪنهن پراڻيءَ جي سڀاءُ موجب ان جي پرورتي آهي. جدا جدا ڪمن جي واسطي ٻئي سڀني ٻولن سان ٺيل آهي. جهڙيءَ طرح جدا موسمن جي وري وري اچڻ ٿي، - انهن جون نشانيون نام ۽ روپ وغيره سڀ ساڳئي نموني اڳين وانگر آهن - اهڙيءَ طرح يگيہ جي

جي شروعات ۾ ٻه انهن جي پوري پاونا (ڏني) وجهي ٿي.

قدرت ۾ هڪ شڪتي آهي جنهن کي - سسرکشا شڪتي - جي نالي سان سڏيو آهي. ان جي معنيٰ آهي - سرشٽي، جي رچنا جي اڇا شڪتي، ٻي "سرجيه شڪتي" آهي ان جي معنيٰ آهي سرشٽيءَ جي پرارٻڌ . سنڌيءَ ۾ اُن کي پرالبوڌ به چئبو آهي. يعنيٰ پورب ڪرمن جو ڦل. برهما جي انهن ٻنهي شڪتين جي پرڀرٽا سان ٻڳ جي آرمڀ ۾ وري ان سرشٽيءَ جي رچنا پيئي ٿئي - پرليه کان پوءِ وري سرشٽي ٿئي ٿي. وناش ۽ اُتپتي - پرليه ۽ سرشٽي - اهي اڻ ٽُٽ آهن - ان ڪال جي مهما اپرم پار آهي .

اتي شري وشڻو پراڻي پرٿمي انشي پنڇمو اڌياءُ

وشڻو پراڻ جي پهرئين انش جو پنجون اڌياءُ سماپت



# ڇهون اڌياءُ

## چئن ورڻن جو پربنڌ، پرٿوي جو وڀاڳ ۽ اَن وغيره جي اُتپتي جو ورڻن،

مئتريه جيءَ چيو:- هي ڀڳون ! اوهان ارواڪ سروت (هيٺ پرٿويءَ تي رهندڙ) منشن جي باري ۾ ڪجهه ٻڌايو. پرهاڻي ڪولي وستار سان ٻڌايو ته برهماجيءَ انهن جي سرشٽي (رچنا) ڪهڙي نموني ڪئي؟

شري پرجاپتيءَ برهمڻ وغيره چئن ورڻن (ذاتين) کي ڪهڙيءَ طرح پيدا ڪيو ۽ انهن جا ڪهڙا ڪهڙا ڪم مقرر ڪيا ۽ انهن جا ڪهڙا گڻ هئا - اهو سڀ ڪرپا ڪري ورڻن ڪريو.

شري پراشرجيءَ چيو: هي برهمڻ! برهما جي مک مان پهريائين جيڪا پرجا (ماڻهو) اُٿين ٿي. اُن ۾ ستوگڻ جي گهڻائي هئي. ان کان پوءِ ان برهما جي ڇاتيءَ مان رجوگڻ جي گهڻائي واري پرجا اُٿين ٿي ۽ ان جي ٽنگن مان جيڪا سرشٽي پيدا ٿي ان ۾ رجوگڻ ۽ تموگڻ ٻئي گڏ مليل هئا . هي برهمڻ! پنهنجي چرڻن (پيرن) مان وري برهماجيءَ هڪ ٻئي قسم جي ماڻهن جي رچنا ڪئي - جنهن ۾ فقط تموگڻ گهڻي انداز ۾ موجود هو.

اهي سڀ چار ذاتيون (ورڻ) پيدا ٿيون - برهمڻ - ڪتري - ويش ۽ شودر. اهي چار ورڻ نمبر وار برهما جي منهن، ڇاتي، ٽنگن ۽ چرڻن (پيرن) مان پيدا ٿيا. هي وڏي ڀاڳ وارا! انهن چئني ورڻن کي گڏي - چاتر ورڻيه چئبو آهي - انهن چئن ورڻن

جي رچنا برهما جيءَ فقط يڳيہ لاءِ ڪئي، ڇاڪاڻ تہ يڳيہ ڪرڻ سان پرسانہ ٿيئي ٿي. ديوتائون يڳيہ جي ڪري ڏاڍو خوش ٿيندا آهن. ۽ پوءِ اندر وغيره ديوتائون پاڻ-ئي وسائي ماڻهن کي خوش ڪندا آهن. ان ڪري ”يڳيہ“ سڀني ڪلياڻن (ڀلاين) جو ڪارڻ آهي. يڳيہ ڪرڻ جو اڌڪار بہ انهن ماڻهن کي سونپيل آهي جي سداچاري پنهنجي فرض تي پڪا - ۽ سٺي رستي تي هلندڙ - (سٺي چال چلت وارا) هوندا آهن

هي مني! يڳيہ ڪرڻ سان منشيہ (ماڻهو) هن انساني جوني ۾ ئي سرڳ ۽ موکش حاصل ڪري سگهي ٿو. ۽ جنهن بہ لوڪ ۾ هن جي مرضي ٿئي، تہ اُن ۾ وڃي سگهي ٿو.

هي مني! برهما جيڪا انهن چئن ورڻن جي رچنا ڪئي. ان جو نتيجو اهو نڪتو جي ان چئن ورڻن جي وڀاڳ جي ڪري ماڻهو ڏاڍو خوش گذارڻ لڳا، هنن ۾ شردا هئي، ۽ هنن جو وهنوار ڏاڍو سٺو هو. چال چلت - اُتم هئي. هو شالدار ڪل ۾ پيدا ٿيل هئا، هنن جو من ڏاڍو پوتر هو. سدا ڪم ڪندا هئا - اهي پوتر ويچارن وارا ماڻهو هئا. هنن جو من ڏاڍو صاف هئو. ان ڪري هنن جي من ۾ ڀڳوان براجمان هو. هنن کي شڌ، (پوتر) گيان پراپت ٿيل هو. جنهن ڪري هنن ڀڳوان جو درشن ڪيو هو. هو ڀڳوان جي اُن پرم پد (وڏيءَ پدويءَ) کي بہ ڏسي سگهيا ٿي. جنهنجو نالو ”وشڻو“ آهي. ورڻ ڀرتايگہ جي شروعات ۾ مون لوڪي ڀڳوان جي ”ڪال“ نالي واري انش جو ورڻن اڳ ڪيو آهي. اهو ڪال ماڻهن جي من جو ڳاڙهو خراب ڪمن ڏانهن ڪرائي ٿو. جنهن ڪري ماڻهو ڏاڍا برا ڪم ڪري ٿو. پاپ ڏانهن گهلجي وڃي ٿو.

هي مئتريہ! ان ڪري ماڻهن ۾ اگيان ۽ لوڀ پيدا ٿئي ٿو. ۽ اُنهن ۾ اڌرم جو ٻج پيدا ٿئي ٿو - جو انهن کي موهہ ۽ ممتا ڏانهن ولي وڃي ٿو. ان ڪري ئي ماڻهوءَ کي وشڻو- پد جي حاصلات نہ ٿي ٿئي، ۽ هو اٺ سڌيون پراپت نہ ٿو ڪري سگهي. انهن اٺن سڌين ۾ هڪ مکيہ سڌي آهي ”رسولاس“ نالي جي. رسولاس جي معنيٰ آهي خود بہ خود من ۾ رس پيدا ٿيڻ - رس جي بہ معنيٰ آنند پڻ آهي. ستيڳ ۾ ماڻهو اها رسولاس جي سڌي حاصل ڪندا هئا - جون تا ان جي ڪري انهنکي ڪنهن جي بہ پرواهہ نہ هئي. ۽ ڌاريءَ جي سولهن ڏانهن ڪڏهن بہ نہ ويندا هئا، ان وقت ماڻهو ڀوڳ ولاس کان سواءِ بہ ڏاڍو خوش رهندا هئا. جڏهن انسان اها سڌي ۽ ٻيون سڌيون پراپت نہ ڪري سگهيو تڏهن هو ڏاڍو ڏکي رهڻ لڳو.

انهن سڀني سڌين جي ڪمي ٿيڻ ڪري ۽ پاپ جي وڌي وڃڻ ڪري ورڻ سچي معنيٰ جاتي (سڀ ماڻهو) جهيڙن ۽ ڏکن ۾ مبتلا ٿي ويئي . پوءِ هن لمبا گهرن ۽

وڏا شهر ٺاهيا . هن زمين تي ڪٿي بيابان ته ڪٿي پربت . ندين وغيره پيدا ٿي ويا انهن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ گرميءَ ۽ سيءَ جي بچاءَ جي خيال سان جاين جڳهين ٺهرايون ويئون . اهڙيءَ طرح گهر ٺهيا .

اهڙي طرح ٿڌ ۽ گرميءَ کان بچڻ جو اُپاءُ ڪري انسان پنهنجي گذران جو وسيلو ڳولهي ڪڍيو. کيتي ڪئي ويئي ۽ پوءِ آهستي آهستي کيترن هنرن جي رچنا ٿي. پوءِ انسان ڪلا ڏانهن به مائل ٿيو . اَن جا کيترا قسم پيدا ٿيا .

هي مني ! چانور، ڪڻڪ، جوَ، باجهري، تر، جوار ۽ دالين جا قسم مڱ، ماهه، چڻا، مٽر وغيره وغيره اَن پيدا ڪيا ويا. انهن اَن جي قسمن کي - گراميه - اوشڌين جي نالي سان سڏيو ويو. ٻئي قسم جا کي ڪاڏي جا اَن آهن جنکي ونيه اوشڌين جي نالي سان سڏيو ويو. انهن مان ١٤ اوشڌيون ياگيڪ آهن (يگيه جي ڪتب آنديون وئيون). جن مان مکيه آهن :- چانور، جوَ، ماهه، ڪڻڪ ننڍا چانور، (رئيون)، تر راڄ مالي ۽ سانوري ۽ مڪائي پڻ - اِهي يگيه جي سامگريءَ ۾ ڪتب اچن ٿيون. يگين سان گڏ اِهي اوشڌيون به ماڻهوءَ جي واڌاري جو وڏو وسيلو آهن. انهن سان ماڻهوءَ جو پالن پوشڻ ٿئي ٿو. ۽ پوءِ هو يگيه اَن شنان ڪري هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ سکي رهي ٿو.

هي مني ! روزانو يگيه مدشن (ماڻهن) جو وڏو اُپڪار ڪري ٿو . يگيه پاپن کي شانت ڪري ٿو.

هي مهامني ! ڪال گتيءَ سان (وقت جي پرڀاو سان) جن ماڻهن جي من ۾ پاپ جو ٻج ڦٽي ٿو.- اهڙن ماڻهن جو من يگيه - ڪرمن ڏانهن ڪڏهن به مائل نه ٿو ٿئي انهن يگيه جي ورودين ويدڪ مت، ويد ۽ يگيه وغيره شڀ ڪرمن جي ڏاڍي ننڌا ڪئي آهي . اهڙا ماڻهو دراچاري ۽ پاپي هئا جن ويدن جي گلا ڪئي ۽ پرورتي مارگ کي نابود ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي .

هي مئتريه ! اهڙيَ طرح کيتي وغيره گذران جا وسيلا پيدا ٿي ويا - تڏهن پرجا پتيءَ برهما پرجا (ماڻهن) جي رچنا ڪري - انهن جي آستان (Place) ۽ گڻن جي موجب مريادا ورڻ ۽ آشرمن جا ڌرم (ڪرتويه) مقرر ڪيا. ۽ انهن فرض اَداءِ پورڻ ڪرڻ لاءِ چئن ورڻن جي اِستاپنا ڪئي.

ڪرم ڪندڙ برهمڻن جو آستان (Place) پترلوڪ آهي ، جنگ جي ميدان ۾ ڪڏهن به نه هٽندڙ کترين جي جڳهه اندر لوڪ ۾ آهي. اهڙيءَ طرح پنهنجي فرض تي قائم رهندڙ وئشيه (واپاريءَ) جي جڳهه وايولوڪ ۾ آهي. سيواڌرم تي پختو رهندڙ شودر جو آستان گندرو لوڪ آهي.

الناسي هزار رشي ۽ مني آهن جنکي ”اورڌوريتا“ ڪري ڄاڻو آهي، جاڪاڻ تہ انهن من تي قبضو رکيو آهي. ۽ برهمچريہ جو پورو پالن ڪيو اٿن. اهڙن رشين جو ۽ گرڪل ۾ رهندڙن برهمچارين جو آستان بلڪل ساڳيو آهي.

اهڙيءَ طرح سان بنواسي والپرست وارن مسافرن جو آستان سپت-رشي-لوڪ، گرهستين جو پترلوڪ ۽ سنياسن جو برهم - لوڪ آهي. ۽ آتم-آنند ۾ ترپت ٿيل يوگين جو آستان آهي. ”امرپد“ (موڪش)، جنکي ماڻهو هميشه ايڪانت ۾ رهن ٿا ۽ برهم چنتن ۾ مگن رهن ٿا. انهن جو جيڪو پرم آستان آهي - ان کي فقط پنڊت ئي ڏسي سگهن ٿا.

هندو ۽ سوريہ (سج-چنڊ) وغيره گرهہ بہ پنهنجي پنهنجي لوڪ ۾ وڃي وري موٽي اچن ٿا. ۽ ٻارهن اکرن جو منتر (اوم نمو ڀڳوتي واسديوايہ) جو چنتن، ڌيان ڪندڙ آتمائين بہ موڪش - پد ڪان پٺتي نہ موٽيا آهن - اهي امر آهن.

جنکي ماڻهو ويدن جي نندا ڪن ٿا ۽ يگين کي ناس ڪن ٿا. پنهنجي ڌرم تي قائم نہ ٿا رهن - اهڙن پاپي ماڻهن جو واسو نرڪ ۾ ٿئي ٿو - انهن نرڪن مان ڪن نرڪن جا نالا هي آهن :-

تامسر (اونداهو نرڪ جتي رڳو رات اونداهي آهي) -

اند تامسر (جتي رڳو اونده انڌوڪار هجي) -

مهارورو (خوفناڪ نرڪ جتي رڳو ڀنڀون ۽ رڙيون ٻڌڻ ۾ اچن) رورو، اسي - پتر - ون (جنهن ۾ ترار جي تکي ڌار وانگر تکا پن لڳل ٿا). اهڙيءَ طرح ڪن ديجاريندڙ ۽ ڪشٽ ڏيندڙ نرڪن جا نالا ٻڌايا ويا آهن -

اِتي شري وشڻو پراڻي ٻرٿمي - آنسي ششٽو ادياءَ -

(شري وشڻو پراڻ جو ٻهرئين انش جو ٦ ادياءَ سماپت)



## ستون ادياءَ

**مريچي وغيره پرجاپتي، تامسڪ سرشٽي، سوايمبو منوءَ ۽ شترؤپا ۽ ان جي اولاد جو بيان.**

شري پراشرجيءَ چيو - ورب ان پرجاپتيءَ ڌيان ڪيو تہ ان جي ئي شرير مان مانس - پُٽا اُپن ٿي - ان وقت برهماجيءَ جي شرير مان ڪئي جسڙ پيدا ٿيا - جن ۾

چيتن ۽ شڪتي هئي (يعني اهي ساهوارا هئا) مون اڳ ۾ ان جو ورڻن ڪيو آهي. ديوتائن کان وٺي استاور جيون (يعني وڻ-ٽڻ ۽ ٻوٽن) تائين اهي سڀ چر ۽ اچر جيو پيدا ٿيا.

جڏهن پرجا پتيءَ برهما جي اها پرجا (سنتان) - پٽن ۽ پوٽن جي روپ ۾ وڌي-ڪ وڌي نه سگهي يعني ان مان پيو ڪو وڌيڪ اولاد پيدا نه ٿيو. تڏهن ان برهما ڀرگو پلستيه، پلهه، ڪرتو، انگرا، مريچي، دڪش، اتري ۽ وسشٽ - انهن کــــي پيدا ڪيو. جي هؤ ٻهؤ سندس جهڙا هئا.

پراڻن ۾ اهي ۹ برهما ڪري ليکيا ويا آهن. ان کان پوءِ پرجاپتيءَ نون ڌيئرن کي اتپن ڪيو - جن جا هيٺيان نالا هئا :-

کياتي، ڀوتي، سمڀوتي، کميا، پريتي، سنتي، اورجـــا، انسويا ۽ پرسوتي. انهن ۹ ڌيئرن کي پيدا ڪري، وري انهن کي، انهن نون ڀرگو وغيره رشين سان پرڻائي ڇڏيو برهماجيءَ نمبروار هڪ هڪ ڌيءَ کي سڏي چيو "تـــون هن جي پتني ٿي" ائين چئي هنن کي سونپي ڇڏيو.

برهماجيءَ پهريائين جن سنندن وغيره کي پيدا ڪيو هو اهي دنيا کان نرالا رهيا ۽ گرهست-آشرم ۾ گهڙيا ان ڪري انهن کي اولاد جي ضرورت نه ٿي. اهي سڀيئي گياني ۽ سنياسي هئا، ايمان ۽ ابرڪا کان پري رهيا. برهماجيءَ ڏٺو ته اهي سنسار رچنا جي لائق اصل ڪونهن - ان ڪري برهما کي ڏاڍو ڪروڌ پيدا ٿيو. جو سڄي سنسار کي ڀسم ڪندڙ هو. ان ڪروڌ جي ڪري ٽيئي لوڪ باهه جي جيڀن سان جلڻ لڳا. ان وقت بــــرهما جي ڀـــرن مان پيهرن جي سڄ والــگر تمـام تيز رڌر جي اتپتي ٿي. ان جو باهه جي تجلي وانگر شرير هو. ۽ ان جو شرير اڌ نر هو ۽ اڌ ناري هو. تڏهن برهماجيءَ چيو "شرير کي ٻن اڌن ۾ ورهائي الڳ ڪر" ائين چئي بـــرهما انترڌيان (غائب) ٿي ويو. برهما جي ائين چوڻ تي ان رڌر پنهنجي بدن کي - جو اڌ نال ۽ اڌ مرد هو - الڳ ڪري ڇڏيو. ۽ پوءِ وري مرد واري ڀاڱي کي ۱۱ ڀاڱن ۾ ورهاڻي ڇڏيو ۽ استري واري اڌ کي به ڪيترن ئي روپن ۾ ورهائي الڳ ڪيو جن مان ڪي شانت، ڪي اشانت، ڪي نرم-دل ڪي وري سخت دل، ڪي ساورين نـه ڪي وري گورين (اڇي رنگ جون) هيون.

ان کان پوءِ هي برهمڻ! پاڻ مان پيدا ٿيل - پاڻ جهڙي سوايمڀوؤ کي برهما پرجا جي پالنا لاءِ پهريون منؤ مقرر ڪيو. ان سوايمڀوؤ منؤ - پاڻ سان گڏ پيدا ٿيل شترو پا نالي واريءَ استريءَ کي پتنيءَ جي روپ ۾ سويڪـار ڪيو - شترو پا جي معنيٰ آهي هڪ سوءَ دفعا وڌيڪ سهڻي استري، دؤءَ تمام سندر هئي-

سڀ ڪندوارا هئا.

هي مني ڪمار! اهي ڀڳوان وشڻو جون خوفناڪ شڪليون آهن ۽ اهي سنسار جي نتيه پرليه جا ڪارڻ آهن. هي وڏي ڀاڳوارا! دڪش، مريچي، اُتري ۽ ڀرڳو وغيره رشي - جن کي پرجاپتي به ڪري چيو وڃي ٿو. سنسار جي نتيه سرشٽيءَ (رچنا يعني پيدائش) جا ڪارڻ آهن - اهڙيءَطرح منو ۽ منو جا بهادر پٽ جن راڄ ڪيو ۽ راجا جي لالي سان سڏيا ويا - اُهي سنسار جي نتيه استٿيءَ (سنسار جي سلسلي کي نيم سان هلائڻ ۽ مرياادا قائم رکڻ) جا ڪارڻ (Causes) آهن -

شري مئتريه چيو:- هي برهمڻ! اوهان نتيه استٿي، نتيه. سرگ (سرشٽي رچنا) ۽ نتيه پرليه جو بيان ڪيو - هاڻي مهرباني ڪري مون کي انهن جي سروُپ (يعني اهي ڪهڙي قسم جا آهن) جو ورڻن ڪريو.

شري پراشرجيءَ چيو:- سرووياپڪ ڀڳوان هميشه انهن منو وغيره منين جي معرفت سنسار جي اُپتي، استٿي ۽ وناش (سنسار کي پيدا ڪرڻ ان جي پالنا ڪرڻ ۽ وري ان کي ناس) ڪندو رهي ٿو.

هي برهمڻ! سڀني جيون (ساهوارن) جي چئن قسمن جي پرليه آهي - جهڙوڪ نيمتڪ، پراڪرتڪ، آتينتڪ ۽ نتيه. انهن مان نيمتڪ پرليه برهما جي پرليه آهي جنهن ۾ برهماجي ڪلپ جي انت ۾ سمهندو آهي ان جي معنيٰ اهو ڪلپ (برهما جي وقت جو منو) ختم ٿيو. پراڪرت پرليه ۾ هي سڄو برهمانڊ پرڪرتيءَ ۾ لين ٿي وڃي ٿو (سمجهي يا سمائجي وڃي ٿو). جڏهن يوگ ابياس ۾ وهي - گيان جي دواران يوگي پرماتما ۾ لين ٿي (سمائجي) وڃي ٿو تڏهن ان کي آتينتڪ پرليه جي نالي سان سڏيو آهي ۽ رات ڏينهن جو جيون جو وناش (موت) ٿئي ٿو - اُن کي "نتيه پرليه" جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. پرڪرتيءَ مان مهت تتو جي سلسلي سان جيڪا سرشٽي ٿئي ٿي اُها پراڪرتڪ سرشٽي چئي وڃي ٿي ۽ وڏي پرليه کان پوءِ جيڪا برهما جي معرفت هن جڳتر جي اُپتي ٿئي ٿي اُها ڏينندني سرشٽيءَ جي نالي سان سڏي وڃي ٿي. ڏينندني لفظ جي معنيٰ جيتوڻيڪ روزاني آهي تڏهن به اها برهماجي روزاني سرشٽي آهي.

هي مني شريشٽ! هيءَ جيڪا هرروز ساهوارن جي اُپتي ٿيندي رهي ٿي ان کي "نتيه - سرشٽيءَ" ڪري چيو آهي.

اهڙيءَ طرح ڀڳوان وشڻو جو سڀني جي هردي ۾ موجود آهي - اُهوئي هن جڳت جي اُپتي (رچنا) اِستٿي (پالنا) ۽ پرليه (خاتمو) ڪندو رهي ٿو.

هي ميتريه! اِهي ٽي (سرشٽي - اِستٿي ۽ وناش) وشڻو ڀڳوان جون شڪتيون

سج، پاڻي، زمين، هوا، باهه، آسمان، يگيه ۾ ديکشا ورتل (مقرر ٿيل) برهمڻ ۽ چنڊ (سنسڪرت ۾ انهن جا نالا هي آهن :- سوريه، جل، پرٿوي، وايو، اگني، آڪاش، يگيه ۾ ديڪشت برهمڻ ۽ چندرما )

هي برهمڻ ! رڊر وغيره نالن سان گڏ انهن سج وغيره اٺن مورتين جون لاڳاپيل سان جيڪي زالون هيون - انهن جا نالا پڻ :- سورچلا، اشا، وڪيشي، اپرا، شوا، سواها، دشا، ديڪشا ۽ روهڻي . هي وڏي ڀاڳ وارا رشي، هاڻي انهن جي پٽن جا نالا ٻڌ ۽ انهن مان جيڪو اولاد پيدا ٿيو. انهن سان هي سڄو جڳت ڀريل ويو آهي . انهن جي پٽن جا نالا هي آهن :- سنيشچر (ڇنڇر)، شڪر، لوهتانگ، منوڄ، شڪند، سرگ سنتان ۽ ٻڌ . اهي لاڳاپيل سان - سج وغيره جا پٽ آهن .

اهڙي قسم جي ان ڀڳوان رڊر ستي کي پتني روپ سان سوِيڪار ڪيو يعني ان سان شادي ڪيائين. اها ستي دڪش پرجاپتي جي ڌيءُ هئي . ان ستي دڪش تي غصو ڪري ۽ دڪش وٽ پنهنجي ابعزتي سمجهي پنهنجي شرير جو تياڳ ڪيو . يعني پاڻ کي ديو جي آگني ڪنڊ ۾ اڇلي - باهه ۾ ٽوو ڏيئي - آتم-بلدان ڪيو . پوءِ وري اها ستي اٺي جنم ۾ ميناجي گرڀ مان هماچل جي ڌيءُ ٿي. ان جنم ۾ ان جو نالو اما هو . ڀڳوان شنڪر ان جنم ۾ به ان اما سان وهانءُ ڪيو . ڀڳوانن ان اما جو ڀڳوان شنڪر سان هڪ امر پريم هو . ڀرڳوءَ کي پنهنجي ڪيالي استريءَ مان ڌاتا ۽ وڌاتا نالي ٻه پٽ پيدا ٿيا . ٻر مکيه ڳالهه هيءَ آهي ته ڀرڳوءَ کي هڪ ڌيءُ به پيدا ٿي جنهن جو نالو لڪشمي هو . اها لڪشمي وشڻوءَ جي پتني ٿي. شري مئتريه چيو ته :- هي برهمڻ ! اسين ٻڌو ويو آهي ته امرت منٿن جي وقت لڪشمي کير-ساگر مان پيدا ٿي، پر اوهين چئو ٿا ته هوءَ ڀرگو کي کياليءَ مان ڄائي . سو اهي ڪيئن ٿي سگهي ٿو ؟

شري پراشر جي چيو:- حقيقت ۾ لڪشمي نتيه آهي (هميشه قائم آهي) ۽ اهڙي طرح ڀڳوان وشڻو به سرو-وياپڪ آهي - جتي ڪٿي موجود آهي . وشڻو ارٿ (معنيٰ) آهي ته لڪشمي واڻي (ٻولي)، وشڻو (انصاف) آهي ته لڪشمي ان جي نيتي (Good policy) آهي. ڀڳوان ٻڌ (سمجهه يا گيان) ته لڪشمي ٻڌي (عقل-دماغ) آهي، اهڙي طرح هو ڌرم آهي ته هوءَ سٺ ڪريا (سٺا ڪم) آهي . ڀڳوان وشڻو سرجڻهار آهي ۽ لڪشمي سرشٽي (رچنا) آهي. ڀڳوان ڀوڌر (ڌرتيءَ جو ڌارڻهار) آهي ته لڪشمي ڀومي (زمين) آهي . ڀڳوان سنتوش آهي ته لڪشمي نتيه تشٽي (هميشه جي خوشي) آهي. ڀڳوان ڪام ته لڪشمي ورتي ايا آهي، هو يگيه آهي ۽ هيءَ دڪشنا . ڀڳوان سام ويد جو روپ آهي ته شري لڪشمي اڌگيتي (ان وانگر)

نان) آهي، ڀڳوان هتاشن (ڀڳيه جي - اڳني) آهي تہ لڪشمي سواها آهي. وشڻو ڀڳوان شنڪر آهي تہ لڪشمي پاروتي آهي. وشڻو جڳت جو سج آهي تہ لڪشمي ان جي روشني آهي . ڀڳوان چنڊ آهي تہ لڪشمي چانڊني . وشڻو ڀڳوان سمنڊ آهي تہ لڪشمي ان جي لهر آهي. ڀڳوان اندر آهي تہ هؤ اندراڻي . شري هري وشڻو ديو-سيناپتي (سوامي ڪارتڪ) آهي تہ لڪشمي ديوسينا . ڀڳوان ڏنڊو آهي تہ لڪشمي ان جي ڀوميءَ آهي . وشڻو وڻ آهي تہ لڪشمي ول . شري وشڻو ڏينهن آهي تہ لڪشمي رات آهي . وشڻو ڳوٺ آهي لڪشمي ان جي ڪنوار . ٿوري ۾ اهين ڪٿي پڄي تہ سڄي سنسار ۾ - سڀئي ساهوارن ۾ جيڪي بہ پرش آهن. (يعني مذڪر آهي) اهو وشڻو آهي ۽ استري جاتي (مونث) لڪشمي آهي.

شري وشڻو پراڻي پرٿمي انشي اٺئون اڌياءُ.

پهرئين انش جو اٺون اڌياءُ سماپت

## ناڱون اڌياءُ

درواسا جي سراپ جي ڪري اندرجي شار، ديوتائن جي گڏجي ڀڳوان کي پرارٿنا ڪرڻ، ڀڳوان جي پرڪيت ٿي ديوتائن کي سمندر منٿڻ (سمنڊ کي ولوڙڻ) جي صلاح ڏيڻ - دئتن ۽ ديوتائن جو گڏجي سمندر منٿڻ ڪرڻ

شري پراشر جي ٻڌو - شي مترين ! تو مون کان لڪشمي جي باري ۾ سوال پڇيو - ان جي جواب ۾ مان توکي لڪشميءَ جي ڪهاڻي ٻڌايان ٿو . اها دلچسپ ڪهاڻي، مون مرچيءَ وشيءَ کان ٻڌي هئي - توهان ڌيان ڏيئي ٻڌ . اها تہ رکو ڪهاڻي [illegible]

[illegible] شري درواسا شري [illegible] ٿي سير ڪري رهيو هو. درواسا ڀڳوان شنڪر جو [illegible] [illegible] [illegible] هڪ ودياڌريءَ جي هٿ ۾ خوشبودار [illegible] [illegible] [illegible] ڏٺي. ٽلي جي خوشبوءِ سان سڄو بن خوشبودار [illegible] [illegible] ڏٺو تہ ٽيئي ان درواسا برهمڻ - ان سندريءَ [illegible] [illegible] ان جي گهرڻ لي من موهيندڙ ان ودياڌريءَ [illegible] سان اشيءَ کي نمسڪار ڪري اها مالها

هي مٿريه - تڏهن ان عجيب برهمڻ - جنهنجي پوشاڪ به مستانن وانگر هئي - مٿي تي مالها رکي ۽ پرٿويءَ تي سير ڪرڻ لڳو. ان وقت هن ديوتائن جي راجا اندر کي مست ايراوت نالي هاٿيءَ تي سواري ڪندي ڏٺو. ديوتائون به ان اندر سان گڏ هئا، اندر کي ڏسي ان متوالي دُرواسا رشيءَ پنهنجي مٿي تان مالا لاهي ديوتائن جي راجا اندر مٿان اڇلي، مالها جي گلن تي ڀنئر پڻ ويٺل هئا ۽ انهن جي مٺي گونج (ڀنئرن جي ڀُون ڀُون) به ٻڌي پئي ٻڌڻ ۾ آئي. اندر وري اها مالا ايراوت هاٿيءَ جي مٿي تي رکي. ان وقت اها ديولوڪ جي گلن جي مالا اهڙي ته سهڻي پئي ڏسڻ ۾ آئي جيئن ڪيلاش پربت تي گنگاندي براجمان آهي. اهو پاڳل هاٿي گلن جي خوشبوءِ تي مست ٿي ويو ۽ سونڊ سان سنگهي ان هاٿيءَ هيٺ زمين تي اها ڪٽي ڦٽي ڪئي، دُرواسا رشيءَ جو سڀاءُ به ڏاڍو غصي وارو آهي، ان رشيءَ غصي ۾ اچي اندر کي هينيان لفظ چيا :—

”اڙي شاهوڪاريءَ جي نشي ۾ چور ٿيل اندر! تون ڏاڍو هٺيلو آهين، تو منهنجي هن سهڻيءَ خوشبودار ديولوڪ جي گلن جي مالا جي ڪجهه به عزت نه ڪئي تو مهرباني له له ميي ۽ نه وري پنهنجي ڳلي ۾ اها مالا پاتي - پر ابتدو اها ڪٽي ڦٽي ڪئي تو ان قيمتي مالا جو ملهه نه ڄاتو ان ڪري ياد رک ته هي تنهنجو تنهي لوڪن جو خزانو ۽ تنهنجي هيءَ شاهوڪاري ۽ راڄ ناس ٿي ويندو

هي اندر! تون مونکي هڪ معمولي برهمڻ سمجهين ٿو ۽ پاڻ کي وڏو راجا سمجهين ٿو - ان ڪري تو منهنجو اپمان ڪيو آهي -

چاڪاڻ ته تو منهنجيءَ ڏنل گلن جي مالا کي زمين تي ڦٽو ڪيو آهي ان ڪري تنهنجي تنهي لوڪن جو راڄ جلد ختم ٿي ويندو. اڙي ديوراڄ اندر! توکي منهنجي ڪروڌ جي خبر نه آهي هيءَ سڄي دنيا منهنجي ڪروڌ کان ڪنبندي آهي - تو منهنجو اپمان ڪيو هاڻ ان جي سزا ڀوڳ.“

پراشرجيءَ چيو :— تڏهن اندر جلدئي هاٿيءَ تان لٿو ۽ نهٺائيءَ سان دُرواساکي وينتي ڪرڻ لڳو جيئن هو هن جي مٿان مهرباني ڪري ۽ سراپ واپس وٺي. اندر گهڻوئي ڪيس عرض ڪيو پر دُرواسا جو ڪروڌ شانت نه ٿيو. دُرواسا چيو ته ”منهنجي اندر ڪميا ڪي جڳهه ڪو نه آهي. اهي ديالو رشي ٻيا آهن مان ديالو نه آهيان منهنجو نالو دُرواسا آهي. گوتم - وشيشٽ رشين وغيره توکي گهڻو مان ڏيئي مٿي تي چاڙهيو آهي. تون حد کان زيادهه مغرور ٿي ويو آهين - ان جي توکي ضرور سزا ملڻ گهرجي. ٽنهي لوڪن ۾ ڪنهن کي به همت نه آهي جو منهنجي بيعزتي ڪري پر تو منهنجي پرواهه نه ڪئي. اڙي اندر تو جيڪا هيناهين وٺي رهيو آهين - اهو رڳو

ٻڌل آهي . مان ڪنهن به صورت ۾ اوڪي نه ٿو معاف ڪري سگهان"

اهي جڏهن دُرواسا اُتان هليو ويو، اندر به ايراوت هاٿيءَ تي چڙهي پنهنجي راڄڌاني امراوتيءَ ڏانهن هليو ويو . پر جلدئي دُرواسا جي سراپ جو اثر اندرلوڪ تي ٿيڻ لڳو . ٽنهي لوڪن ۾ وڻ ۽ ٻوٽا سڪڻ لڳا. ان وقت کان وٺي يگيه هوَن تي به گهوٽ پون ڇڏي ڏني - جنهن ڪري ٽنهي لوڪن مان سک - سمپدا موڪلائي وئي . لوڀ ۽ لالچ وڌي ويئي - بي - ايماني وڌي ويئي . ماڻهن مان شڪتي (طاقت) هلي ويئي اهڙي نه حالت ٿي جو سڀ لاچار ٿي ويا ۽ معمولي گهرجن جون شيون به هٿ ڪين نه ملڻ لڳيون . جتي اُديوڳ ۽ اُتساهه آهي لڪشمي رهندي آهي ماڻهو - بي - همت آلسي ٿيا، انڪري لڪشمي هلي ويئي . گڏ موڪلائي ويا . گڻن ڪااُساءَ ٻرش ۾ ان، وارتا لاءِ رهي . تڏهن ماڻهوءَ کي سڪو ستائيندو آهي- ان جي اثر ليکڻي آهي- تڏهن ته جي ڪري شاندار ماڻهو جو دماغ به ڪم نه ڪندو آهي.

نتيجو اهو نڪتو جو ڄڏهن ترلوڪي (ٽيئي لوڪ) ڏڪار ۾ ويئي - ان مان سک سمپدا هلي ويئي تڏهن دئيت دانون (دئيتن ۽ راڪشسن) ديوتائن تي حملو ڪيو . دئيتن ڏاو نه ديوتائون ڏاڍو ڪمزور ٿي ويا آهن- ان ڪري هنن ڏاڍو خوفناڪ جنگ ڪئي . آخر ديوتائن جي هار ٿي ۽ دئيتن جي جيت . تڏهن سڀ ديوتائون لاچار ٿي اڳئين ديو جي اڳوائي هيٺ پتامه برهما جي شرڻ ۾ ويا . برهما کي ديوتائن سڄي حقيقت ٻڌائي تڏهن برهما ديوتائن کي چيو "اوهين وشنوڀڳوان جي شرڻ ۾ وڃو اهوئي هن ڏکئي وقت اوهان جي مدد ڪري سگهي ٿو جاڪاڻ ته هو سرو شڪتيمان آهي اهوئي اوهان جو ڀلو ڪندو" تڏهن سڀئي ديوتائون برهما کي به پاڻ سان گڏ وٺي - ڪير - ساگر جي اتر واري ڪناري تي ويا جتي وشنو ڀڳوان جو نواس هو - اتي پهچي ديوتائن ۽ برهماجيءَ وشنوءَ جي استوتي (ساراهه) ۾ ڪئي شلوڪ چوڻ ڪئي . ان جو تورڻ ۾ لسه هو ته ڀڳوان وشنوئي - سرشٽيءَ جو ڪرتا - ڌرتا - هرتا آهي ۽ سرو شڪتيمان آهي - هي سڄو سنسار ان جي شڪتي سان هلي رهيو آهي برهماجي پرارٿنا ڪئي نه وشنو ڀڳوان ڪين درشن ڏيو - پوءِ سڀئي ديوتائن به ڀڳوان وشنو کي پرارٿنا ڪئي . شري پراشر جي چيو ته - هي مئتريه ! اهڙي طرح سڀني ديوتائن جي پرارٿنا ڪرڻ تي شنک - چڪر - گدا پدم جو ڌارڻ ڪندڙ وشنو ڀڳوان ڀڳوان جون مدو وجهن سان اُسڻيتهون ڪهون ۽ ٻهاريءَ ۾ ڀڳوان کي عرض ڪيائون سڀني کي درشن ڏنائين . ان وقت به برهما جي سڀئي ديوتائن وشنو "دئيتن کان هار کائي دکي ٿي اسين اوهان وٽ آيا آهيون - دئيتن اسانکي ڏاڍو آهي - ان ڪري اسان شرڻاڳتن (شرڻاٿين) جي رکيا ڪر - اسان تي ٻرسن ٿي

جيڪي وچايل شڪتي ۽ تيج، پڻ اسان وٽ موٽي اچي - جڏهن اسين وري شڪتيمان
ٿيون" وشوڪرتا ڀڳوان ديوتائن تي پرسن ٿيو ۽ انهن کي هيٺيان لفظ چيائين :-
"هي ديوتائو! مان توهانجي تيج، شڪتيءَ کي وري وڌايان ٿو. هاڻي مان جيڪا
اوهانکي صلاح ڏيان ٿو - ان موجب اوهين ڪوشش ڪريو. ڀريائين توهين ٿوري
وقت لاءِ دئتن سان ملي وڃو. پوءِ انهن دئتن سان گڏجي سڀيئي اوشڌيون (ٻوٽيون
وغيره ڪٺي امرت (امبرت) لاءِ کيتر - ساگر ۾ وجهو ۽ مندرا چل پهاڙ کي ماڌاڻي بڻايو
واسڪي ناڳ کي لوڙهي بڻايو - پوءِ توهين دئتن، دانون سان گڏجي منهنجي مدد
سان سمنڊ کي ولوڙي اُن مان امرت ڪڍو. توهين هيناهين ونـي - هنن سان
سمجهوتو ڪري دئتن کي چئو ته هن ڪم ۾ مدد ڪرڻ سان اوهانکي بہ اُمرت جو
پورو حصو ملندو - اوهين پڻ امرت جا حقدار ٿيندا. سمنڊ مان جو امرت نڪرندو
ان کي پيئڻ سان اوهين وڏيڪ طاقت وارا ٿيندا ۽ اَمر ٿي ويندا. هي ديوتائو -
مان توهان جي لاءِ هڪ تجويز ڳولهي ڪڍي آهي. مان وقت جو ڏندو ونندس مان
اهڙي طرح ته ڪوشش ڪندس جئين دئتن کي هڪ ڦڙو بہ نہ امرت ملي سگهندو
۽ هنن جي حصي ۾ صرف سمنڊ کي ولوڙڻ جي محنت ۽ جاکوڙوئي هنن کي ملندو
هنن کي ڪشٽ ڪليش (ڪشٽ - ڏک) ملندو ۽ اوهانکي امرت ملندو.

شري پراشر جيءَ چيو ته وشڻوڀڳوان جي ائين چوڻ تي سڀني ديوتائن گڏجي
دئتن سان صلح ڪيو ۽ انهن جي مدد سان امرت جي حاصلات لاءِ ڪوشش
ڪرڻ لڳا.

هي مئتريہ! ديوتائن، دانوَ ۽ دئتن ڪيترن ئي قسمن جون ٻوٽيون ۽ ٻيو اوشڌيون
(دوائون) گڏ ڪري آڻي کير - ساگر ۾ وڌيون. مندراچل پهاڙ کي مالداڻي بڻايو ۽
واسڪي ناڳ کي لوڙهي بڻائي تمام گهڻي طاقت ۽ زور سان امرت ولوڙڻ شروع
ڪيو. ڀڳوان جنهن طرف واسڪي ناڳ جو پڇ هو اُن طرف ديوتائن کي بيهاريو
۽ جنهن طرف ان جو موهن هو ان طرف دئتن کي مقرر ڪيو. تيج واري واسڪيءَ
جي منهن مان نڪرندڙ زهريلي هوا سان دئت ڪارانجهي ويا ۽ استيج (ڪمزور)
ٿي پيا. واسڪي ناڳ جي زور سان ساهہ ڪڍڻ ۽ ان جي هوا سان بادل وسڻ لڳا-
ان ڪري پنيان پڇ طرف بيٺل ديوتائون بوساتي پاڻيءَ جي ڇڻڪار ۽ چنبن سان
تازا توانا ٿي پيا ۽ اُنهن جي طاقت پڻ وڌڻ لڳي.

هي مهامني! ڀڳوان وشڻوءَ ڪميءَ جي شڪل اختيار ڪئي ۽ اها ڪمي وڃي
هيٺ کير - ساگر جي تري ۾ مندراچل جو آڌار بڻي. وشڻوڀڳوان پڻ هڪ ٻيو روُپ
ڌارڻ ڪيو جو ديوتائن جي طرف ديوتائن سان گڏ بيٺل هو ۽ ان جو وري هڪ ٻيون

وشڻو ڀڳوان جي وکيہ-استل
ڀور - ڳهڻا ڀائي - ديوتائن جي ڏسندي ڏسندي شري وشڻو ڀڳوان جي
(ڇاتيءَ) ۾ وڃي وراجمان ٿي - تڏهن ديوتائون ڏاڍو خوش ٿيا - دئت ڏاڍو ڏکي
ٿيا - پوءِ دئتن ڌنونتريءَ جي هٿن مان اَمرت جو ڪلش (لوٽو) کسي ورتو جنهن
۾ اَمرت ڀريل هو - ٺيڪ ان وقت شري وشڻوءَ موهني اوتار ڌارڻ ڪيو (هڪ تمام
سهڻي من موهيندڙ ناريءَ جو روپ اختيار ڪيو) - پوءِ پنهنجي مايا سان دئتن کي
موهت ڪري (وس ڪري) اهو امرت جو ڪمنڊل دئتن کان ڦري - ديوتائن کي
ڏيئي ڇڏيو - تڏهن اندر وغيره ديوتائن اهو امرت پي ڇڏيو - ان ڪري هٿيار بند
دئتن ۽ داڻون ديوتائن تي حملو ڪيو - پر امرت پي هاڻي ديوتائون ٻلوان ٿي ويا
هئا . انهن کي ڪو ماري نہ ٿي سگهيو . ديوتائن موت ۾ دئتن تي ايتري تہ مارڪٽ
ڪئي جو دئتن ۽ داڻون جو لشڪر ڇڙوڇڙ ٿي ويو ۽ ان ۾ ڪي ڀاڄ پيئي . سي
دئت ڀڄي ويا - ڪي تہ پاتال لوڪ ۾ بہ ويا هليا . پوءِ ديوتائن ڀڳوان وشڻو کي
نمسڪار ڪيو ۽ سندس آگيا سان پهرئين وانگر وڃي سرڳ لوڪ تي راڄ ڪيو .
وري پنهنجو ديولوڪ موٽائي ورتائون . ديوتائن جي راڄ ڪرڻ تي ٽنهي لوڪن ۾
سک سمپدا موٽي آئي - سڀ سکي ٿيا اندر راڄ گديءَ تي ويهي سرڳ تي راڄ
ڪرڻ لڳو "مطلب تہ اهڙيءَ طرح هن پنهنجو حق وري حاصل ڪيو. راڄگديءَ تي
وهندي اِن ديوتائن جي راجا اندر لڪشميءَ جي اِستوتي ڪئي . اندر چيو
"هي لڪشمي توکي نمسڪار آهي. ڪمل جو گل تنهنجو نواس - آستان آهي -
ڪمل تنهنجي پوتر هٿن ۾ آهي - ۽ تنهنجون اکيون ڪمل گل وانگر سندر آهن -
هي ڪملا ديوي (لڪشمي) توکي نمسڪار آهي - هي لڪشمي تون سرسوتي
(وديا جي ديوي) بہ آهين . تون يگيہ - وديا (ڪرم ڪانڊ)، مها وديا (اُپاسنا) ۽
گهيہ وديا (اندر جال-جادوءَ جي وديا) آهين . هي ديوي - تون اِي مڪتي ڏيڻ
واري آتم وديا (آتم گيان) آهين . تنهنجا بہ روپ مکيہ آهن هڪ شانت - روپ
ٻيو اگر روپ (خوفناڪ) . سڄي سنسار ۾ اِهي روپ وياپت آهن.

هي ديوي! تون وشڻو ڀڳوان جي وکيہ - ستل ۾ وراجمان آهين. تون جيڪڏهن
هن ترلوڪيءَ کي ڇڏي ڏين تہ جيڪر هي ترلوڪي ناس ٿي وڃي ، تون ئي هن
ترلوڪيءَ کي نئين زندگي ڏني آهي . هي وڏي ڀاڳہ واري ! هن سنسار ۾ زال
پٽ - ڌن - متر اِهي سڀ تنهنجي ڪرپا سان ملن ٿا . تون سڀني جي ماتا آهين
۽ وشڻو ڀڳوان پتا آهي . تون جنهن وٽ وڃين ٿي اُن جي عزت هن دنيا ۾ ٿئي
ٿي، پوءِ اهو چاهي اڻ-پڙهيل بہ ڇو نہ ڪٿي هجي".
شري پراشر جي چوڻ لڳو - اندر جڏهين اهڙيءَ طرح لڪشميءَ جي اَستوتي

ڪئي تڏهن لڪشميءَ اندر کي هن طرح چيو :- ”هي ديوراج اندر! مان تنهنجي هن اُستوليءَ تي پرسن ٿي آهيان . توکي جيڪي وٺي سو مون کان ور گهر . مان توکي ڏيڻ لاءِ هتي آئي آهيان “

اندر چيو . ” هي ديوي! مون کي پهريون ور هي ڏي ته ٽون ڪڏهن به هن ٽرلوڪيءَ جو تياڳ نه ڪندين ۽ ٻيو ور هي آهي ته جيڪا مٿي مون تنهنجي استتي ڪئي آهي . ڪو به ماڻهو ان استوليءَ سان تنهنجي پرارٿنا ڪندو ان کي ٽون ڪڏهن به تياڳ نه ڪندينءَ (يعني اهو هميشه شاهوڪار رهندو) “ شري لڪشميءَ جيءَ چيو :- ”هي اندر! مان ٽاٽي هن ٽرلوڪيءَ کي ڪڏهن به نه ڇڏيندس ۽ ٻيو هي ور به توکي ڏيان ٿي ته جيڪو ماڻهو صبح ۽ شام جو ان استوليءَ سان منهنجي پرارٿنا ڪندو ان کان مان ڪڏهن به منهن نه موڙيندس“

شري پراشرجيءَ چيو ته :- ”هي مئتريه! اهڙيءَ طرح لڪشميءَ پرسن ٿي اندر کي مٿيان ٻه ور ڏنا . لڪشمي پهرياڻين ڀرگورشيءَ دواران اُن جي زال کياتي مان پيدا ٿي هئي . پوءِ وري امرت - منٿن وقت ديوتائن ۽ دانون جي ڪوشش سان سمندر [illegible] جي وقت سمنڊ مان پرگهٽ ٿي هئي . اهڙيءَ طرح جيئن جڳ ۾ وشڻو ڀڳوان اوتار وٺي ٿو ته لڪشمي به ان سان گڏ رهي ٿي . جڏهن وشڻو ڀڳوان آديته (اديتي جو پٽ) ٿيو تڏهن لڪشمي پدم (ڪمل) مان پيدا ٿي . ان ڪري لڪشميءَ جو [illegible] ”[illegible]“ ٿيو ۽ جڏهن وشڻو ڀڳوان پرشرام جو اوتار ورتو تڏهن لڪشمي [illegible] هئي . وشڻو جڏهن رام جو اوتار ورتو تڏهن لڪشمي سيتا هئي ڪرشنا اوتار ۾ [illegible] رڪمڻي هئي . اهڙيءَ طرح ٻين اوتارن ۾ به هو وشڻو کان الڳ نه رهي . ڀڳوان [illegible] ٿي ٿيو ته ديوءِ - شريو (ديوتائن جو سريو) ڌارڻ ڪري ٿي ۽ [illegible] روپ ۾ پرگهٽ ٿئي ٿي .

وشڻو ڀڳوان [illegible]

# ڏهون اڌياءُ

**ڀرگو ، اگني ۽ اگني شواتا وغيرهہ پترن جي سنتان (اولاد) جو ورنن**

شري مئتريه جيءَ چيو :— هي مني ! مون جيڪي ٻہ اوهان کان پڇو - اهو سڀ اوهان مونکي بيان ڪري ٻڌايو . هاڻي ڀرگو جيءَ سنتان (اولاد) کان وٺي سڄيءَ سرشٽي وري ورنن ڪريو .

شري پراشرجيءَ چيو :- ڀرگو جي ڏيءَ لڪشمي - وشڻوءَ جي پتني هئي. هن کي ٻہ پٽ ڀہ پيدا ٿيا - هڪ ڌاتا ۽ ٻيو وڌاتا . ڌاتا ۽ وڌاتا جي زالن جا نالا آيتي ۽ نيتي هئا جي مهاتما ميروءَ جون ڌيئرون هيون . ڌاتا ۽ وڌاتا کي ٻہ پٽ ڄاوا . جن جا نالا هئا پران ۽ مرڪنڊو . مرڪنڊوءَ کي مارڪنڊيہ نالي پٽ ڄائو ۽ مارڪنڊيہ کي وري ويدشرا نالي پٽ ڄائو . پراڻ جي پٽ جو نالو هو ديتيمان ۽ ان جو پٽ راجوان هو . اُن راجوان مان ئي ڀرگوءَ جي ڪل (خاندان) جو وستار (ڦهلاءُ) ٿيو .

مراچيءَ جي زال سنڀوتيءَ پورڻماس نالي پٽ کي پيدا ڪيو ان مان وري ورجا ۽ پروت نالي ٻہ پٽ پيدا ٿيا. انگرا رشيءَ جي استريءَ جو نالو سمرتي هو . ان کي ٽي ڌيئر ڄايون . اتري رشيءَ جي زال انسويا کي چندرما پٽ پيدا ٿيو - پوءِ وري ان کي درواسا ۽ يوگي دتاتري ۽ نشپاپ نالي پٽ ڄاوا . مشهور آگستيہ رشي ٻئي جنم ۾ پلستيہ جو پٽ ٿيو . ڪردم رشي پلهہ جو پٽ هو . ڪرتوءَ جي سنتتيءَ نالي زال وري سٺ هزار منين کي جنم ڏنو . جي قد ۾ آڱوٺي جيترا هئا پر سورج والگر سندن تيج هو . اهي برهمچاري هئا ۽ انهنکي "بال کلياڌي" نالي سان سڏيو ويو وسيشٽ کي اورجا نالي پتنيءَ مان ست پٽ پيدا ٿيا - جن مان هڪ شڪر بہ هو اهي ست پٽ ٽئين منونتر ۾ سپت - رشي ٿيا (ست رشي جي آسمان ۾ ستن تارن جي روپ ۾ ڏسڻ ۾ ايندا آهن) اگني جو ديوتا برهماجي جو پٽ آهي . ان کي ٽي پٽ ٿيا . اگني ديوتا جي زال جو نالو سواها آهي . انهن ٽنهي مان ٻہ ۴۵ پٽ ڄاوا اگني ۽ ان جا ۳ پٽ ملي ڪري "اگني" نالي سان سڏيا وڃن ٿا . اهڙي طرح ڪل ۴۹ اگنيون آهن- سوڌا کي وري مينا ۽ ڌرڻي، نالي ٻہ ڌيئر ڄايون. اهي يوگنيون هيون ۽ انهن برهم جو درشن ڪيو هو.

اهڙي طرح دکش ڪنياڻن جي ونش پرمپرا (اولاد جي سلسلي) جو ورڻن ڪيو ويو. جيڪو ماڻهو هن اڌياءُ کي ٻڌي ٿو يا پڙهي ٿو - اُن کي ضرور اولاد ڄمندو اهو ڪڏهن بنا اولاد جي نہ ٿيندو .

ڏهون اڌياءُ سماپت . اِتي شري وشڻو پراڻي پرٿمي انشي دشمو اڌياءُ

پد (درجو) حاصل ڪري نہ ٿو سگھي. هري ڀڳوان جي آراڌنا ڪرڻ سان منش اُتي درلڀ موڪش پد کي بہ پراپت ڪري سگھي ٿو. اندريہ ڀڳوان جي آراڌنا سان اندر پد (سرڳ جو راڄ) حاصل ڪيو. سپت رشين ڌروءَ کي صلاح ڏني تہ هنکي (ڌرو) کي ڀڳوان وشڻو جي آراڌنا ڪرڻ گھرجي وسيشٽ رشي چيس ”تہ هي ڌروُ! وشڻو ڀڳوان جي آراڌنا ڪر پوءِ توُن جيڪي بہ چاهيندين اُها من ڪامنا حاصل ڪندين“.

ڌروءَ چيو:-”هي رشي گڻو! هاڻي مهرباني ڪري مون کي ٻڌايو تہ مون کي ناراڻ ڀڳوان کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪھڙو جپ ڪرڻ گھرجي ۽ ڪھڙي وڌيءَ (نموني) سان اُن جي پوڄا ڪرڻ گھرجي“.

رشين چيس ”تہ هي ڌروُ! من جي وشين کي هٽائي پريوءَ ۾ لڳائڻ گھرجي. توُن ”اوم نمو ڀڳوتي واسديوايہ“ منتر جو جپ ڪر. تمام گھڻو اڳي تنهنجي ڏاڏي سوايمڀوُ بہ اِن منتر جو جپ ڪيو هو. اِن ڪري هن سدّي حاصل ڪئي هئي. توُن بہ لڳاتار اِهو جپ ڪري شري گووند کي پرسن ڪر“.

اِتي شري وشڻو پراڻي پرٿمي انشي ايڪادشو اڌيايہ ”
ٻارهون اڌيائہ سماپت ٿيو.



## ٻارهون اڌيائہ

### ڌروُ جي تپسيا سان ڀڳوان جو پرسن ٿيڻ ۽ ڌرو کي درشن ڏيڻ، کيس ڌرو - پد ڏيڻ.

شري پراشر چيو :- هي مئتريہ! ڌروُ رشين کي نمسڪار ڪري اُن بن ۾ هليو ويو - هوُ ”مدو“ نالي بن ۾ ويو - جو جمنا ندي جي ڪناري تي هو. اُن اُن ۾ هڪ مدو نالي دئتيہ رهندو هو جنهن ڪري اُن تي اهو نالو پيو هو. شترگهن اُن بن ۾ مدو دئتيہ جي پٽ لوڻ کي ماريو هو جو تمام بلوان راڪشس هو. اُتي هن مٿرا نالي نگري وسائي - جا پوءِ مٿرا نالي سان سڏجڻ ۾ آئي . ڇوُن تہ اُن بن تي وشڻو ڀڳوان جي آسيس آهي ۽ سدائين اُن بن ۾ هري ڀڳوان براجمان رهي ٿو. ڌرو بہ اُن بن ۾ تپسيا ڪئي . جئين رشين کيس اُپديش ڪيو هو اُن موجب هن پنهنجي من ۾ وشڻو ڀڳوان جو ڌيان ڪرڻ شروع ڪيو ۽ من تي قبضو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو

ڳائي . آخر اُن ڀڳوان جي شرط ورتي . ڀڳوان پنهنجي ٽڏي سنک سان ان ڌروءَ جي ڳلن کي ڇهيو . تڏهن ان جي واڻيءَ ۾ (زبان ۾) شڪتي ٿي ۽ ڏاڍين مٺن لفظن ۾ ڀڳوان جي اُستتي ڪئي، اها استوتي ڏاڍي ودوتا سان ڀريل هئي . پڇاڙيءَ ۾ ڌرو ڀڳوان کي چيو ”هي پڀو هاڻ منهنجي من ڪامنا سڦل ٿي . منهنجي تپسيا پڻ سڦل ٿي . مان ڀاڳ وارو آهيان جو اوهان جو ساڪيات درشن مون کي پراپت ٿيو آهي.“

ڀڳوان چيو ”ته هي ڌ رو ! منهنجو درشن ڪڏهن به اسڦل (اجايو) نه ويندو آهي ان ڪري توکي جيڪي به گهرجي سو مون کان ور گهر“ ڌروءَ چيو :- ”هي ڀڳوان اوهين سڀني جي من ۾ موجود آهيو - ان ڪري منهنجي من جي ارادي کي اوهين چڱي طرح ڄاڻو ٿا - پر ان هوندي به اوهان جي آگيا پالڻ لاءِ اوهان کي نويدن (عرض) ڪريان ٿو. هي پڀو ! منهنجي ماتيجيءَ مون کي چيو هو تہ جيڪو ان جي پيٽ مان پيدا نه ٿو ٿئي ان کي راڄ - سنگهاسن تي ويهڻ جو حق نه آهي - ان ڪري هي پڀو مون کي اهو آستان گهرجي، اهو پد گهرجي جو هميشه امر هجي - ڪڏهن به ناس نه ٿئي“

ڀڳوان خوش ٿي ان کي سندس اڳئين جنم جي ڪهاڻي ٻڌائي . ڀڳوان چيو :- هي ڌرو ! اڳئين جنم ۾ تون هڪڙو برهمڻ هئين . اُن جنم ۾ توکي مون لاءِ ڏاڍو پريم ۽ ڀڪتي هئي - ان سان گڏ تون ماءُ پيءُ جي سيوا ڪندو هئين ۽ پنهنجن فرضن تي ڏاڍو پورو هئين - ڪجهه وقت کان پوءِ هڪ راڄڪمار تنهنجو دوست ٿيو هو ڏاڍو سهڻو هو ۽ هن دنيا جا سڀ مزا ماڻيا - ان جي آسودگي ۽ ان عيش عشرت کي ڏسي تنهنجي به مرضي ٿي تہ تون به راڄڪمار ٿين ۽ ان وانگر مزا ماڻين- ان ڪري تو راجا اتاپد جي گهر ۾ جنم ورتو ۽ راڄڪمار ٿئين - اهو خاندان تمام وڏو هو ۽ راجائي گهر هو -

پر هي ڌرو هاڻي تون ان کان به وڏو درجو حاصل ڪندين - هي ڌرو ! مان توکي هڪ چمڪندڙ تارو بڻائيندس جنهنجو نالو ڌرو ٿيندو - اهو ٽِن ئي ٽِرلوڪيءَ ۾ ڪنهن کي مشڪل ملندو آهي - ڌروءَ جي معنيٰ آهي استرو يعني هميشه قائم اهو امر پد آهي - ڌرو مان توکي اهو پد ڏيئي رهيو آهيان جو سڀني گرهن ۽ نکشترن ۽ سپت - رشين تارن کان مٿي آهي - ديوتائن مان ڪو ديوتا تہ فقط چئن يوگن تائين قائم رهندو آهي پر ڪو هڪ مدوءَ جي سمي تائين رهندو آهي پر تون هڪ ڪلپ تائين قائم هوندين . تنهنجي ماءُ سنيتي به هڪ ٻي صاف چمڪندڙ تاري جي روپ ۾ تنهنجي ڀر سان قائم رهندي. جيڪي ماڻهو من کي استر ڪري - هڪ هنڌ

قائم رکي صبح ۽ شام جو لنهنجا گڻ ڳائيندا ۽ هيءَ لنهنجي ڪٿا پڙهندا - انهن کي وڏو ڦل ملندو .

شري پراشر چيو ته: - هي رشي! اُن ڏينهن کان وٺي ڌرو "ڌرو" تاري جي روپ ۾ ٻين تارن سان گڏ آسمان ۾ چمڪي رهيو آهي. اهو سڀ پرڀاءُ ماتا پتا جي سيوا ۽ ان ١٢ اکر واري منتر "اوم نمو ڀڳوتي واسديوايه" جو آهي . سچ پچ ته جيڪي ماڻهو اهو ١٢ اکرن وارو منتر جپي ٿو - ان کي سڀ ڪجهه ملي ٿو . ان منتر ۾ وڏي شڪتي آهي .

اُسرن ۽ دلتن جي آچارين شڪر ان منتر جو مهاتم ڄاڻي هيٺيان شلوڪ چيا آهن "واهه ڪيڏو نه ڌروءَ جي تپ جو مهاتم! منتر جي جپ ڪرڻ ڪري کهڙو اهم ڦل ان کي مليو - ڌرو تارو هميشه قائم آهي - ڌرو اَمر آهي - ست رشي جي ستن تارن جي روپ ۾ آهن - اهي نه ڌروءَ کي پنهنجي سامهون رکي قائم رهي سگهيا آهن - سنسار ۾ اهو ڪير آهي جو ڌروءَ جي مهما جو بيان ڪري سگهي - ڌنيه آهي ڌروءَ جي ماتا جنهن ههڙو پٽ ڄڻيو - ان جي ماءُ کي به اهو آستان مليو جو ڌروءَ کي حاصل ٿيو"

[illegible] ڌروءَ جي [illegible] - پڻ - پراڻ جو ورنن پڙهي ٿو يا پڙهي ٻڌي ٿو [illegible] پاپن کان ڇٽي ٿو ۽ سورڳلوڪ کي پراپت ڪري ٿو - [illegible] [illegible] ۾ [illegible] برٿوي تي وڃي ۽ هو پنهنجي جڳهه (آستان) کان هيٺ نه [illegible] وقت [illegible] رهي ٿو ۽ سنسار جا سک ڀوڳي ٿو .

[illegible] شري وشڻو پراڻ پرٿمي انش دوادشمو اَڌيائه .

شري وشڻو پراڻ جي پرٿمي انش جو ٻارهون اڌيائه سماپت ٿيو .

## [illegible] اڌيائه

[illegible] پرٿوءَ جو چرتر (ڪٿا).

[illegible]

[illegible] الهن مان

[illegible] چالش جي زال جو نالو

[illegible] جي خاندان مان پيدا ٿي هئي ۽ هو

مهاتما ويرڻ پرجا پتيءَ جي ڌيءَ هئي - ان مان چاڪشش کي منوءَ نالي پٽ پيدا ٿيو - جو ڇهين منونتر جو راڄا هو. منوءَ کي ڏهه مهابلوان پٽ ڄاوا - منوءَ جي زال جو نالو نڊولا هو. ڪروءَ کي پنهنجي زال آگنيءَ مان ڇهه پٽ ڄاوا - جن مان انگ انگرا ۽ شبي مشهور آهن انگ کي سنيتا نالي زال مان وين نالي پٽ ڄائو. رشين ان وين جي ساڄي هٿ کي اولاد لاءِ واوڙيو. هي مهامني! ويـن جي هٿ جو منٿن ڪرڻ سان (واوڙڻ) سان وئنيه نالي راڄا اُپن ٿيو جو پوءِ "پرٿوءَ" نالي سان مشهور ٿيو - ان عام ماڻهن جي ڀلائي لاءِ پرٿويءَ کي ڏڌو هو.

مئتريه چيو "هي مهرشي! رشين وين جي هٿ کي ڇو ولوڙيو؟ هي جو پوءِ ان جي واوڙڻ جي ڪري مهابلوان پرٿوءَ جو جنم ٿيو؟"

شري پراشر منيءَ چيو "نه مرتيوءَ کي (موت جي ديوتا) سنيتا نالي هڪ ڌيءَ هئي جنهن پوءِ انگ سان شادي ڪئي. ان مان وين پيدا ٿيو هو. اُهو مرتيوءَ جو ڏوهٽو پنهنجي ناني جي خراب سڀاءَ جي ڪري - ڏاڍو پاپي ٿيو جڏهن مهرشين ۽ ٻين ماڻهن - وين جي تاجپوشيءَ جو جشن پئي ملهايو تڏهن ان وقت راڄا ويـن سڄي سنسار ۾ گهوشڻا (مشهوري) ڪئي تـه "يگيه - پرش ڀڳوان" مان آهيان يـگيه جو مالڪ مان آهيان. ان ڪري ڪو به ماڻهو منهنجي راڄ ۾ يـگيه هون، دان پڃ بلڪل نه ڪري - ان اعلان کي ٻڌي سڀئي رشي گڏجي هڪ سفارت ناهي وين وٽ ويا. وين کي عرض ڪيائون ته اسان کي موڪل ملي تـه اسين جيڪي به يگيه ڪريون ان جو ڇهون حصو اوهان کي ڏيون. رشين نمرتا سان راڄا وين کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ته يگيه ڪرڻ جي ڪين موڪل ڏني وڃي ۽ ڪيس خاطري ڏنائون ته يگيه ڪرڻ سان نه رڳو ديش جو فائدو آهي پر راڄا کي بہ ان جو پڃ ملي ٿو - يگيه جي دوارا هري ڀڳوان جو پوڄن ڪيو وڃي ٿـو جو راڄا جي سڀني منو ڪامنائون کي پورڻ ڪري ٿو - وين رشين کي چيو ته :— مون کان وڌيڪ ڪو به ڪو نه آهي جنهنجو پوڄن ڪيو وڃي منهنجي شرير ۾ برهما وشنو ۽ شو ۽ ٻين ديوتائن جو اواس آهي. ان ڪري راڄا سرودي ميه آهي (سڀني ديوتائن جو روپ راڄائي آهي). ان ڪري مان سخت منع ڪريان ٿو ته منهنجي راڄ ۾ يگيه دان - پڃ وغيره بلڪل نه ڪيو وڃي. توهان جو فرض آهي ته منهنجي آگيا جو پالن ڪريو. اِهو ٻڌي رشين راڄا وين کي ڏاڍو سمجهايو ته هو يگيه جي سلسلي کي بند نه ڪري ۽ ڌرمي ڪمن ۾ رنڊڪ نه وجهي پر ان جو اثر وين تي بلڪل نه ٿيو - ۽ هن رشين جو چوڻ بلڪل نه مڃيو - ان تي سڀ رشي مني ڏاڍي غصي ۾ ڀرجي ويا ۽ وڏي آواز سان عام ماڻهن کي اچي چوڻ لڳا "هن پاپيءَ کي هڪدم ماريو

جيڪو اشٽ اوتاشي ڀڳوان جي نندا ڪري ٿو، ان کي راجا گديءَ تي ويهڻ جو
حق نه آهي".

رشين جي ڪروڌ جي ڪري وين اڌ مئو ته ٿي ويو هو - وري به رشين ڀولڙو
ڪبل ڏيڻ سان (هڪ قسم جي ترار جي ڌار وانگر تکي گاهه سان) ان کي ماري ڇڏيو.

وين جي موت کان پوءِ انهن رشين ڏٺو ته چئني طرفن کان زبردست ڌوڙ اڏامي
رهي آهي. پاسي ۾ بيٺل ماڻهن کان رشين کي معلوم ٿيو ته "راشٽر (Nation) راجا
کان خالي ٿي ويو آهي. ان ڪري ڀُک ۾ پيا ٿيندڙ غريب ماڻهن چور بڻجي ٻين
جي ملڪيت لٽڻ شروع ڪئي آهي. انهن ڌاڙن ۽ چورن جي ڌڪ مار جي ڪري ئي
ڌوڙ اڏامندي ڏسڻ ۾ اچي رهي آهي. تڏهن رشين راجا جي ضرورت محسوس
ڪئي، وشنو ڀڳوان ۾ صلاح ڪري ان اُٽي (جنهن کي پٽ نه هو) راجا وين جي
جنگهن کي ولوڙڻ شروع ڪيو. ان جي جنگهن جي ولوڙڻ ڪري ان ۾ ان هڪ
پرش (مرد) پيدا ٿيو. جو سڙيل ڪاٺيءَ وانگر ڪارو هو ۽ تمام بندرو هو ۽ هن جو
منهن تمام ننڍو هو. ان انتظاري ظاهر ڪندي برهمڻ کان پڇيو "مان ڇا ڪريان؟"
هنن چيو:- "نِشل (ويهي رهه")" ان ڪري ان جو نالو "نشاد" پيو. نشاد شڪاري
قوم کي چئبو آهي. ان نشاد مان وري ڪي ٻيا نشاد (Hunters) پيدا ٿيا. اهي
وِنڌيا جبل جي ترائي ۾ وڃي رهيا - انهن جو ڏنڌو ٻه ڌاڙن وانگر پاپ سان ڀريل هو
سو ان نشاد جي ڪري راجا وين جو سمورو پاپ ڇڻ نڪري ظاهر ٿيو. مطلب ته
وين ۾ جيڪو پاپ ڪوٽ ڀريل هو سو انهن انسانن جي صورت ۾ ٻاهر نڪري ويو
جنهن ڪري وين جو بدن نشپاپ ٿي ويو. وري انهن برهمڻن ان جي ساڄي هٿ جو
منٿن ڪيو - ته ان مان "پرٿو" پرگهٽ ٿيو جنهن جو بدن ٻرندڙ باهه وانگر چمڪي
رهيو هو - ان وقت آسمان مان هڪ شوڌنش ۽ باڻ ڪوچ زره هيٺ ڪريا،
ان ڪري ماڻهو ڏاڍو خوش ٿيا ۽ سهائو پٽ جي جنم وٺڻ ڪري سنئين ٿيءَ وين
نه سرڳ لوڪ ۾ ويو هليو.

ان وين جو پٽ مهاتما هو - ان ڪري هن جي نم يعني نرڪ کان رکيا ٿي
سنسڪرت ۾ نم (ا--ا) جي معنيٰ آهي ته جيڪو نم يعني نرڪ کان ٿو يعني بچائي
تو اهوئي سچو --ر آهي نر لفظ کي پڇي ڌار ڪبو ته ٿيندو پ ۽ تر يعني پتر -
جنهن جي معنيٰ آهي جو نرڪ کان بچائي.

پرٿوءَ جو وڏي ڌڪي ۽ اتساهه سان راج - گديءَ تي ويهڻ جو اتسو
. ان اتسو ۾ جود تمام سرهيا ۽ انگرا وغيره، سڀ رشي مني ڏاڍ
۽ ماڻهو شامل ٿيا - سڀئي نديون ۽ سمنڊ جي پاڻيءَ سان هن جو ڀولڙو

اشنان) ڪرايو ويو. ان جي ساڄي هٿ ۾ چڪر جو نشان هو. ان ڪري ان کي وشڻو جو انش (هڪ جزو) سمجهو ويو برهماکي ڏاڍي خوشي ٿي. هٿ ۾ چڪر جو نشان جنهنکي هوندو آهي اهو ضرور چڪرورتي راجا (مهاراجا) ٿيندو آهي. اهڙي طرح اهو پرتاپي راجا پرٿو چڪرورتي راجا ٿيو، جنهن سڄي دنيا مٿان راڄ ڪيو. هن جي پيءُ وين پرجا [رعيت] کي ناراض ڪيو هو ته هن وري پرجا کي خوش ڪيو. تنهن ڪري رعيت هن مان ڏاڍي خوش هئي. هوپهريون پرش هو جنهن تي رعيت راجا نالو پيو راجا جي معنيٰ آهي جو پرجا جو ان-رنجن ڪري يعنيٰ رعيت کي خوش ڪري.

هُو ڏاڍو طاقت وارو راجا هو، جڏهن هُو سمنڊ تي هلندو هو ته پاڻي ”استر (هڪ هنڌ بيهي) ٿي ويندو هو. پربت ان کي رستو ڏيندا هئا. اُن جو جهنڊو هميشه جهُوليندو رهندو هو. هميشه سندس جهنڊو بلند رهيو. زمين هرکيرڻ کان سواءِ به ان پيدا ڪندي هئي. ملڪ ۾ ان خوب پيدا ٿيندو هو. کير ڏيڻ ندين وهنديون هيون. سڄي ديش ۾ آسودگي ۽ سک شانتي ڇانيل هئي راجا پرٿوءَ وري يگيه جو سلسلو جاري ڪيو. هڪ ڀيري هُو هڪ وڏو يگيه ڪري رهيو هو ته ان يگيه پوميءَ مان ٻڌيمان [عقلمند] سُوت جي اُتپتي ٿي. سُوتي [يگيه-ڀوميءَ] مان پيدا ٿيڻ ڪري ان جو نالو سوت پيو. اُن مهايگيه مان پيو به هڪ پرش پيدا ٿيو جنهنکي ”ماگڌ“ نالي سان سڏيو ويو -

رشين انهن ٻنهي سُوت ۽ ماگڌ کي چيو ته اوهين ڪوي (شاعر) آهيو ان ڪري راجا پرٿوءَ جي ساراهه ۾ ڪوتا جي رچنا ڪريو - انهن ٻنهي جي اولاد تي به نالو سوت ماگڌ پيو - سوت ماگڌن جو ڪم ٿيو راجائن جي اُستوتي (ساراهه) ڪرڻ.

سوت ماگڌن جي ڪوتا ۾ پنهنجي ساراهه ٻڌي هُو پاڻ کي ان ساراهه جي لائق بڻائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو، هن چيو ته سٺن ڪمن ڪرڻ جي ڪري ئي انسان جي ساراهه ٿئي ٿي -

پرٿوءَ اهڙو ته لياءُ سان راڄ هلايو جو هن وٽ جيڪي ماڻهو پنهنجا دک سور ۽ تڪليفون ٻڌائڻ ايندا هئا - انهن کي چڱي طرح ٻڌندو هو ۽ انهن جون تڪليفون دور ڪندو هو. هڪ ڀيري ملڪ ۾ اچي ڏڪار پيو ۽ ماڻهو بک ۾ پاهه ٿيڻ لڳا. بک جي بيماريءَ ۾ ڏاڍا موت ٿيڻ لڳا - چاڪاڻ ته ان جا سلا زمين ۾ گم ٿي ويا. جڏهن راجا پرٿو اهو آجگو ٻڌو ته پرٿويءَ ان جي پيدائش کي پاڻ ۾ لڪائي ڇڏيو، جڏهن راجا پرٿو اهو آجگو چڙهي پرٿويءَ جي پنيان ڊوڙيو ته پرٿويءَ به ڳانءِ جي شڪل ۾ اچي ڊوڙڻ لڳي - جتي جتي هوءَ ويئي اُتي پنهنجي پنيان ايندڙ - ڌنش-ٻاڻ هٿ ۾ نالي ڌنش ٻاڻ کڻي پرٿويءَ جي پنيان ڊوڙيو

ڪٽڻدڙ - پرٿوءِ کي ڏنائين . هوءِ پسرهم لوڪ وغيره سڀني لوڪن ۾ وئي . آخر پرٿويءَ پرٿوءِ کي چيو ”هي راجا! استري وڌ (زال ذات کي خون ڪرڻ)جي پاپ جي اوهان کي ڄاڻ نه آهي ڇا؟“ پرٿوءِ جواب ڏنو ”نه جتي هڪ جي ڪري گهڻن ماڻهن جو نقصان ٿيندو هجي ته ان هڪ کي مارڻ سان ڪو به پاپ نه لڳندو آهي پوءِ اها ڀاهي استري ڇو نه هجي“.

پرٿويءَ چيو ته ”جيڪڏهن رعيت جي ڀلائي لاءِ اوهان مون کي مارڻ چاهيو ٿا ته منهنجي مرڻ کان پوءِ اوهان جي پرجا جو آڌار ڇا ٿيندو ؟“

پرٿوءِ جواب ڏنس ته ”اڙي پرٿوي! منهنجي آڳيا لوڙائي ڇڏي آهي - ان ڪري توکي ماري مان پوڪ جي ٻل سان پرجا جو آڌار ٿيندس. انهن کي ڌارڻ ڪندس انهن کي ڌارڻ ڪندس (جهلي ٻڌندس)“ ٿڙهندي پرٿويءَ ڏڪي راجا کي هڪ اپاءُ ٻڌايو . پرٿويءَ جيڪي اوشڌيون (ٻوٽيون وغيره) پچائي هضم ڪري ڇڏيون هيون اهي وري ڪر جي روپ ۾ موٽائي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو . پر شرط اهو هو ته ان کير ڏهڻ لاءِ ڪنهن وڇڙي جي ضرورت هئي ۽ ٻي صلاح اها ڏنائين ته مون کي سرٿل (يعني سڌي ڪرڻ) جي ضرورت آهي ته پوءِ مان سڌا ٿيندا ۽ ان پيدا ڪري سگهنديس . تڏهن مهاراجا پرٿوءِ ڏنش ٻاڻ ڪٽي هزارن ٽڪرين ۽ جبلن کي اکاڙي - ڌاهي زمين کي سرٿل (سڌو) بڻايو . ان ڪري پرٿوءِ جي ڪوشش سان هن پرٿويءَ تي ڏاڍي آبادي ٿي. ماڻهو ڏاڍو آسودا ٿيا . هن پرٿويءَ تي شهر نگر، ڳوٺ وسي پيا، ماڻهن ڌنڌو واپار شروع ڪيو.

هي مترييه! پرٿوءِ کان اڳ هن پرٿويءَ تي ڪيتي وغيره جو ڪو به وسيلو ڪو نه هو . ان ڪري نه ڳالهين جي سنڀال ٿيندي هئي ۽ نه ڪو ڪو واپار هو . اهي سڀ سهوليتون پرٿوءِ جي وقت کان وٺي شروع ٿيون . ان کان اڳ نه ڳوٺ نه ڪي وري شهر هئا - ماڻهن جو کاڌو فقط ڦل ڦول هو . اهو به ٿين، سلن، اڃ جو گهرجي وڃڻ ڪري مشڪل ٿي پيو . پر پرٿوءِ سوايمڀو منوءَ کي وڇڙو بڻائي پنهن جي هٿ سان پرجا جي هت (ڀلائي) لاءِ پرٿويءَ مان سڀني قسمن جي اَن ۽ ميون کي ڏڌو. يعني پرٿويءَ تي ان پيدا ڪيو . اَن اَن جي وسيلي هي سڀ ماڻهو جيئرا رهي سگهيا. مهاراج پرٿوءِ هن پرٿويءَ تي زندگي آندي. ماڻهن کي نئين زندگي ڏني. ان ڪري هو پوميءَ (پرٿويءَ) جو پتا ٿيو. ان ڪري پومي پتا ڪري سڏيو ويو. هن زمين کي پرٿوءِ جي ڪري ”پرٿوي“ نالو مليو .

جون نا نه پرٿوي وشڻو ڀڳوان جي چرڻن مان پيدا ٿي آهي . ان پرٿويءَ تي سڀني کي جنم ڏنو آهي - ۽ هيءَ پرٿوي ئي اسان کي اَن وغيره جي وسيلي پالي

رهي آهي. ان ڪري پرٿوي اسان جي ماتا آهي .

وين جو پٽ مهاراجا پرٿو اهڙو نه بلوان ۽ پرياو شالي هو. هن پرٿوي ٿي هڙ ڀڙاون راجا هو، جنهنڪي لئه پر ابرا سپنا ايندا هجن ته هن پرٿو راجا جي ڪٿا پڙهڻ وري اهي برا سپنا نه ايندا .

هن ڪٿا جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان پاپ ناس ٿين ٿا ۽ پڇ ملي ٿو.

پرٿمي انشي ترپو دشو اڌيـاءِ ""

تيرهون اڌيـاءُ سماپت ٿيو .



# چوڏهون اڌياءُ

## پراچين برهيءَ جو جنم ۽ پراچيتائن جي ڀڳوان کي آراڌنا (پرارٿنا) ڪرڻ

شري پراشرجيءَ چيو :- هي مئتريه ! پرٿوءَ کي ٻه پٽ جاو ۽ گهٽي وقت کان پوءِ هڪ پوٽو به ڪيس جائو. سندس پوٽي جو نالو هورڌان رکيو ويو هو. هـورڌان اگني ڪلينا ڌشسٽا سان شادي ڪئي هئي جنهن مان ڪيس ڇهه پٽ جاوا. جن جا نالا هئا :— پراچين برهي، شڪر، گيـه، ڪرشڻ، ورجه ۽ اُجن . انهن مان پراچين برهي مشهور هو. هو هڪ مشور پرجاپتي هو، جنهن وڏا وڏا يگيه ڪيا ۽ پنهنجي پرجا جو واڌارو ڪيو. اُهو زمانو يگين جو هو، يگيه گهٽا ڪيا ويندا هئا. ان ڪري ان پراچين برهي راجا جي وقت ۾ ڌرٻ (هڪڙي قسم جو تکو گاهه) سڄي پرٿويءَ تي ڦهلجي ويا - انهن ڌرٻن جو نالو ان وقت هو پراچيناگر - ڪش. اهي ڌرٻ مهابلوان پراچين برهيءَ جي نالي سان مشهور ٿي ويا.

هي مئتريه ! اُن مهاراجا پراچين برهيءَ وڏي تپسيا ڪرڻ کان پوءِ سمنڊ جي ڌيءَ سورٽا سان شادي ڪئي . ان سمندر ڪنيا سورٽا کي پراچين برهيءَ مان ڏهه پٽ پيدا ٿيا . اهي پرچتيا نالي سان مشهور هئا. اهي ڌنش ودیا (تيرانداز ي ۾ ڏاڍو) هوشيار هئا . هو ڏهه هزار سال تائين سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ رهيا ۽ هنن ان پاڻيءَ ۾ وڏي تپسيا ڪئي .

شري مهتريه پراشرمنيءَ کان پڇو ته انهن مهـاتمـا پـرچيتائن سمنڊ ۾ تپسيا ڇو ڪئي ؟ شري پراشرجيءَ چيو :- هي مئتريه ! هڪ دفعو پراچيتائن جي پيءُ پراچين برهيءَ هنڪي سنتان (اَپن) ڪرڻ جي صلح ڏني ۽ کين چيائين نه برهماجي

پڻ آڳياڻي آهي تہ پرجا (ماڻهن) جي سنکيا ۾ (آدمشماريءَ ۾) واڌارو ڪري
اولاد پيدا ڪريو. اهي راجڪمار پيءُ جي آڳيا مڃي.

پر پيءُ کان اوهين پڇيو اولاد جو واڌارو ڪهڙي ديوتا جي پوڄا ڪرڻ سان ٿيندو
آهي؟ سندن پيءُ کين چيو تہ ڀڳوان وشنوءَ جي آرادنا ڪرڻ سان سنتان جو (اولاد)
واڌارو ٿيندو آهي ۽ سڀ ڪامنائون پوريون ٿينديون آهن. ان لاءِ ٻيو ڪو بہ اپاءُ
ڪو نہ آهي. ان ڪري وشنو ڀڳوان جي اپاسنا ضرور ڪريو.

جڏهن پيءُ کين اهڙي قسم جي آڳيا ڪئي تڏهن اهي ڏهہ پرچيتائن سمنڊ
جي جل ۾ ٽڪي هٽي ڏاڍي خبرداريءَ سان تپسيا ڪرڻ شروع ڪئي. پرچيتائن
ڀڳوان وشنوءَ ۾ ڌيان لڳائي هن اهڙي طرح ڏهہ هزار ورهيہ تپسيا ڪئي. پرچيتائن
ڀڳوان وشنوءَ ۾ ڌيان لڳائي - هيٺين طرح استوتي ڪئي:- "هي سرو شڪتيمان
نرهر! اوهانکي نمسڪار آهي. اوهين جوتي - سروپ آهيو هن جڳت کي اوهان
ئي پيدا ڪيو آهي. ان جي پالنا بہ اوهين ڪري رهيا آهيو. توهين ئي انت
آهيو - توهين ڪڻ ڪڻ ۾ وياپت آهيو - توهين نراڪار آهيو پر پنهنجي ڀڳتن لاءِ
اوتار ڌارڻ ڪريو ٿا ان ڪري ساڪار بہ آهيو - هي آنند روپي ڀڳوان! اوهان
کي نمسڪار آهي. اوهين اوڪاري، اجنما شڌ، نرگڻ، نرمل آهيو - اوهان کي
نمسڪار آهي. توهان ۾ ٻڙ (ديہ)، پرالتي، اندرا (ننڊ)، جرا (پيرايو) ۽ مرڻ (موت)
جو اثر آهي بعدِ اهي کان اوهين پري آهيو. هن زبان کي طاقت نہ آهي جو اوهان
جي تُشٽ جو ورڻن ڪري سگهي. اوهانکي نمسڪار آهي - نمسڪار آهي". اهي
جي استوتي تي ڀڳوان وشنو پرسن ٿيو ۽ کين ور گهرڻ لاءِ چيائين:- جڏهن پتا هين
کي پرجا (اولاد) جي واڌاري جي آڳيا ڪئي هئي. ان موجب پراچيتائن ڀڳوان
وشنوءَ کان ور گهريو ان کان پوءِ ڀڳوان انهن کي - سندن اڇا موجب ور ڏنو،
۽ اهو ڏئي لئي ويو. هو بہ سمنڊ جي پاڻي مان ٻاهر نڪري آيا -

السي شري وشنو پراڻي پرامي انشي چترڌشمو اڌيايہ.

شري وشنو پراڻ جي پهرئين انش جو چوڏهون اڌيايہ سماپت ٿيو.



## پندرهون اڌيايہ

... - جاڳتي ڳالهي چيڪريءَ سان وشانءَ، دکش - پرجاپتيءَ
... - دکش جي الٺ ڏيکري جي ونش (اولاد) جو بيان.

لاءِ چيو. ان کان پوءِ ٻيا ٻه ١٠٠ ورهيه گذري ويا. اها سهڻي اپسرا ان رشيءَ سان
مزا ماڻيندي رهي. ٻه ورهيه ٻه ان پيار پريءَ مسڪان (مشڪ) سان ملڻ لاءِ ٻه
رشيءَ کي چيو. ”هي رشي! هاڻي ته مان سورگ لوڪ (سرگ لوڪ) ۾ وڃان ٿي
اهو ٻڌي رشيءَ ان سهڻين اکين واري، اپسرا کي آلنگن ڪري (ڀاڪر پائي) چيو
”پياري! هاڻي ته تون گهڻي وقت تائين مون وٽان هلي وينديءَ ان لاءِ ڪجهه گهڙي
ڪن ٿورو وڌيڪ وقت ته ترس“ تڏهن ان من موهيندڙ اپسرا رشيءَ سان عيش عشرت
۾ ١٠٠ ورهيه ٻيا ٻه گذاريا. اهڙيءَ طرح ڪيترائي ورهيه ان خوبصورت اپسرا رشيءَ
جي زور ڀرڻ تي - ان سان گڏ گذاريا. چاڪاڻ ته ديولوڪ جي اپسرا هوندي ائـ
رشيءَ جي محبت کي هن ٺڪرائڻ نه ٿي چاهيو. ان کان سواءِ هن کي رشيءَ جي
سراپ جو ٻه ڊپ هو. ان سبب ڪري هن رشي کي نه ڇڏيو. رشي جو ان ۾ پريم
وڌندو ويو.

هڪ ڏينهن جڏهن اهو رشي تڪڙ ۾ پنهنجي جهوپڙيءَ مان ٻاهر نڪتو ته ان
سندري چيس ”توهين ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيو؟“ مني چيو ته هي پياري!
سج لهي چڪو آهي - ان ڪري مان سنڌيا اپاسنا ڪندس ٻي صورت ۾ منهنجي
روزاني ڪريا ناس ٿي ويندي“. تڏهن ان کلي ڪري رشيءَ کي چيو:- ”هي پيارا
رشي! ڇا اڄ ئي اوهان جو ڏينهن ختم ٿيو آهي!
هي برهمڻ! ڪيترن هزارن ورهين کان پوءِ اڄ اوهان جو ڏينهن گذريو آهي ۽ سج
لٿو آهي. ٻڌايو ته پوءِ مون کي عجب ڇو نه لڳندو!“

منيءَ جواب ڏنس ته ”هي سندري! ندي جي هن سهڻي ڪناري تي تون
اڄ صبح جو ته مون وٽ آئي آهين. مون ته اڄ ئي توکي پنهنجي آشرم ۾ ايندو
ڏٺو. هاڻي ڏينهن گذري ويو آهي. شام ٿي آهي. سچ ته ٻڌاءِ پوءِ اهڙي قسم جي
مسخري تون مون سان ڇو ٿي ڪرين“

پرملوچا چيس ”پيارا رشي! سوين ورهيه گذري ويا آهن مونکي اوهان سان
رهندي“ سوم (چندر) پرچيتائن کي اها ڪهاڻي ٻڌائيندي چيو ته ”رشي ڪجهه
گهٻرائيندي ان سهڻين اکين واري اپسرا کان پڇيو ”اڙي سندري (سهڻي زال)! سچ
چئه ته توسان عيش عشرت ۾ گذاريندي مون کي ڪيترو وقت گذري ويو آهي.“
پرملوچا لکمبو ڪندي رشي کي چيو ته ”اڄ تائين نو سو ست ورهيه ڇهه
مهينا ۽ ٽي ڏينهن گذري چڪا آهن“.

رشي چيو:- ”هي سندري! تون سچ ٿي چوين يا کل ٿي ڪرين؟ مون کي ته
ائين معلوم ٿئي ٿو ته هن هنڌ مان فقط هڪ ڏينهن توسان گڏ رهيو آهيان“.

پرملوچا چيو:- هي رشي! مان ڪوڙ ڪڏهن به نه ڳالهائيندي‌س"
اهي لفظ ٻڌي رشي پاڻ تي ڏاڍي لعنت وجهڻ لڳو. هو ڏاڍو ڏکي ٿيو. هن
خيال ڪيو ته "هن زال جي وس ۾ مون پنهنجي تپسيا وڃائي ڇڏي. مون
کي پنهنجي من تي قبضو ڪرڻ گهربو هو. هنن ڇهن لهرين کي جيتي مون کي
پاربرهم کي ڄاڻڻ گهربو هو - اهي ڇهه لهرون آهن :- بک، پياس، لوڀ، موهه، پيدا ٿيڻ
مرڻ (موت)، هن ناري جي صحبت ۾ منهنجو سڀ ڪجهه ڌرم ناس ٿي ويو"
ائين سوچي رشي غصي ۾ اچي ان اپسرا کي هڪدم اتان هلي وڃڻ لاءِ چيو ۽
چيائين ته "اڄ هاڻ مان توکي جلائي ڀسم ٿو ڪريان، نه ته هتان نڪري وڃ -
پرچيتائن کي چوڻ لڳو ته "رشي جا اهي غصي ۾ ڀريل لفظ ٻڌي هوءَ پسيني ۾ تر
ٿي وئي (پگهر ۾ ٻڏجي وئي) ۽ ڏڪڻ لڳي. ۽ آشرم کان ٻاهر نڪتي - آڪاش
مارگ ۾ (آسمان ۾) ويندي هن جو پگهر وڻن جي پنن اگهيو. هوءَ نازڪ وڻن جي
نون گونچن ۽ پنن سان پنهنجي بدن کي اگهندي هڪ وڻ تان ٻئي وڻ تي
ويندي رهي. هنڪي رشي مان گرڀ ٿيل هو - اهو گرڀ به بدن مان پگهر
جي روپ ۾ ان جي شرير کان ٻاهر نڪري آيو - ان گرڀ کي ورکين (وڻن) گرهڻ
ڪيو - وايو (هوا جي ديوتا)- ان کي هڪ هنڌ گڏ ڪيو- ۽ مون ان کي پنهنجي
ڪرڻن سان پاليو- وڻن مان پيدا ٿيل اها سهڻي ڇوڪري - جنهنجو نالو مارشا
آهي - اها وڻ توکي سمرپڻ ڪري ڏيندا - ان ڪري ڪروڌ کي شانت ڪريو.
وڻن مان پيدا ٿيل اها ڪنيا پرملوچا اپسرا جي ڌيءُ آهي ۽ اهڙي طرح هو
ڪندو رشي، منهنجي ۽ وايو ديوتا جي سنتان (اولاد) آهي. پوءِ سادو رشي ڪندو
به پروشوتم - ڪيتر ۾ جا وشنو ڀڳوان جي نواس ڀومي آهي- اتي هوءَ تپسيا ڪري
مهامنتر جو جپ ڪري مها يوگي ٿيو ۽ وشنو ڀڳوان جي آراڌنا ڪندو رهيو-
پرچيتاڳڻ چوڻ لڳا:- اسين ڪندو مني جو برهم - پار اهي پرم استوتر ٻڌڻ
چاهيون ٿا - جنهنجو جپ ڪري هن وشنو ڀڳوان جي آراڌنا ڪئي-
سوم چيو ته "اهو منتر هي آهي:—
"اوم پارم پرم وشنو رپار پارهه، پرهه پريه‌ه پرمارٿ روپي. س برهم پارهه
پر پار پولهه پر پرم پراڻام اپي پار پارهه"
ان منتر جي معنيٰ آهي ته هن سنسار مارگ جي منزل آهي‌شري وشنو ڀڳوان
ان تائين وڃڻ ڏاڍو ڪٺن آهي- هوءَ پري کان پري آهي آڪاش کان به پري آهي-
ان ڪري سنيه سروپ آهي تپسيا ۾ اولين مهاتمائون ئي ان کي پراپت ڪري
سگهن ٿا-

ان منتر جو جپ ڪرڻ سان شري ڪيشو جي آراڌنا ڪرڻ سان سڌي پراپت ٿيندي آهي.

جيڪو ماڻهو من کي استر ڪري، هرروز اهو منتر جپ ڪندي وشنو ڀڳوان جو ڌيان ڪري ٿو، ان مان ڪام ڪروڌ وغيره دوش دور ٿي وڃن ٿا. ۽ مــن استر ٿئي ٿو ۽ من - مرادون پوريون ٿين ٿيون. هيءَ مارشا پنهنجي اڳئين جنم ۾ هڪ مهاراڻي هئي - هن کي ڪو به اولاد ڪو نه ڄائو ۽ سندس پتي مري ويو. هيءَ وڌوا ٿي وئي ۽ هن ڏاڍي ڀڳتيءَ سان وشنوڀڳوان کي خوش ڪيو. وشنو ڀڳوان پرگهٽ ٿي هنکي ور گهرڻ لاءِ چيو - هن ور گهريو ته ”جيڪو ٻه جنم وٺان ان جنم ۾ مونکي سٺو پتي ملي ۽ پرجاپتي (برهما) جهڙو مون کي پٽ پڻ پراپت ٿئي. ٻئي جنم ۾ مون ۾ سناڳڻ ٿين ۽ پنهنجي فرض تي قــائم رهي وڏن جي شيوا ڪريان ازانسواءِ مونکي سندر روپ (شڪل) پڻ حاصل ٿئي. ۽ مان آيونجا (ماءُ جي گــرڀ ۾ جنم وٺڻ کان سواءِ) پيدا ٿيان“.

ڀڳوان ان کي چيو ”هڪڙيئي جنم ۾ تنهنجــا ڏاڍا بهادر ڏهه پتي ٿيندا ۽ انهن مان توکي پرجاپتيءَ جهڙو مهاپراڪرمي ٻلوان پٽ پڻ پيدا ٿيندو. هن مان ڪيترائي ونش (خاندان) پيدا ٿيندا هن جو اولاد ساري سنسار ۾ پکڙجي ويندو. تون ته منهنجي ڪرپا سان آيونجا (ماءُ جي گرڀ کانسواءِ) پيدا ٿيندينءَ ۽ تـوکي تمــام سندر روپ ملندو“.

هي راجه پترو! هن سندر استريءَ کي اائن چئي ڀڳوان انترڌيان (غائب) ٿي ويو ۽ هيءَ اها مارشا جي روپ ۾ پيدا ٿيل توهانجي پتني (زال) آهي.

سوم - ديو هي چوڻ سان هنن پرچيتائن ان مارشا کي پنهنجي پتني روپ ۾ سويڪار ڪيو. ان مارشا مان وڏي پاڪ وارو دڪش پرجاپتي جنم ورتو آيو جو اڳئين جنم ۾ برهما جيءَ مان اتپن ٿيو هو.

ان مها ڀاڳوان دڪش برهماجيءَ جي آگيا مڃي هن سرشٽيءَ جي رچنا ڪئي. اليڪ جيڪو ٻه پيرن وارا ۽ چئن پيرن وارا (جانور وغيره) ٻه ان مان پيدا ٿيا. پرجاپتي دڪش پهرين من مان سرشٽي پيدا ڪئي پوءِ استرين جي اُتپتي ڪئي. انهن مان ڏهه ڌرم کي ڏنائين ۽ تيرهن ڪشيپ کي ڏنائين. اهڙي طرح ستــاويهه (اَشوني وغيره نکشتر) چندرما کي ڏنائين. اهي ستاويهه چندرما جون زالون ليون انهن مان ديوتا دئيت، نانگ، ڳائون پکي، گندرو، اَپسرائون ۽ دانو وغيره پيدا ٿيا.

هيءَ مئتريه! دڪش جي وقت کان ولي استري - پرش جي سهواس سان سرشٽي پيدا ٿيڻ جو ... جاري ٿيو. ان کــ ... سرشٽي ڪري چڪو آهي. ان کان اڳ

تپسوي ۽ سٺ پرشن جي ٽپوبل سان ۽ انهنجي فقط سنڪلپ (خيال ڪرڻ) سان يا
درشن يا فقط ڇهڻ سان پرجا اُتپن ٿيندي هئي.

شري مئتريه چيو:- ته ”هي مهامني! مون ٻڌو هو ته دڪش جو جنم برهما جي
ساڄي آڱوٺي مان ٿيو هو. پوءِ اهو پرچيتائن جو پٽ ڪيئن ٿيو؟ منهنجي من ۾ هيءَ
شنڪا آهي ته سوم - ديو جو ڏوهٽو ٿي پوءِ هُو ان جو سهرو ڪيئن ٿيو. (سوم
ديو=چندرما).

شري پراشر چيو:- هي دڪش وغيره هر ڪنهن جڳ ۾ پيدا ٿيندا آهن ۽ وري لين
(غائب) ٿي ويندا آهن. انهن ۾ ڪو به وڏو ڪو نه آهي ڪو به ننڍو ڪو نه آهي.
ان وقت فقط تپسيا ئي انهن جي وڏپڻ جو ڪارڻ هوندو هو.

شري مئتريه چيو:- ”هي برهمڻ! توهين مونکي ديوتائن، راڪشسن، گندرون
۽ ناگن جي اُتپتيءَ جو احوال ٻڌايو.“

شري پراشر چيو ته:- ”هي مهامني! ڀرياتين ڀرياتين دڪش پرجاپتيءَ مانسڪ
سرشٽي ڪئي. من ۾ خيال ڪرڻ سان هن گندرو، اَسر ۽ ناگ وغيره ساهوارن کي
پيدا ڪيو. جڏهن ڏٺائين ته اِها من مان پيدا ٿيل سرشٽي وري بيءَ سرشٽيءَ کي
پيدا ڪرڻ ۾ اَسمرٿ هئي، تڏهن وري مٿن (يعني اِستري پرشن جي سهواس واري)
سرشٽي اُتپن ڪرڻ جو خيال ڪيو. تڏهن هن ويرڻ پرجاپتي جي ڌيءُ اسڪنيءَ
سان شادي ڪئي. اِها اسڪني ڏاڍي تپسيا ڪندڙ هئي.

ان کان پوءِ دڪش پرجا پتيءَ اُن اِستريءَ مان پنج هزار پٽ پيدا ڪيا.

انهن پنجن هزار پٽن کي جوانيءَ ۾ جڏهن اولاد پيدا ڪرڻ جي خواهش ٿي تڏهن
نارد انهن کي صلاح ڏني ته ڀرياتين هُو هن دنيا جي بي ڀاڱن جو سير ڪن
تيستائين هنن کي اولاد پيدا ڪرڻ نه گهرجي. هن سڄيءَ دنيا جو هنن کي اَنت لهڻ
گهرجي. يعني جتي هيءَ پرٿوي ختم ٿئي اوستائين هنن کي وڃڻ گهرجي. نارد
جي هن صلاح ٻڌڻ سان هُو سڀ جدا جدا طرفن ڏانهن سير ڪرڻ جي ارادي سان
نڪري پکڙجي ويا. پراهي ڪئي ويا اڄ تائين انهن جو پتو ڪو نه آهي. جئين نديون
سمنڊ ڇوڙ ڪري وري نه موٽنديون آهن تئين هُو به اڄ تائين موٽي نه آيا آهن.

انهن جي اهڙيءَ طرح هلي وڃڻ کان پوءِ دڪش پنهنجيءَ اِستريءَ اَسڪنيءَ مان
هڪ هزار پٽ پيا پيدا ڪيا. انهن جو نالو ’شبلا شو گڻ هو‘ ۽ نارد جي صلاح
موجب هلڻ ڪري انهن جي به اها حالت ٿي جا سندن اڳين پنجن هزارن ڀائرن جي
ٿي هئي. اهي به اڄ تائين وري موٽي نه آيا. هي برهمڻ! ان ڪري ڀائرن کي
ڳولهڻ لاءِ جڏهن سندن پيو ڀاءُ وڃي ٿو ته اهو به گم ٿي وڃي ٿو. ان ڪري ڀائرن

جي ڳولها لاءِ پالڻ ڪئي ۽ موڪلڻ گهرجي پر ٻئي ڪنهن کي موڪلڻ گهرجي.

دڪش پرجاپتيءَ کي نارد تي ڏاڍو غصو آيو ۽ ان کي سراپ ڏنائين.

هي مٿي بيان ڪيو اٿئون آهي ته ورڻ پوءِ اُن دڪش پرجاپتيءَ پنهنجيءَ استريءَ اسڪنيءَ مان سٺ ڌيئرون پيدا ڪيون. انهن مان هن ڏهه ڌرم کي، تيرهن ڪشيپ کي ۽ ستاويهه سوم (چندرما) کي ۽ چار ارشٽ نيميءَ کي ڏنيون چڙهايون. اهڙيءَ طرح هن ٻه ڀوءُ پتر کي، ٻه انگرا کي، ٻه ڪرشا شوَ کي ڪنيا دان ڪري ڏنيون. اهڙي طرح هن جي سٺ ڌيئرن شادي ڪئي. ڌرم جي زالن ۽ اولادن مشهور آهي. ڌرم جي استرين مان ڪيترا ديوتائون پيدا ٿيا. جن ۾ اٺ وسو ۽ ليکيا وڃن ٿا. ان کان سواءِ اولاديءَ مان هن پرٿويءَ تي رهندڙ ساهوارا پيدا ٿيا. اٺ وسن مان ڌروُ، سوم ڌرم، انل، (وايو - هوا)، انل (باهه)، پرتو (صبح) ۽ پرڀاس (روشني). وغيره اولاد پيدا ٿيا. وسوءَ جي معنيٰ آهي - ”تيج“ يا ”ڌن“.

سوم جي پٽ جو نالو هو ”ورچا“ — ورچا جي معنيٰ به آهي تيجسوي - يعني روشني وارو.

اگني جي پٽ جو نالو ڪمار هو. اهو هڪ قسم جي گاهه جي ڪاني مان (شرستمب مان) پيدا ٿيو.

ڪرتڪائن جي پٽ جو نالو ڪارتڪيه هو.

اٺين وسوءَ جي زال جو نالو هو ”ورواستري جا برهسپتيءَ (وسشت) جي ڀيڻ هئي.

ان سچيءَ پرڀاس جي پٽ ٻالڪرا ڪئي. لوڪ ڪلياڻ جي پاورتا سان هن پد بالرا (بيدل پرڀاسءَ جو سير) ڪئي اُن مان وشوڪرما جو جنم ٿيو. وشوڪرما ديوتائن جو ڪاريگر (An Artisen Mechanic) هو. هُو ڪيترين ڪلائن جاڻندڙ هو ۽ وڏو ڪاريگر هو ۽ هن ڪيترا زيور (گهڻا) ٺاهيا. ان کان سواءِ هن ديوتائن لاءِ سڀ ومان (هوائي جهاز) ٺاهيا. ڪاريگريءَ جون شيون جي دليا ۾ جدا جدا وقتن تي ٺهيون يا هن کان پوءِ ٺهيون انهن جو آڌي ڪرتا يعني ٺهرائيندڙ ڪاريگر اهو وشوڪرما هو. وشوڪرما کي چار پٽ ڄاوا - انهن مان هڪ جو نالو اڄيڪپات هو. ان مان ١١ رُدر پيدا ٿيا. اهي شنڪر جا جدا جدا روپ ڄاڻيا وڃن ٿا.

تمام آڳاٽي چاڪش نالي منونتر ۾ ڪيئي بارنهن ديوتائون پيدا ٿيل هئا. ويسو سوت نالي منونتر جو زمانو آيو تنهن اهي پاڻ ۾ مليا ۽ اڌتي جي گرڀ مان جنم وٺڻ جي ٺاهي. اهي ... اڌتيءَ مان پيدا ٿيا. مطلب ته ڪشيپ رشيءَ جي زال هئي. اڌتي دڪش پرجاپتيءَ جي ڌيءَ ... وارا هئا. انهن مان ڪيئي ديوتائون پيدا ٿيا. ڪشيپ رشيءَ جي گهر ۾ انهن ...

ڇهن ڄڻن :- وشڻو، اندر، آريما ڌاتا، توشٽا، پوشا، وِوسوان، سوتا، ميتر، ورڻ، انش ۽ ڀڳ
انهن ٻارهن کي ٻارهن آدتيه (سج) ڪري ڇيو آهي.

سوم جون زالون (چندر لوڪ جي موکيه ديوتا جون زالون) ۲۷ آهن - اهي لکشتر
آهن اهي نکشترن جي نالن سان مشهور آهن. انهن چنڊ جي زالن مان ڪيترا پرتيها
شالي (عقل وارا - دماغي) پٽ پيدا ٿيا. بهوپتر جي زال بجلي (Lightning)
يعني وديت ڇٽي وجهي ٿي. ان وديت (بجليءَ) جا چار قسم آهن. ڪپلا (پوري رنگ
جي بجلي جا هوا آڻي ٿي) اٽي-لوهتا (تمام ڳاڙهي اُس والگر)، پيتا (پيلي رنگ جي
بجلي) - هيءَ برسات آڻيندي آهي. ۽ چوٿين استا (ڪاري رنگ جي) هيءَ بجلي
ڏڪار جي سوچنا (خبر) ڏيندي آهي انگرا رشيءَ مان وري اهي برهم-رشي پيدا ٿيا
جي ويدن جي منترن (رچنائون) جا ديوتائون چيا وڃن ٿا.

هڪ هزار ڄڳن ڪان پوءِ اهي وري به پيدا پيا ٿيندا. هي پٽ مئتريه! ڪل ۳۳
ويدڪ ڪال جا ديوتائون آهن ويدن ۾ انهن جو ورڻن اچي ٿو. اهي پنهنجي مرضيءَ
موجب جنم وٺندا آهن. اهي ويدڪ ديوتائون آهن:- اٺ وسوءَ، ٻارهن رُدر، ٻارهن
آدتيه (سج)، پرجاپتي ۽ وشٽڪار -

هي مئتريه! جيئن سج اڀرندو آهي ۽ وري لهندو به آهي تئن اهي ونڊڪ (ويدن
جي زماني جا) ديوتائون به جڳه جڳه ۾ پيدا ٿيندا رهن ٿا.

اسان ٻڌو آهي ته ڪشيپ رشيءَ مان سندس زال دتيءَ کي هرڻيه ڪشيپو ۽
هرڻياکيه نالي ٻه پٽ پيدا ٿيا هئا. ان کي هڪ ڌيءَ به ڄائي جنهنجو نالو سنهڪا هو.
ان جي شادي وپرچتي سان ٿي. هرڻيه ڪشيپو کي چار پٽ ڄاوا - جن دئتيه ڪل
کي وڌايو. انهن مان پرهلاد پرسد آهي. پرهلاد وشڻو ڀڳوان جو سچو ڀڳت هو. ان جي
ڀڪتيءَ (ڀڳتيءَ) جو ورڻن ڪيترن پرائن ۾ ڏنل آهي. اهو ستيه ٿي هليو. ستيه ميوَ
جيتي (سچ جي هميشه جيت ٿيندي آهي) جو هو مثال هو. هن کي سندس پيءُ
مارڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر واکي رام ته ماري ڪوني يعني پڻس جون سڀ
ڪوششون ناڪامياب ونيون باهه جي چين (لپٽن) ۾ هو ويڙهجي ويو - هن جي سڄي
بدن کي باهه وڪوڙي ويئي - پر هن کي جلائي نه سگهي، ڇاڪاڻ ته وشڻو ڀڳوان
هن جي هردي ۾ موجود هو. هنکي رسين ۾ ٻڌي پوءِ سمنڊ ۾ ڦٽو ڪيو ويو.
سمنڊ جي ڇولين ۾ هو لڙهڻ لڳو - پر اُن وقت سڄي ڌرتي ڏڪڻ لڳي - پر ان مان
به هو بچي نڪتو. ڪيترن هٿيارن سان پڻس کيس مارڻ جي ڪوشش ڪئي- پر
جبل والگر اڏول رهيو. هٿيار به کيس ڪجهه ڪري نه سگهيا. زهريلا نانگ به هن کي
پنهنجي زهريلي ڏنگ هڻڻ سان به ماري نه سگهيا - هن رام نام جو ڪوچ (زره) پاتو

هو. ان ڪري هن کي ٻڌن سان مارڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي ۽ ٻڌن جا ڏڪ نہ هو سهي وڃي. ڪبس وڏن جبلن تان مٿان هيٺ اُڇلايو ويو ۽ ڀرلويءَ مالا. ڊاويءَ جو روپ ڌارڻ ڪري هنکي پنهنجي گود ۾ جهٽي ورائو سندس مارڻ لاءِ مقرر ڪيل مست هاٿي ۽ جڏهن هن جي ڇاتيءَ ۾ پنهنجا ڏند ڄيائڻ لڳا تہ هنن جا ڏند ڀڄي پيا ساياوي (جادوگر) شمبراسر هزارين جادو ٽونا هن تي هلايا ۽ ڀڳوان جي ڀڳت تي انهن جو اثر بلڪل ذرو بہ اثر نہ ٿيو. ڪاڏي ۾ هن کي زهر کارايو ويو ۽ زهر امرت ٿي پيو.

ستياگرهي (سچ تي هلندڙ) ۽ رام جي ڀڳت پرهلاد کي سندس پٽس جي حيواني طاقت دٻائي نہ سگهي. پرهلاد جو عقيدو هو تہ وشڻو ڀڳوان هرهند موجود آهي. پٽس هرڻيہ ڪشپو (هرڻاڪس) جو ايمان هو تہ ”مان وشڻو ڀڳوان آهيان“.

پرهلاد کي هن دنيا ۾ سڀئي جيئن لاءِ سمان ٻاوٺا هئي، هن ۾ ڪو بہ ڀيد ڀاو نہ هو. سڀئي ماڻو جانيءَ لاءِ هن کي برابر هو، ۽ نہ رڳو انسانن جيءَ جنتر لاءِ بہ هن کي پيار هو. هوءَ ڌرماتما، مهاپرش هو ۽ همسهہ سچ تي قائم رهندڙ هو. پرهلاد هڪ وڏو سنت پرش هو.

اِتي شري وشڻو پراڻي پرلمي انس - پسچہ دشو اڌياءُ
پندرهون اڌياءُ سماپت ٿيو.



## سورهون اڌياءُ

### نرسنگهہ - اوتار جي باري ۾ سوال پڇڻ؟

شري مئتريہ چيو:- ”هي پراشر رشي! توهان مهاتما مدوءَ جي پٽن جو بيان ڪيو توهان آهو ۽ ٻڌايو تہ هن جڳت جي اُتپتي جا آدي - ڪارڻ ڀڳوان وشڻو آهي. هي پراشرجي! اوهان مهاتما پرهلاد بابت ٻڌايو تہ هنکي نہ باهہ ساڙي سگهي، نہ هوا لوڏائي سگهي، نہ پاڻي ٻوڙي سگهيو. توهان ٻڌايو تہ اهو هنڪري جو هوءَ وشڻو جو وڏو ڀڳت هو ۽ سچ تي قائم هو. پرهلاد جي چرتر ٻڌڻ جي ... مون کي ڏاڍي اڇا ... مون کي هڪ شنڪا هي آهي تہ ... هوڙي مهاتما کي دئتن ڇوٺي ... هنکي جا جي ڪري مارڻ ٿي چاهيائون؟

هي وڏي ڀاڳ وارا! مان پرهلاد بابت ڪجهه وڌيڪ ٻڌڻ چاهيان ٿو. جيڪڏهن دئيت اُن کي ماري نه سگهيا ته ان ۾ عجب نه ٿو لڳي، ڇاڪاڻ ته جنهنجو من ڀڳوان ۾ ائو لين رهي ٿو. جو ڀڳوان جو سچو ڀڳت آهي. اُن کي ڀلا ڪير ماري سگهي ٿو. پر عجب اِن ڳالهه تي اثر ته دئيتن جي ڪل ۾ هھڙو مهاتما پيدا ٿيو. اِن لاءِ ته دئيتن کي فخر هئڻ کپندو هو. هھڙي مهاتما سان ته ڪنهن کي به دشمني رکڻ نه کپندي هئي دئيتن هن سان دشمني رکي ۽ ان کي مارڻ لاءِ ڪوشش ڪئي - ائين ڇو ٿيو ؟

مهرباني ڪري اهو سمپورڻ ورتانت چڱيءَ طرح مونکي ٻڌايو. ان ورتانت ٻڌڻ جي مونکي ڏاڍي اڇا آهي.

اتي شري وشڻو پراڻ پرٿمي آنشي شوڙ شواڌيايہ

سورهون ادياءُ سماپت



## سترهون ادياءُ

## هرڻيہ ڪشپوءَ جي دگ وجيہ (سڄيءَ پرٿويءَ کي جيتڻ) ۽ پرهلاد جو چرتر.

شري پراشر جيءَ چيو:- هي مئتريہ! توهان تمام ڌيان سان مهاتما پرهلاد جو چرتر (حياتيءَ جو احوال) ٻڌ.

تمام گهڻو آڳاٽي زماني ۾ دتيءَ جي پٽ هرڻيہ ڪشپوءَ برهما کان هڪ ور حاصل ڪيو. ان ور ملڻ تي هو ڏاڍو مغرور ٿي ويو ۽ ٽنهي لوڪن کي هن پنهنجي وس ڪري ڇڏيو. هن سورگ لوڪ تي وڃي قبضو ڪيو ويچارا ديوتائون سورگ کي ڇڏي ڀڄي ويا. ديوتائون منش شرير ڌارڻ ڪري، هن پرٿويءَ تي هليا آيا. اهڙيءَ طرح هو نه رڳو هن پرٿويءَ تي پر سرڳ تي به راڄ ڪرڻ لڳو.

هو شراب پي نشي ۾ پاگل ٿي رهندو هو ۽ سڀ ديوتائون به هن جي اپاسنا (پوڄا) ڪندا هئا. هو وڏي سهڻي شاندار محلات ۾ رهندو هو جتي هميشهه آپسرائون ڀيون ڏرليہ ڪنديون هيون. هنکي هڪ پٽ هو جنهنجو نالو پرهلاد هو. هو گروءَ وٽ وڃي وديا سکڻ لڳو، جئين ٻار ڪتاب مان پاٺ پڙهندا آهن تئين هن به گروءَ وٽ پاٺ پڙهيا. هڪ ڀيري پرهلاد گروءَ سان گڏجي پنهنجي پيءُ وٽ ويو. اُن وقت هو شراب جي نشي ۾ هو. پرهلاد پنهنجي پيءُ جي چرڻن ۾ جهڪي پرڻام ڪيو. ان کي اٿاري

هن جي جيئڻ مان ڪو به فائدو ڪو نه آهي. هيءَ اسانجي ڪل تي ڪلنڪ جو ٽڪو آهي. دئتن جي راجا جي اها آگيا ٻڌي سوين- هزارين دئت وڏا وڏا هٿيار کڻي هن کي مارڻ لاءِ تيار ٿيا.

شري پراشرجيءَ چيو ته ”هزارن دئتن گڏجي اُن نازڪ راجڪمار- تي خوفناڪ حملو ڪيو. پر ان جو وار به ونگو نه ٿيو، ڇاڪاڻ ته ڀڳوان وشڻو ان کي بچائي رهيو هو. هرڻيه ڪشپو وري پنهنجي پٽ پرهلاد کي موقعو ڏنو ته هو خيال ڪري ۽ آڻ مڃي ۽ ڀڳوان جو نالو وٺڻ ڇڏي ڪيس ٿي ڀڳوان ڪري ليکي.

پر پرهلاد نر ڀئه (بي ڊپو) رهيو ۽ چوڻ لڳو ته جنهن ڀڳوان جي سمرڻ ڪرڻ سان جنم جرا (ٻڍاپي) ۽ مرتيو (موت) وغيره جا سڀ ڊپ دور ٿي وڃن ٿا ۽ اهو ڀڳوان منهنجي هردي ۾ وياپت آهي ۽ هو هميشه مون سان گڏ آهي - پوءِ مون کي ڊپ ڇا جو؟

هرڻيه ڪشپو بي رحميءَ سان هنکي مارائڻ جون ڪوششون ڪيون - هن کي زهريلن نانگن کان ڏنگايو ويو پر هنن جي زبردست زهر جو ان تي ڪو به اثر ڪو نه ٿيو - اُن کان پوءِ اُن ظالم دئتيه ان ڀڳت پرهلاد کي مست هاٿين کان لتاڙايو - پربت جهڙن هاٿين ان ٻار کي زمين تي ڪيرائي ڏندن سان خوب مار ڏني ۽ لتن سان خوب چيڀاٽيو پر ان ٻار تي ڪجهه به هاٿين جي ڏندن ۽ لتن جو اثر نه ٿيو. اٽلندو هاٿين جا ڏند پري ٽڪرا ٿي ويا.

دئتن جي راجا غصي ۾ اچي ان پنهنجي پٽ پرهلاد کي آگ جي وڏي پنيت ۾ اُڇلايو - پر باهه به چندن وانگر ٿڌي ٿي وئي - پرهلاد مشڪندو رهيو - راجا پرو هتن (پروهتن) راجا کي سمجهايو ته ان ۾ پرهلاد جو ڪو به ڏوهه ڪونهي اهو ڏوهه ديوتائن جو آهي. اسين ان ٻار کي اهڙي ته سکيا ڏينداسون جو هو پاڻيهي لماڻو ٿي اوهانجي پيرن تي ڪرندو ۽ آڻ مڃيندو.

دئتن جي راجا اها ڳالهه پروهتن جي مڃي. ۽ ڪين چيائين ته ڀلي اوهين پرهلاد کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪريو. هڪ دفعو پرهلاد دئتن جي ٻارن کي سڏايو گروڪل جا سيئي وديارٿي اچي هڪ هنڌ ڪٺا ٿيا انهن جي اڳيان پرهلاد هڪ سندر ڀاشڻ ڏنو. ان ڀاشڻ ۾ سيني کي پرماتما بابت ٻڌايو ويو. ۽ پرماتما جي زبردست شڪتيءَ جو به ورڻن ڪيو ويو. ويدن ۽ شاسترن مان ڪيترا سندر مثال ۽ ڪهاڻيون ٻڌائي پرماتما جو هرهنڌ حاضر هجڻ ثابت ڪيو ويو - ڪين چڱي طرح ذهن نشين ڪرايو ويو. ته هيءَ سنسار ناشونت آهي. هيءَ شرير پڻ هڪ ڏينهن ناس ٿي ويندو. ان ڪري جيون (زندگيءَ) جي سڦلتا ان ۾ آهي ته هن سنسار

آهي. پرهلاد کين اٿين به چيو ته اوهين مون کان وڏا آهيو مان ته اوهان جو ٻه ٻالڪ آهيان ٻر جڏهن - ستيہ ۽ نياءَ جو پوشڻ اڳيان اچي ٿو. تڏهن اسانکي ان تي قائم رهڻ کپي. پروهتن ڏٺو ته پرهلاد سان وڌيڪ بحث مباحثہ ڪرڻ مان ڪو به ڪڙ تيل نه نڪرندو - ان ڪري لاچار ٿي انهن ڪرتيا اُتپن ڪرڻ جو پڪو خيال ڪيو.

شري پراشر جيءَ چيو ته :- جلدئي پروهتن (برهمڻن) ڪرتيا پيدا ڪئي. ان جو بدن باهہ وانگر ٻري رهيو هو ۽ ان جي شڪل خوفناڪ هئي. پيدا ٿيندي ئي پنهنجي پيرن جي ڌڪن سان زمين کي ڌوڏي ڇڏيو - پڪدم ان ڪروڌ وچان پرهلاد جي ڇاتيءَ ۾ ترشول جو ڌڪ هنيو - پرهلاد کي لڳندي ئي اهو ٻرندڙ ترشول ڀڄي پيو ۽ هيٺ زمين تي ڪري پيو ۽ ڪرڻ ڪري هن جا سون ٽڪرا ٿي ويا. سچ آهي ته جنهن جي هردي ۾ شري هري ڀڳوان براجمان آهي ان هردي ۾ ڌڪ لڳڻ سان وڄر (اندر جو هٿيار) به ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃي ٿو. پوءِ هن ترشول جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي.

پاپي پروهتن بيگناهہ ٻالڪ تي ڪرتيا جو پريوڳ ڪيو نتيجو اهو نڪتو جو ٻالڪ پرهلاد جو ته وار ونگو به نه ٿيو. اُلٽندو اهي برهمڻ (پروهت) باهہ ۾ جلڻ لڳا ۽ ڪرتيا جو به خاتمو ٿي ويو - جڏهن پرهلاد ڏٺو ته پروهت برهمڻ تا باهہ ۾ جلي پڙن - ان ڪري پرهلاد ڀڳوان کي پرارٿنا ڪئي ته انهن برهمڻن جي رکشا ڪري. پرهلاد هـر هنڌ جتي ڪٿي ڀڳوان کي ئي ڏٺو. دشمن ۾ به هن ڀڳوان کي وياپڪ ڏٺو. جيڪي راڪشس ان کي مارڻ لاءِ تيار ٿي آيا هئا. جن هن کي زهر ڏنو هو، جن هن کي باهہ ۾ جلايو هو جن هن کي هاٿين کان چيپاٽارايو هو، جن هن کي نانگن کان ڏنگايو هو انهن هن ۾ ڀڳوان کي وياپڪ ڏٺو - ڪنهن کي پرهلاد دشمن جي نظر سان نہ ڏٺو. سيني ۾ هن منترن جي ڀاونا رکي. ان ڪري هن جي پرارٿنا ۾ ڏاڍو ٻل هو - ان جي ستيہ جي پرڀاوَ سان سڀ برهمڻ جيئرا ٿي اٿيا.

ان وقت برهمڻن جُون آکيون ٻٽيون. انهن پرهلاد کي چيو :- ”پٽ تون ڏاڍو ستو آهين. شل تنهنجي وڏي عمر ٿئي ۽ سدائين سکي رهين“. پوءِ هو دئتن جي راجا هرڻيہ ڪشپوءَ وٽ ويا ۽ کيس سموري احوال کان واقف ڪيائون.

انِي شري وشڻو پراڻ پرٿمي آنشي اشٽادشو اڌياءِ

ارڙهون اڌياءُ سماپت ٿيو.



ڪي ليست نابود ڪري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح هن هرڻيہ ڪشيوءَ ان پرهلاد کي ناس ڪرڻ جا ٻيا بہ ترڪيا ڳولي ڪڍيا - جنهن تہ هن زبردست طوفان پيدا ڪيو تہ پرهلاد کي اڏائي ڇڏي - پر وايو ديوتا بہ ڪجهہ نہ ڪري سگهيو.
ان کان پوءِ پرهلاد پنهنجي گروءَ جي گهر هليو ويو. گروءَ هن کي ان وقت راجيہ-نيتي سيکارڻ لڳو. ان وديا جو رچيندڙ شڪراچاريہ آهي. جڏهن پرهلاد پنهنجي گـروءَ وٽان سڀ وديائون پڙهي هوشيار ٿيو - تڏهن هن سندس پتا هرڻيہ ڪشيوءَ کي ٻڌايو تہ سندس پٽ پرهلاد گروڪل جي وديا سماپت ڪئي آهي ۽ هو هاڻي هوشيار ٿي ويو آهي.
هرڻيہ - ڪشيوءَ پرهلاد جي پريکشا وٺڻ جي خيال کان راجيہ نيتي (راج نيتيءَ) بابت ڪي سوال پڇيا - تڏهن پرهلاد جواب ڏنس تہ جيتوڻيڪ اهي سڀ وشيہ هن پڙهي پورا ڪيا آهن ۽ چڱيءَ طرح سمجهيا آهن پر جيڪي بہ ڪن وشين بـابت هو سگهيو آهي - انهن جي خيالن سان هو شامل راءِ نہ آهي.
پرهلاد پيءُ کي صاف چيو تہ اهي ليتيون برابر نہ آهن. توهان پڇيو تہ دشمن سان ڪهڙي نيتي قائم آڻجي؟ سام - دان - دنڊ - ۽ ڀيد - اهي سڀ اُپـاءَ مترن جي فائدي لاءِ ٻڌايل آهن. منهنجي لاءِ تہ ڪو بہ دشمن ڪو نہ آهي - سڀ منهنجا متر آهن. منهنجي خيال ۾ اسانکي ڀيد ڀاءُ ڇڏي پراڻي ماتر کي هڪ جهڙو سمجهڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ سڀني ۾ وشڻو ڀڳوان وياپت رهي ٿو. هيءُ سنسار اُوديا کان پيدا ٿيل آهي. اگيان جي ڪري اُوديا ۽ وديا جي ٻڌي پيدا ٿئي ٿي - پار ڪڙڪبيتي کي باهہ سمجهندو آهي. ڪرم سو اهو جو ٻڌن جو ڪارڻ نہ ٻڻجي - وديا بہ اُها سچي جا مڪتيءَ جو ساڌن هجي - يعني جنهن مان مڪتي (موڪش) ملي اُهـائي سچي وديا آهي.
راجيہ حاصل ڪرڻ جي شڪتي ڪنهن کي ڪو نہ آهي ۽ ڌن حاصل ڪرڻ جي اَيلاڪا (مرضي) ڪنهنکي ڪو نہ آهي. پر اهي ملن الهن کي ٿا جنکي ملڻ وارا آهن. ان ڪري ڀاڳ ۾ جنهن کي جيڪي لکيل هجي ٿو اُن کي ملي ٿو. مورکہ راجائون بہ راج ڪن ٿا ۽ پنڊت ويچارا بيڪاري ۾ پيا پڙڪن. ڪرمـن جي گت نياري آهي. ان ڪري تاڪيرج هيءُ آهي تہ چڱـا ڪم ڪرڻ گهرجن. جيڪڏهن ڪنهن کي ڌن پدارٿ جي اِڇا هجي تہ ان کي پڇہ جا ڪم ڪرڻ گهرجن پر جيڪڏهن موڪش جي اِڇا هجي تہ برهم جو چنتن ڪرڻ گهرجي - برهم کي ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. سڀ ۾ ڀڳوان وشڻو رهي ٿو. ان ڪري سمتو لاڀ جو پرپتن ڪرڻ گهرجي. هي جيڪي بہ روپ اسين ڏسون ٿا. اهي هڪ اننت جا روپ آهن. جڏهن پرماتما

جي شرط ولڳي ٿي ته ضرور ڀڳوان ٻرسن ٿئي ٿو ۽ ان جي ٻرسن ڪرڻ سان سڀ
ڪلبش ۽ ڏک ڪيڻ ٿي وڃن ٿا.

پرهلاد جا اهي لفظ ٻڌي هرڻيه ڪشيپ غصي ۾ ٻرجي پرهلاد جي ڇاتيءَ ۾
لت هڻين. پوءِ پرهلاد کي ناگ پاش سان (نانگن سان) ٻڌي سمنڊ ۾ اڇلايو ويو.
مٿس پربتن ۽ جبلن ۽ ٽڪرين جا پٿر اڇلايا ويا - هزارين ڀاڄين جو بار وڌو ويو ان
وقت پرهلاد ڀڳوان کي پرارٿنا ڪئي "هي ڪمل لوچن اوهان کي نمسڪار آهي!
اوهين برهما جي روپ ۾ هن وشو جي رچنا ڪريو ٿا، پوءِ وشڻو روپ ۾ هن وشو
جي پالنا ڪريو ٿا ۽ رڌر روپ (شو جي روپ ۾) هن جڳت جو (پرلي - وناش)
ڪريو ٿا - اهڙي ترمورتي ڌاري اوهان کي نمسڪار آهي. هي ڀڳوان اوهين سڀ
ڪجهه آهيو، وديا آوديا، ستيه اَستيه، وش امرت، ويد ۾ ٻڌايل ڪمل پرورتي مارگ
يعني ڪرم ڪرڻ ۽ سنسار کان پري رهڻ به اوهين ئي آهيو.

هي ڀڳوان! يوگي جن اوهان جو ڌيان ڪندا آهن ۽ ڀڳت به اوهان جو پوڄن
ڪندا آهن هيءُ سڄو برهمانڊ اوهان جو استول روپ آهي - پرڪرتي برهمانڊ جي
ڀيٽ ۾ سوڪشم آهي. - پرڪرتيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ جيڪو پرڪرتيءَ جي ڀيٽ ۾ سوڪشم آهن،
۽ هرهڪ پراڻيءَ ۾ جيڪا آتما آهي، اها انهن ساهوارن جيون جي ڀيٽ ۾ سوڪشم
آهي. ۽ اوهان سوڪشم ۾ به سوڪشم آهيو. اوهانکي نمسڪار آهي. سڀئي جيون ۾
اوهانجي پراشڪتي ڪم ڪري رهي آهي. پراشڪتي واڻي ۽ من کان به پري آهي.
ان پراشڪتيءَ جي مان وانداڻا ڪريان ٿو. مان ان ڀڳوان واسديو کي نمسڪار ڪريان
ٿو جنهن کان الڳ ڪا به وستو ڪونه آهي. ۽ هو خود سڀ کان الڳ ۽ پري آهي

پهاڙيءَ ۾ پرهلاد چيو:- "اوم نمو وشڻوي نمسئي پسا پڻ مدم جڳت،
[illegible] جگنام آڌيهه - [illegible] مي اويمهه، معنيٰ :- اونڪار سروپ
[illegible] ڀڳوان کي نمسڪار آهي جنهن ۾ هيءُ جڳت سمايل آهي. وشڻو ڀڳوان جڳت
[illegible] ڪارڻ آهي - [illegible]"

# ويهون اڌياءُ

## پرهلاد جي اَستوتي ۽ ڀڳوان جو پرگهٽ ٿيڻ

شري پراشرجيءَ چيو :- هي برهمڻ! پرهلاد اهڙيءَ طرح ڀڳوان جو ڌيان ڪندي هن جو چنتن ڪندي ڪندي پوريءَ طرح ان ۾ سمائجي ويو. پرهلاد ان جو روپ ٿي ويو. هُو پاڻ کي ڀلجي ويو. ۽ ان وقت هنکي شري وشڻوءَ ڀڳوان کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڏسڻ ۾ نه آيو، اهڙيءَ ڀاونا جي ڪري هن جا پاپ ناس ٿي ويا ۽ ان جي شڌ انتهڪرڻ ۾ گيان سروپ شري وشڻو ڀڳوان اچي براجمان ٿيو.

هي مئتريه! اهڙيءَ طرح يوگ - ٻل سان پرهلاد وشڻو ڀڳوان ۾ ليين ٿي ويو. پوءِ هن جا ناگ پاش (ناگن جي نوڙين والگر هئا - جن ۾ هُو ٻڌل هو) ٽٽي پيا. اُن وقت مهاساگر جوش ۾ اچي ويو. سڄي ڌرتي جبلن ۽ ٽڪرن سميت ڏڏڻ لڳي پرهلاد پربتن کي پري اُڇلي پاڻيءَ کان ٻاهر نڪري آيو. تڏهن آسمان ڏانهن نهاريائين ته هن جڳت کي وري ڏسي. هنکي معلوم ٿيو ته "مان پرهلاد آهيان" هي ڀڳوان اوهانکي نمسڪار آهي. هي واسديو ڀڳوان اوهانکي وار وار نمسڪار آهي استول روُپ به اوهين ته سوکشم به اوهين آهيو. اوهين ڀڳتن جي رکشا لاءِ اوتار ڌارڻ ڪريو ٿا. پر اوهين ساڪار به آهيو ته نراڪار به آهيو. پرشوتم ڀڳوان توهان کي نمسڪار آهي.

شري پراشرجيءَ چيو :- پرهلاد ڀڳوان کي سچي هردي سان استوتي ڪرڻ لڳو. اُن ۾ هڪ چتو ٿي اَستوتي ڪري رهيو هو. ان وقت ڀڳوان پرگهٽ ٿيو. ان کي پيتامبر پهريل هو. ڀڳوان کي ڏسي پرهلاد اٿي بيٺو. ۽ وار وار نمسڪار ڪري چوڻ لڳو وشڻو ڀڳوان ديوا ناٿ توهانکي نمسڪار آهي -

شري ڀڳوان چيو : "هي پرهلاد! مان تنهنجي پريم جي ڀڳتيءَ سان پرسن ٿيو آهيان ۽ جيڪا ور جي اِڇا هجيئي ته اهو گهر".

پرهلاد چيو: "هي ناٿ! ڪنهن به جوڻ ۾ مان هجان ته هي ڀڳوان! توهان ۾ منهنجي هميشه ڀڳتي ڀاءُ رهي اگياني پرش جئين وشين ۾ ڇهٽيل رهندا آهن، تئين مون کي ايترو اوهان لاءِ پريم پيدا ٿئي جو هميشه مان اوهان جو سمرڻ ڪندو رهان.

شري ڀڳوان چيو: هي پرهلاد تون منهنجو ڀڳت آهين مون ۾ تنهنجو سچو پيار آهي- پر اُن کان سواءِ توکي جڏهن به ور جي گهرج هجي اهو مون کان گهر -

پرهلاد چيو: هي پرڀوُ! توهان جي مون تي گهڻي ڪرپا آهي - مان اوهان جو ڏاڍو شڪرگذار آهيان مون کي خوشي آهي ته اوهان مون تي اِها ڪرپا ڪئي آهي ته

سدائين اوهان ۾ مشهدي ڀڳتي رهندي اچي. هي ٻڌايو! جنهن ماڻهوءَ جي اوهان ۾ اٽل ڀڳتي آهي اُن جي هٿ ۾ مڪتي آهي. دنيا جي ٽن پدارٿن ڌرم ارٿ ۽ ڪام سان اُن جو ڪهڙو واسطو؟

ڀڳوان چيو:- هي پرهلاد لوڪي نرواڻ پد (موڪش) پراپت ٿيندو.

هي مترييا! ڀڳوان نرسنگهه اوتار وأي. پرهلاد جي پيءُ هرڻاڪش کي مارڻو. نرسنگهه جي معنيٰ آهي ته اڌ بدن نر (ماڻهوءَ) جو ۽ اڌ سنهن شينهن جو. پنهنجي ڀڳت پرهلاد لاءِ ڀڳوان کي اهڙو عجيب اوتار وٺڻو پيو. ڇو ته هرڻاڪش کي وردان هو ته هن کي نه ماڻهو ماريندو نه جانور، نه اندر مرندو نه ٻاهر، نه رات جو مرندو نه ڏينهن جو، نه هٿيار سان مرندو. اِن ڪري ڀڳوان نرسنگهه اوتار ورتو سنڌيا جو اوتار ورتي جانٺ وٽ پنهنجي ننهن سان اُن جو پيٽ چيري ماريو ۽ ڀڳوان اُن جو پنهنجو وچن به رکيو ۽ ڀڳت کي به بچايو.

هرڻيه ڪشيوءَ (هرڻاڪس) جي مارجي وڃڻ کان پوءِ پرهلاد دئيتن جو راجا ٿيو. تمام گهڻو وقت اُن راڄ ڪيو هن کي پٽ پوٽا پيدا ٿيا. هن سنسار جا سک ماڻيا هن جو من هميشه ڀڳوان جي ڌيان ۾ مشغول رهندو هو. آخر ڀڳوان جو ڌيان ڪندي پاپ ۽ پن کان ڇٽي. هن نرواڻ پد پراپت ڪيو. جيڪو ماڻهو پرهلاد جي هن چرتر کي ٻڌي ٿو ته اُن جا پاپ ناس ٿي وڃن ٿا. اُن ۾ ڪو به شڪ ڪو نه آهي.

هي مترييا! پورڻماسي، اماس، اُنهن لت، گارس جي ڏينهن. هن ڪٿا جي پڙهڻ سان ماڻهوءَ کي گوڏان جو ڦل ملي ٿو. جهڙيءَ طرح ڀڳوان پرهلاد کي اَنڪ آپدائن کان بچايو اهڙيءَ طرح هُو هميشه اُن جي رکشا به ڪري ٿو جيڪو هي ڪٿا پريم سان پڙهي ٿو ۽ ٻڌي ٿو.

الي شري وشڻو پراڻ پرٿمي انشي ولشو اڌيايه
وپهون اڌياءَ سماپت



## ايڪيهون اڌياءُ

### ڪشيپ جي ٻن زالن جي ونش جو ورڻن ۽ مرد گڻن جي اُتپتيءَ جو ورڻن.

...جيءَ چيو: پرهلاد کي وڌو جن لالي ات پيدا ٿيو. وڏو جن سان

ٻليءَ جو جنم ٿيو- هي مها مني! ٻليءَ کي هڪ سو پٽ هئا - جن مان سڀني کان وڏو ٻاڻاسر هو. هرڻيا ڪش کي ڇهه پٽ چاوا سڀئي پهلوان هئا.

ڪشيپ کي هڪ ٻي به زال هئي، اُن جو نالو ڏاو هو. ان کي ١٦ پٽ ڄاوا جن مان پلوم، ورش پروا، سورياڻو ۽ پرچتيءَ پٽ به هئا. اِهي سڀئي ڏانوه جا پٽ مشهور آهن. سور ياڻو جي ڌيءَ جو نالو پربا هو. ورش پروا جي ڌيئرن جا نالا هئا:- شرمشٽا اپداني، ۽ هيشرا اِهي تمام سهڻيون ڇوڪريون هيون ۽ اهي تمام مشهور آهن. ويشوانر کي پلوما ۽ ڪالڪا نالي به ڌيئر هيون ۽ اِهي تمام مشهور آهن اِهي ٻئي ڇوڪريون ڪشيپ جون زالون ٿيون. انهن کي سٺ هزار پٽ پيدا ٿيا. راڪشسن (دانون) ۾ شريشٽ هئا. انهن سٺ هزار پٽن کي سڀ پلوما ڪالڪيه ڪري سڏيو وڃي ٿو. ان کان سواءِ وپرچتيءَ کي سنهڪا مان ڪيترائي پهلوان پٽ پيدا ٿيا پر اِهي ڏاڍا خوفناڪ هئا ۽ اِهي ظالم هئا. انهن ڏنوءَ جي ولش کي وڌايو. انهن مان واتاپي، نمچي انڊڪ، نرڪ وغيره مشهور هئا انهن مان وري سوين هزارين پٽ پوٽا ڄاوا.

دتين ۾ پرهلاد گياني ۽ مهاتما هو. اُن جي ڪل ۾ نڪات وچن جي نالي هڪ دتيه پيدا ٿيو- ڪشيپ جون تامراڪي، شڪي، شيني، ڀاسي، سگريوي، شچي، گرڌرڪا، وغيره مشهور ڇوڪريون هيون. شڪيءَ مان شڪ (طوطا)، الوڪ ۽ الوڪ جا دشمن ڪانو پيدا ٿيا. شينيءَ مان شين (سرون باز، ڀاسيءَ مان ڀاس ۽ گرڌرڪا مان گرڌرن (ڳجهن) جو جنم ٿيو. شچيءَ مان پاڻيءَ جا پکي پيدا ٿيا ۽ سگريوءَ مان اٺ گهوڙا ۽ گڏهن جي پيدائش ٿي. ونا جو گرڙ، ۽ ارڻ اِهي به پٽ مشهور آهن. انهن مان گرڙ جو سڀني پکين ۾ اتم آهي. سو نانگن کي کائيندو آهي.

هي برهمڻ! سرسا مان هزارين نانگ (سرپ) پيدا ٿيا. نانگن ۾ شيش نانگ واسڪي ۽ تکشڪ، شنک شويت، مها پدم، ڪمبل اشوتر، ايلاپتر، نانگ ڪرڪوٽڪ، ڌننجيه ۽ ٻيا به خوفناڪ نانگ مشهور آهن. سربي، مان ڳانيون ۽ مينهون وغيره پيدا ٿيون. اهڙيءَ طرح اِرا مان وڻ، وليون ۽ سڀني قسمن جا گاهه پيدا ٿيا. اهڙيءَ طرح يکيه - راڪشس اپسرائون، گندرو وغيره جي اُتپتي ٿي.

اِهي سڀ ڪشيپ جو اولاد آهن. اهڙيءَ طرح هيءَ سڄي سرشٽي ساهوارن سان پرجي ويئي، ڇاڪاڻ ته انهن مان وري سوين ۽ هزارين پٽ پوٽا پيدا ٿيا.

هي برهمڻ! هي سوارو چش منونتر جي سرشٽيءَ جو ورڻن ڇيو وڃي ٿو. ويو سوت منونتر جي شروعات ۾ وڏو وارڻ يگيه ٿيو. اُن يگيه ۾ برهما جي هٿان هولنا يگيه ڪندڙ هو. هاڻي مان ان جي پرجا (اولاد) جو بيان ڪريان ٿو. اڳي منونتر ۾

جيڪي سپت رشي (ست رشي) هئا اهي برهما جي مانس پٽر (من جي خيال ڪرڻ سان پيدا ٿيل) هئا. هن ڪلپ ۾ ورب برهما انهن کي پتا جي روپ ۾ مقرر ڪيو يعني انهن مان گنڌ رُو، نانگ، دئِت ۽ دانو پيدا ٿيا.

پٽن جي ناس ٿي وڃڻ ڪان پوءِ دتيءَ ڪشيپ کي ڏاڍو خوش ڪيو. ڪشيپ پنهنجيءَ استريءَ دتيءَ کي ور ڏنو ته توکي هڪ بلوان پٽ پيدا ٿيندو. جو اندر کي به ماري سگهندو. پر ان سان گڏ شرط اهو رکيائين ته تون گرڀ جي وقت ۾ پورا رهندينءَ ۽ هڪ سوورهيه، جيڪڏهن گرڀ کي ڌارڻ ڪندينءَ ته توکي بلوان پٽ پيدا ٿيندو.

دتي اميدوار ٿي. ديوراج اندر به سمجهيو ته هن مان جيڪو پٽ پيدا ٿيندو ته اهو اهڙو ته بلوان ٿيندو، جو مونکي به ماري سگهندو. پر اندر ڪوشش ڪئي ته گرڀ جي وقت ۾ دتيءَ کي پورا رهڻو آهي. ان ڪري اندر ان جي پورتا ۾ رخنو وجهڻ چاهيو. اندر ته انتظار ۾ ڪيو. ته اهڙو ڪو وقت اچي جو هن دتيءَ کان ڪا ڀل چڪ ٿئي. هڪ ڏينهن دتي پير ڌوئڻ کان سواءِ پنهنجي بستري تي وڃي ليٽي. ان وقت هن کي گهري ننڊ اچي وئي. ڏٺائين اندر پنهنجو هٿيار وڄر کڻي هن جي ڪک ۾ گهسي ويو ۽ ان گرڀ جا ست ٽڪرا ڪري ڇڏيا. وڄر جي زخمن ڪري اهو ٻار زور سان روئڻ لڳو. اندر گرڀ ۾ پيل ٻار کي چيو: ”روءِ نه“ پر جڏهن اهو اندر گرڀ ۾ پيل ٻار ستن ڀاڱن ۾ ورهائجي ويو پر مئو ڪو نه جيئرو ئي رهيو، اندر کي ڏاڍو غصو آيو. سو هن وري هڪ هڪ ٽڪري جا ٻيا ست ست ٽڪر ڪري ڇڏيا. اهي ٽڪرا مرت نالي ديوتائون ٿيا. مرت نالو انهن تي ان ڪري پيو جو اندر کين چيو: هو ”مارودي هه“ (روءِ نه) اهوئي سبب هو جو جمڻ کان پوءِ انهن جو نالوئي مرت پئجي ويو. اهي اوڻونجاهه (٤٩) مرد گڻ اندر جا مددگار ديوتائون ٿيا.

اِتي شري وشنو پراڻي پرٿمي انشي ايڪو نٿواڏيايه ايڪهون اڌيائ سماپت ٿيو.



## ٻاويهون اڌيائ

جي ورونيءَ ۽ جڳت جي وبوستا (بندوبست) جو ورڻن

شري پراشر چيو ”اي اڳئين وقت ۾ مهرشين جڏهن مهاراج پرٿوءَ کي راڄ گديءَ تي وهاريو هو، تڏهن برهماجيءَ به آهستي آهستي راجين جو ورهاڱو ڪيو. برهماجيءَ نکشترن گرهه، براهمڻ، وڻن، ۽ ٻوٽن وغيره، جو راجا چندرما کي مقرر ڪيو، اهڙيءَ طرح، وشروا جي پٽ ڪبير کي سڀني راجائن جو راجا مقرر ڪيو. ان ڪري ڪبير کي راجراج ڪري چيو آهي. پاڻيءَ جو ڪاتو ورڻ ديوتا کي سپرد ڪيو ويو سورج ۽ روشنيءَ جو ديوتا اگنيءَ کي، نساڻي جي ڪاتي (Finance) جو مالڪ دڪش پرجا پتي کي مقرر ڪيو، اندر کي مرد گڻن جو. پرهلاد کي دئتن ۽ دانون جو راجا مقرر ڪيو. پترن جي راڄ گديءَ تي ڌرم راڄ يم کي وهاريو ويو. سڀني هاٿين جو راجا ايراوت کي مقرر ڪيو ويو. گرڙ کي پکين جو راجا بڻايو ويو اندر کي ديوتائن جو، اُچيشروا کي گهوڙن جو، ۽ ٻيل کي ڳانءِ جو مالڪ مقرر ڪيو ويو. شينهن کي جهنگل جو راجا بڻايو ويو. هو سڀني جانورن جو راجا ڪري سڏيو ويو. نانگن جو مالڪ شيش ناگ ٿيو، جبلن جو راجا هماليه-پربت ٿيو. رشين منين جو وڏو ڪپل ديو مقرر ڪيو ويو، ۽ چنبن ۽ ڏاڙهن وارن جانورن جو راجا چيتي کي بڻايو ويو. پپر جو وڻ وري سڀني وڻن جو راجا ڪري ليکيو ويو. اهڙيءَ طرح برهماجيءَ جدا جدا قسمن جي مکيه مکيه شين جو ورهاڱو ڪري بندوبست ڪيو.

اهڙيءَ طرح جدا جدا راجن جو ورهاڱو ڪرڻ کان پوءِ برهما جي دڪپالن (طرفن جي مالڪ) جي اِستاپنا ڪئي. هن اُيرندي طرف ويراج پرجاپتيءَ جي پٽ سڌ نوا کي دڪ پال (دشائن جو مالڪ) جو پد ڏنو. مطلب ته اهو اُيرندي طرف جو دڪپال مقرر ٿيو. ڏکڻ دشا (طرف) ۾ ڪردم پرجاپتيءَ جي پٽ راجا شنکپد کي مقرر ڪيو، ڪڏهن به هار نه کائيندڙ رجس جي پٽ ڪيتمان کي هن الهندي طرف دڪپال جي گدي تي وهاريو، ۽ پرجنيه پرجاپتيءَ جي پٽ راجا هرنيه روما کي اُتر طرف مقرر ڪيو. اهي اڄ تائين سڄي پرٿويءَ جو جنهن ۾ ست ديپ (ست وڏا ٻيٽ) ۽ ڪيترا وڏا شهر آهن پالنا (سنڀال) ڪري رهيا آهن.

هي برهمڻ! اهي ۽ ٻيا به جيڪي سڀئي راجائون آهن- جي ماڻهون جي ڀلائي لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهن سي سڀ وشنو ڀڳوان جي ويڀوتيءَ جو روپ آهن. ماڻهن ۾ جيڪي پردان آهن ۽ وستن ۾ به جيڪي مکيه وستو آهن. انهن کي ويڀوتي ڪري چيو آهي. جيڪي به راجائون ٿيون ٿي گذريا آهن، يا هن کان پوءِ جيڪي ٿيندا اهي سڀ ڀڳوان وشنوءَ جو انش آهن.

هي پديمان رشي! هن سرشٽيءَ جي پالنا جي ڪاربه ۾ ڪوشش ڪندڙ شري وشنو ڀڳوان کان سواءِ ٻيو ڪنهن ۾ به پالنا ڪرڻ جي شڪتي نه آهي. هن جڳت

جي رچنا پالنا ۽ سنهار (خاتمو) ۽ اهولي سرو شڪتمان پرڀو ڪري رهيو آهي.
هن ڀڳوان وشنوءَ جا چار انش آهن. هڪڙي انش سان هو برهما جي روپ ۾ اچي
ٿو. ٻئي روپ سان وري، مريچي وغيره پرجاپتي ٿئي ٿو. هن جو ٽيون انش ڪال
آهي ۽ چوٿون انش هي سڀئي پراڻي (ساهوارا) آهن. هون ته حقيقت ۾ ڀڳوان
اڪار آهي، يعني ڪنهن ڪاٻه شڪل ڪو نه آهي. اهڙيءَ طرح رجوگڻ جي واڌاري
وقت جڏهن هن سرشٽيءَ جي رچنا (اُتپتي) ٿئي ٿي، تڏهن چئن روپن ۾ ڀڳوان موجود
ٿئي ٿو. وري پالنا ڪرڻ وقت ۾ چار روپ وشنو ڀڳوان جا آهن. وري پرليه جي
وقت ۾ ان جا چار انش آهن. جڏهن ستوگڻ وڌي وڃي ٿو. يعني ستوگڻ سان
جڳت جي پالنا ڪن ٿا. ان وقت هڪڙي انش سان وشنولي پالنا ڪري ٿو. ٻئي
انش ۾ منوءَ وغيره جي روپ ۾ اچي ٿو ٽئين انش سان ڪال ۽ چوٿين انش سان
هو سڀني جيون ۾ موجود رهي ٿو. اهڙيءَ طرح پرليه جي وقت تموگڻ جو آڌار
وٺي، هڪڙي انش سان ردر جي روپ ۾ ٻئي انش سان اگني جي روپ ۾
ٽئين ۾ ڪال جو روپ، چوٿين روپ ۾ اهو سڀني جيون ۾ رهي ٿو.

هي برهمڻ! وشنو منو وغيره ڪال ۽ سڀ ساهوارا - اهي سڀ وشنو ڀڳوان جون
وڀوتيون آهن. هڪڙيون وڀوتيون جڳت جي سرشٽيءَ (اُتپتيءَ) جو ڪارڻ آهن. ٻيون
چار وڀوتيون جڳت جي پالنا جو ڪارڻ ٿيڻ لئون ۽ وري ٽيون چار وڀوتيون
جيڙوڪ رنو، ڪال ۽ سڀ جيو اهي پرليه جو ڪارڻ آهن.

هي برهمڻ! سرشٽيءَ جي شروعات ۾ پرجاپتين برهما رچنا ڪري ٿو. اُو پوءِ مريچي
وغيره پرجاپتي ۽ لي ڪال پوءِ سڀ ساهوارا وقت ۽ ولس اولاد پيدا ڪن ٿا.
جنهن جنهن جيو ٿواولي جيڪا ۽ ڪيپ رچنا (پيدائش) ٿئي ٿي. - اُن جيو جي
اُتپتيءَ ۾ شري وشنو ڀڳوان جو شرير ئي ڪارڻ آهي. اُوري ۾ اُهن ڪٿي چڙهي ته
وشنو ڀڳوان ئي سڀني سنسار جو وچنٽرو پالنا ڪندڙ ۽ ناس ڪندڙ آهي. ۽ هڙ وري
موت سڀني جڳت جو روپ پڻ آهي.

شري مئتريه پڇيو ”هي مني! توهان ڀڳوان جي پرم پد پاپس پڌاوو ۾ اهو
ٻڌائي قسمن جو ڪيئن آهي؟ ڪرپا ڪري اهو مون کي سمجهايو.

شري پراشر پڇيوءَ سڀني ويچار ٿيئي جو - جيڪو ڪارڻ ليندو آهي. اهولي
ته جو سادَن روپ ۾ جو ويو آهي - ته لٿي ٿي جيئن پهچيءَ گهرڻ وسٽوءَ
جي ستي بُلي ئي ۽ ته ڪي ئي ئي اُت ڪي ساڌنا پڻ چئبو آهي. مڪتيءَ (موڪش)
ڪندڙ يوگين جو ڪم وغيره ساڌنا ڪيئي آهي ۽ تونوعر. برماتالي ساڌيه آهي.
جيڪا ساڌنا وڏي موڪش تو پڇيه ئي مني! جيڪو يوگيءَ جي مڪتيءَ

جو ڪارڻ آهي، اهو *”ساڌنالمبن گيان“ ٻي ڀاڱن ۾ ونڊيل آهي-

ڪليش، (دک) جي ٻنڌن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ يوڳ ابياسي يوڳيءَ جو ساڌيه برهم آهي. برهم جو گيان ’جاڻ ٿي‘ - آلمبن وگيان - جي نالي سان سڏبو آهي اهو ڀڳوان جو ٻيو ٻرم پد آهي. انهن ٻنهي ساڌيه - ساڌڻ جو ڀيد وارو (يعني ٻنهي ۾ ڀيد نه رکڻ) - جيڪو ادويت جو گيان آهي. ان کي ٽيون قسم ڪري ڇئبو آهي. اهڙيءَ طرح برهم گيان - هن جو چوٿون قسم آهي-

جڏهن آتم- سروپ جو انڀوءُ ٿيندو آهي. تڏهن مٿي بيان ڪيل ٽي ڀيد گم ٿي ويندا آهن. يوڳي فقط ڇوٿين ڀيد ۾ ئي لين ٿي ويندا آهن. هو سنسار جي واسنائن کان ڇٽي ويندا آهن. سنسار ۾ هو لوڪن کي رستو ڏيکارڻ لاءِ ڪرم ڪندا رهندا آهن پر تڏهن به انهن ڪرمن جي ٻساپ ۽ پڻيه جي ڦل کان ٻري رهندا آهن. يعني انهن کي ڪوبه پاپ نه لڳي ۽ نه پڻيه.

اهڙيءَ طرح اهو پد وشنوءَ جو پد آهي اهو پرم پد نرمل، نتيه، وياپڪ، اوناشي- وشنوءَ جي نالي سان پرم پد آهي.

جڏهن پڻيه پاپ ناس ٿي وڃن ٿا. ۽ ڪليشن کان نورتي ٿئي ٿي، تڏهن يوڳي بلڪل نرمل ٿي وڃي ٿو ۽ پاربرهم جو درشن ڪري ٿو ۽ ان جو ئي درشن ڪري انسان وري هو موٽي نٿو. ان برهم جا ٻه روپ آهن. هڪ ساڪار ٻيو نراڪار. ان کي (کير - اکير) ڪري ڇئبو آهي. (اکير) پاربرهم آهي ۽ (کير) هيءُ سڄو جڳت آهي.

جهڙيءَ طرح اگنيءَ جو پرڪاش ڦهلجي ويندو آهي - اهڙيءَ طرح هيءُ سڄو جڳت پاربرهم جي ئي شڪتي آهي. باهه جي دوري ۽ ويجهڙائي جي سبب هن جي روشنائي ۾ به گهٽائي ۽ ووڌائيءَ جو فرق ضرور رهي ٿو. - اهڙيءَ طرح هن برهم ۾ جي شڪتيءَ به گهٽائي ۽ وڌائيءَ جو فرق نظر اچي ٿو.

هي برهمڻ! برهما، وشنو مهيش - اهي ٽيئي برهم جون مکيه شڪتيون آهن. ان کان گهٽ شڪتي وارا ديوتائون آهن ۽ ان کان پوءِ گهٽ درجو دڪش پرجاپتيءَ جو آهي. ان کان پوءِ وري گهٽ درجو ماڻهن، پسن، پکين، جيتن جنتن وغيره جو. ان کان پوءِ تمام گهٽ وڻ، وليون وغيره آهن.

ان ڪري هي مني! پيدا ٿيڻ، لڪي وڃڻ، ننڊ ۾ نه اچڻ، جنم، ۽ مرتيو، هن جڳت ۾ ان تي آهن. ان هوندي به حقيقت ۾ هيءُ سمپورڻ جڳت، نتيه آهي اوناشي آهي.

سرو شڪتيمان وشنو ڀڳوان ئي برهم جو سروپ آهي ۽ ساڪار روپ آهي جنهنجو

* پراڻاڻيم وغيره ساڌن جي پوري ڄاڻ کي ساڌنالمبن گيان ڪري چيو ويو آهي-

ٻوڪي پرش ڏيان ڪندا آهن. جاڪاڻ تہ ڏيان ڪندڙ شڪل ۾ ئي لڳندو آهي.

شري، مئتريہ چيو، "ڀڳوان وشنو هن سنسار کي ذاتن جي روپ ۾ ۽ هٿيارن جي روپ ۾ ڪهڙيءَ طرح ڌارڻ ڪري ٿو. ڪرپا ڪري اهو ڳالهہ مون کي سمجهايو.

شري پراشر چيو:- "هي مني! هن جڳت جي نرمل آتما کي شري وشنو ڀڳوان ڪوستڀ مڻيءَ جي روپ ۾ ڌارڻ ڪري ٿو. شري اننت (اي انت) پرڌان شڪتيءَ کي شري وٿس روپ ۾ آڌار ڏنو آهي ۽ ٻڌي شري مادو جي گدا جي روپ ۾ موجود آهي. هن جيون جو ڪارڻ تامس اهنڪار آهي، ۽ اندرين جو ڪارڻ راجس اهنڪار آهي. انهن ٻنهي اهنڪارن کي ڀڳوان سنک ۽ شارنگ ڌنش جي روپ ۾ ڌارڻ ڪري ٿو.

هيءُ من ڏاڍو چنچل آهي - اُن جي رفتار هوا کان بہ وڌيڪ تيز آهي - اهو من ساتوڪ اهنڪار جو روپ آهي. اهو من همبشہ ڀڳوان جي ڪرڪملن (هٿن) ۾ سدرشن چڪر جي روپ ۾ موجود رهي ٿو. وشنو ڀڳوان واجينتي مالا پهريندو آهي. اُن مالا ۾ پنج چمڪندڙ مڻيون آهن. اهي هي آهن:- مڪتا (موتي) مالڪ، مرڪت، اندرنيل ۽ هيرا. پنج تنماترائون ۽ پنج ڀوت (پرٿوي، جل، تيج، وايو ۽ آڪاش). اهي سڀ گڏجي واجينتي مالا جي روپ ۾ وشنوءِ ڀڳوان جي گلي کي سينگاري رهيا آهن گيان اندريون ۽ ڪرم-اندريون ڏاش ٻاڻ جي روپ ۾ ڀڳوان جي ڪملن ۾ براجمان آهن:

ڀڳوان جيڪا تلوار هٿ ۾ کڻندو آهي، اها آهي ودياہ - گيان جو اَوِدياہ سان ڍڪيل آهي.

هي مئتريہ! اهڙيءَ طرح پرش، پرڌان، ٻڌي، اهنڪار، پنج ڀوت، من، اندريون وديا ۽ اوديا اهي سڀ شري وشنو ڀڳوان ۾ موجود آهن. شري هري اڪار (بنا ڪنهن شڪل جي) ٿي بہ مايا مہ روپ ۾ لوڪ ڪلياڻ لاءِ انهن سڀني کي هٿيارن ۽ زيورن جي روپ ۾ ڌارڻ ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح ڪمل لوچن پرميشور سوڪار، پرڌان سڃاڻ، پرش ۽ هن سڄي جڳت کي ڌارڻ ڪري ٿو.

مني! ستہ لوڪ آهن. انهن جا نالا آهن:- ڀورلوڪ، ڀور لوڪ ۽ سورلوڪ، ... مهہ، جن، تپ ۽ ستيہ لوڪ.

... لوڪ، سروويايڪ ڀڳوان ئي آهن. ڀڳوان هڪ آهي پر انيڪ روپن ...

رگ ويد، يجر ويد، سام ويد، اٿر ويد، مهاڀارت وغيره ...

... گيان)، ويدانت، ويدانگ، منو سمرتي وغيره سڀ ڌرم شاستر

... ڪاويہ، راڳ ۽ راڳڻيون، وغيره جو ڪجهہ بہ آهن اهي سڀ

سشبد روپ ڌارڻ ڪندڙ وشڻو ڀڳوان جو شرير آهن.

هن لوڪ ۾ جيڪي به ڪجهه ڏسڻ ۾ اچي ٿو، ۽ جيڪي به نه ٿو ڏسڻ ۾ اچي، اهو سڀ وشڻوءَ جو شرير آهي.

هي برهمڻ. اهڙيءَ طرح مون توکي هن پراڻ جي ڀورين انش جو ورڻن ڪيو. هن جو سروڻ ڪرڻ سان (ٻڌڻ سان) منش سڀني پاپن کان ڇٽي وڃي ٿو.

هي مئتريه! ٻارهن ورهين تائين ڪتيءَ جي مهني ۾ پشڪر کيتر ۾ اشنان ڪرڻ سان جيڪو ڦل ملي ٿو - اهو سڀ منش کي هن پراڻ جي فقط ٻڌڻ سان ملي ٿو.

هي مني! ديوتائن گندرو، رشي، پتر ۽ يڪش وغيره جي اتپتيءَ جو بيان ٻڌڻ سان ئي ويدن جي ٻڌڻ جهڙو ڦل ملي ٿو ۽ ويد ور ڏيندڙ ٿين ٿا.

اتي شري وشڻو پراڻ پرٿمي انشي دوا ونشو ادياءِ

ٻاويهون ادياءُ سماپت ٿيو.

شري وشڻو مهاپراڻ جو ڀورون انش سماپت



اوم نارايڻاءِ نمهه

## شري وشڻو پراڻ

## ٻيو انش

# پهريون ادياءُ

شري مئتريه جيءَ چيو:- پيارا گرو! هن جڳت جي پيدا ٿيڻ بابت اوهان تمام چڱي طرح روشني وڌي آهي. جڳت جي سرشٽيءَ جي باري ۾ اوهان ڀورين انش ۾ گهڻو ڪجهه ٻڌايو پر ان باري ۾ اڃان به هڪ ڳالهه وڌيڪ مان ٻڌڻ چاهيان ٿو. سوايمڀوءَ منوءَ کي ٻه پٽ پيدا ٿيا هئا - جن مان هڪ جو نالو هو پريه ورت ۽ ٻئي جو نالو هو اتانپاد. اتانپاد جي پٽ ڌروءَ جي باري ۾ ته اوهان اسانکي چڱيءَ طرح ٻڌايو، پر اوهان پريه - ورت جي اولاد بابت ته ڪجهه به نه چيو، سو ان جو بيان ٻڌڻ چاهيان ٿو. - اهو اوهين مهرباني ڪري، مون کي ٻڌايو. ان لاءِ مان اوهانجو شڪرگذار رهندس.

شري پراشر جيءَ چيو:- ”پريه ورت ڪردم رشيءَ جي ڌيءَ سان شادي ڪئي

هي مني! انهن ايڪهتر جڳن جي لنبي سمي کي ”واراهه ڪلپ جي نالي سان سڏيو
ويو ان واراهه ڪلپ ۾ سڀ کان پهريائين سوايمڀوءَ منوءَ جو ونش آهي، هن وقت
سڄيءَ دنيا ۾ جيڪي قومون رهن ٿيون، ياجيڪي به ماڻهون آهن اهي اُن منوءَ جو
اولاد آهن. ”ماڻهو لفظ“ به منوءَ مان لڪتو آهي جنهنکي سنسڪرت ۾ ”منشيہ“
ڪري چئبو آهي

پهريون اڌياءُ سماپت ٿيو



# ٻيو اڌياءُ

## ڀوگول (پرٿوي منڊل)

شري مئتريہ چيو:- ”هي برهمن! اوهان مونکي سوايمڀومنوءَ جي ونش جو ورڻن
ٻڌو. هاڻي مان اوهان کان سڄي پرٿوي - منڊل جو بيان ٻڌڻ چاهيان ٿو.
هي مني! هن پرٿويءَ تي جيترا به سمنڊ، وڏا ٻيٽ (دويپ) ۽ وڏا کنڊ (جئين
ڀمبا کنڊ ۽ يورپ کنڊ) وغيره، پربت، پهاڙ ندين، ۽ وڏا شهر آهن. ۽ انهن جي
جيتري پکيڙ آهي - انهن سڀني جو بيان ڪري ٻڌايو.
شري پراشرجيءَ چيو:- ”هي مئتريہ ٻڌ، مان انهن سڀني ڳالهين جو مختصر ورڻن
ڪريان ٿو ڇاڪاڻ ته وستار سان انهن جو ورڻن ڪجي ته سؤ ورهين ۾ سڀ جيڪر
پورو نه ٿئي.
هي برهمن! جمبو، پلڪس، شالمل، ڪوش، ڪرونچ، شاڪ، ۽ پشڪر اهي
ست ٻيٽ، (وڏا ديس) چئن طرفن کان کاري پاڻيءَ، ڪمند جي رس، شراب، گيهه
ڏهي، کير ۽ مٺي پاڻيءَ وارن ستن سمنڊن سان گهيريل آهن.
هي مئتريہ! جمبو ديپ انهن سڀني جي وچ ۾ آهي. ۽ ان جي به وچ واري
[illegible] ۾ سميرو [illegible] آهي جو سون والگر چمڪي رهيو آهي. هن پهاڙ جي اوچائي
[illegible] هزار [illegible] آهي ۽ هيٺ هيءَ ٢١ هزار يوجن زمين ۾ کتل آهي ۽ مٿئين
[illegible] هزار [illegible] آهي ۽ هيٺ تراٽي ۾ ان جي سڄي پکيڙ ٢١
[illegible] آهي. [illegible] هماليہ، هيمڪوٽ ۽ نشڌ ۽ اُتر ۾ نيل، شويت
[illegible] آهي، اهي پربت پرٿوي جي جدا جدا ملڪن جو وڀاڳ
[illegible] اهي ملڪ هڪ ٻئي کان الڳ آهن. انهن

پهاڙن مان ٻه پهاڙ نشڌ ۽ نيل هڪ لک يوجنن تائين ڦهليل آهن. باقي ٻيا پهاڙ ٨٠ هزار يوجنن تائين پکڙيل آهن. اهي سڀيئي ٻه هزار يوجن اوچا آهن ۽ ايترائي ورڪي ويڪرا آهن.

هي برهمڻ! ميرو پربت جي ڏکڻ طرف ڀرت يارت ورش آهي ۽ پوءِ ڪمپرش ۽ تيون هر ورش آهي. اتر طرف ڀرياتين رميڪ ان کان پوءِ هرڻمه، ۽ ان کان پوءِ اُتر ڪرورش آهي- جو ديپن جي پهاڙيءَ جي، حد وت هئڻ ڪري، هيءُ ڌاش ٻاڻ جي شڪل وانگر آهي. انهن مان هرهڪ جي پکيڙ نون نون هزار يوجن آهي ۽ انهن سڀني جي وچ ۾ الاورش ديش آهي. ان ۾ سونو سميرو پهاڙ بيٺل آهي. هيءُ الاورش ديش سميروءَ پهاڙ جي چئني طرف ٩ هزار يوجنن تائين ڦهليل آهي. هن جي چئني طرفن ۾ چار جبل آهن اهي چار پربت ڄڻ ته سميروءَ کي جهلي بيٺا آهن. انهن مان مندراچل جبل اڀرندي طرف، گنڌ مادن ڏکڻ ۾، وپل نالي پهاڙ الهندي طرف ۽ اتر ۾ اتس سپارشو نالي پهاڙ. اهي سڀ ڏهه ڏهه هزار يوجن اوچا آهن. انهن جبلن تي تمام وڏا ڪدمب، جمبو، پپر ۽ بڙ جا وڏا وڻ آهن. اهي ايڏا ته وڏا آهن جو ڄڻ ته انهن جبلن جا وڏا جهنڊا آهن.

هي مني! جمبو ديپ تي اهو نالو ان ڪري پيو. جو ان ۾ جمبو (جمونءَ) جا وڻ تمام گهڻا آهن. جمون ٿا ته اهي ڪارا جمون تمام وڏا آهن - جڏهن اهي ڦل جبل تي ڪرن ٿا ته ڦاٽي چوڏاري ڦهلجي وڃن ٿا.

مٿان ڪرڻ ڪري، ۽ پهاڙ سان لڳي ڦاٽڻ ڪري انهن مان ايترو ته رس نڪري ٿو جو اُها رس هڪ نديءَ جي روپ ۾ وهي هيٺ وڃي ٿي. اُها ندي به جمبوءَ نالي کان مشهور آهي. اُتي جا رهاڪو اِن نديءَ جو مٺو پاڻي پيئندا آهن. ان رس ۾ ڏاڍي طاقت آهي. جمون ٿا ته ان نديءَ جو رس، پيئڻ ڪري - هنن جو من نرمل ٿي وڃي ٿو ۽ نه انهن کي پگهر نڪري ٿو، نڪا انهن جي من ۾ بدبوءِ آهي، ۽ نه وري ڪو انهن کي ٻڍاپي جي تڪليف ٿئي ٿي. ان نديءَ جي ڪناري واري مٽي ان رس سان ملي، وري، نديءَ جي ٿڌي هير لڳڻ ڪري جڏهن سڪي وڃي ٿي. تڏهن هڪ قسم جو سون ٿي وڃي ٿي. جنهن سون جو نالو ئي جمبو-ندسون آهي اُهي هڪ قسم جي عجيب قوم رهي ٿي جنهن کي سڌ چوندا آهن. اِهي سڌ پرش ان سون جا زيور پهريندا آهن. ميرو پربت جي اڀرندي ڀدراشو نالي ملڪ آهي، ۽ الهندي، ڪيتو مال ورش آهي ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ الا ورش ديش آهي.

هي مترئيه! ان ميروءَ پربت جي چوطرف ڪيترا سهڻا بن آهن انهن ۾ ڪيترا تلاءَ آهن. جن ۾ ديوتائون به اچي سنان ڪندا آهن. انهن وڏن ٻيلين ۾ جن ۾ ديوتائون

۽ ڀارت ورش ۾ ڪوروم (ڪڇون يا ڪميءَ جي روپ) ۾ رهندو آهي. اهڙيءَ طرح هؤ ڀڳتن جي رکشا ڪندڙ شري گووند ڪرؤ ورش ۾ متسيه روپ ۾ (يعني مڇيءَ جي شڪل ۾) رهندو آهي ۽ سيني هندن ۽ سيني ماڻهن ۾ موجود رهندڙ شري هري ڀڳوان وشؤ روپ ۾ (جڳت جي روپ ۾) سڀ هند رهي ٿو. هؤ سڀني جو آڌار آهي. سڀني ۾ حاضر ناضر آهي.

هي مهامني! ڪمپرش وغيره جيڪي اٺ ديش آهن انهن ۾ ڳڻتي، چنتا، ٿڪ ۽ بيماري وغيره بلڪل ڪونه آهي. اُهن ورشن ۾ يڪ اصل ڪونه آهي. اتي جا رهواسي تندرست، بي ڊپا آهن- انهن تي ڪڏهن به ڪا به مصيبت نازل نٿي ٿئي- اهي دک درد کان آجا آهن- اتي جي رهواسين جي سراسري عمر ١٠ هزار ورهيه آهي اتي برسات جي ضرورت ڪڏهن به نه ٿيندي آهي - فقط زمين مان پاڻيءَ جي رستي - سڀ گهرجون پوريون ٿينديون آهن ۽ ان ڪري اهي ملڪ خوشحال ۽ آباد آهن- انهن ملڪن ۾ ست جڳ وغيره جي ڪا به ڪلپنا ڪو نه آهي انهن سڀني ورشن (ملڪن) ۾ ست ست ڪل پربت آهن ۽ انهن مان نڪرندڙ هزارين نديون آهن

ٻيو اڌياءُ پورو ٿيو



# ٽيون اڌياءُ

## ڀارت وغيره نون کنڊن جو ورڻن

شري پراشرجيءَ چيو: "هي مئتريه! جيڪو سمنڊ جي اتر ۾ ۽ هماليه جي ڏکڻ ۾ موجود آهي اهو ديش. ڀارت ورش آهي. ان ديش ۾ ڀرت جو اولاد وسيل آهي. هن ديش جي پکيڙ ۹ هزار يوجن آهي. هيءَ ڀارت ڀومي ڪرم - ڀومي آهي. شڀ ڪرم ڪرڻ سان سورڳ پراپت ٿئي ٿو بلڪ موکيه پڻ ملي ٿو. هن ۾ ست ڪل پربت آهن. مهيندر، مليه، سهيادري، شڪتيمان، رکش، وندي ۽ پارياتر. هن ڀارت ڀوميءَ مان ئي پنهنجن پنهنجن ڪرمن انوسار، سورگ، مڪتي آڪاش - لوڪ ۽ پاتال لوڪ ۾ ٻي منش وڃي سگهي ٿو. سڄيءَ پرٿويءَ ۾ هن ڀارت کان سواءِ ٻئي ڪٿهن به هنڌ ماڻهوءَ لاءِ ڪرم جو وڌان ڪو نه آهي.

هن ڀارت ورش جا ۹ ڀاڱا آهن. اُهي هي آهن:- اندر ديپ، ڪسيرو، تامرپرڻ گڀستيمان، ناڳ ديپ، سوميه، گندرو ۽ وارڻ ۽ هيءَ سمنڊ کان گهيرل ديپ، نائون

ديس آهي. هيءُ ديس اتر کان ڏکڻ تائين، هزار يوجن آهي. هن جي اڀرندي پاسي ۾
ڪرات، ۽ الهندي طرف يون، وسيل آهن.

يڳيہ ڪرڻ هٿيار کڻي ملڪ لاءِ لڙڻ، واپار ڪرڻ وغيره ڪمن جي ورهاست
موجب هتي برهمڻ، ڪتري، ويش ۽ شودر ذاتيون رهن ٿيون. هن ديش ۾ همالہ جي
ترائيءَ مان چندر ڀاڳا ۽ شتدرو نديون وهن ٿيون. پار ياتر پربت مان ويد ۽ سمرتي
وغيره، وندهيہ جبل مان نرمدا ۽ سرسا وغيره، رکش جبل مان تاپي ۽ پيوشڻي ۽ نرو
ندڌيا وغيره نديون نڪرن ٿيون. اهڙيءَ طرح سهيادري پربت مان گوداوري، ڀيمرٿي
۽ ڪرشنا وغيره، پاپن کي ناس ڪندڙ نديون پيدا ٿين ٿيون. ملايا جبل مان ڪرت
مالا ۽ تامرپرڻي وغيره، مهيندر پربت مان ترساما ۽ آريہ ڪليا وغيره، شڪتيمان پربت
مان رشي ڪليا ۽ ڪماري وغيره نديون نڪرن ٿيون. انهن ندين مان وري هزارين
نديون وڏيون نديون نڪرن ٿيون. انهن ندين جي ڪناري تي ڪرو پانچال ۽ مڌيہ
ديش جا رهواسي، پورب ديش ۽ ڪامروپ ديش جا رهواسي، پنڊر، ڪلنگ ۽ مگڌ
۽ داڪشاتيہ ماڻهو، اپرانت ديش واسي سوراشٽر جا ماڻهو ۽ شور، آڀير ۽ اربد قومون
جا ماڻهو، ڪاروپ مالو ۽ پارياتر جا رهواسي سوويرا سنڌو (سنڌ پرڳڻي جا ماڻهو)
هوڻ، سالو ۽ ڪوشل ديش جا رهواسي، مادر، آرام، امبشٽ ۽ پارسي وغيره رهن
ٿا.

هي وڏي ڀاڳوارا رشي! هن ديش جي هڪ وڏي خاصيت هيءَ آهي تہ جمبوڏيپ
هن ڀارت ديش ۾ ڪيترن قومن ۽ ذاتين جا ماڻهو رهن ٿا. پر ان هوندي بہ اهي پاڻ
۾ ملي ايڪتا ۾ رهن ٿا. ايڪتا جو ڪارڻ هيءَ آهي تہ اهي ساڳين ندين جو پاڻي
پيئن ٿا ۽ اَن کائين ٿا. اهي سڀ انهن ۾ سگهارا ۽ مظبوط آهن.

هي مني! هن ڀارت ديس ۾ ئي ست جڳ، تريتا، دواپر ۽ ڪلجڳ نالي سان
چار جڳ آهن، ٻئي ڪٿهن بہ جڳہ ۾ انهن جي ڪلپنا نہ آهي.

هن ڀارت ديش ۾ پرلوڪ لاءِ رشي ۽ مني تپسيا ڪندا آهن، هتي ماڻهو يڳيہ
ڪندا آهن ۽ هن ديش ۾ ڪيترا دائي پُرش دان بہ ڪندا آهن. جمبوديپ ۾ يڳيہ
پُرش ڀڳوان وشڻوءَ جو هميشه پوڄن ڪيو ويندو آهي. ٻين ديپن ۾ ان ڀڳوان جي
ڪٿهن ٻئي نمولي سان اپاسنا ٿيندي آهي. هي مني! هن جمبو ديپ ۾ بہ ڀارت
، سڀني کان سرشٽ آهي ڇاڪاڻ تہ هيءَ ڪرم ڀومي آهي. پر ٻيا ملڪ ڀوڳ
ون آهن، يعني ٻين ملڪن ۾ ماڻهون رڳو دنيوي عيش عشرت ماڻيندا آهن.
ن جيون کي هزارين جنمن کان پوءِ سنڌن چڱن ڪمن جو ڦل ملندو آهي تڏهن ئي
هن ديش ۾ منش جنم ولندو آهي. ديوتائون بہ گيت ڳائيندا آهن تہ جن ڀارت

ٻوميءَ ۾ جنم ورتو آهي اُهي منش ڌنيہ آهن جاڪاڻ تہ هي منشيہ هن ڪرم ڀومي ۾ جنم وٺي، ڦل جي اڇا جو تياڳ ڪري، نشڪام ڀاونا سان ڪرم ڪري - وري انهن ڪرمن کي شري وشڻو ڀڳوان کي ارپڻ ڪرڻ سان - پڇ ۽ پاپ کان ڇٽي اُن اننت ۾ سمائجي وڃن ٿا. - اُهي پرش اسان ديوتائن کان وڌيڪ وڏي ڀاڳوارا آهن. اُهي ڌنيہ آهن، ديوتائون چون ٿا تہ "اسان کي بہ خبر ڪو نہ ڪا آهي تہ جڏهن اسان جا پڇ کيڻ ٿي ويندا تڏهن اسين ڪٿي جنم وٺنداسون؟ اُهي پرش سچ پچ ڀاڳوارا آهن. جيڪي هن ڀارت ورش ۾ پيدا ٿي چڱا ڪم ڪن ٿا".

هي مئتريہ! اهڙيءَ طرح مون توکي ٿوڙي ۾ جمبو ديپ جو ورڻن ڪيو، هن جمبو ديپ جي چوڌاري، کاري پاڻيءَ جو سمنڊ آهي جنهن جو لک يوجن وستار آهي.

ٽيون اڌيائُ پورو ٿيو.



## چوٿون اڌياءُ

### پلڪش ۽ شالمل وغيره ديپن جو بيان

شري پراشرمنيءَ چيو تہ! "جهڙيءَ طرح جمبو ديپ! کاري پاڻيءَ کان گهيريل آهي اهڙي طرح وري کاري سمنڊ جي چوڌاري پلڪش ديپ آهي. جمبو ديپ جي ڦيلاءُ هڪ لک يوجن آهي تہ پلڪش ديپ وري اُن کان ٻيڻو آهي، پلڪش ديش تي ميڌاتٿيءَ جي ستن پٽن راڄ ڪيو. انهن مان سڀ کان وڏو هو شانتہ هيہ ۽ ننڍو هو ششر. انهن کان پوءِ وري ست ٻين راجائن ان تي راڄ ڪيو. ستون هو ڌروُ، اُهي سڀ پلڪش ديش جا راجائون ٿيا. انهن ديش ۾ انهن جي سيما ريکا مقرر ڪرڻ وارا ست جبل آهن انهن جبلن تي ۽ انهن ديشن ۾ جيڪي ماڻهون رهندا آهن اُهي پاپن کان پري آهن ۽ گندرو جي قوم بہ رهندي آهي. اتي جا رهواسي پڇ وارا هوندا آهن ۽ اهي تمام وڏي عمر ڀوڳي پوءِ مرندا آهن. انهن کي ڪنهن بہ قسم جي بيماري نہ ٿيندي آهي ۽ نہ وري ڪو مانسڪ ڪشٽ ٿيندو اٿن. انهن ورشن (ملڪن) ۾ ست ننديون آهن جي سمنڊ ۾ وڃي پوليون آهن. انهن ندين جا نالا توکي ضرور ٻڌائيندس جنجي ٻڌڻ سان پاپ دور ٿي وڃن ٿا. اُتي اَنتپتا، شکي، وپاشا، ودوا، اَکلما، اُمرتا، ۽ سکرتا - اِهي ست نديون آهن. مون توکي فقط مکيہ ندين ۽ جبلن

جو ورڻن ڪيو آهي ته ڪيترا ننڍا وڏا جبل ۽ نديون پڻ آهن - جنهن تعداد هزارن ۾ ٿي ويندو. ان ديش جا ماڻهو جي ڏاڍا طاقتور آهن ۽ سدائين انهن ندين جو پاڻي پيئندا آهن. هي برهمڻ اهي ماڻهو هميشه تندرست رهندا آهن انهن ستن ورشن (ديشن) ۾ چئن جڳن جو ڪاٽالو به نه ٿيندو آهي. اهي ٥ هزار ورهين تائين جيئرا رهندا آهن. انهن ورشن ۾ هي پنج ڌرم ضرور موجود رهندا آهن (اهنسا، ستيه چوري نه ڪرڻ، برهمچريه ۽ ٻئي جي شئي نه کڻڻ وغيره) -

هي برهمڻ! ان ۾ جموءَ جي وڻ جيترو هڪ پلڪش جو وڻ آهي - ان ڪري ان ديپ تي اهو نالو پيو. پلڪش ديپ جي چوڌاري سمنڊ آهي. جنهنجو پاڻي ڪمند جهڙو مٺو آهي.

هي مئتريه! اهڙيءَ طرح مون ٿورڪي مختصر طرح پلڪش ديپ جو ورڻن ڪيو هاڻي شالملي ديپ جو بيان ٻڌ.

شالملي ديپ جو مالڪ وپشمان هو. هو ڏاڍو بهادر هو، شالملي ديپ ٧ ورشن ۾ ورهايل آهي راجا وپشمان کي ستن پٽ هئا - هرهڪ پٽ کي هن جدا جدا ورش جو راجا مقرر ڪيو. انهيءَ ڪري اهي ورش ان جي پٽن جي نالي سان سڏجڻ ۾ آيا - سندس پٽن جا ۽ ورشن جا نالا هيءَ هئا :- شوراط، هرت، جيموت، روهت، ونديت، مانس ۽ سوپرڀ. هي پلڪش چوڌاري سمنڊ کي گهيرو ڪندڙ ڪمند جي رس جي سمنڊ وارو، پاڻ کان ٻيڻي وستار واري، هن شالملي ديپ کان گهيرو ڪيل آهي - هن ديپ ۾ به ستن پربت آهن جن ۾ رتن جون کاڻيون آهن، اهي ستن جبل ستن ورشن کي الڳ الڳ ڪن ٿا- ۽ هن ديپ ۾ پڻ ستن نديون آهن -

جبلن ۾ ڇهون نمبر پربت پڻ دروڻاچل نالي وارو آهي، ان جبل تي ڪيترن قسمن جون قيمتي ٻوٽيون پيدا ٿينديون آهن جي ڪيترن وڏين بيمارين جو علاج آهن.

هي مهامني! هن شالملي ديپ ۾ ڪپل، ارڻ، پيت ۽ ڪرشڻ- نالي سان چار اهي ذاتيون انسان جي چئن ورڻن برهمڻ کتري، ويشيه ۽ شودر وانگر، جا رهواسي، وشڻوڀڳوان جي پوڄا ڪندا آهن . وشڻو ڀڳوان کي هو وايو ۾ ميڏيندا آهن - گهڻو ڪري هو وشڻوڀڳوان کي يگين دواران خوش ڪن ٿا. هي ديپ ڏاڍو سهڻو ديپ آهي. من موهيندڙ هن ۾ نظارا آهن هن ۾ ديوتا واس ڪندا آهن. هن ۾ شالمل نالي هڪ وڻ آهي - شالمل يعني سرهه جو ديپ وري هڪ شراب جي ڪنڊ کان گهيرو ڪيل آهي. ان سمنڊ کان ٻري

وري ڪش ديپ آهي جو وري ان شراب جي سمنڊ جي چوڌاري گهيرو ڪيل آهي.

ڪش ديپ جي راجا جو نالو جيوت شمان هو. ان کي ست پٽ هئا سندس پٽن جي نالن سان ئي ستن ورشن تي نالا پيا. هن ڪش ديپ ۾ دئيتيه، داڻو منشيه ديو گندرو ڪنر وغيره رهندا آهن. ان ديپ ۾ به چار ذاتيون رهن ٿيون اهي شاستر موجب ڪرم ڪندا آهن. هو برهم روپ جناردن جي اپاسنا ڪندا آهن. اتي به ست پربت آهن ۽ ست نديون آهن- ۽ پيا به جبل آهن- ڪش ديپ ۾ هڪ ڪش نالي وڻ آهي. جيتري هن جي پکيڙ آهي اوتري ئي پکيڙ وارو گيهه جو سمنڊ ان جي چوڌاري گهيري رهيو آهي.

گيهه جي سمنڊ جي چوڌاري وري ڪرونچ ديپ آهي. مٿين ديپن والگر هن ۾ به ست ورش آهن. ست جبل ۽ نديون آهن. هن ۾ ديوتائون ۽ گندرو رهندا آهن - هتي جا ماڻهو نرڀيه (ڪنهن به ڀپ کان سواءِ) رهن ٿا. هتي ردر جي پوڄا ٿيندي آهي- هن جي چوڌاري ڏهيءَ جو سمنڊ آهي، ان سمنڊ جي چوڌاري وري شاڪ ديپ آهي

مٿين ديپ والگر هن ۾ به ست ورش - ست جبل ۽ ست نديون آهن، هتي سڌ ۽ گندرو رهندا آهن- هتي هڪ شاڪ نالي وڻ آهي -جنهن تان هن ديپ تي اهو نالو پيو ان وڻ جي هوا ڏاڍي ٿڌي آهي، هن جي ستن ورشن ۾ ماڻهن جو پساڻ ۾ جهيڙو جهٽو ڪڏهن به ڪو نه ٿيندو آهي- ماڻهو ٻڌيءَ ۾ رهندا آهن- هن جي چوڌاري کير جو سمنڊ آهي، ۽ ان جي چوڌاري وري پشڪر ديپ آهي- هن ۾ فقط ٻه ورش آهن هن جي راجا جو نالو سون هو ۽ ان جي ٻن پٽن جا نالا هئا- مهاوير ۽ ڌاتڪي اهي ٻه ورش انهن جي نالن سان سڏيا ويندا آهن. هن ۾ فقط هڪ جبل آهي. هتي جي رهواسين کي نڪا بيماري ٿئي ۽ نه ڪو ڪو مانسڪ دک ٿئي. ماڻهو ڏاڍو خوش آهن. انهن جي عمر ڏاڍي وڏي آهي، هڪ هزار ورهيه تائين اهي جيئندا آهن. اتي ڪو به پاڻ کي اتم يا نيچ نه سمجهندو آهي. سڀني کي برابري جا حق آهن. اتي ديوتائن ۽ ماڻهن جي شڪل ساڳي آهي. ۽ اهي پوشاڪ به ساڳي پهريندا آهن. اهي ٻئي ورش ڄڻ ته هن پرٿويءَ جا سرگ آهن. اتي سڀ موسمون هڪ جهڙيون ٿينديون آهن. اتي نه بيماري ٿئي ۽ نه ٻڍاپو، ماڻهو هميشه جوان اتي هڪڙو وڏو ٻڙ جو وڻ آهي- برهما جيءَ جي اتي پوڄا ٿيندي آهي ان ديپ جي چوڌاري مٺي پاڻيءَ جو سمنڊ آهي؛

هي مني! اهڙيءَ طرح مون توکي ستن ديپن جو ورڻن ٻڌايو، سڀني سمنڊن ۾ هڪ جيترو پاڻي آهي، جئين چنڊ جون ڪلائون وڌنديون آهن تئين سمنڊ جو پاڻي

۽ وڌندو آهي. اُن جي ماڻهن کي بنا تڪليف جي کاڌو حاصل ٿيندو آهي. گهڻو ڪري اهي جهه رسن جا شوقين آهن.

ستن، سمنڊن جي پهاڙي، ۽ مٺي پاڻيءَ جو سمنڊ آهي. اُن سمنڊ ۾ ٻريان جهڪا زمين آهي - اُها سون وانگر ٻيٺي جهڪندي آهي. اُن هڪ لوڪا لوڪ ٽالي پربت آهي جو هزار يوجن وڏو آهي. اُن پربت جي چوڌاري اونده لڳي بيٺي آهي اُن اونده جي چوڌاري ورب، برهمانڊ ڪٽاهه آهي (وڏي ٿئي جي شڪل وانگر).

هي مني! ٻيڻي وانگو هن پرٿويءَ جي شڪل گولائيءَ ۾ آهي ۽ نارنگيءَ وانگر آهي. سڄو پنڌ ملڻ پنجاهه ڪروڙ يوجن پکڙ وارو آهي.

هي مترييه! هن پرٿويءَ جون ڪيترئون ۾ خاصيتون آهن هن ۾ ڪيترائي گڻ آهن - آسمان کان به وڌيڪ.

هي پرٿوي سڄي جڳت جو آڌار آهي. هيءَ پرٿوي سڄي جڳت جو پالن ڪري رهي آهي ۽ هن ۾ ساهوارا جيو رهن ٿا.

چوٿون اڌياءُ پورو ٿيو



# پنجون اڌياءُ

## ستن پاتالن جو ورڻن

شري پراشرجيءَ چيو: هي مترييه! مون توکي هن پرٿويءَ جي وستار جي باري ۾ گهڻو ڪجهه ٻڌايو، هن جي اوچائي ۽ هزار يوجن جيتري وچي آئي. پرٿويءَ جي هيٺان پاتال آهي ست پاتال آهن - اتل، وتل، نتل، گڀستمان، مهاتل، ستل ۽ پاتال. انهن ستن مان هر هڪ پاتال هڪ ٻئي کان ڏهن ڏهن هزارن يوجنن جي فاصلي تي آهي. هي مترييه! انهن جي تري واري زمين اڇي، ڪاري، ڳاڙهي، ۽ [illegible] رنگ جي آهي. ان زمين تي ڪمال سهڻا ۽ رونقدار محلات اڏيل آهن. ڪٿي ڪٿي [illegible] ٻرڙي آهي ۽ ڪٿي وري سونهري آهي. انهن پاتالن ۾ سوين قومون رهن [illegible] انهن مان مکيه آهن. دانو، دئيتيه، يکش، ۽ وڏا وڏا ناگ.

[illegible] رشي مني، انهن پاتالن جو سير ڪري، جڏهن سرڳ ۾ پهتو، تڏهن ڪندا آهن، [illegible] چيائين ته "پاتال ته سرڳ کان به وڌيڪ سهڻا آهن" ان [illegible] ڪري زمين تي. (ناگ قوم) جن جي ڦڻن ۾ اڇيون چمڪندڙ روشنيءَ جا ڪرڻا نڪرن ٿا جي آس پاس وارين جڳهن

ڪي روشن بڻايو ڇڏين. پاتال پنهنجو مٿ پاڻ آهن. انهن جي پيٽ ڪنهن به لوڪ سان ڪري نه ٿي سگهجي.

اتي انهن لوڪن ۾ تمام سهڻيون دئتن ۽ دانون جون ڇوڪريون آهن، جي ونڊر ويس وڳا پهريو، آزاديءَ سان پيون گهمن. انهن جي سونهن ۾ ايڏي ته ڪشش آهي، جو هڪ واريءَ، تياڳي ۽ سنياسي پرش به انهن جي سونهن ڏانهن ڇڪجو وڃن. اتي سج جي ٿڌي روشني آهي. گرمي ڪوانه ٿئي. وري رات جي وقت نه چنڊ جي چانڊوڪي چوڌاري ڦهلجي وڃي ٿي. پر عجب جي ڳالهه آهي ته سج جا ڪرڻا گرم ڪونه آهن ۽ چنڊ جا ڪرڻا وڌيڪ ٿڌا ڪونه آهن.

اتي لذيذ طعام، قسمين قسمين شراب ۽ قسمين قسمين شربت موجود آهن. الهيءَ ڪري اتي جا رهواسي ناگ ۽ دانو عيش عشرت ۾ وقت گذارين ٿا. جنهن ڪري انهن کي وقت جي گذرڻ جو پتو نه ٿو پوي. انهن هنڌن تي ڏاڍا قدرتي نظارا پڻ آهن:- جهڙوڪ سهڻا بن، ندين ۽ تلاءَ.

انهن تلاون ۾ سهڻا رنگا رنگي ڪمل ٽڙيل آهن. اتي رکي رکي ڪوئل جو منو آواز پڌڻ ۾ ايندو آهي، جو پرديسي جيون جي من ۾ هڪ منو درد پيدا ڪندو آهي. اتي ڏاڍا مزا آهن. اتي جا پاتال واسي دئتيه، دانو ۽ ناگ گڻ، قيمتي پوشاڪ پهريندا آهن. ۽ قيمتي زيور پڻ پهريندا آهن. جڏهن اهي ٻاهر گهمڻ نڪرن ته انهن جي پوشاڪن مان اوچن عطرن جي مهڪار - آس پاس جي وايو منڊل ۾ ڦهلجي چوڌاري خوشبوءِ پکيڙي ٿي. جتان ڪٿان وينا ۽ مردنگ جا منا سر پڌڻ ۾ ايندا آهن. سچ پچ ته اتي جا رهواسي ڀاڳ وارا آهن جو هڙن مزن ۽ عيش عشرت ۾ وقت گذارين ٿا.

پاتالن جي هيٺان وشنوءَ ڀڳوان جو شيش ناگ آهي. ان ۾ ڏاڍو تيج آهي. ان جي مهما ۽ گڻن جو بيان ڪري نه ٿو سگهجي. اتي جا سڌ گڻ (هڪ قسم جي ديوتائن جي ذات) ان شيش ناگ کي "اننت" ڪري، سڏيندا آهن. ان تي سواستڪ جا نشان اڪريل آهن ۽ ان کي هزار ڦڻيون آهن. هرهڪ ڦڻ ۾ وري هڪ چمڪندڙ مڻي آهي. مڻين جي تجلي جي سبب چوڌاري روشني ۽ پرڪاش ڦهليل رهي ٿو. ديوتائن جي دشمن آسرن جي لاِءِ شيش ناگ جي پرياو ڪري همت ٽي ٽٽي وڃي ٿي. ان جي اک نشيلي ۽ ڳاڙهي آهي. هميشه هڪ ڪنڊل پهريندو آهي مڪٽ ۽ مالائون پهريندو آهي. اهو ان وانگر پيو ڏسڻ ۾ اچي جئين سفيد پربت تي باهه جو ٻرندڙ جوالا هجي، اهو اننت ديوتا ڪڏهن پنهنجي هٿ ۾ هر ۽ هڪ وڏو مهرو به کڻندو آهي ۽، ان جي اپاسنا وارڻي ديوي، ڪنهن شڪل ۾ اچي ڪندي آهي.

هن جا ڪيترا منهن آهن، جنهن ڪري لسدي آهي. انهن انهن مان زهر جون باهه واڪر جهڪون نڪرنديون آهن. اُن مان سنڪرشڻ نالي رُدر پاهر نڪري، تنهن لوڪن کي کائي ويندو آهي.

اهڙيءَ قسم جو شش ناگ پاتال لوڪ ۾ براجمان آهي. اهو سڄو ڀوُ منڊل کي پاڻ تي انهن ڪٽي بيٺو آهي جنهن اها سڄي پرٿوي کو سرسون مثل هجي. ان شش ناگ جي مهما جو ورڻن نه ٿو ڪري سگهجي.

نسيلي اکين وارو شش ناگ جڏهن اوباسي ڏئي ٿو، ان وقت سمنڊ ۽ ٻن سمنڊ سڄي پرٿوي ڏڏي وڃي ٿي. هن جي ڳڻن جو انت ڪڏهن بہ نہ پاتو آهي. ان ڪري هن کي اننت چوندا آهن. ناگ وڌو (ناگ جون زالون) پنهنجي بدن تي هر هر چندن جو لپ ڏينديون آهن، ان هر چندن جي خوشبوءِ ان جي ساهه جي ڪٽڻ واري هوا سان سڀني طرفن ۾ پکڙ جي سڀني دشائن کي خوشبودار بڻائي ٿي. جون تہ شش ناگ جي آراڌنا ڪري ڪري ئي پراڻي زماني ۾ مهرشي گرگ جوتش وديا ۾ ڪماليت حاصل ڪئي هئي، جنهن سڄي آڪاش جي گرهن ۽ نڪشترن جي ڄاڻ ٿي هئي ۽ ان وديا جي ڪري هو شڀ ۽ اشڀ گهڙين جي اڳڪٿي ڪري سگهيو ٿي. هن جون اڳڪٿيون اڄ بہ اڪثر سچيون نڪرنديون هيون.

پنجون اڌياءُ سماپت



## ڇهون اڌياءُ

### جدا جدا نرڪن جو ۽ ٻين جي نام جي مهاتم جو ورڻن

شري پراشر جيءَ چيو: "هي مئتري! ان پرٿويءَ ۽ پاتال جي هيٺان نرڪ آهن، جن ۾ پاپي ماڻهو ڪيرايا وڃن ٿا. هي مئتري! انهن نرڪن جا نالا هي آهن: روڙ، تال، وشسن، مهاجوال، تپت ڪنڀ، لوڻ، ولوهت، رڌرامب، ويترڻي، ڪرميش ڪرمي ڀوجن، اسيترون، ڪرشڻ، لالاڀکش، دارڻ، پوواهه، پاپ وهدي جوالا، اڌهه شرا سندنش، ڪال سوتر، تمس، آوچي، شواڀوجن، اپرتشٺ ۽ آپرچ - اهي سڀ نرڪ آهي. انهن کان سواءِ ٻيا بہ خوفناڪ نرڪ آهن. انهن نرڪن ۾ يمراج جو راڄ هلندو آهي. جيڪي ماڻهو هميشہ پاپ جهڙن ڪمن ۾ مشغول رهندا آهن، اهي ئي انهن نرڪن ۾ وڃي پوندا آهن.

جيڪو ماڻهو ڪوڙي شاهدي ڏيندو يا جيڪو پاسخاطري ڪري سچ نه چوندو آهي، ڪوڙ ڳالهائيندو آهي، اهو روڙو نالي نرڪ ۾ وڃي پوندو آهي.

هي مئتريه! گرڀ ڪيرائيندڙ، ۽ ڳئو هتيا ڪندڙ، ماڻهو روڌ نالي نرڪ ۾ ويندا آهن جتي هڻ جو ساهه گهٽجي ويندو آهي. شراب پيئندڙ، برهم-هتيا ڪندڙ سون جي چوري ڪندڙ، ۽ انهن پاپي ماڻهن جي صحبت ۾ رهندڙ پڻ سوڪر نالي نرڪ ۾ ويندو آهي. جتي هو سوئر جو جنم وٺي پيو ڀٽڪندو آهي. ڪشترين ۽ ويشيه (واپارين) جو خون ڪندڙ تال نرڪ ۾ ۽ گروءَ جي زال سان سنڀوگ ڪندڙ، ڀيڻ سان ٻڙو رستو رکندڙ، ۽ راجدوت جو خون ڪندڙ، تپت ڪنڊ نالي، نرڪ جو دک ڀوڳي ٿو. تپت ڪنڊ جي معنيٰ آهي: - باهه جي ڪوري واڱر تتل نرڪ. پتوورتا ناريءَ کي وڪڻندڙ، جيلر (جو قيدين کي ڪٺو ستائي ٿو)، گهوڙن جو سوداگر ۽ ڀڳت ماڻهن جو تياڳ ڪندڙ - اهي سڀ تتل لوهه واري نرڪ ۾ وڃي پوندا آهن.

نونهن ۽ ڌيءَ سان ٻرو ڪم ڪندڙ مها جوالا نرڪ ۾ ڪيرايو ويندو آهي. جتي هو باهه ۾ پيو جلندو آهي. اهڙيءَ طرح جيڪو وڏن جي بيعزتي ڪري ٿو ۽ انهن کي گهٽ وڌ ڳالهائي ٿو ۽ جيڪو ويدن جي نندا ڪري ٿو يا جيڪو ويد وڪڻي ٿو ۽ جيڪو اڳميا (نه وڃڻ لائق) استريءَ سان سنڀوڳ ڪري ٿو اهي سڀ لوڻ نرڪ ۾ وڃي پوندا آهن. چورن ۽ مريادا جو الڳهن ڪرڻ وارن کي واوهت نالي نرڪ ۾ ڪيرائيندا آهن. جيڪو ماڻهو ديوتائن، برهمڻن ۽ پترن سان دشمني ڪندڙ آهي ۽ جيڪو رتنن کي بگاڙي ٿو يا ٻوڙي ٿو، اهو ڪرمي ڀڪشڪ نرڪ ۾ وڃي سزا ڀوڳي ٿو. ٻري ڀاونا سان ڪنهن کي تڪليف ڏيڻ جي خيال کان يگيه ڪري ٿو، اهي ڪرميش نرڪ ۾ وڃي پوي ٿو. ڪرميش جي معنيٰ آهي ميلي ۽ گند جو ڪيڙون چور هزار جرتلدو ڪندڙ واپر ۾ لڳي ڪندڙ آدو مک نالي نرڪ ۾ وڃي ٿو. آدو مک جي معنيٰ آهي، ته هيٺ منهن ڪري لٽڪائڻ. جيڪو جوتش وديا جو اکر به ڪو نه ٿو ڄاڻي پر ڪوڙو ڀونگ رچي ماڻهن کي ٺڳي ٿو اهو به لن نرڪ جي سزا ڀوڳي ٿو.

شهر ۾ قرلت ڪندڙ پوءِ وهن نرڪ ۾ وڃي پوي ٿو. پوءِ وهن جي معنيٰ آهي، جتي رت پُن هجي. جيڪو ماڻهو پنهنجي ڪٽنب کي ڏکي ڪري، گهر جي ڀالين کي پورو کاڌو نه کارائي، رڳو پاڻ پيو سٺا کاڌا کائي يا اڪيلا سٺا کاڌا کائي ٿو، ته اهو پوءِ وهه نرڪ جي سزا ڀوڳي ٿو. برهمڻ جي ڪل ۾ جنم وٺي جيڪو برهمڻ ماس، رس (گيهه، تيل وغيره) ۽ لوڻ وڪڻي ٿو، اهو ٻي، ان نرڪ جي

سزا ڀوڳي ٿو. جيڪو براهمڻ ٻلي، ڪڪڙ ٻڪريون گهوڙا سوئر ۽ پکين جي وڪري جو ڌنڌو ڪري ٿو، اهو به ان نرڪ ۾ وڃي دک ڀوڳي ٿو. ناٽڪ يا اکاڙن ۾ ڪشتي لڙي گذران ڪندڙ، مڇين مارڻ جو ڌنڌو ڪندڙ، حرام مان پيدا ٿيل اولاد جي ڪمائي تي گذران ڪندڙ، زهر ڏيئي ماريندڙ چغل ڪوڙ، زال کان ٻرو ڪر ڪرائي ان جي ڪمائي مان گذران ڪندڙ، گهرن کي باهيون ڏيئي جلائيندڙ دوست جو خون ڪندڙ، ڀوت جو پروهت ۽ شراب وڪڻندڙ، اهي سڀ وساهه گهاتي رڌ وايڌ نرڪ ۾ وڃي پون ٿا. رڌ وايڌ جي معنيٰ آهي - جتي رت جون نديون ۽ اونهيون کڏون. يگي کي ناس ڪندڙ ۽ ڳوٺ کي برباد ڪندڙ ۽ ڦرلٽ ڪندڙ ماڻهو، ويترڻي نرڪ ۾ وڃي ٿو. ويترڻي هڪ ندي آهي جنهن جو پاڻي گرم آهي، ان ۾ پيو غوطا کائي. ان کان سواءِ جيڪي ماڻهو ويرجپات ڪن ٿا ۽ جيڪي ماڻهو ڪبتين کي ۽ ڀوڪ کي نقصان پهچائن ٿا، ۽ جيڪي بيهودي نموني لکي ڪري يا لکيءَ جو ڌنڌو ڪري، پيٽ جو گذران ڪن ٿا. اهي ڪرشن نرڪ ۾ وڃي ڪرن ٿا. ڪرشڻ نرڪ اهو آهي جتي رڳو اونداهه هجي. جيڪو اجايو وڻن کي ڪٽي برباد ڪري ٿو اهو اسي پتر نرڪ ۾ وڃي دک ڀوڳي ٿو. اسي پتر جي معنيٰ آهي اهي وڻ يا گاهه جن جا پن تلوار وانگر تکا هجن.

اهڙيءَ طرح اهي ۽ ٻيا هزارين نرڪ آهن جيڪي برا ڪم ڪندڙ انسان ڪيترن قسمن جا ڪشٽ ڀوڳين ٿا. اهي الڳ سخت سزا ڀوڳين ٿا. متي بيان ڪيل پاپن جهڙا ٻيا به هزارين پاپ ڪرم آهن جن جا ڦل، پاپي ضرور ڀوڳين ٿا. پاپي ماڻهو نرڪ جي سزا ڀوڳي - ڪيٽن، ٻاٽيءَ جي جيوڙن پکين ۽ جانورن جو جيون وٺن ٿا. سزا ڀوڳڻ کان پوءِ جڏهن انهن جا پاپ ڪٽجي وڃن ٿا تڏهن ورې، منش جو جنم وٺن ٿا. اهڙيءَ طرح پوءِ اهي ڌرمي پرش به ٿي سگهن ٿا. چڱا ڪم ڪري ديوتائون به ٿي سگهن ٿا، ٻيا تياڳي پرش تي موڪش (مڪتي) پڻ حاصل ڪن ٿا. موڪش حاصل ڪندڙ تمام اوڙا جزوي آهن، جيئن ته جيتري عدد ۾ جيو سرڳ ۾ آهن - اوترائي نرڪ ۾ پڻ جيڪي ماڻهو پاپ ڪري ورې ان جو پرائشچت نٿا ڪن. اهي ئي نرڪ ۾ وڃن ٿا.

جدا جدا پاپن لاءِ جدا جدا پرائشچت آهن. پرائشچت جي وڏي ڌرم - شاستر ۾ ذڪر آهي. جن رشين سمرتيون (ڌرم شاستر) لکيا آهن، انهن وڏن پاپن لاءِ وڏا پرائشچت ۽ ننڍن لاءِ ننڍا پرائشچت ورتن ڪيا آهن ۽ انهن جي وستار ڪئي آهي. ٻه جيترا به پرائشچت ٻڌايا ويا آهن انهن سڀني ۾ شري ڪرشڻ کي سمرڻ ڪرڻ سڀ ۾ سٺو پرائشچت آهي. جنهن ماڻهوءَ جي من ۾ پاپ ڪرڻ کان پوءِ پڇتاءُ ٿئي ٿو ۽ ورې اهو پاپ نه ٿو ڪري ته ان لاءِ ته شري هري سمرڻ ئي سڀني ۾ سٺو پرائشچت

آهي. صبح جو، شام جو، منجهند جو ۽ رات جو، سمهڻ وقت ڀڳوان کي، ياد
ڪرڻ سان ۽ ان جو ناو سچي دل سان وٺڻ سان پاپ دور ٿي وڃن ٿا. پاپن جي ڪيڻ
ٿيڻ تي ماڻهو شري نارائڻ کي به پراپت ڪري سگهي ٿو. شري وشڻو ڀڳوان جو
سمرڻ ۽ پراپت ڪري سگهي ٿو. سرڳ پراپتي ته ان لاءِ ڇڻ ته وگهن آهي.

هي مئتريه! جن جو من جپ، هوم ۽ پوڄا ڪندي هميشه ڀڳوان واسديو ۾
لڳل رهي ٿو ان لاءِ اندر پد به وگهن آهي. ڇاڪاڻ ته سورڳ حاصل ڪرڻ کان پوءِ
به ماڻهو ٻيهر جنم جي چڪر ۾ ڦاسي ٿو.

انهيءَ ڪري هي مئتريه! رات ڏينهن شري وشڻو ڀڳوان کي ياد ڪرڻ سان
سڀ پاپ ڪيڻ ٿي وڃڻ سبب منش وري نرڪ ۾ نٿو وڃي.

من کي وڻندڙ سرڳ آهي ۽ ان جي ابتڙ اڻوڻندڙ نرڳ آهي. ٻين لفظن ۾ هيٺين
ڪٺي ڇڄي ته پن سرڳ آهي ۽ پاپ نرڪ آهي. حقيقت ۾ ڪا به وستو يا ڪو به
پدارٿ نه دک جو ڪارڻ آهي نه سک جو ڪارڻ. ڇاڪاڻ ته ساڳي چيز ڪڏهن
وڻندڙ ٿئي ٿي ۽ سک ڏئي ٿي ته اها چيز ٻئي ڪنهن وقت دک جو ڪارڻ بـ
بڻجي سگهي ٿي ۽ اها ڪڏهن ڪروڌ جو ڪارڻ بڻجي ٿي ته ڪڏهن خوشيءَ جو
ڪارڻ. ان ڪري ثابت ٿيو آهي ته سک ۽ دک ته من جا وڪار آهن. من جا خيال
آهن. سچو گيان ئي پاربرهم آهي ۽ اوديا جي اپاڌيءَ سان اهو وري بندن جو ڪارڻ
آهي هي سمپورڻ وشو گيان مه آهي؛ گيان کان سواءِ ٻي ڪا به وستو ڪانه آهي

هي مئتريه! وديا ۽ اوديا کي به تون گيان ئي ڪري سمجهه.

هي برهمڻ! اهڙيءَ طرح مون توکي سڄي پرٿوي منڊل (پرٿوي) ۽ پاتال لوڪ جو
ورڻن انسان گڏ لوڪن جو به بيان توکي ٻڌايو.

سمنڊ، پربت، ورش (کنڊ) ۽ نديون انهن سڀني جي مون توکي ۾ وياکيان ڪئي
هاڻي تون ٻيو وڌيڪ ڇا ٻڌڻ چاهين ٿو؟

ٻئي انش جو ڇهون ادياءُ سماپت



## ستون ادياءُ

### ڀور ڀوهه، وغيره ستن مٿين لوڪن جو ورڻن.

شري مئتريه جيءَ چيو:— ”توهان مون کي سڄي پرٿوي منڊل (پرٿوي لوڪ) جو

کان ٻه اَٺ ڪروڙ يوجن مٿي ”تپ لوڪ“ آهي، جتي هڪ قسم جي ديو-گڻن جو واس آهي - جن کي ”وئراج“ ڪري چوندا آهن. انهن کي باهه ٻه جلائي نه سگهندي آهي. تپ لوڪ کان ٻه ٻارنهن ڪروڙ يوجن مٿي ”ستيه“ آهي. ان جو ٻيو نالو برهم لوڪ“ پڻ آهي. ان لوڪ ۾ اَمر گڻ رهندا آهن - انهن جو موت نه ٿيندو آهي. اهي هميشه اَمر آهن.

جنهن زمين تي پيرن سان پنڌ ڪري هلي سگهجي ٿو - يعني جيڪا پنڌ ڪرڻ جي لائق زمين آهي - اها پورلوڪ آهي. ان کي پرٿوي لوڪ به چئجي ٿو، ان جي وستار جو بيان مان ڪري چڪو آهيان. هي رشي! پرٿوي ۽ سوريه (سج) جي وچ ۾ جتي سڌ ۽ رشي مني رهندا آهن. اهو ٻيو پور لوڪ آهي.

سوريه ۽ ڌرو جي وچ جيڪو ١۴ لک يوجن جو مفاصلو آهي - اهو سورلوڪ چيو وڃي ٿو.

هي مئتريه، ڀُو، ڀُوَهه، سور اهي ’ڪرتڪ‘ ترلوڪ نالي سڏيا وڃن ٿا جن، تپ ۽ ستيه اهي ٽيئي ’اڪرتڪ‘ لوڪ آهن. انهن ڪرتڪ ۽ اڪرتڪ ترلوڪين جي وچ مهرلوڪ آهي - اهو لوڪ فقط پرلئه جي پڇاڙي ۾ ساهوارن کان سواءِ سڃو ٿي وڃي ٿو، پر بلڪل ناس نٿو ٿئي. ان ڪري هن لوڪ کي ”ڪرتڪ - اُڪرتڪ“ نالي سان سڏيندا آهن.

هي مئتريه! اهڙيءَ طرح مون توکي، ستن لوڪن ۽ ستن پاتالن، بابت ٿوري ۾ ڪجهه ٻڌايو. هن سڄي برهمانڊ جو بس ايترو ئي وستار آهي. هيءُ برهمانڊ بير والگر گول آهي يا بيضي جي شڪل والگر به چئي سگهجي ٿو. مطلب ته هيٺ ٿوري مٿي سيني پاسن کان - آني جي شڪل جي جڻ ته هڪ وڏي ٿئيءَ کان گهيريل آهي ان کي ”اڌ ڪٽاهه“ ڪري چئبو آهي.

اهو آنو (بيضو) - پاڻ کان ڏهوڻي وڏيءَ پاڻيءَ سان پريل آهي ۽ ان پاڻيءَ جي گهيري جي چوڌاري اگن (باهه) جو گهيرو آهي.

اَگني وايو ۽ (هوا) کان وڪڙهيل آهي ۽ وايو وري آڪاش کان گهيرو ڪيل آهي آڪاش جي چوڌاري تامس اهنڪار آهي، تامس اهنڪار وري، مهت تتوَ کان گهيرو ڪيل آهي. مهت تتوَ کي وري ”پرڌان“ گهيرو ڪيو آهي. پرڌان انت آهي، اُن جو انت ڪنهن به نه ڄاتو آهي ان ڪري ان کي ”بي انت“ به ڪري چئبو آهي ان کي ”پرا پرڪرتي“ به ڪري چوندا آهن.

ان جو نه ڳاڻاٽو ڪري سگهبو نه ماپ ڪري سگهبي. اهوئي هن سڄي جڳت جو ڪارڻ آهي.

ان اننت ۾ اهڙا نه لکين ڪروڙين برهمانڊ آهن. جهڙيءَ طرح ڪاٺ ۾ باهه رهي ٿي
لوڻ ۾ تيل رهي ٿو اهڙيءَ طرح سو پرڪاش (خود روشن) چيتن آتما وياپڪ پرش
پرڌان ۾ موجود آهي. اهي ٻئي پرش ۽ پرڌان پاڻ ۾ مليل آهن. اهي ٻئي (پرڌان ۽
پرش) وشڻو شڪتيءَ سان آورت (ڍڪيل) آهن. پرلئه جي وقت وشڻو شڪتي
الڳ ٿيندي آهي، ۽ پرلئه کان سواءِ باقي وقت ان ۾ مليل رهندي آهي. جڏهن
سرشٽيءَ جي شروعات ٿيندي آهي، تڏهن ان وشڻو شڪتيءَ ۾ هڪ قسم جي لرزش
پيدا ٿيندي آهي. هڪ قسم جو جوش ايندو آهي. هيءَ وشڻو جي شڪتي ٿي آهي
جا پرڌان ۽ پرش کان وياپڪ ٿيل هن جڳت کي جهلي بيٺي آهي- ڌارڻ
ڪري بيٺي آهي.

هي مني! جهڙيءَ طرح ٻج مان وڻ پيدا ٿيندو آهي - وري ان وڻ مان
ٻج پيدا ٿيندا آهن. انهن ٻجن ۾ وڻ سمايل هوندا آهن، ساڳيءَ طرح پهرين پرڌان
۽ مهت تتو کان وٺي پنجن ڀوتن (پنجن وڪارن)- پرٿوي، جل، تيج، وايو ۽ آڪاش
تائين - سڀ وڪار، (تبديل روپ) پيدا ٿيندا آهن. پوءِ انهن وڪارن مان ديوتائون
اسر، وغيره پيدا ٿيندا آهن.

ڀڳوان شري هري هن وشو جو ڪارڻ آهي.

هي مني! اناج جي ٻج ۾ پاڙ ڏاليون، انءِ سارو، ٿهه، گل ۽ ان جا داڻا - سڀ
موجود آهن، رڳو زمين، ۽ پاڻي وغيره سامگري ملڻ تي اهي ظاهر ٿي پوندا آهن.
اهڙيءَ طرح پنهنجن انيڪ پورب ڪرمن ۾ موجود ديوتائون وغيره وشڻو شڪتيءَ
جو آڌار حاصل ڪرڻ سان پرگهٽ ٿي ويندا آهن. جنهن مان هيءَ سڄو جڳت پيدا
ٿيو آهي - اهو خود به جڳت ۾ سمايل آهي. سڄي جڳت ۾ وياپڪ آهي - يا انهن
کٽي چئجي نه جڳت جي روپ ۾ ظاهر ٿيل آهي، جنهن ۾ هي استت آهي ۽ جنهن
۾ وري، هي لين ٿي ويندو اهو پاربرهم وشڻو ڀڳوان آهي. اهوئي مول پرڪرتي
آهي ۽ اوياڪت- (سوکم- ڏسڻ ۾ نه ايندڙ) آهي- وري اهوئي وياڪت روپ
(ظاهر روپ) ۾ سنسار آهي. ان ۾ هيءَ جڳت لين ٿي وڃي ٿو. ان جي آڌار تي
هي جڳت استت (موجود) آهي. يگيه وغيره ڪريائن جو ڪرتا به اهوئي آهي.
يگيه روپ ۾ ان جي ٿي پوڄا ڪئي وڃي ٿي، ۽ يگيه جو ڦل (نتيجو) به اهوئي آهي
يگيه جو سادن به اهوئي آهي. مطلب ته ان وشڻو ڀڳوان کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي.

ستون ادياءُ سماپت



# اٺون اڌياءُ

## سوريه، نڪشتر ۽ راشين جي ويوستا ۽ ڪال چڪر، لوڪپال ۽ گنگا جي اُتپتيءَ جو ورڻن

شري پراشر چيو:- هي مئتريه! مون توکي هن برهمانڊ جي استٿتيءَ جو ورڻن ڪري ٻڌايو. هاڻي سوريه وغيره گرهن جي استٿتي ۽ ان جي ماپ وغيره جي باري ۾ توکي ڪجهه ٻڌايان ٿو.

هي مني! سوريه ديوَ جو رٿ ٩ هزار يوجن ڊگهو آهي - ان رٿ کي جيڪا وڏي ڪاني آهي جنهن ۾ گهوڙا ٻڌبا آهن - اها ان رٿ کان ٻيڻي ڊگهي آهي. جنهن ڪانيءَ ۾ ڦيٿو ڦهڪيل هوندو آهي - ان کي ڌرا ”چڪر“ آهي. اهو ڏيڍ ڪروڙ يوجن لنبو آهي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٺي چئجي ته ڪال چڪر کي رٿ جي شڪل ۾ ورڻن ڪيو ويو آهي. رٿ جي ڦيٿي ۾ ٽي آرا ڪانيون ٿيندڙ يون آهن. اُهي آهن صبح، منجهند ۽ شام.

سڄي سونيتسر (هڪ سال) ۾ ڪال چڪر استٿت (موجود) آهي. جنهن ته ڏينهن رات - مهنا ڇهه رتون (موسمون) وغيره وقت جي ماپ آهن - تنهن اُهي جڳ سورج جي رٿ جا پاڳا آهن. ست ڇند (ويدن جي منترن جا ميٽر) اُن رٿ جا گهوڙا آهن انهن جا نالا ٻڌو:-

گايتري، برهتي، اُشٽڪ، جڳتي، ترشٽپ، انشٽپ، ۽ پنڪتي. اهي ويد جا ڇند ئي سوريه نارائڻ جا گهوڙا چيا ويا آهن. سوريه جي رٿ جي رفتار تيز آهي - تنهن هن ڪال چڪر جي رفتار تيز ٻيڻي هلي.

هن مانسوتر پربت جي اُيرندي طرف اندر جي، ڏکڻ ۾ يم (جم ديوتا) جي الهندي ۾ ورڻ جي ۽ اتر ۾ چندرما ديوتا جي پري (نگري) آهي. انهن نگرين جا نالا ٻڌو: اندر جي نگريءَ جو نالو آهي - ”وسوڪ سارا“ - يم جي نگري سنيمني ڪري سڏبي آهي. ورڻ جي نگريءَ کي ”سکا“ جي نالي سان سڏيندا آهن ۽ چندرما جي نگري ”ويڀاوري“ آهي.

هي مئتريه! پنهنجي جيوتش چڪر سان گڏ سوريه ديوتا جڏهن ڏکڻ دشا ۾ پرويش ڪندو آهي تڏهين ڏاڍي تکي رفتار سان هلندو آهي.

ڀڳوان سوريه نارائڻ جي ڪري، ڏينهن ۽ رات جي ويوستا ٺيل آهي. چون ٿا ته يوگي يوگين جا راڳ (آسڪتي) وغيره وڪار جڏهن ڪيڻ ٿي ويندا آهن. تڏهن اُهي ديويان مارگ ۾ ويندا آهن. اُهو ديويان مارگ به سوريه نارائڻ ئي آهي.

هي مئتريا! هڪ ڏينهن رات سج سينئي راسين مان لنگهي ٿو. سورج ڇهن راسين مان رات جي وقت لنگهي ٿو ته وري ڇهن راسين مان ڏينهن جو لنگهي ٿو. رات کي ”اُشا“ چوندا آهن. ڏينهن کي ”ويشٽي“ چوندا آهن. ويشٽي ۽ اُشا ڏينهن ۽ رات جا ويدڪ نالا آهن. اُشا ۽ ويشٽيءَ جي وچ واري سمي کي ”سنڌيا“ (سنجها) چوندا آهن. هن تمام خوفناڪ سنڌيا ڪال جي اچڻ تي منديها نالي راڪشس کي پرجاپتيءَ هيءُ سراپ ڏنو آهي ته انهن جو شرير اُوناشي تي ڪري به انهن جو موت هرروز ٿئي. ان ڪري سنڌياڪال ۾ انهن جي سوريه سان جنگ ٿيندي آهي - ان وقت برهمڻ، ڪنتري وئشين کي اوم جو ۽ گايتريءَ جو جپ ڪرڻ گهرجي ۽ پوءِ ان جپ جي جل جو ارگهه ڏيڻ سان دشت راڪشس ناس ٿي وڃن ٿا.

”اوم“ وشڻوءَ جو روپ آهي. ويدن جو هرهڪ منتر ”اوم“ سان شروع ٿئي ٿو اهوئي سبب آهي جو اوم کي ويدن جو اُدپتي (راجا) ڪري چوندا آهن. اوم جي فقط اُچارڻ سان ئي راڪشس ناس ٿي ويندا آهن. اندر جا وڪار ۽ پاپ جا وچار به اوم چوڻ سان دور ٿي وڃن ٿا. سوريه وشڻو ڀڳوان جو ستي ۾ ستو انش آهي ۽ جيوتي سوروپ آهي. وشڻوڀڳوان جو ٻيو نالو ”اوم“ آهي. سوريه اوانده کي ناس ڪري ٿو. اوم من جي وڪارن کي ناس ڪري ٿو ۽ اندر ۾ روشني جڳائي ٿو. اوم جي ٻل سان ئي اهي منديها راڪشس ناس ٿي وڃن ٿا. ان ڪري گايتري منتر جو جپ ڪرڻ تمام ضروري آهي. گايتري منتر جي شروعات ۾ پهريائين اوم جو اوچارڻ ڪرڻ به ضروري آهي. سنڌيا اُپاسنا جو النگهن ڪڏهن به نه ڪجي. جيڪو ماڻهو سنڌيا اُپاسنا نه ٿو ڪري اهو چڻ ته سوريه جو گهات ڪري ٿو.

اک ڇنب جي وقت کي ”نميش“ چئبو آهي - ۱۵ نميش ملي هڪ ڪاشنا ٿئي ٿي ۽ ۳۰ ڪاشنائون هڪ ”ڪلا“ ۾ ٿينديون آهن. ۳۰ ڪلائن جو هڪ مهورت ٿيندو آهي. هڪ ڏينهن ۽ رات ۾ ۳۰ مهورت ٿيندا آهن. سنڌيا جو وقت هميشه هڪ مهورت هوندو آهي - ڏينهن ۽ راتيون گهٽجنديون ۽ وڌنديون آهن. پر سنڌيا هميشه هڪ مهورت جي ٿيندي آهي. سج اُڀرڻ کان وٺي ٽن مهورتن جي وقت کي ”پراتهه ڪال“ چوندا آهن. هيءُ ڏينهن جو پنجون پاڱو آهي. منجهند جو وقت ٽن مهورتن جو ٿيندو آهي. ڏينهن جا ۵ پاڱا آهن. هرهڪ پاڱو ٽن ٽن مهورتن جو ٿيندو آهي. پنجن پاڱن جا هيٺيان نالا آهن:— پراتهه ڪال، سنگو، مدياهن (منجهند) اپراڻهه ساياهن، اهڙيءَ طرح سڄي ڏينهن ۾ ۱۵ مهورت ٿيندا آهن. ويشوت ڏينهن پندرهن مهورتن جو ٿيندو آهي - پر پوءِ اهو گهٽجندو ۽ وڌندو پيو آهي.

شرد ۽ وسنت رتوءَ جي وچ ۾ سوريه تلا ۽ ميک راشيءَ ۾ ويندو آهي - ان

کي وشوٽ چئبو آهي. اُن وقت ڏينهن ۽ رات هڪ جيترا برابر ٿيندا آهن. سورج جڏهن ڪرڪ راشيءَ ۾ ايندو آهي اُن کي دکشڻاين چئبو آهي ۽ مڪر سنڪرانت ۾ ايندو آهي ته اُن کي اُتراين چئبو آهي. هي برهمڻ! ۱۵ ڏينهن ۽ راتيون ملي- هڪ "پکش" سڏبو آهي. هڪ مهيني ۾ ٻه پکش ٿيندا آهن - هڪ شڪل پکش (سهاڻيون راتيون) ٻيو ڪرشڻ پکش (اونداهيون راتيون). ٻن مهينن جي هڪ رتو (موسم) ٿيندي آهي هڪ اين ۾ ٽي رتون ٿينديون آهن. هڪ سال ۾ ٻه اين ٿيندا آهن.

مهينن جي ڳڻپ جدا جدا رواج موجب چئن قسمن جي ٿيندي آهي. اهي چار قسم هي آهن:- سَوَر (سج سان لاڳاپو رکندڙ)، ساوَن، چاندر، (چنڊ سان لاڳاپو رکندڙ) ۽ ناکشتر (نکشترن سان لاڳاپو رکندڙ).

"وشڻ ڪال" ڏاڍو پورو ليکبو ويندو آهي - جڏهن سج ڪرتڪا نکشتر جي پهرئين پاڱي يعني ميک راس جي پڇاڙيءَ ۾ ۽ چندرما وشاکا نکشتر جي چوٿين پاڱي ۾ (ورشڪ راس جي شروعات ۾) ٿئي ٿو. يا جڏهن وقت سج وشاکا جي ٽئين پاڱي ۾ يعني تلا راس جي انتر آنش ۾ اچي ٿو ۽ چندرما ڪرتڪا جي پهرئين پاڱي ۾ - تڏهن اُن کي "وشو" نالي - تمام پورو وقت چوندا آهن. اُن وقت دان پڇ، ڪرڻ گهرجي. پورڻ ماسي ٻن قسمن جي ٿيندي آهي هڪ جو نالو آهي راڪا ٻي جو نالو آهي انمتي. اهڙيءَ طرح اماس به اِن قسمن جي آهي - هڪ کي چوندا آهن - "سنيوالي" ۽ ٻي ورڪ "ڪهو" نالي سان سڏبي آهي.

آگست جي اتر طرف ۽ اجهوٿيءَ جي ڏکڻ طرف هڪ مارڳ آهي اُن کي مرگه- ويٿي نالي سان سڏبو آهي. اُن مارڳ ۾ مهاتمائون ۽ رشي مني رهندا آهن.

هڪ ٻيو به مارڳ آهي - اُن کي "ديويان مارڳ" ڪري چوندا آهن - اُن ۾ برهمچاري ۽ يوگي - جيڪي يوگ ابياس ڪندا آهن - اهي نِواس ڪندا آهن. اُنهن کي اولاد جي چاهنا نه رهندي آهي - اُنهن مرتيوءَ کي به جيتي ڇڏيو آهي. سورج جي اتر مارڳ ۾ ۸۸ هزار مني رهندا آهن اُنهن ڪام، ڪروڌ، لوڀ موهه ۽ اهنڪار کي به جيتيو آهي. اُنهن جو من پوتر آهي، اهي امر آهن. پرلئه تائين جيڪي قائم آهن - اُنهن کي امر چئبو آهي.

هي [illegible] حد تائين ڌرو جو گهيرو آهي، پرٿويءَ کان وٺي اُن پرديش تائين سمورا ديش پرلئه ڪال ۾ ختم ٿي وڃن ٿا سپت رشين کان اتر طرف مٿي هتي ڌرو ٽِڪيل آهي - اهو چمڪندڙ ۽ ٻج وارو آسمان آسمان ۾ وشڻو ڀڳوان جو ڌام (لوڪ) آهي. جڏهن پاپ ۽ پاپ ڪرم (ناس) ٿي وڃن ٿا. تڏهن رشي ۽ مني [illegible] کي وس ڪيو آهي - اهي هن لوڪ ۾ وڃي نِواس ڪن ٿا. پوتر رشين منين

جو ٻه ھيءُ ئي لوڪ آھي. جيڪي مھاتمائون جنم ۽ مرڻ جي چڪر کان ڇٽي وڃن ٿا جتي وڃي وري جنم مرڻ جي ڦيري ۾ نہ ٿا ڦاسن - جتي نہ موھہ آھي نہ شوڪ آھي - اھوئي وشڻوڀڳوان جو پرم - ڌام آھي. جتي آتما وڃي پرماتما ۾ لين ٿئي ٿي. اھو وشڻو جو پرم پد آھي. ان وشڻو پد ۾ سيني جو آڌار ڌرو موجود آھي - تنھن ۾ تمام گھڻو پرڪاش ۽ تيج آھي - ڌرو تي سڀ نکشتر، نکشترن تي بادل ۽ بادلن تي برسات ٠و آڌار آھي.

ھي مني! ان برسات تي سڄيءَ سرشٽيءَ جي پالنا ٿئي ٿي ۽ سڀ ديو - منشيہ وغيرہ سڀ ان برسات تي ئي آڌار رکن ٿا - ان مان ئي انھن کي شڪتي ملي ٿي. ان کان پوءِ برسات تي چوپائي مال جو بہ آڌار آھي ڳايون کير ڏين ٿيون - کير ۽ گيھہ مان اگن ديوتا کي آھوتيون ملن ٿيون. ان ڪري اگني ديوَ کي بہ پشٽي ملي ٿي اگن ديو جيون جي پالنا لاءِ برسات ورسائڻ جو ڪارڻ بڻجي ٿو. انڪري ھي وشڻو ڀڳوان جو ٽيون لوڪ (ڌرو) ئي ترلوڪيءَ جو آڌار آھي ۽ برسات جو وسيلو آھي.

ھي برھمڻ! ھن وشڻوپد مان ئي شري گنگا اتپن ٿي آھي جا سيني پاپن کي ناس ڪري ٿي. ديوانگنائن (ديوتائن جي زالن) جي انگ-راڳ (شرير ۾ لڳل خوشبودار پائوڊر) سان ھن گنگانديءَ جو پاڻي سفيد رنگہ جو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. وشڻو ڀڳوان جي ڏائي پير جي آڱوٺي مان نڪتل گنگا کي ڌرو ڏينھن رات پنھنجي مستڪ تي ڌارڻ ڪري ٿو - جنھن جي جل ۾ بيھي سپت رشي (ست رشي) اشنان ڪن ٿا ۽ اگھہ-رشڻ منتر جو جپ ڪن ٿا- جنھن جي جل جي وھڪري سان چندر منڊل گھيرجڻ کان پوءِ وري پھرئين کان بہ و ڌيڪ روشن ٿئي ٿو، اھا شري گنگاجي چندر منڊل مان ھيٺ وھي ميرو پربت جي مٿان ڪري ٿي ۽ سنسار کي پوتر ڪرڻ لاءِ چئن ئي دشائن (طرفن) ۾ وڃي ٿي. چئن دشائن ۾ وڃڻ جي ڪري اھا ھڪڙي گنگا سيتا الڪ نندا، چکشو ۽ ڀدرا - انھن ئي چئن قسمن جي ٿي وڃي ٿي.

انھن چئن قسمن مان - الڪ نندا ڏکڻ طرف واري ڀيد (قسم) کي ڀڳوان شنڪر کي ھڪ سوَ ورھين کان بہ وڌيڪ وقت تائين پنھنجي مستڪ تي ڌارڻ ڪيو ھو - اھا الڪنندا گنگاشنڪر جي جٽائن مان نڪري پاپي ساگر راجا جي پٽن جي ھڏين کي پوتر ڪري انھن کي سورگہ ۾ پھچايو ھو -

ھي مئتريہ! جنھن ۾ اشنان ڪرڻ سان پاپ ناس ٿي وڃن ٿا ۽ پڇ ملي ٿو. گنگا نديءَ جي پاڻيءَ سان ان جي ڪناري تي اچي جيڪي سپاتر ٻت پنھنجي پيئرن لاءِ شرڌا سان دان پڇ ڪن ٿا ۽ ھڪ ڏينھن بہ ترپڻ ڪن ٿا تہ پڪ اھو شرڌا سان ڏال جل - سندن پيئرن جي آتما کي شانتي پردان ڪري ٿو.

ھي پرٿوي جنھن جي ڪناري تي راجائن وڏا وڏا يگيہ ڪيا ھئا ۽ اُھن يگين دوارا وشنوڀڳوان جو پوڄن ڪري پنھنجو مانک جنم سڦل ڪيو ھو ۽ سورڳ لوڪ ۾ نه سڌي پراپت ڪئي ھئي. جنھنجي پوتر جل ۾ اشنان ڪرڻ سان ڌوئجي ۽ سنياسي پرش پوتر ٿي ويا ۽ پنھنجو من وشنوڀڳوان ۾ لڳائي ان جو ڌيان ڪري نرواڻ پد کي پراپت ڪيو ھئائون وڳو جنھن جو "گنگا گنگا" نالو پڪارڻ سان جيون جا ٽن جنمن جا پاپ به ناس ٿي وڃن ٿا. ٽن لوڪن کي پوتر ڪندڙ اھا گنگا جنھن مان پيدا ٿي آھي، اھوئي ڀڳوان جو ٽيون پرم پد آھي.

اٺون اڌياءُ سماپت



# نائون اڌياءُ

## جيوتش چڪر ۽ ششومار چڪر (لڌڙي جي شڪل جھڙو)

شري پراشرجيءَ چيو:- آسمان ڏانھن نھاريندا ته اوھان کي تارن جو جھڳٽو ڏسڻ ۾ ايندو جو لڌڙي جي شڪل جھڙو آھي - ان کي ششومار چڪر جي نالي سان سڏيندا آھن. ان جي پڇ واري حصي ۾ ڌرو تارو بيٺل آھي. اھو ڌرو پرمشال اھي پنھنجي حد ۾ گھمندو آھي ۽ ٻين گرھن کي به گھمائيندو آھي. ان ڌرو سان گڏ نکشتر منڊل به چڪر وانگر ڦرندو رھندو آھي. سوريه، چندرما، تارا، نکشتر، ۽ ٻيا به سڀ گرھ جڳ ۾ ھوا جي ڏوريءَ سان ڌروءَ سان ٻڌل آھن.

مون توکي آڪاش منڊل جي ان ششومار چڪر جو ذڪر ڪيو آھي ان چڪر جو آڌار ڀڳوان نارائڻ آھي. اھوئي سبب آھي جو ان ششومار چڪر ۾ ڏاڍو اُجلو ۽ پرڪاش ڏسڻ ۾ ايندو آھي. اُتانپاد جي پٽ ڌروءَ جي ڪھاڻي مون توکي ٻڌائي ته ڪيئن نه ڌرو تپسيا ڪري ۽ وشنوڀڳوان جي آراڌنا ڪري، ان تارن جي جڳھتي ششومار جي پڇ جي جڳھ تي ڌرو تاري جو پد پراپت ڪيو.

ششومار جو آڌار شري نارائڻ آھي ۽ ششومار ورک، ڌروءَ جو آڌار آھي ۽ ڌرو وري سوريه نارائڻ جو آڌار آھي.

پرٿويءَ ھن ساري جڳت جو آڌار وري سوريه نارائڻ آھي ھن جڳت ۾ جيڪي به جڙ ۽ چيتن ديو ۽ اسر موجود آھن اھي سڀ سج تي مدار رکن ٿا.

سوريه اٺن مھنن تائين پنھنجي ڪرڻن سان رس (جل) کي گرھڻ ڪري ٿو ۽ جڏھن

مهنن ۾ ان جل کي ورهي - برسات جي روپ ۾ وسائي ٿو. برسات جي ڪري ان پيدا ٿئي ٿو ۽ اُن تي هيءُ سڄو جڳت پلجي پيو. ان جيون شڪتي ڏئي ٿو. سج پنهنجن ڪرڻن سان پاڻيءَ کي مٿي کڻجي چندرما کي ٻ، شڪتي ڏئي ٿو ۽ چندرما آسمان ۾ هوا جي ذريعي - ان کي بادلن ۾ پهچائي ٿو - بادلن ۾ اگني ۽ وايو جو تتو ضرور آهي. ڪوڻ (بجلي) اگنيءَ جو تت آهي. ۽ هوا ٻ برساتي وايو منڊل پيدا ڪري ٿي. اهو سج کان ڇڪيل جل بادلن ۾ چڱو وقت قائم رهي ٿو جلد نه ٿو ڪري ان ڪري بادلن کي سنسڪرت ۾ "ابر" ڪري چوندا آهن اهو جل جو ابر ۾ موجود آهي اهو وايو (هوا) جي پريرڻا سان پرٿويءَ تي وسڻ لڳي ٿو.

هي مئتريه! ڀڳوان سوريه ديو، نديءَ، سمنڊ، زمين، ۽ ساهوارن مان پيدا ٿيل - انهن پاڻيءَ جي چئن قسمن کي کڻجي ٿو. سوريه نارائڻ آڪاش گنگا جي جل کي ٻڻ گرهڻ ڪري ٿو - پر اهو بادلن کان سواءِ پنهنجي ڪرڻن دوارا هن پرٿويءَ تي وسائي ٿو. سج جا ڪرڻا جڳت ۾ ڦهلجي هڪ قسم جيون شڪتيءَ جو سنچار ڪن ٿا. سج ڪرڻن جي بدن کي لڳڻ سان اُن جي ڇهاو سان پاپ ناس ٿي وڃن ٿا. سوريه ڪرڻن ۾ سنان ڪرڻ سان ڪيترئون بيماريون پڻ دور ٿي وڃن ٿيون - سوريه تندرستي ڏيندڙ آهي. سوريه ڪرڻن جي سنان کي "دويه سنان" ڪري چوندا آهن. ڪرتڪا وغيره اڪيءَ وارن نکشترن ۾ جيڪو جل موجود آهي اهو ٻ سوريه جي روشن تيڻ سان وسي ٿو. ان کي آڪاش گنگا جو جل سمجهڻ گهرجي - روهڻي ۽ آرادر وغيره ٻڌيءَ وارن نکشترن جي جل کي پڻ سوريه کڻجي پرٿويءَ تي آڻي ٿو. اهو ٻ آڪاش گنگا جي ذريعي - هيٺ زمين تي اچي ٿو - ان ۾ جيون شڪتي سمايل آهي. انهيءَ ڪري سج جي ڪرڻن ۾ ايڻ وقت سنان ڪرڻ سان هڪ قسم جي جيون شڪتي ملي ٿي - اهي ڪرڻا جڏهن بدن تي پون ٿا ته انهن سمجهڻ گهرجي ته آڪاش گنگا جي جل سان بدن پيو پوتر ٿئي - سوريه نارائڻ جي ڪرڻن ۾ سنان ڪرڻ ڪري ماڻهن جا پاپ ناس ٿي وڃن ٿا ۽ پاپ جو ڏپ پڻ دور ٿي وڃي ٿو. اهوئي سبب آهي جي سوريه سنان کي "دويه سنان ڪري چئبو آهي"

هي مئتريه! بادل جيڪو جل وسائين ٿا اهو ٻ ساهوارن لاءِ امرت آهي. برسات جي وسڻ ڪري ڇوڏاري ساوڪ پيدا ٿئي - وڻراهه کي جيون ملي ٿو. ڪيترائون ٻوٽيون ۽ اوشڌيون پيدا ٿين ٿيون

آن، ڦل، ميوا ڀاڄيون، زندگيءَ جو وسيلو آهن. انسان کي انهن مان نه طاقت ملي ٿي - اهيئي بدن کي نه سگهرو ڪن ٿيون. سوريه پرڪشيه (اکين سان ڏسڻ) ۾ ايندڙ ديوتا آهي. ان ڪري يگيه ڪرڻ سان ديوتائون پرسن ٿين ٿا. يگيه جي

ڪري پرساد ٿيو ٿي - پرساد مان ان پيدا ٿئي ٿو - ان ساهوارن جي جيون جو آڌار آهي. ان کي پيدا ڪرڻ واري پرساد جي اُتپتي به سوريه ناراڻ مان ٿي ٿئي
هي منين ۾ شريشٽ مئتريه جي! سوريه جو آڌار ڌرو آهي، ڌرو جو ششمار آهي ۽ اهڙيءَ طرح جو ششمار جو آڌار شري ناراڻ ڀڳوان آهي ان ششمار جي هردي ۾ شري ناراڻ استت (موجود) آهي - اهو شري ناراڻ ڀڳوان ئي ساهوارن کي اپائي ٿو ۽ انهن جي ورب پالنا به ڪري ٿو. اهو شري ناراڻ ڀڳوان آدي ڪارڻ آهي ۽ سناتن پرش آهي.

ٻائون اڌياءُ سماپت



## ڏهون اڌياءُ

### هڪ ئي سوريه جا ٻارهن نالا يا ٻارهن روپ ۽ ان جي اڌڪارين جو ورڻن

شري پراشرجيءَ چيو :- هي مئتريه جيتوڻيڪ سوريه (سج) هڪ هند بيٺل آهي پر ڏرشيءَ جي ڦيري ڪري، اسان کي ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي ته سوريه ناراڻ هلي پيو - ان هوندي به سوريه جي رٿ جي ڪلپنا ڪئل آهي. سوريه جو رٿ هر مهيني ۾ جدا جدا ديوتا گندرو، اپسرا، يڪش، سرپ (نانگ) ۽ راڪش گڏن سان والاريل هوندو آهي.

هي مئتريه! مڌو ماس ۾ (چيٽ جي مهيني ۾ سوريه جي رٿ ۾ ڌاتا نالي آدتيه (مکيه ديوتا)، ڪرتوسٿلا اپسرا، پلستيه رشي، واسڪي سرپ (واسڪگ نانگ)، رٿڀرت يڪش، هيتي راڪس ۽ تمرو گندرو- اهي سڀ ان چيٽ مهيني جا اڌڪاري رهندا آهن.

اهڙيءَ طرح اريما نالي آدتيه، پلهه رشي، رٿو جا يڪش، پنجڪسٿلا اپسرا، پرهيتا راڪس، ڪڇ ويرسرپ ۽ نارد نالي گندرو .اهي ويساک جي مهيني ۾ سوريه جي رٿ تي نواس ڪندا آهن. هي مئتريه هاڻي جيٺ جي مهيني ۾ ان رٿ تي نواس ڪندڙن جا نالا ٻڌ :- ان وقت متر نالي آدتيه، اتري رشي، تڪشڪ سرپ (نانگ) پوروشيه، راڪس، مينڪا اپسرا هاها گندرو، ۽ رٿ سون نالي يڪ - اهي ان رٿ ۾

ناهري مهني جا هينيان اڏکاري هوندا آهن:—
انش نالي آدتيه، ڪاشيپ رشي، تاڪيه يکيه، مهاپدم سرپ، اُروشي اَپسرا، چتر
سين گندرو، ۽ وديت نالي راڪشس.

هي برهمڻ! ڪرتورشي، يڪ آدتيه، اُورڻايو گندرو، سڦورج راڪشس، ڪرڪوٽڪ
سرپ، اَرشت-نيمي يکيه ۽ پورڪچتي-اپسرا اهي اڏکاري پوهه جي مهني ۾ جڳت
کي روشن ڪرڻ لاءِ سوريه منڊل ۾ اچي واسو ڪندا آهن.

هي مئتريه! توشٽا نالي آدتيه، جمدگني رشي ڪمبل سرپ، تلوتما اپسرا، برهموپيت،
راڪشس، رت-جت يکيه، ۽ ڌرت راشٽر گندرو - اهي ماگهه مهني ۾ سوريه-منڊل ۾
رهندا آهن.

هاڻي جيڪي ڦڳڻ جي مهني ۾ سوريه جي رٿ ۾ رهندا آهن- انهن جا نالا ٻڌ:
وشنو نالي آدتيه، اَشوتر سرپ، رميا اپسرا، سوريه-ورچا گندرو، ستيهجت يکيه،
وشوامتر رشي، ۽ يگيوپيت نالي راڪشس، اهي اڏکاري آهن.

هي مئتريه! اهڙيءَ طرح اهي سڀ وشنوءَ ڀڳوان ڪان شڪتي حاصل ڪري؛
۽ پرڪاش کي پراپت ڪري - ست ست گڏ ٿي، هڪ هڪ مهني ۾ سوريه منڊل ۾
رهندا آهن. رشي گڻ سوريه جي استوتي (پرارٿنا) ڪندا آهن، گندرو جي سنگيت
ودیا ۾ تمام هوشيار آهن. اهي وري سڄه جي ساراهه ۾ مٺا راڳ ڳائيندا آهن.
اپسرائون ناچ ڪنديون آهن، راڪشس رٿ جي پنيان هلندا آهن؛ ناڳ وري رٿ
کي سينگاريندا آهن ۽ يکيه گڻ رٿ جون واڳون سنڀاليندا آهن - اهڙيءَطرح هميشه
سيوا ڏه هزار بال کلياڊي ان رٿ کي چئني پاسن کان گهيري رهندا آهن.

هي رشي! سوريه منڊل جا اهي ست ست اڏکاري پنهنجي پوري وقت تي
حاضر رهي سياري، اونهاري ۽ برسات وغيره جا ڪارڻ بڻبا آهن.

ڏهون اَڌياءُ سماپت



## ٻارهون اڌياءُ

### سوريه شڪتيءَ ۽ ويشنوي شڪتيءَ جو ورڻن.

مئتريه! ڇيو هي گروجي! هاڻي ڪرپا ڪري ٻڌايو ته سوريه (سڄه) جو ڪاريه
ڪهڙو آهي؟ جيڪڏهن انهن ستن اڏڪارين جي ڪري سيارو - اونهارو وغيره

موسمون لبن لبن ۽ پوءِ سوريه (سج) جو ڪهڙو ڪم آهي؟ پوءِ الهن جو لـو جه وجهي ۽ سج جي ڪرڻي پرساءِ پوڻ ٿي.

الهن چولو چيو وجهي ته هاڻي سج اڀري ٿو، هاڻي منجهند جي وقت لهي ٿو ۽ سج لهي ٿو.

شري پراشرجيءَ چيو: هي مئتريه! تو جيڪي مون کان پڇيو آهي ان جو جواب ٻڌ. سج هڪڙو آهي پر جدا جدا مهنن ۾ اهي سج جا جدا جدا نالا آهن:- هرهڪ مهني ۾ انهن نالن کي هڪ قسم جي خاصيت آهي. پر انهن ستن ڳڻن ۾ سوريه (سج) پرڌان آهي. وشڻو ڀڳوان جي شڪتيءَ کي ”ويـداسواپي“ نالي سان سڏيندا آهن. اهي ٽي ويد آهن رگ، يجر ۽ سام - اهي ٽي شڪتيون پراشڪتيءَ جي نالي سان به سڏبيون آهن. سوريه جي اپاسنا ڪرڻ سان پاپ ناس ٿي ويندا آهن. ان جي اپاسنا جي جڙ ۽ گيان-سوروپ ڀڳوان جي اپاسنا آهي. ڇاڪاڻ ته ٽي ويد به ان جي شڪتي آهن:-

هي برهمن! جڳت جي پالڻ لاءِ رگ‌ويد، يجرويد ۽ سام ويد - اهي وشڻوءَ جي روپ ۾ سوريه ۾ اواس ڪن ٿا.

- هرڪنهن مهني ۾ جيڪو سوريه ٿئي ٿو - ان مهني جي سوريه جي روپ ۾ ٽن ويدن واري وشڻو ڀڳوان جي شڪتي موجود رهي ٿي اهي ٽي ويد ڀڳوان وشڻوءَ جو انگ آهن وشڻوڀڳوان به گيان سوروپ آهي.

انهن ٽن ويدن کي وشڻوءَ شڪتي ڪري سڏيندا آهن. اها شڪتي سوريه نارائڻ جي به مکيه شڪتي آهي ۽ جنهن اهي ٽي ويد آهن تنهن برهما - وشڻو ۽ شو آهن- ان پاربرهم جا جدا جدا نالا آهن يا جدا جدا شڪتيون آهن.

سرشتيءَ جي شروعات ۾ برهما رگ‌ويد روپ آهي، جڳت جي پالڻ وقت وشڻو يجر ويد جو روپ آهي، ۽ پرلا جي وقت رڌر (شو) سام‌ويد جو جڙ ته روپ آهي. ان ڪري سام جي سنگيت جو آواز جڙ ته اپوتر سمجهيو ويندو آهي. رات جو جڏهن سام ويد جو سنگيت شروع ٿيندو آهي ان وقت رگ ويد ۽ يجر ويد جي اپياس ڪرڻ جي منع آهي.

اهي ٽي ويد وشڻوءَ جي ساتوڪ (ستوگڻي) شڪتي آهن - اها شڪتي سوريه نارائڻ ۾ ٿي موجود رهي ٿي - اها وشڻو ڀڳوان جي شڪتي آهي جنهنڪري، سوريه نارائڻ (سج) ۾ اهڙو پرڪاش آهي. ان جي ئي چمڪ سان سج چمڪي پيو ۽ سنسار جي اونڌهه کي دور ڪري پرڪاش ڦهلائي ٿو.

ورهيو جي رشي مني پرارٿنا ڪندا آهن. گندرو- ان جي سارا هڻ جا گيت

ڳائيندا آهن - اپسرائون لوڏيہ ڪندڙيون آهن راڪش سوريہ جي رٿ جي پٺيان هوندا آهن. ناڳ رٿ کي سينگاريندا آهن ۽ يڪيہ گهوڙن جون واڳون سنڀاليندا آهن.
ٽن ويلن جي شڪتيءَ جي روپ ڀڳوان سوريہ جو نہ اڀرڻ ٿيندو آهي ۽ نہ لهڻ يعني سج نڪو اڀري ٿو ۽ نڪو وري لهي ٿو - يعني هو هميشه هڪ هنڌ قائم آهي- اهي ست ڳڻ تہ هن کان الڳہ آهن. ڪنهن وڏي ٿدب ۾ لڳل آرسيءَ وانگر جيڪو هن جي نزديڪ وڃي ٿو ان کي پنهنجو عڪس (شڪل) ڏسڻ ۾ ايندو آهي- سوريہ جي جيڪا سشمنا ناڙي واري ڪرڻ آهي - اها شڪل پکيہ جي چنڊ کي روشن ڪندي آهي - وري ڪرشڻ پکيہ (اونداهين راتين) جي وقت ان امرت سان ڀريل چنڊ جي هڪ هڪ ڪلا کي ديوتائون پيئندا آهن. پڇہ جي چنڊ ۾ صرف ٻہ ڪلائون ٿينديون آهن - (اهو چنڊ جو ڏهين حصو آهي). انهن ٻن ڪلائن کي وري پترلوڪ ۾ رهندڙ پتر پيئندا آهن. اڪري سوريہ جي معرفت پتر ترپت (خوش) ٿيندا آهن. اهوئي سبب آهي جو سوريہ اڳيان ترپڻ ڪبو آهي ۽ سج کي ارگهہ ڏبو آهي.

سج پنهنجن ڪرڻن سان پرٿويءَ تان جيترو پاڻي کڻيندو آهي اهو پاڻي بادلن جي معرفت پرٿويءَ تي وسائيندو آهي - ان مان فصل سٺو ٿيندو آهي ۽ ماڻهن کي ان ملندو آهي. ڀڳوان سوريہ نارائڻ اهڙيءَ طرح اسان کي پالي ٿو - اسان کي حياتي ڏئي ٿو - زندگي بخشي ٿو.

هي مئتريہ! اهڙيءَ طرح سوريہ نارائڻ نہ رڳو پرٿوي لوڪ ۾ رهندڙن جيون کي پالي ويٺو پر ديو ديوتائن کي بہ ترپت ڪري ٿو. ديوتائن کي هرپکش ۾ (پندرهن ڏينهن ۾) پترن کي هر مهني ۾ ۽ ماڻهن کي هرروز ترپت (خوش) ڪندو رهي ٿو.

يارهون ادياءِ سماپت



# ٻارهون آڌياءُ

## نون گرهن جو بيان ۽ پين ديوتائن جي ڪجھ وڏيڪ اهڃاڻ

شري پراشر چيو:- چندرما جو رٿ ٽن ڦيٿن وارو آهي - ان جي ڏائي ۽ ساڄي طرف اڇي گل وانگر - سفيد رنگ جا ڏهہ گهوڙا آهن - جي رٿ ۾ ٻڌل آهن. ڌروءَ جي آڌار تي ان رٿ ۾ چڙهي چندرلوڪ جو ديوتا سير ڪندو آهي، جدهن رستي

ڪان اهو رٿ هلندو آهي - ان کي ”ناگ ويٿي“ ڪري چوندا آهن. اشولي وغيره
اناويهن نکشترن مان لنگهندو آهي. انهن جو اپڀوگ ڪندو آهي، سج وانگر هن جون
ڪرڻائون ٻه وڌنديون ۽ گهٽبيون آهن. ان جا گهوڙا سمنڊ مان پيدا ٿيل آهن. (اهوئي
سبب آهي جو نکن گهوڙن کي سامونڊي گهوڙا ڪري چوندا آهن) اهي گهوڙا
هڪ ڪلپ (جيستائين پرلئه ٿئي. اولري وقت کي ڪلپ چئبو آهي) تائين رٿ کي
ڪاهيندا رهندا آهن. چنڊ کي سج کان روشني ملي ٿي. هي مشتريب! ان ڪري
چوندا آهن ته ديوتائون چنڊ جون ڪلائون پيئندا رهندا آهن. ان ڪري جڏهن ان جون
ڪلائون ڪيڻ ٿي وينديون آهن ته وري سوريه ديو پنهنجن ڪرڻائن سان - چنڊ جي
ڪلائن کي روشن ڪندو آهي. چنڊ جي ڪلائن کي اولداهين واڻين ٻه (ڪرشڻ پکه ٻه
ديوتائون پيئندا رهندا آهن ته وري پاڻيءَ کي مٿي کڻندڙ سج سانهن واڻين جي
(شڪل پکيه جي) پهرين تاريخ کان ولي - هرروز پنهنجن ڪرڻائن سان چنڊ کي روشن
ڪندو رهندو آهي - يعني چنڊ ٻ امرت ڏيندو ويندو آهي - ان طرح اڌ مهني ٻ گڏ
ٿيل چنڊ جو امرت (امرت) ديوتائون وري پيئڻ شروع ڪندا آهن - ڇاڪاڻ تہ
ديوتائون جو کاڌو فقط امرت آهي. ٽيٽيهه هزار ٽيٽيهه سو ۽ ٽيٽيهه (۳۳۳۳۳) ديوتائون
چندرما جو امرت پيئندا آهن.

جڏهين چنڊ ٻ ٻه ڪلائون باقي بچنديون آهن - تڏهن چنڊ سوريه منڊل جي هڪ
ڪرڻ ٻ رهندو آهي - ان ڪرڻ کي ”اما“ چوندا آهن - ان ڪري پڇاڙيءَ واري
ٿت کي اماس چئبو آهي. اماس ٿت جي ڏينهن ۽ رات ٻ چنڊ پهرينئين حل
ٻ پرواش ڪندو آهي، ان کان پوءِ وڻن ۽ ولين ٻ واسو ڪندو آهي ۽ ان کان پوءِ
سوريه ٻ هليو ويندو آهي - جڏهن چنڊ وڻن ٻوٽن ۽ ولين ٻ واسو ڪندو آهي ۽ ان
وقت (يعني اماس جي ڏينهن) جيڪو ماڻهو وڻن ۽ ٻوٽن کي ڪاٽيندو آهي يا پٽيندو
آهي ته ان کي برهم - هتيا جيترو پاپ لڳندو آهي. مطلب ته وڻ ٻوٽا گهرجن ۽ نہ
کي انهن کي وڏي ناس ڪجي. اماس جي ڏينهن چنڊ جي ڪرڻائن مان اڪتل،
امرت کي پي ڪري تمام ترپت ٿي ٿن قسمن جا پتر هڪ مهني تائين ڍوءِ ٻ رهن ٿا
تا يعني انهن کي هڪ مهنو بک نہ ٿي لڳي.

اهڙيءَ طرح چندر ديو شڪل پکيه ٻ ديوتائن کي ۽ ڪرشڻ پکيه ٻ پترن کي حوش
ڪري ٿو ۽ شڪتي ڏئي ٿو، چنڊ پنهنجن امرت جهڙين ٿڌين ڪرڻائن سان ولين
ٻوٽين ۽ وڻن کي شڪتي ڏئي ٿو ۽ پنهنجي ٿڌيءَ چانڊوڪيءَ سان ٿڌاڻ ڏيئي هو
ماڻهن، جانورن ۽ ننڍڙن جيتن کي پالي ٿو.

ڌ... جو پٽ آهي. ان جو رٿ هوا ۽ باهه جي جزن مان ٺهيل آهي - ان ٻ

اُت گهوڙا ٻڌل آهن. جي هوا وانگر تيز آهن.
شڪر گرهہ جو ٻہ رٿ تمام وڏو آهي- جا گهوڙا پرٿوي لوڪ ۾ پيدا ٿيل آهن.
منگل جو رٿ تمام سهڻو آهي سچو سواو آهي. اهو اگنيءَ (باهہ) مان پيدا ٿيل
آهي - ڳاڙهي رٻيءَ جي رنگ وانگر ان ۾ اٺ ڳاڙها گهوڙا ٻڌل آهن.
وسپت (برهسپتيءَ) جو رٿ وري سون وانگر چمڪندڙ آهي- ان جا پيلي رنگ
جا گهوڙا آهن. سال جي پڄاڙيءَ ۾ هرهڪ راس ۾ برهسپتي براجمان رهندو آهي.
ڇنڇر جو رٿ آڪاش مان نهيل آهي- (آسماني رٿ آهي) - چٽڪمرا گهوڙا ان
۾ ٻڌل آهن. اهو رٿ آهستي آهستي هلندو آهي- ان ڪري ان کي (شنيشچر) آهستي
چرندڙ چوندا آهن.
راهوءَ جو رٿ وري مٽيءَ جي رنگ جهڙو آهي- ان ۾ پنڌرن وانگر اٺ ڪارڪميت
گهوڙا ٻڌل آهن. هڪ دفعو گهوڙا ٻڌڻ سان هميشہ اهو رٿ پيو هلندو رهندو آهي.
پرڪرتما جي ڏينهن راهو سج مان نڪري چنڊ جي نزديڪ ايندو آهي ۽ اماس
ڏينهن وري چنڊ جي گهيري مان نڪري - سج جي نزديڪ ايندو آهي- اهڙيءَ طرح
ڪيتوءَ جي رٿ جا گهوڙا دونهين جي رنگ جهڙا آهن - ڪٿي ڪٿي بدن تي لاک
جي رنگ وانگر ڳاڙها چٽا اٿن.
هي وڏي ڀاڳہ وارا! مون توکي نون گرهن جي رٿن جو بيان ڪري ٻڌايو. اهي
رٿ هوا جي ڏور سان ڌروءَ تاري سان ٻڌل آهن.
هي مئتريہ! سڀ گرهہ، نڪشتر ۽ تارا منڊل هوائي ڏوريءَ سان ڌروءَ تاري ۾ ٻڌل آهن
۽ پنهنجي مقرر گهيري ۾ گهمندا رهن ٿا. جيترا تارا آسمان ۾ آهن اوترئون ئي هوائي
ڏوريون آهن. انهن ۾ ٻڌجي اهي سڀ پنهنجي محور ۾ ڦرن ٿا ۽ ڌروءَ کي ٻہ گهمائين،
ٿا. ائين ڪڻي سمجهو تہ هڪ هوائي چڪرو آهي - جنهن جي پريڻا سان - لٽ ۾
ٻڌل ڏياتين وانگر پيا ڦرن، ان ڪري انهن کي "پرؤهہ" چوندا آهن.
هي مئتريہ! هن کان اڳہ مون توکي ششمار چڪر بابت ڪجهہ ٻڌايو آهي - جتي
ڌروءَ جي بيهڪ آهي، هاڻي مان توکي ان بابت ڪجهہ وڌيڪ ٻڌايان ٿو.
رات جي وقت ان جو درشن ڪرڻ سان - ماڻهن جا ڏينهن ۾ ڪيل پاپ ناس
ٿي وڃن ٿا. چون ٿا جيڪو ششمار چڪر جو درشن ڪري ٿو ان جي وڏي عمر ٿئي
ٿي هؤ گهڻو وقت جيئرو رهي ٿو. ششمار جي پڇ جي ڀاڱي ۾ باهہ وانگر چمڪندڙ
هڪڙا چار تارا آهن. جي هميشہ پيا چمڪندا آهن. ڪڏهن بہ است (گم) نہ ٿيندا
آهن. هي مئتريہ! اهڙيءَ طرح مون توکي پرٿوي، گرهن، ديپن، سمنڊن، جبلن،
ندين ۽ نديين بابت ڪجهہ ٻڌايو- هاڻي مختصر طرح ڪجهہ ان بابت وڌيڪ بيان

ڪريان ٿو، ڌيان سان ٻڌ:-

هي مِترين: جل (پاڻي) به وشنوءَ جو ڏسڻ ۾ ايندڙ روپ آهي. ان جل مان هي پرٿوي ڪمل جي گل وانگر پيدا ٿي آهي. ان پرٿويءَ ۾ جبل، سمنڊ، نديون وغيره آهن.

هي برهمڻ! تارا، گرهه (ٽي لوڪ) بن، پربت ۽ سمنڊ، اهي سڀ ڀڳوان وشنوءَ ئي نه آهن. هي سڀ وشو وشنو ڀڳوان نه آهي. اهڙيءَ طرح جيڪي ڪجهه ڏسڻ ۾ اچي ٿو يا نه ٿو ڏسڻ ۾ اچي - اهو سڀ وشنو ڀڳوان ئي آهي. ڇاڪاڻ ته وشنو ڀڳوان گيان سروپ آهي. گيان وشنو آهي (Knowledge is God) گيان سروپ آهي. وشنو سروپ آهي (جت نهار اُهه ڪون ئي ڪون). هو ڪنهن حد ۾ نه ٿو اچي هو محدود نه آهي. هن کي ڪا به شڪل نه آهي - نراڪار آهي. ان ڪري اهي پربت، سمنڊ ۽ پرٿوي وغيره ۾ تون فقط وگيان جي چمڪ ڏس. جڏهن آتم گيان جو پرڪاش ٿئي ٿو - تڏهن سڀ ڪرم ناس ٿي وڃن ٿا ان وقت شُڌ آتم سروپ جي استتي ٿئي ٿي - جا گيان سروپ آهي.

هن دنيا جا پدارٿ به سنڪلپ وڪلپ (من جي خيالن) جي پيدائش آهن.

هي مترين! آتم گيان لڌي سان سنڪلپ مان پيدا ٿيل هي سڀ پدارٿ (وستو يا شيون) ڏسڻ ۾ نه ٿا اچن. پوءِ مايا موهه جو هي پردو دور ٿيو وڃي.

هي برهمڻ! حقيقت ۾ ڪا به وستو ڪٿي به ڪو نه آهي - هر هنڌ نت سروپ پاربرهم ئي وياپڪ (موجود) آهي جنهن جو نه آدي آهي نه مڌيه (وچ) ۽ نه انت (پڇاڙي) آهي. جيڪي وستو وري وري روپ بدلجن اهن ۾ واستوڪتا ڪو نه آهي يعني سچائي ڪونه آهي.

ڏسو مٽي دلي جي روپ ۾ بدلجو وڃي. وري جڏهن دلو ڀڄي ٿو ٽُٽي ٿو ته ان جا ٽڪرا ۽ ڪڻا - جدا جدا ٿيو وڃن. اهي ٽڪرا به آخر مٽي ٿيو وڃن. ۽ مٽيءَ جو ننڍڙن ننڍڙن بارڪ ذرڙن جي روپ ۾ بدلجو وڃي - پوءِ اهي اڻوءَ جي روپ ۾ بدلجو وڃن پوءِ ٻڌايو ته پنهنجن ڪرمن جي وس ٿيل منش آتم سروپ کي وساري هن ۾ ڪهڙي سچي وستو ڏسن ٿا.

ان ڪري هي مترين! وگيان کان سواءِ ڪڏهن به ڪٿي ڪا به وستو ڪو نه آهي پنهنجن پنهنجن ڪرمن جي پيدا ٿيل ڪري جدا جدا خيالن جي ڪري هڪ ئي وگيان گهٽجي ٿي وڌي ۽ گهٽجي ٿي نمونن ۾ مڃيو ويو آهي. نرملو وگيان شُڌ آهي نرمل- شوڪ رهت ۽ لوڀ وغيره سڀني وڪارن ۽ دوشن کان پري آهي. اهوئي ست سروپ آهي - اهوئي هڪ پرميشر- واسديو آهي، ان کان الڳ ٻيو ڪو به پدارٿ ڪو نه آهي. اهڙيءَ طرح مون توکي پرمارٿ جو ورڻن ڪيو آهي، فقط هڪ گيان ئي

ستيہ آهي، ان کان سواءِ ٻيو سڀ اَستيہ (ڪوڙو) آهي. ان کان سواءِ جو فقط وهنوار ۾ ڇوڪڻ ۾ اچي ٿو. انهن ٿن لوڪن جي باري ۾ مون توکي گهڻو ڪجهہ ٻڌايو.

ان گيان مارگ کان سواءِ مون ڪرم مارگ بابت بہ توکي ٻڌايو. ڪرم مارگ سان واسطو رکندڙ يگيہ، پشو اگني، (جانور) يگيہ ڪرائيندڙن برهمڻن (رتوگ)، سوم، سرگٽن (ديوتائن) ۽ سورگ جي ڪامنائن وغيره بابت بہ توکي ڪجهہ ٻڌايم. ڪرمن جي ڪري ئي هيءَ جيو پور وغيره لوڪن ۾ وڃي ٿو. هيءَ جو مون توکي ٽن لوڪن جو ورڻن ڪيو آهي. انهن ٽنهي لوڪن ۾ هيءَ جيو ڪرمن جي وس ٿي پيو گهمي منشيہ (ماڻهوءَ) کي انهن سمجهي پوءِ انهن کان ورقت ٿي (انهن جو تياڳ ڪري) اهو ڪجهہ ڪرڻ گهرجي جنهن مان هُو ڌرو (هڪ هند قائم)، اَچل ۽ سدا ايڪ روپ ڀڳوان واسديو ۾ لين ٿي وڃي يعني ان واسديو ۾ سمائجي وڃي.

ٻارهون اڌيا سماپت



# ٽيرهون اڌياءُ

## ڀرت جي ڪهاڻي

شري مئتريہ چيو:- هي وڏي ڀاڳہ وارا شري پراشرجي! مون جيڪي بہ هن پرٿويءَ ۽ گرهن جي استٿيءَ وغيره جي وشيہ ۾ اوهان کان پڇو سو سڀ اوهان مون کي ٻڌايو.

ان سان گڏ اوهان اهو بہ مون کي چڱيءَ طرح سمجهايو تہ ڪيئن تہ هي سڄي ترلوڪي ڀڳوان وشڻوءَ تي آڌار رکي ٿي ۽ ڪيئن نہ پرمارٿ - سروپ گيان ئي سڀني ۾ مکيہ آهي.

هي ڀڳوان! اوهان ٻهراڻين جنهنجو فقط نالي ماتر بيان ڪيو هو - ان راجا ڀرت جي جيون - چرتر بابت ٻڌڻ چاهيان ٿو. ڪرپا ڪري ان ڀرت بابت مون کي ٻڌايو ڇو ن تا تہ اهو راجا ڀرت مهايوگي هو، هميشه يوگہ ابياس ۾ مشغول رهندو هو ۽ ڀڳوان واسديو ۾ هن جو من لڳل هوندو هو شالگرام نالي بن ۾ رهندو هو. اهڙيءَ طرح ڀڳوان جو چنتن ڪندي بہ هن موڪش پد پراپت نہ ڪيو. ان باري منهنجو سوال فقط هيءُ آهي تہ هن جي مڪتي ڇو ڪون ٿي؟ هن وري برهمڻ جو جنم ڇو ورتو برهمڻ جو جنم وٺي پوءِ ان ڇا ڪيو؟ ڪرپا ڪري اهو مون کي چڱيءَ طرح ٻڌايو

شري پراشرجيءَ چيو: هي مئتريا! هو وڏي ڀاڳ وارو، ڀرتوي پتي راجا ڀرت شالگرام نالي ڪيتر ۾ وڃي رهيو. اتي هو ڀڳوان ۾ ڌيان لڳائي - گهڻوئي وقت رهيو هن پنهنجي من کي وس ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان ۾ هن چڱي اُنتي ڪئي ان راجا ڀرت اهنسا وغيره سڀني چڱن گڻن ۾ جڳو واڌارو ڪيو. هو هميشه ڀڳوان جي نام جو اُچارڻ ڪندو هو. هن جي مک ۾ سدائين ڀڳوان جو نالو هو. سپني ۾ به هن کي هن سنسار جو خيال نه هو. سپني ۾ به هو ڀڳوان جو چنتن پيو ڪندو هو ڀڳوان جي نام سمرڻ کان سواءِ ٻيو هو ڪجهه به نه ڪندو هو. هو هميشه اڪيلو رهندو هو، ڪنهنجو به هن کي سنگ نه هو. يوگاڀياس ۾ مشغول رهندو هو. پوڄا لاءِ فقط گل ۽ يگيه لاءِ ڪالبون ۽ ڪش (هڪ قسم جو گاهه) گڏ ڪري رکندو هو. ٻيو ڪو به هن جو ڪم نه هو.

هڪ ڏينهن هو سنان ڪرڻ لاءِ نديءَ تي ويو. سنان ڪري پوءِ هن اليٽي پوڄا پٺي ڪئي ايتري ۾ ان نديءَ جي ڪناري تي هڪ اڃايل هرڻي جهنگل مان آئي هوءَ ڳورهاري هئي ۽ وير ڪرڻ جو وقت نزديڪ هوس. اڃان جڏهن هوءَ پاڻي پي رهي هئي ته اوچتو هن شينهن جي گجگوڙ ٻڌي، ان جو خوفناڪ آواز ٻڌي هوءَ ڏڪي وئي ۽ جڏهن جو هن چلانگ ماريو ۽ نديءَ جي ٻيءَ پر اڏو ڏنئي وڃڻ جو خيال ڪيو ته اٿين ڪندي هن جو ڳرڀ نديءَ ۾ ڪري پيو.

نديءَ جي لهرن ۾ ڪريل ان جي وهڪري ۾ وهندڙ هرڻ جي ٻچي کي ڀرت پڪڙي ورتو

هي مئتريا! ڳرڀ پات جي ڪري تمام وڏو ڏک ڏٺي ڪري، اها هرڻي به اتي ڪري پئي ۽ مري وئي.

ان هرڻيءَ کي مئل ڏسي ديالو ڀرت ان ٻچي کي کڻي پنهنجي آشرم ۾ آيو.

هي مني! ان کان پوءِ راجا ڀرت هر روز ان هرڻ جي ٻچي جي سنڀال ڪرڻ ۽ ان کي کارائڻ پيارڻ وغيره ۾ ڏاڍو مشغول رهڻ لڳو. اهو هرڻيءَ جو ٻچو به ڏينهون ڏينهن وڌڻ لڳو. ڪڏهن ته اهو هرڻيءَ جو ٻچو آشرم جي آس پاس گاهه پيو چرندو هو، ته ڪڏهن وري ٻن ۾ ڏورو ٻوڙ سان هلي ويندو ۽ اتي وڃي گاهه چرندو هو، پر گهڻو وقت آشرم کان ٻاهر نه رهندو هو جلدئي موٽي ايندو هو. صبح جو جيڪڏهن گهڻو پري به نڪري ويندو هو ته شام جو ته ضرور وري موٽي آشرم ۾ ايندو هو ۽ ڀرت جي آشرم جي پرڻ شالا جي اڳڻ ۾ سمهي پيو هوندو هو

هي ... ! اهڙيءَ طرح ڪڏهن ويجهو ته ڪڏهن ڏورو دور رهندڙ ان هرڻ ۾ وڃي ڦاٿو. هرڻ ۾ ان کي موهه پيدا ٿيو. اس هاڻي رڳو هرڻ جو پيو

خيال ڪندو هو پڻ ڳالهيون ڏانهن هن جو من نہ لڳندو هو جنهن راجا پُرت پنهنجو
راڄ، پنهنجا پٽ ۽ مٽ مائٽ سڀ ڇڏي ڏنا هئا اهوئي پُرت اڄ هرڻ جي ٻچي
جي موهہ - ممتا ۾ وڃي ڦاٿو هو. ڏاڍو ان کي پائيندو هو ۽ پيار ڪندو هو. جيڪڏهن
ٻن مان موٽڻ ۾ ان هرڻ جي ٻچي کي دير ٿيندي هئي تہ پُرت کي ان جي ڏاڍي
چنتا ٿي پوندي هئي ۽ ان جي اچڻ جو انتظار پيو ڪندو هو. من ۾ پيو سوچيندو
هو تہ ڪو جهنگلي جانور بگهڙ وغيرهہ تہ هن کي کائي ڪو نہ ويو. ڪڏهن شينهن
جي پنجي ۾ تہ ڪونہ وڃي ڦاٿو. دل ۾ چوندو هو. اڙي هيءُ منهنجو ٻچو آهي
مون کي ٿي خوش ڪرڻ لاءِ ۽ وندرائڻ لاءِ تہ هو جائو آهي ڇا اڄ هو سک سان ٻن
مان موٽي ايندو - پنهنجن نرم ۽ ڪومل سڱن سان منهنجي بدن تي ٽنڊا اچي ڪندو

اهڙي طرح گهڻي وقت کان وٺي ويل ان هرڻ جي ٻچي لاءِ پُرت مني ڏاڍي
چنتا ڪندو هو. جڏهن هو هن جي پاسان نزديڪ ايندو هو تہ پُرت منيءَ جو مدهن
ٿڙي پوندو هو. نتيجو اهو نڪتو جو رات ڏينهن ان هرڻ جي ٻچي ۾ موهہ ۽ ممتا
هئڻ ڪري راجا پُرت جو سيوا پوڄا ۾ من نہ لڳندو هو. آهستي آهستي رڳو هن
هرڻ جي ٻچي جو فڪر ڪرڻ لڳو ۽ پرماتما جو ڌيان ۽ ڀڳتي ۽ پوڄا پاٺ وغيره ڪرڻ
ڇڏي ڏنائين. سڀ نيم ڌرم ڇڏي ڏنائين. ڏسو جنهن راجا پُرت پرماتما کي پراپت
ڪرڻ لاءِ تپسيا ڪئي. راڄ، حياتيءَ جا سک ۽ مزا، عيش عشرتون سڀ تياڳ ڪري
هو اچي بنواسي ٿيو هو. سنسار جا سڀ سک تياڳ ڪري اچي ٻن ۾ رهيو هو.
فقط انهيءَ لاءِ تہ هو يوگ ابياس ڌيان ڪري پرماتما کي حاصل ڪري. پر هاڻ هن
جي سماڌي (پرماتما ۾ سماڌي ڌيان جي) ٽٽي پيئي. ان راجا جو من جو استر ٿيو
هو اهو من هاڻي چنچل ٿي پيو. هن جو من اهڙو تہ چنچل ٿي پيو جو هرڻ جو ٻچو
دور جهنگل ۾ ويندو هو تہ راجا جو من بہ ان سان گڏ پيو ڀٽڪندو هو. ڪجهہ
ڏينهن کان پوءِ راجا پُرت پنهنجو هي چولو ڇڏيو. مرڻ وقت بہ هرڻ جي ٻچي جو
ڌيان هئڻ ڪري ٻئي جنم ۾ وڃي هرڻ ٿيو. موت کان ڪجهہ وقت اڳي هو پنهنجا
نيڻ هرڻ جي ٻچي ڏانهن ڪري نهاري رهيو هو. جئين نہ ڪو پتا مرڻ جي وقت
پنهنجي پٽ ڏانهن پيو نهاريندو آهي. اهڙيءَ طرح پُرت بہ پيار وچان هرڻ جي ٻچي
کي ڏسندي ڏسندي هيءُ شرير ڇڏيو.

ڪالنجر نالي هڪ پربت هو - ان جبل جي گهاٽي ترائي ۾ هن وڃي هرڻ جو
جنم ورتو. پر پورب جنم جي چڱن ڪمن جي ڪري، هن کي اڳئين جنم جي سڀ
يادگيري هئي. پنهنجي اڳئين جنم کي ياد ڪري، هرڻ جي جنم ۾ بہ سنسار کان
ڪنو ٿي پنهنجيءَ ماءُ هرڻيءَ کي ڇڏي، وري سالڳرام تيرٿ تي اچي رهيو.

سچ پچ ته هرڻ جي شرير ۾ هو هڪ جوڳي هو. آخر هرڻ جو شرير به تياڳ ڪيائين. ان کان پوءِ هن هڪ اهڙي برهمڻ گهراڻي ۾ جنم ورتو - جنهن ۾ سڀ ڀاتي وڏا جوڳي هئا اهو جوڳين جو گهراڻو هو. ان ڪٽنب جا سڀ ڀاتي ڏاڍا سداچاري هئا.

هي مئتريا! اهو پرش ته سڀني شاسترن جو ڄاڻو هو. وڏو برهم گياني هو. هو پنهنجي آتما کي هن پرڪرتيءَ کان پري ڏسندو هو. هن آتما کي سچي وستو ڪري ڄاتو - پر پنهنجي شرير کي ناسوان سمجهائين هو آتم وادي هو. شرير ۾ هن جو موهه ذرو ڪو نه هو.

جڏهن هن کي جڻيو پاتو ويو تڏهن گوڪل ۾ گرو هن کي ويد پڙهائڻ لڳا. پر پڙهڻ ۾ هن جي دل نه لڳندي هئي. نه هو نيم سان ويد پاٺ ڪندو هو ۽ نه ڪنهن ڪرم ڏانهن هن جي دل لڳندي هئي. هو دنيا کان الڳ ڪوشش ڪرڻ لڳو. ان ڪري اهڙي ڏيکاري ڏنائين جو آخر هن جا پيءُ ۽ ٻيا ماڻهو هن کي مورک سمجهڻ لڳا. هو ڦاٽل ۽ ميرا ڪپڙا پائيندو هو. ڪو سوال هن کان پڇندو هو ته هو ان جو جواب الٽو ڏيندو هو جنهنڪري سڀ هن کي ”جڙ“ يعني مورک سمجهڻ لڳا. ذري ڳالهه ۾ ماڻهو ان جو اپمان ڪندا هئا. پر هو سڀ بيعزتي خوشيءَ سان پيو سهندو هو.

هي مئتريا! جوڳين لاءِ سڀ کان نقصان وارو ”سمان“ يعني آدرستڪار آهي جيڪو نالي جي اپمان ڏوکي ٿو اهو جوڳي نه آهي. سچو جوڳي دنيا کان دور رهندو آهي ۽ پنهنجي ناموس جي ڪا به پرواهه نه ڪندو آهي.

اهو ئي سبب هو جو هن ناهڪ ”جڙڀرت“ ڪري سڏايو. سڀ هن کي ستائو ۽ پاڳل ڪري ليکيندا هئا. جيڪي نه ڇڏيو يا اڇلايل کاڌو هن کي ملندو هو اهو سنتوش سان کائي پيو رهندو هو.

پيءُ جي گذرڻ کان پوءِ ڀائرن هن کي کيتيءَ جي ڪم ۾ لڳايو ٻڍي وانگر ٻيو سڄو ڏينهن کيتيءَ ۾ وهندو هو. پر هن جو بدن سگهارو ۽ طاقت وارو ٿيو بدن ۾ هو ڏاڍو مضبوط هو.

هڪ وقت اهڙي گهٽنا ٿي جو ڪنهن راجا جي نوڪرن کي ديويءَ جي اڳيان ٻلي چاڙهڻ لاءِ ڪنهن جانور جي ڳولها ڪرڻي پيئي. ڳولهيندي به جڏهن ڪنهن کي ٻيو جانور نه مليو. تڏهن هنن ان جڙڀرت کي پڪڙيو ۽ هن کي ڪالي ماتا جي مندر ۾ وٺي ويا. رواج موجب پوڄارين ان کي ڏاڍا سٺا کاڌا کارائي - ٻلي ٿي چاڙهيائون ته مورتيءَ مان ديوي ماتا پرگهٽ ٿي ۽ سڀني راجا ۽ نوڪرن کي ماري جڙڀرت جي رکيا ڪئي.

هن وقت جي ڳالهه آهي ته هڪ ڀيري سنڌ سوويرا ديش جو راجا ڏوليءَ ۾ چڙهي ڪيڏانهن وڃي رهيو هو. ڏولي کڻندڙن کي هڪ وڌيڪ ماڻهوءَ جي ضرورت هئي سو انهن جڙڀرت کي کڻي بيگر ۾ وهاريو. ان کي پاڻ سان وٺي ٻين ٽن سان چوٿين ڄڻي طور ڏولي کڻائي هلڻ لڳا. اهو سنڌ سوويرا ديش جو مهاراجا موڪش ڌرم جي ڄاڻو مهاودوان ڪپل منيءَ وٽ وڃي رهيو هو. هو ڪپل منيءَ کان هڪ هيءَ موڪش ڳالهه پڇڻ لاءِ ٿي ويو ته هن دکي دنيا ۾ سچو سک ڇا ۾ آهي؟" "ماڻهن جو ڪلياڻ ڪيئن ٿي سگهندو؟" اهي سوال ان جي من ۾ هئا جن جو سماڌان (پورو جواب) هن چاهيوٿي. راجا جا نوڪر راجا جي ڏولي ڪلهي تي کڻي هڪ ندي جي ڪناري کان ٿي ويا. انهن سان گڏ جڙڀرت به هو جو به ڏولي کڻي هلي رهيو هو. پر ڏولي کڻندي کڻندي هو پورب جنم جي گهٽنائن کي به ياد ڪندو هلي رهيو هو. ڏولي کڻڻ وارا ٻيا ساٿي تکڙو پئي هليا پر هي آهستي آهستي پئي هليو. ساٿي رفتار ۾ نه هلڻ ڪري، ڏوليءَ کي ڌڪا ڌوڏا اچڻ لڳا. تڏهن راجا رڙ ڪري چيو "اڙي ڪهاڙو! هي ڇا ٿا ڪريو - ٺيڪ طرح هلو". پر وري به ساڳيو حال ٿيو. جڙڀرت تمام آهستي هلڻ لڳو ۽ سندس ٻيا همراهه تکڙو هلڻ لڳا وري ڏوليءَ کي ڌڪا ڌوڏا آيا. راجا وري به ڪاوڙجي چيو "اڙي هي ڇا ٿا ڪريو گڏجي ساٿيءَ رفتار ۾ هلو".
آخر نوڪرن راجا کي چيو ته اسان مان هيءُ هڪ ٿلهو متارو ماڻهو ٺيڪ نه ٿو هلي.

تڏهن راجا ان جڙڀرت کي چيو:- "اڙي! ايتري ۾ئي تون ٿڪجي وئين ڇا؟ سيالي هل، بدن ۾ نه ڏاڍو ٿلهو متارو آهين - پوءِ ڇا توکان ايتري به تڪليف نه ٿي پڄي".

جڙڀرت برهمڻ چيو: "هي راجا مان نه ٿلهو آهيان ۽ نه ڪو ڪو مون او هان جي ڏولي کڻي آهي. مان ٿڪو به نه آهيان ۽ اهو به غلط آهي ته مون کان تڪليف نه ٿي پڄي."

راجا چيو واهه ڙي واهه!:- تون ته ٿلهو متارو ڏيکاري ڏئي رهيو آهين. اسين ٻيا ٻڌجن اکين سان پيا توکي ڏسون. هن وقت ڏولي به تنهنجي ڪلهن تي رکيل آهي بار کڻڻ ته ضرور بدن کي ٿڪ ٿيندو'.
برهمڻ چيو:- هي راجا! مهرباني ڪري پهرائين مون کي ٻڌاءِ ته توکي ڇا ڏسڻ ۾ اچي رهيو آهي؟ مان ڪمزور آهيان - يا ٿلهو متارو آهيان اهو پوءِ ٻڌائجو. تو جو چيو ته "تون ٿلهو متارو آهين ۽ هن وقت ڏولي به تنهنجي ڪلهن تي رکيل آهي"

وڃڻ لڳي ٿو پر اوهان جو چوڻ ته ”مان ڪير آهيان؟“ اهو پڇائي لڳو سگهجي“ ان ڳالهه جي پڇڻ جي مون کي ڏاڍي اڇا آهي.

برهمڻ چيو:- ”هي راجا! هيءُ ”مان“ لفظ ڏاڍي پرانتي پيدا ڪري ٿو. جڙ شرير کي آتما سمجهڻ نيڪ نه آهي. حقيقت ۾ مان- مان نه آهي ۽ تون تون نه آهين. سسي، هٿن، پيرن وغيره عضون وارو، هيءُ سرير، به آتما کان جدا آهي. انهيءَ ڪري هي راجا هن ”مان“ پڻ جو پرلوگ ڪٿي ڪريان؟

هي راجا، جيڪڏهن مون کان الڳ ڪي پيون به ساڳيون آتمائون هجن تڏهن به ”هيءُ مان آهيان ۽ هيءُ پيو ڪو آهي“ ائين چئي سگهجي ٿو. پر جڏهن صورت ۾ سڀني سريرن ۾ هڪ ئي آتما براجمان آهي ته ”توهين ڪير آهيو؟ مان اهو آهيان“ اهي جملا اجايا آهن.

”تون راجا آهين، هيءَ ڏولي آهي، هي سامهون ڏولي کڻندڙ آهن. ۽ هي سڀ اوهان جي رعيت آهي“ هي راجا انهن ۾ ڪا به ڳالهه حقيقت ۾ سچي نه آهي. هي راجا وڻن مان ڪاٺ پيدا ٿيو ۽ ان ڪاٺ مان تنهنجي هيءَ ڏولي ٺهي، هاڻي ٻڌاءِ ته ان کي ڪاٺ چيو وڃي يا وڻ. پر راجا وڻ تي ويٺو آهي - ائين ڪير به نه ٿو چوي ۽ نه ڪو ائين چوي ٿو ته تون ڪاٺ تي ويٺو آهين. سڀ ماڻهو ڏوليءَ ۾ ويٺل ئي چون ٿا. هي راجا خاص نموني سان ٺاهيل ڪاٺين کي ته ڏولي چيو وڃي ٿو. جيڪڏهن ڏولي ڪاٺ کان جدا ڪا وستو آهي ته ڪاٺين کي جدا ڪري ان ڏوليءَ کي ڳولهيو. اهڙي طرح ڇٽيءَ جون شيخون ڪڍي هڪ هڪ کي جدا ڪري ڇڏجي ته پوءِ سوچيو ته ڇٽي ڪٿي آهي - اهو مثال تو بابت ۽ مون بابت به ڏيئي سگهجي ٿو يعني پنجن تتن (پرٿوي، جل، تيج وايو ۽ آڪاش) کان سواءِ ٻي ڪا به وستو ڪانه آهي. انهن جي گڏجڻ سان ته هيءَ سرير ٺهيو آهي. هي سرير ڇا آهي ۽ پنجن تتن (عناصرن) جو ته ڍڳ آهي. مرد، زال گانءِ ۽ ٻڪري گهوڙو هاٿي ۽ وڻ وغيره دنيوي رکيل نالا آهن، جنڪي اسر ڇڏجي ته پراهي سڀ ساڳين ئي پنجن تتن جو مجموعو آهن. جڻ ته پنجن تتن جو هڪ ڍڳ آهن. جدا جدا ڪرمن موجب جدا جدا شرير ۽ شڪليون آهن.

دنيوي دستور موجب ڪٺي الهنکي جدا جدا نالن سان سڏيو وڃي ٿو - جهڙوڪ ته هي راجا آهي، هي راجا جا سپاهي آهن. وغيره جيڪي سڀ وستو آهن - اهي حقيقت ۾ سچا نه آهن - فقط ڪلپنا آهن. فقط هڪ خيال آهن. جيڪي وستو ڪجهه بدلجڻ سبب - اُن تي رکيل نالو - هميشه لاءِ قائم نه آهي - فقط ٿوري وقت لاءِ - ڪي ٿيون وستو وجود ۾ اچن ٿيون پوءِ وقت پڄاڻا آهي پنهنجي اصلوڪي روپ ۾ ملن ٿيون

۽ آتم گيان بابت - سچيءَ وستوءَ جي ڄاڻ بابت مون کي وڏيڪ اڪير پيدا ٿي آهي
هي مهاراج! مان ڪپل منيءَ وٽ هيءَ ڳالهه پڇڻ لاءِ وڃي رهيو هوس ته
"سنسار ۾ ماڻهن جو ڀلو - انسان ذات جو ڪلياڻ ڪنهن ۾ آهي، پر اوچتو اوهين
مون کي ملي ويا. ۽ اوهان جيڪي مون کي لفظ چيا آهن. انهن کي ٻڌي منهنجو
من "ستيه وستوءَ" کي ڄاڻڻ لاءِ اتاولو ٿي رهيو آهي. "سچ ڇا ۾ آهي؟" اهو مان
ڄاڻڻ چاهيان ٿو. اوهان ڄاڻو منهنجو من جهڪي ويو آهي ڪپل مني ته ڀڳوان
وشنوءَ جو انش آهي. سنسار جو اگيان دور ڪرڻ لاءِ، ٿي ڪپل منيءَ هن ڌرتيءَ
تي اوتار ورتو آهي. پر اوهين جو هن نموني سان ڀاشڻ ڪري رهيا آهيو. ان مان
مون کي پڪ ٿي ويئي آهي ته اهو ڀڳوان ڪپل ديو منهنجي ڀلائي لاءِ هتي اوهانجي
روپ ۾ اچي پرگهٽ ٿيو آهي.

انهيءَ ڪري هي مهاراج! اسانکي سچو وستو ڏيکاريو جنهن ۾ اسانجو ڀلو ٿئي
اهو اسان کي سمجهايو. سچو سک ڇا ۾ آهي - هي پڀو اهو سمجهايو! وگيان جي
لهرن جا اوهين ڄڻ ته سمنڊ آهيو.

برهمڻ چيو:- هي راجا! تون شريه (ڀلائي) پڇڻ چاهين ٿو يا پرمارٿ يعني ستيه
وستو). ڇاڪاڻ ته هي راجا! ڀلائي يا فائدو ٿيڻ ته پرمارٿ (يعني ستيه وستو).
بلڪل ڪونه آهي - هي راجا تون چڱيءَ طرح سمجهڻ جي ڪوشش ڪر
- ڏس هن دنيا ۾ ڪيترائي ماڻهو ڌن دولت حاصل ڪرڻ لاءِ يا
پٽ يا راڄ وغيره حاصل ڪرڻ لاءِ ڏسي - ديوتائن جي آرادنا
ڪندا آهن. انهن ماڻهن لاءِ ته اهي دليوي شيون - يعني ڌن دولت، پٽ ۽ راڄ
ڀاڳ وغيره وڏو سک آهن.

ماڻهو انهن کي ئي سچو سک سمجهن ٿا. ماڻهو يگيه وغيره انهيءَ ڪري ڪن
ٿا ته ڪين سرڳ ملي - انهن لاءِ ته سرڳ حاصل ڪرڻ ئي ڪلياڻ آهي. پر سچو سک
ته ٿل جي اڇا نه ڪرڻ ۾ آهي. ان ڪري هي راجا! يوگي پرش کي گهرجي ته
آتما جو ڌيان ڪري، ڇاڪاڻ ته پرماتما سان ملڻ ئي سچو سک آهي. اهڙيءَ طرح
"سک" ته هزار قسمن جا آهن. جدا جدا دليوي پدارٿ جدا جدا ماڻهن لاءِ سک آهن
هو انهن کي حاصل ڪرڻ ۾ ئي ڀلائي سمجهن ٿا. پر حقيقت ۾ اهي پرمارٿ (سچي)
وستو نه آهن.

هاڻي پرمارٿ ڇا آهي؟ اهو چڱيءَ طرح ڌيان لڳائي ٻڌ ڪي مثال ڏئي- مان
مان توکي سمجهايان ٿو. جيڪڏهن ڌاتو ئي سچو سک هجي ها يا پرمارٿ هجي ها ته
ڪي ماڻهو لزم لاءِ ان جو تياڳ ڇو ڪن ها؟ يا ڪي ضروري شيون حاصل ڪرڻ

تـــو:ـــ

آتما هڪ وياپڪ، سم، شڌ، نـــرگڻ ۽ پـرڪرتيءَ کـــان پري آهي. ان جو نه جنم ٿئي ۽ نه ورڌي (واڌارو) وغيره ٿئي ٿو. آتما سرو وياپي ۽ اُوناشي آهي.

هي راجا! آتما پرم-گيان-مير (گيان سوروپ) آهي. نام-جاتي وغيره اُست آهن. ان سرووياپڪ جو سنجوگ نه ڪڏهن ٿيو آهي ۽ نـ ڪڏهن ٿيندو. "هوءَ (آتما) پنهنجي ۽ ٻين پراڻين (ساهوارن) جي شرير ۾ رهندي ٻه هڪ ئي آهي". اهڙي قسم جو وشيش-گيان آهي. - اُهوئي پرمارٿ (ستيہ) آهي، دويت ڀاونا وارا پرش (جن جي من ۾ ڀيائي آهي) اُپرمارٿ درشي (پرمارٿ کي نه سمجهڻ وارا) آهن. بنسري ۾ جيتوڻيڪ جدا جدا سوراخ آهن. ته به واءُ (هوا) ايڪ، اين، ڀـــاوسان سيني هنڌ موجود آهي. پر اُها هوا بانسريءَ جي سوراخن مان نڪري، هڪ "مڌو آواز" پيدا ڪري ٿي. هڪ راڳ جو مڌر تان ٿيو پوي. ساڳيءَ طرح شرير ته انيڪ آهن، پـــر انهن ۾ آتما هڪ آهي، اهوئي سبب آهي جو هڪ پرماتما جا (ديوتا منشيہ وغيره) انيڪ ڀيد ٿيندا ٿا، پرتيت ٿين ٿا. (معلوم ٿين ٿا) ايڪ روپ آتما جا جيڪي انيڪ ڀيد آهن. اُهي ٻاهرين ديهه (شرير) وغيره جي ڪرم-پرورتين جا ڪارڻ ئي بڻيا آهن. ديو منشيہ وغيره شريرن جي ڀيد جو جڏهن نراڪرڻ ٿي وڃي ٿو. (جڏهن اهو ڀيد نڪري وڃي) ۽ اگيان دور ٿي وڃي ٿو، ان ڪري شرير وغيره جي اُستتي اُوديا جي آورت ٿائين ٿي آهي. پرماتما هڪ آهي ۽ پرمارٿ آهي. ستيہ پرماتما آهي ۽ پرماتما ستيہ آهي! God is truth or truth is God.



## پندرهون اڌياءُ

### مهرشي ريڀوءَ جو نداگهـــہ کي ادويت گيان جو اپديش ڏيڻ

شري پراشر چيو:ـــ هي مئتريہ! جڙڀرت جڏهن ڏنو تہ پـرمارٿ وستوءَ بـــابت سمجهاڻي ڏيڻ کان پوءِ راجا مات ۾ آهي. من ئي من ۾ ڪجهہ سوچڻ لڳو آهي، تڏهن اهو برهمڻ جڙڀرت هيٺين ادويت جي باري ۾ ڪٿا ڪيس ٻڌائڻ لڳو. برهمڻ چيو:- هي راجا! تمام ڳهڻو اڳي مهرشي ريڀوءَ مهاتما نداگهہ کي اُپديش ڏنيدي جيڪي ڪجهہ چيو اُهو ڏيـــان ڏيئي ٻڌ: "برهماجيءَ کي ريڀوءَ نالي پٽ هو، هو سياڻپڪ پرمارٿ تتو جو ڄاڻو هو. ان وقت مهرشي پلستيہ جو پٽ نداگهہ اُن ريڀوءَ جو شش هو. ريو

نداگهه کان خوش ٿي سمپورڻ لوڪن جو اُپديش ڏنو هو. هي راجا رڀوءَ محسوس ڪيو ته سمپورڻ شاسترن جو ڄاڻ هوندي به نداگهه جي ادويت ۾ شرڌا نه آهي. ان زماني ۾ ديوڪاندڪيءَ جي ڪناري تي ويرنگر نالي هڪ تمام سهڻو ۽ آسودو شهر هو. ان کي پلستيه رشيءَ وسايو هو. اُن شهر جي چوڌاري خوبصورت بغيچا هئا. ان شهر ۾ رڀوءَ مهرشيءَ جو ششيه يوگ آپياس جو ڄاڻو نداگهه رهندو هو. مهرشي رڀو هڪ دفعو پنهنجي ششيه نداگهه کي ڏسڻ لاءِ ان شهر ۾ ويو. ان وقت نداگهه پوڄا پاراٿنا کان پوءِ پنهنجي دروازي تي اتٿين (اوچتو آيل مهمانن) جي انتظاري ڪري رهيو هو، ته هن مهرشي رڀوءَ کي ايندو ڏٺو - سو هو تمام گهڻو خوش ٿي ان کي باعزت پنهنجي گهر وٺي آيو. پنهنجي گروءَ جو هن ڏاڍو سٽڪار ڪيو ۽ ان کي هٿ پير ڌوئڻ کان پوءِ آسڻ تي وهاري آدر سان چيائين ته ”گروجي! هاڻي اوهين ڀوڄن ڪريو.“

رڀوءَ چيو ته: هي برهمڻ! ڀوڄن ۾ اوهان ڇا ڇا تيار ڪرايو آهي. سڙيل ۽ خراب کاڌو مون کي نه وڻندو آهي.

نداگهه چيو ته: — هي مهرشي! اڄ اسان لپي (سري جو قسم)، ڀات ۽ مالپوا تيار ڪرايا آهن. انهن مان جيڪي اوهان کي وڻي سو اوهين کائجو.“ رڀوءَ چيو ”نه انهن مان ته مون کي ڪا به شيءِ نه ٿي وڻي. مون کي اڄ حلوو کيرڻي، وغيره مٺا مٺا طعام کارايو.“

نداگهه پنهنجيءَ زال کي سٺن سوادي طعامن تيار ڪرڻ لاءِ چيو.

برهمڻ جڏهن چيو ته نداگهه جي زال پنهنجي پتيءَ جي آگيا سان ڏاڍا سوادي طعام تيار ڪيا. اُن ۾ ڪيترن قسمن جون مٺايون به هيون.

هي راجا رڀوءَ ڏاڍو سان ڀوڄن ڪيو.

ڀوڄن کان پوءِ نداگهه نمرتا سان مهامنيءَ کي پراٿنا ڪئي.

نداگهه چيو ته - هي برهمڻ! ڀوڄن ڪري اوهانجو من پرسن ٿيو نه! اوهان اڄ پوريءَ طرح ترپت ۽ سنتشٽ ٿيا آهيو نه؟ هاڻي اوهين ڪرپا ڪري ٻڌايو ته هن وقت اوهين ڪٿي رهندا آهيو. ڪٿي وڃڻ جي تياري ڪري رهيا آهيو، ۽ اوهان جو ڪٿان اچڻ ٿيو آهي“

رڀوءَ چيو ”هي برهمڻ جنهن کي بک لڳندي آهي - ان کي ڍءُ به ٿيندو آهي. مون کي ته ڪڏهن بک به نه ٿي لڳي پوءِ ٻڌايو ته ترپتيءَ (ڍءُ) جي باري ۾ اوهين ڇو ٿا پڇو؟ ماڻهوءَ جو جڏهن هاضمو درست هوندو آهي تڏهن اُن کي سٺي بک به لڳندي آهي.

هي برهمڻ! هيءَ بک ۽ اڃ ته شرير جا ڌرم آهن، منهنجا ڌرم نه آهن، انهيءَ

ڪري ڪڏهن به ڪاپل نه ٿئڻ ڪري مان هميشه ترپت رهندو آهيان. خوشي ۽ موجه به من ۾ ئي ٿين ٿا، انهيءَ ڪري اهي من جا ڌرم (خاصيتون) آهن. آتما سان انهن جو واسطو ڪو نه آهي. انهيءَ ڪري اهي جنهن جا ڌرم آهن اُن ڪان اُن باري ۾ پڇيو. ۽ تو جو مون کان پڇيو ته "اوهين ڪٿي رهندا آهيو ڪٿي وڃي رهيا آهيو؟ ۽ ڪٿان آيا آهيو؟" انهن ٽنهي جي باري ۾ منهنجو رايو ٻڌ: آتما سڀني ۾ ۾ آهي - ڇاڪاڻ ته اُها آڪاش وانگر وياپڪ آهي؛ انهيءَ ڪري ڪٿان آيا آهيو، ڪٿي رهو ٿا ۽ ڪٿي ويندا" انهن سوالن کي ڪا به معنيٰ ڪو نه آهي. مان نه ڪٿي وڃان ٿو، ۽ نه اچان ٿو ۽ نه وري ڪنهن هڪ جڳهه تي رهان ٿو. تون، مان ۽ ٻيا ماڻهو به شرير جي ڪري جئن جدا ڏسڻ ۾ اچن ٿا حقيقت ۾ ائين ڪو نه آهن. حقيقت ۾ تون تون ڪو نه آهين، ٻيا ٻيا نه آهن. ۽ مان مان نه آهيان.

حقيقت ۾ سوادي ڪاڏو سوادي نه آهي، مون جو توکان منا سوادي ڪاڏا گهريا اهو ان ڪري جو مون ڏسڻ چاهيو ٿي ته ان ۾ تنهنجو رايو ڇا آهي.

ڪاڏو کائڻ واري لاءِ سوادي ڪاڏو به ڇا آهي؟ ڇاڪاڻ ته سوادي کاڌي جون شيون به ٻئي ڪنهن وقت ۾ سواد ڇڏي ٿيون ڏين ۽ ڪنهن وقت ته اهي سوادي طعام تڪليف ڏيندڙ ٿيو پون. اهڙيءَ طرح ڪڏهن اڻ وڻندڙ پدارٿ به وڻندڙ ٿيو پون ته ڪڏهن وري وڻندڙن ۽ سوادي پدارٿن لاءِ ٻه من ڪٺو ٿيو پوي اهڙي ڪا کاڌي جي شيءِ ٻڌايو جو ٽنهي وقتن ۾ گڏريل هلندڙ ۽ ايندڙ وقت ۾ وڻندڙ هجي جهڙيءَ طرح مٽيءَ مان ٺهيل گهر کي مٽيءَ جو ليپو پائبو اچبو يا مرمت ڪبي اچبي ته مظبوط ٿيندو، اهڙيءَ طرح هيءَ مٽيءَ مان ٺهيل شرير - مٽيءَ مان پيدا ٿيل اَن جي پرماڻن سان طاقت ور ٿئجي ٿو. جَو، ڪڻڪ، مڱ ۽ ڦل وغيره ڌرتيءَ جي نه پيدائش آهن. ڌرتيءَ لاءِ مٽيءَ جو اڪسر ڪتب آندو ويو گيهه تيل، کير ڏهي ڳڙ وغيره شيون به اصل ۾ ڌرتيءَ جون پيدائش آهن. ڇاڪاڻ ته ڳائين پسن وغيره جو شرير به ته مٽيءَ جي پيدائش آهي. شرير ۾ پنج تتو آهن. انهن ۾ ڌرتي مکيه تتو آهي. هاڻي جڏهن سڀ شيون ڌرتيءَ جي پيدائش آهن. تہ انهن مان ڪهڙي سوادي چئون ۽ ڪنهن کي خراب ۽ اڻ وڻندڙ چئون انهيءَ ڪري ائين سمجهي توکي هن سواديءَ ۽ اڻ سواديءَ جو خيال ڪندڙ من کي سم درشي بڻائڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته موکش (مڪتي) جو فقط هڪڙوئي اُپاءُ آهي اهو آهي "سمتا" سمتا معنيٰ سڀ کي هڪ جهڙيءَ نظر سان ڏسڻ.

پرمارٿ جي باري ۾ برهمڻ چيو:- هي راجا، ان جا اهي سچائي جا لفظ ٻڌي - پرمارٿ جي باري ۾ ڪيئي ٻڌي، نڌاگهه اُن کي نمسڪار ڪيو ۽ چيائين تہ هي پرڀوُ! اوهين مون تي

راسي لبو، ڪرپا ڪري ٻڌايو ته مهڙجي ڪلياڻ جي ارادي سان آيل اوهين ڪير آهيو؟ اوهان جا اهي لفظ ٻڌي مهنجو سڀ اگيان دور ٿي ويو آهي.

رڀوءِ چيو:- هي برهمڻ مان تنهنجو گروڀ آهيان، مان فقط تو وٽ ان خيال سان آيس ته توکي اها سمجهه ڏيان - جو تون چڱو ۽ مدو سمجهي سگهين. جڳي ۽ مني کي سمجهڻ کي ٻين لفظن ۾ ست اُست جو وواڪ چئبو آهي. هاڻي مان وڃان ٿو. جيڪي مون ٻڌايو ۽ پرمارٿ سمجهو. اهو مون توکي ٻڌايو.

ان پرمارٿ تتو جو ويچار ڪندي، اوهين سمورڻ جڳت کي پرماتما جو سروپ سمجهه، ان ۾ ڀيد ڀاو بلڪل ڪو نه آهي. توکي هاڻي سم- درشٽي پراپت ٿي ويئي آهي. برهمڻ چيو؛ "ٺلڪل ٺيڪ آهي" اهي لفظ چئي ان کي نمسڪار ڪيائين ۽ ڏاڍي پيار سان ان جو ستڪار ڪيائين- ان کان پوءِ رڀوءِ پنهنجي اڇيا انوسار (مرضيءِ موجب) اتان هليو ويو.

پندرهون اڌياءُ سماپت



## سورهون اڌياءُ

### رڀوءِ جي آڳيا سان ندائگهه جو پنهنجي گهر واپس اچڻ.

برهمڻ چيو: هي راجا! تمام گهڻن سالن گذرڻ کان پوءِ مهرشي رڀوءِ ندائگهه کي گيان جو اپديش ڪرڻ لاءِ وري ٻئي ڀيري الهيءِ شهر ۾ ويو.

اچان اُتي پهتولي مس ته هن ڏٺو ته ان ملڪ جو راجا پنهنجي وڏي لشڪر سان گڏ ڏاڍيءِ ڌوم - ڌام ۽ دٻدٻي سان شهر ۾ پرويش ڪري رهيو آهي ۽ ندائگهه به ماڻهن جي ميڙ کان گهڻو پري هٽي بيٺو آهي. ندائگهه کي ان وقت ڏاڍي بک ۽ اُڃ ٿي هئي جاڪاڻ ته هُو ان ۾ ٻکهه لاءِ ڪاٺيون ۽ دڀ ڪٺي ٿي آيو. تڏهن به ٻوڻان ٿي بيٺو ۽ اهو راجا جو سرگس ٿي ڏسڻ لڳو. ندائگهه کي ڏسي رڀوءِ ان جي نزديڪ آيو ۽ ان کي نمستي ڪري چيائين "هي براهمڻ! هتي اڪيلو ڇو بيٺو آهين؟

ندائگهه چيو هي مهرشي! هن راجا هن سهڻي شهر کي ڏسڻ لاءِ اچي رهيو آهي. اِسَ ڪري بستي ۾ ڏاڍو گوڙ شور آهي. ان ڪري مان هتي بيٺو آهيان. رڀوءِ چيو ان لو ته هن شهر جي توکي سڀ خبر آهي. هاڻي ٻڌاءِ ته هنن ۾ راجا

ڪهڙو آهي؟ ۽ ٻيا هي ڪير آهن؟ نداگهه چيو ته جيڪو هن پربت جهڙي جانور هاٿيءَ تي ويٺو آهي. اهوئي راجا آهي، ۽ ٻيا ماڻهو ان جا نوڪر چاڪر آهن. رڀوءَ چيو ته تو راجا ۽ هاٿي گڏئي ڏيکاريا پر انهن ٻنهي جون جدا جدا نشانيون ۽ ڪي خاصيتون مون کي ٻڌايو. اهيءَ ڪري ٻڌاءِ انهن ٻنهي راجا ۽ هاٿيءَ ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون ڪي خاص نشانيون آهن. مان ڄاڻڻ چاهيان ٿو ته انهن مان راجا ڪهڙو آهي ۽ هاٿي ڪهڙو آهي. نداگهه جواب ڏنو ته - انهن مان جيڪو هيٺ آهي اهو هاٿي آهي ۽ ان هاٿيءَ جي مٿان راجا سوار ٿيل آهي. هي مهرشي! انهن ٻنهي جو پاڻ ۾ هي رشتو آهي ته انهن مان هڪڙو آهي سوار ۽ ٻيو آهي سواري. پر اها ته معمولي ڳالهه آهي. ٻار کي به ڄاڻ آهي ته انهن مان راجا ڪير آهي ۽ هاٿي ڪهڙو آهي.

رڀوءَ چيو برابر آهي پر مون کي اهڙيءَ طرح سمجهاءِ جنهن مان مونکي ڄاڻ ٿئي ته ”هيٺ“ لفظ ڪنهن لاءِ ڪتب آندو ويو آهي ۽ ”مٿي“ لفظ ڪنهن لاءِ آهي اوچتو ليچ چاڪي چون ٿا؟

رڀوءَ جڏهن ائين چيو ته نداگهه يڪدم هن جي ڪلهن تي چڙهي ويٺو ۽ چوڻ لڳو ته هاڻ چڱيءَ طرح ٻڌو جيڪي اوهان مون کان پڇيو آهي. هن وقت راجا وانگر مان اوهان جي ڪلهن تي چڙهيو ويٺو آهيان ۽ هاٿيءَ وانگر اوهين هيٺ آهيو. هي مهراج! اوهان کي سمجهائڻ لاءِ ئي مون ائين ڪيو آهي - اهو اوهان کي درشٽانت ڪري ڏيکاريو آهي.

رڀوءَ چيو: هي برهمڻ! جيڪڏهن تون راجا جي برابر آهين ۽ مان هاٿيءَ وانگر آهيان ته اهو ٻڌايو اوهين ڪير آهيو؟ ۽ مان ڪير آهيان؟

جڏهن رڀوءَ اهي لفظ چيا تڏهن هڪدم نداگهه هيٺ لهي اُن جا چرڻ (پير) پڪڙيا ۽ هو چوڻ لڳو ”پڪ، اوهين منهنجا گرديو آهيو. اوهان جو ناتو ڏيو آهي. جيتوڻيڪ تمام لنبي عرصي - تمام گهڻن ورهين کان پوءِ پاڻ ۾ گڏيا آهيون تڏهن به مون اوهان کي فقط هڪ ڳالهه ۾ سڃاتو ته اوهان کان ٻيو ڪير آهي جو جنهنجي من تي ”ادويت“ جا سنسڪار هجن. ان ڪري مونکي هاڻ پڪ ٿي وئي ته اوهين منهنجا آچاريه آهيو - بي آدبي معاف ڪريو - مون اوهان کي ڀيرائين نه سڃاتو.

رڀوءَ چيو: هي نداگهه تمام گهڻو اڳ تو منهنجي ڏاڍي سيوا ٽهل ڪئي هئي ۽ مون کي ڏاڍو آدر ۽ مان ڏنو هو. ۽ ان ڪري تنهنجي پيار ۽ سڪ سان ڇڪجي مان تو وٽ آيو آهيان هن دفعه به مان توکي ڪجهه آتم گيان بابت سمجهاڻي ڏيڻ آيو آهيان هي نداگهه! سڀ ۾ سم درشٽي رکڻ - ۽ سڀني پدارٿن ۾ ”ادويت - آتم - ٻڌي

رکڻ ني پرمارٿ جو سارو (لب) آهي. ادويت گيان جو مختصر - ان لفظن ۾ اهوئي اپديش آهي. وڌيڪ چوڻ جي ضرورت ڪو نه آهي.

برهمڻ چيو ته - نداگهه کي اهي لفظ چئي - وڏو ودوان راڄ اٿاءِ هليو ويو. آن جي اپديش جي پرڻا سان نداگهه به ”ادويت چنتن“ ۾ مشغول رهيو ۽ سڀني جيون کي پاڻ کان الڳ نه سمجهڻ لڳو. ”سمتا“ کي هن اپنايو.

هي راجا! جهڙيءَ طرح برهم: ۾ سمايل - آن نداگهه موکش پد پراپت ڪيو، اهڙيءَ طرح تون به آتما شترو (دشمن) ۽ متر ۾ سمان ڀاونا رکي - پاڻ کي سڀني ۾ حرب ڪري سرڳ کي (سڀني کي) هڪ سمجهي مڪتي حاصل ڪر. جهڙيءَ طرح هڪ ئي آڪاش، ڪٿهن وقت سڀد نه ڪٿهن وقت لڙو وغيره جدا جدا رلگن وارو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، اهڙيءَ طرح من جي درشٽي پراتي آهي (يعني جڪي ڀيالي جي نظر سان سڀني کي الڳ الڳ ڏسن ٿا) - انهن کي هڪ ئي آتما جدا جدا ڏسڻ ۾ اچي ٿي

هن سنسار ۾ جيڪي ڪجه آهي - اهو سڀ ”ايڪ آتما“ آهي - فقط هڪ آتما آهي اهو آتما اوناشي آهي. ان کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪو نه آهي، مان، تون ۽ هي سڀ آتم - روپ ئي آهن - انهيءَ ڪري ڀيد ڀاو کي ڇڏي - ان موهه (اگيان) کي ڇڏي ـــ ۾ آن هڪ کي ڏس.

شري پراشرجيءَ چيو: ان جي اهڙن چوڻ تي سمراٽ سوويرديش جي راجا جي آتم گيان جي اوٽ ورتي ۽ پال ٻڌيءَ کي ڇڏي ڏنائين ۽ اهو برهمڻ به گيان - دوشٽي پراپت ڪري مڪت ٿي ويو.

اهڙيءَ طرح مهاراجا ڀرت جي هن ڪهاڻي جو جيڪو پرش ڀڳتيءَ سان ورڻن ڪري ٿو ۽ جيڪو ڪنهن سان ٻڌي ٿو - انهن ٻنهي جي بدي نرمل ٿي وڃي ٿي ان کي ڪڏهن به ”آتم وسموتي“ نه ٿي ٿئي - يعني هو ڪڏهن به آتما کي نه وساري ۽ هو ڪي جنم، جنمان آهي ڪڏهن نه ڪڏهن جنم ۾ مڪتيءَ جي يوگتا پراپت ڪري ٿو. موکش جو ڀاڳي ٿو.

سورهون ادهياءِ سماپت

اي شري وشنو مها پراڻ ٻيو حصو - انس هه سماپت هه
شري وشنو مها پراڻ جو ٻيو انس سماپت ٿيو

اوم

برهم - ڪرپا - هي - ڪيولم

اوم

شري نارائڻ نمه = شري نارائڻ کي نمسڪار آهي.

شري وشڻو پراڻ

ٽيون انش

# پهريون ادياءِ

## پهرين ستن منونترن جي منو، اندر ديوتا، ست رشي، ۽ منوءَ جي پٽن جو ورڻن.

شري مئتريه چيو: هي گروجي! هاڻي مان سڀني منونترن، اندر ۽ ديوتائن سان گڏ منونترن جي مکيه اڌپتين (مالڪن) سڀني منن جي باري ۾ ورڻن ٻڌڻ چاهيان ٿو. ڪرپا ڪري اوهين انهن جو ورڻن ڪريو.

شري پراشرجيءَ چيو :- گذريل وقت ۾ جيڪي به منونتر ٿي گذريا آهن، ۽ هن کان پوءِ به جيڪي جيڪي ٿيندا - انهن سڀني جو ٿورڪي سلسليوار بيان ٻڌايان ٿو.

پهريون منو سوايمڀو منو هو. ان کان پوءِ پنج منو ٿيا. انهن جا نالا ٻڌ - سواروچش اتم، تامس، ريوت ۽ چاکشش. اهي ڇهه منو هن کان اڳ گذريل وقت ۾ ٿي چڪا آهن.

هن وقت سوريه جو پٽ ويوسوت منو آهي، هي ستون منونتر هلي رهيو آهي.

سرشٽيءَ جي شروعات ۾ جنهن سوايمڀو منوءَ جي باري ۾ مون ٿورڪي ٻڌايو هو - ان جي ديوتائن ۽ ستن رشين جو ورڻن مان پهرين ئي ڪري چڪو آهيان - هر ڪنهن منوءَ جي وقت ۾ سندس اڌڪاري ديوتائون ٿيندا آهن، ۽ جدا جدا نالي سان ان وقت ۾ ديوتائن جو راجا به ٿيندو آهي - ان کي اندر به چوندا آهن. ۽ هر ڪنهن منوءَ جي يگ ۾ الڳ الڳ ست رشي ٿيندا آهن. ڇهن منونترن مان هڪ ٻن منونترن جي اڌڪاري ديوتائن، اندر ۽ ست رشين جو بيان ڪريان ٿو. ان مان معلوم ٿيندو ته ڪيئن ٻه ھرھڪ منوءَ جي وقت جدا جدا ديوتائون هئا ۽ اندر ۽ ست رشي هئا.

جيئن ته ٻئي نمبر منوءَ جو نالو - سواروچش هو. ان يگ ۾ پاراوت ۽ تشت - گڻ ديوتائون هئا، مهابلوان و پشچت ديوتائون جو راجا اندر هو. ۽ هيٺين نالن وارا ست رشي هئا :- اورج، استمب، پراڻ، وات، پرشڀ، اريه، ۽ پربوان. ان منوءَ کي ٻه پٽ هئا، جن جا نالا هئا:- چيتر ۽ سواروچش. ٽيون نمبر منو اُتم هو. ان جي زماني ۾ ٻه اندر ديوتائون ۽ ست رشي هئا. اهڙيءَ طرح چوٿين، پنجين ۽ ڇهين منوءَ جي وقت ۾ ٻه جدا جدا نالن وارا اندر هئا ۽ ٻيا ديوتائون ۽ ست رشي به هئا.

هي مئتريه! هن وقت ستين منوءَ جو يگ هلي رهيو آهي. اهو منو سوريه جو

پٽ آهي. ان ڪري ڪيس وارسٽ ناليءَ سان به سڏيندا آهن. چاڪاڻ ته سورج کي وڪسوان - چئبو آهي. ان ستين منوءَ جو نالو شراڌ ديو آهي. هي ڏاڍو پڙيمان آهي. هن منوونتر ۾ آديه وسو ۽ رڊر وغيره ديوتا آهن. ۽ پرندر نالي وارو اندر آهي هن وقت وسيشٽ، ڪاشيپ، اتري، جمدگني، گوتم، وشوامتر، ۽ ڀردواج - اهي ست رشي آهن. هن منوءَ کي ٩ پٽ آهن. اهي تمام مشهور آهن. ۽ ڏاڍا ڌرماتما آهن. انهن مان وڏي جو نالو اکشواڪو آهي.

سڀني منونترن جي لڳ ۾ حقيقت وشڻو ڀڳوان جي شڪتي ئي سنسار جو چڪر هلائي رهي آهي، جدا جدا منونترن ۾ وشڻو ڀڳوان جا جدا جدا اوتار ٿيا. هن ورتمان منونتر جي شروع ٿيڻ واسطي وشڻو ڀڳوان ڪشيپ رشيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. ڪشيپ جي استريءَ جو نالو اديتي هو. تنهن ۾ پندرو ڀڳوان هو. - ان ڪري ان کي وامن اوتار به چوندا آهن. ان وامن ڀڳوان پنهنجي فقط ٽن قدمن سان سمورن لوڪن کي جيتيو هو. ۽ ٽيئي لوڪ اندر کي ڏئي ڇڏيا.

هي برهمڻ! اهڙيءَ طرح انهن ستن منونترن، ڀڳوان جدا جدا مورتيون پرگهٽ ڪيون جنهن سان هي سڀ ماڻهو پيدا ٿيا. ڀڳوان جي انهن ستن مورتين جا نالا هي آهن:

(١). مانسديو (٢). شري اجت (٣). ستيه - روپ
(٤). هري ڀڳوان (٥). مانس (٦). ونڪنٺ
(٧). وامن.

هي سڄو وشو ان پرماتما جي شڪتيءَ سان وياپڪ آهي. ان ڪري ڀڳوان کي "وشڻوءَ جو نالو ڏنو ويو آهي. وشڻوءَ جي سنسڪرت ۾ معنيٰ آهي، جيڪو سڄي جڳت ۾ وياپڪ هجي، اهوئي سبب آهي جو ڀڳوان کي "وشڻو ڀڳوان" چوندا آهن. سڀ ديوتائون، منو، ست رشي، منوءَ جا پٽ، ديوتائن جا اڌپتي، اندر - اهي سڀ وشڻو ڀڳوان جون (مکيه شڪتيون) آهن.

ٽيون اڌياءَ سماپت



## چوٿون اڌياءَ

هي اتيتي ۽ هن کان پوءِ پيدا ٿيندڙ منو،
پٽ، ديوتا اندر ۽ ستن رشين جو ورڻن

شري مئتريه جيءَ چيو: هي مهرشي! اوهان مون کي ستن گذريلن منونترن جي ڪٿا ٻڌائي هاڻي مون کي هن ڪان پوءِ ٿيندڙ منونترن جي ڪٿا ٻڌايو.

شري پراشرجيءَ چيو:- هي مني! وشوڪرما جي ڌيءَ سنگيا سوريه جي زال هئي. ان مان هن کي منو، يم ۽ يمي - اهي ٽي اولاد هئا. ڪجهه وقت کان پوءِ سنگيا پنهنجي پتيءَ سج جي تابش سهي نه سگهي - انهيءَ ڪري سنگيا ڇايا کي پتيءَ جي شيوا لاءِ مقرر ڪري پاڻ تپسيا لاءِ ان ۾ هلي وئي. سوريه ديو سمجهو ته هيءَ سنگيائي آهي، سو ڇايا مان شيشچر (ڇنڇر جو گرهه)، هڪ ٻيو منو ۽ تپتي اهي ٽي اولاد پيدا ٿيا.

هڪ ڏينهن جڏهن ڇايا (سنگيا جي بدران مقرر ٿيل) غصي ۾ اچي - پنهنجي پٽ جو پاسو کڻي يم کي سراپ ڏنو، تڏهن سوريه ۽ يم کي معلوم ٿيو ته هيءَ ته ڪا ٻي زال آهي. ان کان پوءِ ڇايا سڀ ڪجهه ٻڌائي سچو ڳجهه کولي ڇڏيو.

تڏهن سوريه ديو سماڌيءَ ۾ ويهي ڌيان لڳائي ڏٺو ته سنگيا گهوڙيءَ جي شڪل ۾ اچي ٻن ۾ تپسيا ڪري رهي آهي. انهيءَ ڪري ان به گهوڙي جي شڪل اختيار ڪري اُن سنگيا سان گڏ رهڻ شروع ڪيو. ان گهوڙيءَ سنگيا مان ان کي ٻه پٽ ڄاوا جن جا نالا اشوني ڪمار رکيا ويا. اڳتي هلي اهي ٻئي ديوتائن جا ويدي (ڊاڪٽر) ٿيا. ٽيون اولاد به ان کي انهيءَ گهوڙيءَ مان پيدا ٿيو - جنهن جو نالو ريونت رکيو ويو.

پوءِ سوريه ڀڳوان سنگيا کي پاڻ سان گڏ پنهنجي جاءِ تي وٺي آيو. وشوڪرما ڪوشش ڪئي ته هو سوريه جو تيج گهٽ ڪري. هن سوريه کي هڪ مشين جي چڪر تي (سان تي) چاڙهي، اُن جي تجلي کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو فقط اٺون حصو تجلي جو گهٽ ڪري سگهيو. حقيقت ۾ سج ۾ به وشڻو ڀڳوان جي شڪتي آهي. ان ڪري ئي ان ۾ ايترو تجلو ۽ تابش آهي. جيتري تجلي جي حصي کي هن گهٽ ڪيو، اوترو سوريه جو تيج جو باهه وانگر ٻرندو پئي - اهو ڀرتوي تي ڪري پيو. وشوڪرما اُن زمين تي ڪريل سوريه جي تيج مان وشڻو ڀڳوان جو سدرشن چڪر، شنڪر جو ترشول، ڪبير جو وِمان ۽ ڪارتڪيه جي شڪتي - (اوپ) ٻڌائي ۽ ٻين ديوتائن جي هٿيارن کي به ان سج جي ڪريل چمڪندڙ اش مان تيز ڪيو. ڇايا مان سوريه کي جيڪو پٽ ڄائو هو - اهو منوءَ جو وڏو ڀاءُ هو. ساڳئي ذات جا پٽ هئڻ ڪري، اُن جو نالو "ساورڻي" رکيو ويو. هي وڏي ڀاڳ وارا! ٻڌ، هاڻي مان اُن ائين منونتر، جو اڳتي هلي ورتن ڪريان ٿو.

هي مئتريه! اهو ساورڻي اٺون منو ٿيندو - ان جا ديوتائون ٿيندا - سترا، امتاڀ

۽ مکيه ڳڻ. هرهڪ ڳڻ ۾ ٢٠ - ٢٠ ديوتائون هوندا آهن انهن ويهن جي مجموعي کي ڳڻ ڪري چئبو آهي. هن کان پوءِ هيٺيان ست رشي ٿيندا:—

ديپتمان، گالو، رام، ڪرپ، دروڻ جو پٽ اشوٿاما ۽ منهنجو پٽ وياس ۽ ستون رشي - شرنگ . اُن وقت ديوتائن جي راڄ گديءَ تي وروچن جو پٽ ٻلي وهندو. اهو ٻلي پاتال لوڪ ۾ رهندڙ وروچن جو پٽ ٿيندو. اندر جي گاديءَ تي وهڻ ڪري ان وقت جوهو اندر پد ماڻيندو . ان جا پٽ ان وقت جا راجائون ٿيندا.

هي منيءَ! نائون منو دکش ساورڻي ٿيندو. ان وقت ۾ ٽي ديوتائن جا ٽوڪ ٿيندا هرهڪ ۾ ويهه ويهه ديوتائون هوندا . جدا جدا ست رشي ٿيندا. ۽ اندر جي تخت تي ادبت نالي ديوتا ويهندو.

ڏهون منو برهم - ساورڻي نالي ٿيندو. ان وقت ۾ جدا جدا ديوتائون ۽ ست رشي ۽ اندر به ٿيندو.

يارهين منوءَ جو نالو ”ڌرم“ ساورڻي هوندو.

ٻارهين منوءَ جو نالو - ”ساورڻي“ هوندو - اهو ڀڳوان رڌر جو پٽ ٿيندو.

تيرهون منو رچيءَ نالي ٿيندو.

چوڏهون منو ڀوم ٿيندو.

هرهڪ منوءَ جي وقت جدا جدا - ديوتائون رشي وغيره هوندا.

هرڪنهن ڇهن ڇهن چڪرن کان پوءِ - ويد گم ٿي ويندا آهن. ان وقت ست رشي سورڳ لوڪ مان ڌرتيءَ لوڪ تي اوتار وٺندا آهن ۽ وري ويدن جو پرچار ڪندا آهن.

هر ڪنهن ست جڳ جي شروعات ۾ ڪو نه ڪو منو پيدا ٿيندو آهي. جو سمرتي شاستر جو رچيندڙ ٿيندو آهي - سمرتي شاسترن ۾ ماڻهن جي ڌرم ۽ مريادا جا قاعدا لکيل هوندا آهن. ديوتائون يگيه کي سڦل بڻائيندا آهن - ۽ منوءَ جا پٽ منونتر جي پڇاڙيءَ تائين هن ڌرتيءَ جي رکيا ڪندا آهن.

جنهن طرح منو، ست رشي ديوتائون، اندر ۽ منوءَ جا پٽ راجائون - اهي منونتر جا اڌڪاري هوندا آهن.

[illegible] منونتر جي گذرڻ کان پوءِ هڪ ڪلپ پورو ٿيندو آهي. يا انهن ڪٺي [illegible] ڪلپ ۾ ١٤ منونتر ٿيندا آهن - هڪ هزار چوگن جو هڪ ڪلپ [illegible] جو هڪ ڏينهن ۽ [illegible] رات ٿيندي آهي. رات جي وقت [illegible] پرليه جي وقت [illegible] متان شيش ناگ جي [illegible] اُن وقت آهي - ڪري، سرووياپڪ ڀڳوان وشڻو سڀ

ٽرلوڪيءَ کي پاڻ ۾ سميٽي - پنهنجي مايا ۾ اسٿت رهندو آهي. پوءِ جڏهن پرلي جي رات جي پڇاڙي ٿيندي آهي، تڏهن هر هڪ ڪلپ جي شروعات ۾ وشڻو ڀڳوان جاڳندو آهي ۽ رجوگڻ جو آڌار وٺي هن سرشٽي جي رچنا ڪندو آهي.

هي برهمڻ! منوُ، منوءَ جا پٽ راجائون، اندر، ديوتائون ۽ سپت رشي - اهي سڀ جڳت جي پالنا ڪندڙ ڀڳوان وشڻوءَ جا ساتوڪ انش آهن.

هي مئتريه! ڀڳوان وشڻو چئن جڳن ۾ - جنهن نموني ويوستا (بندوبست) ڪندو آهي، اهو ٻڌ - وشڻو ڀڳوان سڀني جيون جي ڪلياڻ لاءِ ست جڳ ۾ ڪپل وغيره جو روپ ڌارڻ ڪري گيان جو اپديش ڪندو آهي. ترتا يگ ۾ سرو سمرٿ پرڀوُ چڪرورتي راجا ٿي دشٽن جو خاتمو آڻي ٽرلوڪيءَ جي رکشا ڪندو آهي - ان کان پوءِ دواپريگ ۾ ويد وياس جي روپ ۾ ويدن کي چئن ڀاڱن ۾ ورهائيندو آهي - ۽ وري سون شاکائن ۾ وراهي - ان جو وستار ڪندو آهي -

اهڙيءَ طرح دواپر ۾ ويدن کي قائم ڪري، ڪلجڳ جي پڇاڙيءَ ۾ ڪلڪيءَ جو اوتار وٺي دراچاري ۽ پاپي ماڻهن کي چڱي رستي ۾ لڳائيندو آهي - اهڙيءَ طرح وشڻو ڀڳوان سمپورڻ جڳت جي اتپتي، پالنا ۽ ناش ڪندو رهندو آهي - هن سنسار ۾ اهڙي ڪا به وستو ڪونهي آهي جا هن کان الڳ هجي. هوُ سڀ ۾ موجود آهي - هيءُ سڄو جڳت اُن مان ئي ته پيدا ٿيو آهي. مون توکي سمپورڻ منونترن جو ۽ منونترن جي ادڪارين جو ورڻن ڪيو. ٻڌاءِ هاڻي مان توکي ڇاجو ورڻن ڪريان.

ٽئين انش جو ٻيو ادياءُ سماپت



## ٽيون آڌياءُ

### چئن جڳن موجب جدا جدا وياسن جا نالا ۽
### ”ا و م“ جي مهاتم جو ورڻن

شري مئتريه چيو:- مهرباني ڪري هاڻي مون کي ٻڌايو ته جدا جدا جڳن ۾ ڀڳوان ويد وياس ڪيئن ويدن جو ويڀاڳ ڪيو ۽ جدا جدا جڳن ۾ ڪهڙا ڪهڙا ويد وياس ٿيا - انهن جا ڪهڙا نالا هئا؟

شري پراشر جيءَ چيو:- ته هي مئتريه! جيئن وڻ کي هزارين ٽاريون ٿينديون آهن - اهڙيءَ طرح ويد جون به هزارين شاکائون آهن. وستار سان انهن جو ورڻن

ڳڻڻ ڏاڍو مشڪل آهي - انهيءَ ڪري مختصر طرح سان انهن جو بيان ڪريان ٿو
ڌيان ڏيئي ٻڌ:—

هر هڪ دواپر يگ ۾ ڀڳوان وشنو وياس جي روپ ۾ اوتار وٺي ٿو ۽ لوڪ ڪلياڻ لاءِ هڪ ويد جا ڪيترا حصا ڪري ٿو. جنهن ان کي ياد ڪرڻ ۾ ۽ سمجهڻ لاءِ سولائي ٿئي. ماڻهن جي طاقت ڏينهون ڏينهن گهٽجندي پئي وڃي. انهيءَ ڪري سڀني جي سولائيءَ لاءِ هو ويدن جو وڀاڳ ڪري ٿو.

هن شريو ۾ آچي ٻيو هڪ ويد جا الڳ وڀاڳ ڪري ٿو. ڀڳوان جي ان اوتار جو نالو ”ويد وياس“ آهي، جدا جدا منونترن ۾ جدا جدا وياس ٿين ٿا هن ويوسوت جي هر هڪ دواپر يگ ۾ وياس - مهرشين جن وقت نالن الاويه دفعا ويدن جو وڀاڳ ڪيو آهي - ويد جا چار وڀاڳ ڪيا ويا آهن.

اٺاويهن وياسن جو بيان ٻڌ:—

پهرئين دواپر ۾ خود ڀڳوان برهماجيءَ ويدن جو وڀاڳ ڪيو هو ٻئي دواپر جو وياس پرجاپتي ٿيو. ٽئين ۾ شڪراچاريه ۽ چوٿين دواپر ۾ برهسپتي وياس ٿيو. ۽ پنجين ۾ سوريه ۽ ڇهين ۾ ڀڳوان مرتيو وياس جي گديءَ تي براجمان ٿيو. ستين دواپر جو ويدوياس اندر، اٺين جو وسشٽ، نائين جو سارسوت ۽ ڏهين جو ويد وياس ترڌاما ٿيو وڃي ٿو. يارهين دواپر ۾ ترشک ۽ ٻارهين ۾ ڀاردواج، تيرهين ۾ انترڪش، ۽ چوڏهين ۾ ورڻي نالي وياس ٿيو. پندرهين ۾ ترياڻ، سورهين ۾ ڌننجيه سترهين دواپر يگ ۾ ڪرتنجيه ۽ ان کان پوءِ ارڙهين ۾ جيه نالي وارو ويد وياس ٿيو وري اڻويهين دواپر جو وياس ڀردواج ٿيو ۽ ان کان پوءِ گوتم ٿيو، ۽ گوتم کان پوءِ جيڪو وياس هو - ان جو نالو هرياتما هو. هرياتما کان پوءِ واجسروا مني وياس ٿيو، ان کان پوءِ سوم، شمس جي ڪل ۾ پيدا ٿيل ترڻ - پوءِ ترناهون ويد وياس ٿيو، ان کان پوءِ ڄهن نالي وارا وياس ٿي گذريا آهن:-

رکش (ان کي والمڪ پڻ ڪري چوندا آهن). شڪتي، پراشر (يعني مان وياس ٿيس)، جاتو ڪرڻ (ان کي ڪرشڻ دويپاين نالي سان سڏيندا آهن).

انهيءَ طرح اهي، اٺاويهه ويد وياس تمام پراچين آهن انهن دواپر يگ ۾ هڪ ٿي ويد جا چار وڀاڳ ڪيا.

هي مئتريه! منهنجي پٽ ڪرشڻ دويپاين کان پوءِ ايندڙ دواپر يگ ۾ دروڻاچاريه جو پٽ اشوٿاما ويد وياس ٿيندو.

”اوم“ جي نالي ۾ وڏي شڪتي آهي. اهو هڪ مکيه منتر آهي اهو فقط اڪر وارو منتر آهي ۽ اوم برهم آهي. برهم لفظ جي معنيٰ آهي ته برهت (وڏو)

(وڻو) ۽ وياپڪ برهم هرهنڌ موجود آهي. ”اوم“ کي پرڻو منتر جي نالي سان پڻ سڏيو آهي - پرڻو معنيٰ ”اوم“. اوم ۾ ٽي لوڪ آهن:-

جهڙوڪ ڀوُر لوڪ، ڀوَ رلوڪ ۽ سوَر لوڪ - اهي ٽي لوڪ اوم ۾ موجود آهن. ٽي ويد، رگويد، يجر ويد، ۽ اٿر ويد، به اوم ۾ اچي وڃن ٿا. اهيءَ ڪري ان ”اوم“ نالي واري برهم کي نمسڪار آهي. گياني ۽ يوگي پرش اوم جو ڌيان ڪندا آهن اوم ڀڳوان واسديو جو به روپ آهي - اوم ۾ ٽي اکر آهن. - اَ آ ۽ م. ٽي اکر به هڪ ٻئي ۾ سمائجي هڪ اکر ٿي ويا آهن.

”اوم“ سڀني جي آتما آهي. ويد پڙهڻ وقت هرهڪ منتر جي شروعات ۾ اوم جو اچار ڪيو آهي. اوم ويد جو روُپ آهي. ڀڳوان گيان سوروپ آهي. ان جو پرتيڪ (نشاني=symbol) اوم آهي.

ٽيون اڌياءَ سماپت



# چوٿون اڌياءَ

## رگويد جي شاخائن جو وستار

شري پراشرجيءَ چيو: سرشٽيءَ جي شروعات ۾ ايشور ويدن کي پرگهٽ ڪيو. ويد ايشور جو گيان آهن. ويد جا چار پاد آهن جن جا نالا رگ يجر، وغيره آهن. ويد ۾ هڪ لک منتر آهن. ويدن جي ڪري يگين جو پرچار ٿيو. يگيه ڏهن قسمن جا آهن. ان کان پوءِ الاويهين دواپر يگ ۾ منهنجي پٽ ڪرشڻ دوايپاين هن چئن پادن (چئن ڀيرن) واري هڪ ٽي ويد جا چار ڀاڱا ڪيا. ڪرشڻ دوپاين وياس ڏاڍو عقلمند هو. هن جنهن نموني ۾ ويدن کي چئن ڀاڱن ۾ ورهايو اهڙيءَ طرح مون به ۽ چئن ٻين ويد وياسن به ٻهرين ويدن کي چئن ڀاڱن ۾ ورهايو. اهوئي سبب آهي چئن جڳن ۾ اهيءَ شاکائن جي پرڪارن سان ويد پاٺ ٿئي ٿو. ويد انادي آهن. آد جڳاد کان وٺي ويدن جو پاٺ - ويدن جي جاڻو ودوانن دوارا ٿيندو آيو آهي. نه رگ و يد پاٺ پر ويدن جي گيان جو پرچار به ٿيندو آيو آهي. ڀڳوان ڪرشڻ دوپاين کي تون نارائڻ ٿي سمجهه، ڇاڪاڻ ته هي مهترين نارائڻ کان سواءِ ٻيو ڪو به مهاڀارت رچيندڙ ٿي نٿو سگهي. اهيءَ ڪري ائين سمجهڻ گهرجي ته ويد وياس ڪرشڻ دوپاين جي روپ ۾ ڀڳوان نارائڻ مهاڀارت جي رچنا ڪئي -

هي مئتريه! جڏهن برهما جي پريرڻا سان وياس ويدن کي چئن ڀاڱن ۾ ورهائڻ جو ڪاريه شروع ڪيو، تڏهن هن چار اهڙن قابل شِشن کي چونڊيو جي ويد جو پڇاڙيءَ تائين اڀياس ڪرڻ ۾ لائق هئا. انهن مان هن پيل نالي شش کي رگويد، ويشمپاين کي يجر ويد ۽ جيمنيءَ کي سام - ويد پاڙهيو ۽ انهن سڀني ويد وياس جو شش، جنهنجو نالو سمنتو هو، سو وري اٿر ويد جو ڄاڻو ٿيو. انهن کان سواءِ وياس جو هڪ تمام قابل وديارٿي سوت نالي هو. مهامني وياس انهن کي اتهاس ۽ پراڻن ۾ ڏاهو هوشيار ڪيو. پراچين ڪال ۾ سوت اتهاس ۽ پراڻن جو ڏاهو ڄاڻو هو.

پراڻن سمي ۾ يجر ويد هڪ ئي ويد هو. ويدوياس ان يجر ويد جا چار ڀاڱا ڪيا. ويد وياس پوءِ يگيه جي واوستا ڪئي. ويد وياس پهريائين ٽن ويدن جي رچنا ڪئي. رگ ۽ يجر شرتين سان هن رگ ويد ۽ يجر ويد جي رچنا ڪئي. سام شرتين سان هن رگ ويد ۽ يجر ويد جي رچنا ڪئي. پڇاڙيءَ جو اٿر ويد جي رچنا ڪري هن اٿرويد دواران راج ڪرم ۽ برهم ڪرم جي وِيوستا ڪئي.

هي مئتريه! ڀرياڻس پيل رگ ويد کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو. اهي ٻئي شاکائون هن پنهنجي شش اندرپرمتيءَ ۽ باشڪل کي پاڙهيون. پوءِ باشڪل به پنهنجي شاکائن جا چار ڀاڱا ڪيا ۽ اهي هن ٻوڌيه وغيره شِشن کي ڏنيون. جن شاکائن جا ڄاڻو هئا، ٻوڌيه، اگني ماٺر، ياگيه - والڪيه ۽ پاراشر. اندرپرمتيءَ وري پنهنجي پرلي شاکا پنهنجي مهاتما ماندوڪيه کي پاڙهي. انهيءَ سبب آهي جو پارمپريه ۾ ويدن جي رکشا هڪ شش کان ٻئي شش کي پاڙهڻ سان ٿيندي آئي. ويدن جي جدا جدا شاکائن (ڀاڱن) جا جدا جدا ڄاڻو ٿيا ۽ انهن به پنهنجي ويد وديا ٻين - شِشن کي ڏني انهيءَ سلسلي سان ويدن جو پرچار ٿيو. ان زماني کي ويدن جو زمانو ڪري چيو وڃي آهي. ان شش پرمپرا سان شاڪلبه ويد منتر ۽ ان سنهتا (ويد) کي پڙهيو. ان سنهتا کي وري پنجن ننڍين شاکائن ۾ ورهايو ويو ۽ هر هڪ انهن (ننڍي شاکا) پنجن جدا جدا شِشن کي پاڙهي وئي. انهن پنجن شِشن جا نالا هيءَ هئا - مدگل، گومک، واتسيه، ۽ شاليه ۽ پنجون هو مهاتما سرو. ان جي هڪ ٻئي شش شاڪ پورڻ تن ويد سنهتائن جي ۽ هڪ ٻئي وري لوڪ گرنٿ جي رچنا ڪئي. انهن سنهتائن جو اڀياس ڪرڻ وارا ان جا ٽي شش ٿيا. پڪس جو اڀياس ڪرڻ وارو هڪ مشهور نِرڪتڪار ٿي گذريو آهي. جو ويدن ۽ ان جي سڀني ڀاڱن جو ڏاهو ودوان هو.
جنهن طرح ڪنهن وڻ ۾ وڏا دار ۽ ڪيترن ئي ٽارين نڪرنديون آهن. اهڙيءَ طرح ڪيترين وڏين شاکائون ۽ ننڍيون شاکائون پيدا ٿيون. جن ۾ شاکائن انهن مان وري اُپشاکائون پيدا ٿيون.

هي مئتريه! باشڪل پين ۽ ٽن سنهتائن جو اپياس ڪندڙ ڪيترائي شش ٿيا.
۽ جن انهن سنهتائن جو پرچار ڪيو انهن کي "بهورچ" ڪري چئبو آهي.
انهيءَ طرح - رگ ويد جي شاکائن جو وستار ٿيو.

چوٿون آڌياءِ سماپت



# پنجون آڌياءَ

## شڪل - يجر ويد ۽ تيتريه - يجر ويد جي شاکائن جو ورڻن

شري پراشر مني چيو: هي مئتريه! وياس جو هڪ پيو شش پيدا ٿيو، جنهنجو نالو ويشمپاين هو. ان ويشمپاين يجر ويد جي ستاويهن (٢٧) شاکائن جي رچنا ڪئي ان وري اهي پنهنجن ششن کي پاڙهيون. شش به انهن کي چڱيءَ طرح سمجهيو ۽ گرهڻ ڪيو. ان جو هڪ تمام ناميارو شش ياگيه - واڪيه نالي سان ٿي گذريو آهي. ان به يجر ويد جو گهرو اپياس ڪيو.

هڪ وقت جي ڳالهه آهي ته سڀني رشين پاڻ ۾ ماي هڪ قاعدو ناهيو ته مها ميرو نالي پربت جي چوٽيءَ تي رهندڙ اسان جي هن سماج ۾ - جيڪڏهن ڪو شامل نه ٿيندو ته ان کي ستن راتين اندر برهم- هتيا جو پاپ لڳندو.

هن پاڻ ۾ گڏجاڻيءَ جو وقت به مقرر ڪيوهو. فقط هڪ وئشمپاين ٿي اهو قاعدو نه مڃيو نتيجو اهو نڪتو جو اُن جي ڀاڻيجي رڳو هن جو چرڻ سپرش ڪيو. (پيرن کي هٿ لاتو) ته ان جي هتيا ٿي وئي، تڏهن ان وئشمپاين پنهنجن ششن کي چيو "هي شش گڻو! توهين ڪو به خيال نه ڪريو. ۽ اوهين سڀ گڏجي منهنجي لاءِ برهم هتيا کي دور ڪرڻ وارو ورت رکو."

تڏهن ياگيه - واڪيه چيو - "هي گروجي! هي سڀ برهمڻ لستجيه آهن. هنن کي تڪليف ڏيڻ جي ڪا به ضرورت نه آهي "مان اڪيلو ٿي اهو ورت رکندس". ان تي گروءَ وئشمپاين کي ڏاڍو غصو آيو ۽ ياگيه-واڪيه کي چيائين ته "اڙي تو سڀني برهمڻن جو اپمان ڪيو آهي. ان ڪري تو جيڪي به وديا مون کان حاصل ڪئي آهي اها سڀ تو کان وسري ويندي - مون کي تو جهڙي آگيا نه مڃيندڙ شش جي ضرورت نه آهي."

ان تي ياگيه واڪيه چيو ته هي گروجي مون ته اوهان ۾ ڀڳتي ۽ پريم هئڻ ڪري

انهن چيو هو، ته ٻڌا ڏوهه اوهين مون تي ڪاوڙيا آهيو. سو هاڻي منهنجو ٻيو ڪو اوهان سان ڪو واسطو نه رهيو، چڱو وارا! جيڪي به مون اوهان کان پڙهيو آهي، ببشڪ اوهين مون کان موٽائي وٺو. مان ان لاءِ تيار آهيان.

شري پراشر چيو ”نه هي مترييه! انهن چئي مهامني ياگيه - والڪيه رت جي الٽي ڪئي ۽ رت سان ڀريل يجر ويد ان کي موٽائي ڏنائين ۽ اتان هو هليو ويو. جون تا نه ان رت جي روپ ۾ يجر ويد هو. اهي الٽي ڪيل يجر ويد جون شرتيون هيڻ ۾ اڪدم ٻين ششن تتر پکيءَ جو روپ وٺي اهي يجر ويد جون شرتيون گرهڻ ڪيون. ان ڪري انهن يجر ويد جي شرتين کي ”تيترايه - يجرويد جون شاکائون ڪري چيو وڃي ٿو.

جن برهمڻن گروءَ جي آگيا سان برهم-هتيا ناشڪ ناڻي ورت جو آلمڻان ڪيو هو، اهي سڀ ورت جي رکڻ ڪري، ”چرڪا ڌوريو لبا“ - ”چرڪا ڌوريو لفظ جي معنيٰ آهي ته - ”يجر ويد جي شاکائن جو ابياس ڪندڙ“ ان کان پوءِ وري به ياگيه والڪيه جي مرضي ٿي ته يجر ويد جو ابياس ڪريان - ان ڪري هن سوريه ڀڳوان کي پرارٿنا ڪئي، - هن اها پرارٿنا شلوڪ رچي ڪئي - انهن شلوڪن ۾ ڀڳوان سوريه نارايڻ جي شڪتيءَ جو ورڻن ڪيل آهي، هرهڪ شلوڪ جي پڇاڙي ڀڳوان سوريه نارايڻ کي نمسڪار ڪيل آهي“.

شري پراشرجيءَ چيو ”ته ان جي ان استوتي ڪرڻ تي سوريه گهوڙي جي شڪل ۾ پرگهٽ ٿيو ۽ چوڻ لڳو ”اوهين مون کان من گهريو ور گهرو“ تڏهن ياگيه والڪيه ان کي نمسڪار ڪندي چيو ”اوهين مون کي انهن يجرويد شرتين جو اپديش ڪريو جنجي منهنجي گروءَ کي به ڄاڻ نه هجي“. ان جي انهن چوڻ تي ڀڳوان سوريه نارايڻ هنکي ”اياليام“ نالي يجر ويد جي شرتين جو اپديش ڏنو - جن کي ان جو گرو ويشمان به نه ڄاڻندو هو. هي مترييه! انهن شرتين کي جن برهمڻن پڙهيو اهي ”واجي“ نالي سان مشهور ٿيا، (سنسڪرت ۾ گهوڙي کي واجي به چوندا آهن-) واجي نالو انهن تي انهيءَ ڪري پيو جو سوريه گهوڙي جي شڪل ۾ اچي - ياگيه والڪيه کي انهن شرتين جو اپديش ڪيو هو - هي وڏي ڀاڳ وارا رشي! انهن واجي شرتين جون ڪاڻون وغيره پندرهن شاکائون آهن. انهن شاکائون جو پرورت ڪندڙ (پرچار ڪندڙ) مهلشي ياگيه والڪيه هو.

چوٿون اڌياءُ سمايت

# ڇهون اڌيا

## سام وید جي شاکا، اڙهان پراڻ ۽ چوڏهن وديائن جي جدا جدا ڀاڱن جو بيان

شري پراشرجيءَ چيو ته هي ميتريه! جهڙي طرح مان توکي ٻڌايان ٿو ته ويد وياس جي شش جيميني سام ويد جي شاکائن جو وڀاڳ ڪيئن ڪيو.
جيمنيءَ جي پٽ جو نالو سمنت هو ۽ ان جي پٽ جو نالو سڪرما هو.
انهن ٻنهي پٽ ۽ پوٽي سام ويد جي هڪ هڪ شاکا جو اڀياس ڪيو.

ان کان پوءِ سمنتو جي پٽ سڪرما پنهنجي اڀياس ڪيل سام ويد جي شاکا جا هڪ هزار ڀاڱا ڪيا. انهي هزار ڀاڱا جن پنهنجن ٻن شش کي ڪوسليه ۽ هرڻيه ناڀ کي پڙهيا. هرڻيه ناڀ جا پنج سؤ شش هئا. انهن تمام چڱيءَ طرح سام ويد جو اڀياس ڪيو انهيءَ ڪري ان جو نالو ”سامڪ“ پيو (سامڪ لفظ جي معنيٰ آهي ته سام ويد جي منترن کي گيت ۾ ڳائڻ سر سان ڳائيندڙ) اهڙيءَ طرح سان ٻين برهمڻن به هرڻيه ناڀ وٽان سام ويد جون شاکائون سکيون - توري ۾ ائين ڪٿي چئجي ته ان ويدن جي زماني ۾ ڏاڍي محنت سان ڪيترن ودوانن ويدن جو اڀياس ڪري، ويدن جي گيان جي روشني چوڌاري ڦهلائي.

هاڻي مان توکي اٿر ويد جي سنهتائن جو ورڻن ڪريان ٿو. سڀ کان پهرياڻين ويدن جي وڏي ودوان سمنتوءَ مڻيءَ پنهنجي شش ڪبنڌ کي اٿر ويد سيکاريو. پوءِ ڪبنڌ جاڻين چڱيءَ طرح اٿر ويد جو ڪيان پراپت ڪيو تڏهن هن اٿر ويد کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو - انهي ٻنهي ڀاڱا هن ديو درشن ۽ پٿيه نالي ودياٿين کي سيکاريا. ديو درشن جا به ڪيترائي شش ٿيا جن پنهنجي گروءَ وٽ رهي اٿر ويد کي چڱيءَ طرح سکي پوءِ ان جي ڪيترن ئي جدا جدا سنهتائن جا وڀاڳ ڪيا. انهن مان هڪ شونڪ نالي شش مشهور ٿي چڪو آهي، جنهن ٻه سنهتا جا ٻه وڀاڳ ڪيا. اٿر ويد جي سنهتا جا پنج وڀاڳ ڏاڍا پرسد آهن. ۽ ڏاڍا سٺا آهن. هرهڪ وڀاڳ کي ”ڪلپ“ به ڪري چيو آهي.

ان کان پوءِ پراڻن جي وڏي ودوان وياس پراڻ سنهتا جي رچنا ڪئي. ان پراڻ سنهتا ۾ ڪيترائون ولندڙ ڪهاڻيون آهن. وياس جو هڪ نامياروشش ٿي گذريو آهي - جنهن جو نالو روم هرشڻ سوت هو - وياس ان پنهنجي شش کي چڱي طرح پراڻ سنهتا سيکاري.

پراڻن جي پنڊت سوت کي ڇهه شش ٿيا جن پراڻ وديا جو چڱيءَ طرح اڀياس

ڪيو. ڪيترا ئي ودوان ٿي گذريا جن ۾ سنهتا جي رچنا ڪئي. انهن سڀني ۾ مشهور رومهرشڻ سوت جي لکيل سنهتا جي آڌار تي انهن سنهتائن جي رچنا ڪئي. هي معنيٰ آهي چار سنهتائون لکيون ويون - پر انهن ۾ ڏاڍو وستار هو. ان مون انهن سنهتائن جي آڌار تي تمام مختصر طرح سان وشڻو پراڻ سنهتا رچيو آهي. ڪل ملائي ارڙهان پراڻ آهن. انهن ۱۸ پراڻن ۾ سڀ کان پراچين برهم-پراڻ آهي. انهن ۱۸ پراڻن جا نالا ڏيان لڳائي ٻڌ:

پهريون برهم-پراڻ آهي، ٻيو پادم، ٽيون وشڻو، چوٿون شو، پنجون ڀاڳوت، ڇهون ناردي، ۽ ستون مارڪنڊيه، اهڙيءَ طرح اٺون آگنيه، نائون ڀوشيه، ڏهون برهم - ويورت، يارهين پراڻ جو نالو آهي لنگ پراڻ. اهڙيءَ طرح ٻارهون وراهه پراڻ تيرهون سڪند، چوڏهون وامن، پندرهون ڪورم آهي. ان کان پوءِ سورهون متسيه پراڻ، سترهون گرڙ پراڻ ۽ ارڙهون آهي برهمانڊ پراڻ.

هي مئتريه! اهي آهن ارڙهان پراڻ. انهن کان سواءِ ٻين ڪن رشين پڻ اُپ پراڻ رچيا آهن. انهن سڀني ۾ مکيه طرح سان سرشٽيءَ پرليه، ديوتائن وغيره جي ونش، منونتر ۽ جدا جدا راجائن جي ونشن جو ۽ سندن چرتر جو ورڻن ٿيل آهي.

هي مئتريه! جيڪو پراڻ مان توکي ٻڌائي رهيو آهيان اهو پدم پراڻ کان پوءِ رچيل وشڻو مها پراڻ آهي. هيءُ وشڻو پراڻ اڪري نالو ڏنو ويو آهي جو هن ۾ وشڻو ڀڳوان جو ئي ورڻ ٿيل آهي.

ڇهه ويدانگ، چار ويد، ميمانسا، نيايه، پراڻ ۽ ڌرم شاستر، اهي سڀ چوڏهن وديائون آهن. انهن ۾ آيور ويد، ڌنر ويد (شسترن جي وديا ۽ گانڌرو (راڳ وديا) انهن ٽن کي ۽ چوٿين ارٿ شاستر کي ملائڻ سان ڪل ارڙهن وديائون ٿي وڃن ٿيون. رشين جا ٽي قسم آهن. پهريون برهم رشي، ٻيو ديو رشي ۽ ٽيون راجه رشي.

اهڙيءَ طرح مون توکي. ويدن جي شاکائن جي جدا جدا قسمن، انهن جي لکڪن (رچيندڙن شاکا ڀيد جي ڪارڻ جو بيان ڪري ٻڌايو. اهڙيءَ طرح سڀني منونترن ۾ ساڳئي قسم جون شاکائون ۽ انهن جا جدا جدا ڀاڱا ٿيندا آهن. پرجاپتيءَ برهما مان پرگهٽ ٿيل ويد ته هميشه قائم آهن- باقي ٻيا هي سڀ هن جي آڌار تي لکيل آهن هي مئتريه! اناديءَ ۽ ابنڪاره گيان ويدن باب مون توکي ٻڌايو- وڌيڪ ڇا ٻڌايان؟

ڇهون اڌياءُ سماپت

# ستون آڌياءُ

## يم گيتا

شري مئتريه چيو: هي گروجي! مون جيڪي به اوهان کان پڇيو: اُن بابت اوهان مونکي ٺيڪ طرح ٻڌايو. هاڻ مان هڪ ٻي ڳالهه پڇڻ چاهيان ٿو. جا اوهين مون کي ٻڌايو.

هي مني! هن برهمانڊ جي اندر ست دويپ، ست پاتال ۽ ست لوڪ اچي وڃن ٿا. اهي سڀ جيوَن سان ڀريل، آهن انهن ساهه وارن جيوَن ۾ ڪي اسٿول آهن ته ڪي وري سوکيم ۽ تمام سوکيم آهن. مطلب ته هن برهمانڊ ۾ اهڙي ڪا به جڳهه ڪا نه آهي جتي هيءُ جيوَ نه هجن اهي هر هنڌ موجود آهن. اُهن جي عمر جڏهن ختم ٿي وڃي ٿي تڏهن اهي گهڻو ڪري سڀ يمراج جي وس ٿي وڃن ٿا. اُن جي حڪم سان نرڪ وغيره ڪيترن ئي ياتنائن (پيڙا ۽ ڪشٽ) ڀوڳين ٿا. ۽ اهي سڀ پراڻي (ساهوارا) ڪرم جي بندن ۾ جڪڙيا پيا آهن، پنهنجن ڪرمن انوسار ٿي انهنکي دک - سک ملن ٿا. جڏهن سزا ڀوڳي انهن جي پاپن جي سزا جو وقت پورو ٿي وڃي ٿو. ديوتائن وغيره جي جوڻين ۾ گهمن ٿا.

سڀني شاسترن جو اهوئي رايو آهي. ان مان ثابت ٿيو ته سڀ ڪرم - سدائنت ٿي بدل آهي - ڪرم مکيه آهن. هاڻي مهرباني ڪري مونکي اهڙو ڪو "ڪرم" ٻڌايو جنهن جي ڪرڻ سان منش يمراج جي وس نه ٿئي. بس اهائي ڳالهه مان اوهان کان ٻڌڻ چاهيان ٿو.

شري پراشرجيءَ چيو: هي مني! اهو ساڳيو پرشن نڪل پتامهه ڀيشم کان پڇيو هو ان جي اُتر ۾ هنن جيڪي به ٻڌايو هو اهو مان توکي ٻڌايان ٿو. ڌيان ڏئي ٻڌ

ڀيشم چيو: هي پٽ نڪل ڪجهه وقت اڳي مون وٽ هڪ برهمڻ متر آيو هو هو ڪلنگ ديش ۾ رهندو هو. هو اچي مونکي چوڻ لڳو ته "عجب جي ڳالهه آهي- ته هڪ مني جيڪي به ڪجهه مون کي ٻڌايو هو ۽ چيو هئائين ته ڀوشيه ۾ هي هي گهٽنائون ٿينديون. اهي سڀ ڳالهيون ۽ اهي سڀ گهٽنائون جيئن جو تيئن ٿيون هن جو چوڻ اکر به اکر سچو نڪتو. ان ڪري منيءَ ۾ منهنجي شرڌا ٿي مون وري ان وٽ وڃي ڪي ان کان سوال پڇيا ۽ ان جي جواب ۾ جيڪي به ڪجهه ان چيو سو برابر نڪتو سو هي نڪل! هڪ ڏينهن مون به اهو ساڳيو سوال جيڪي تو مون کان پڇيو آهي اهو. مون ان ڪلنگ ديش جي نواسي برهمڻ کان پڇيو. ان برهمڻ ۽ ان منيءَ جي لفظن کي ياد ڪندي مون کي يم ۽ ان جي دوتن جي وچ ۾ ٿيل ڳالهه

پوڄا جو ذڪر ڪيو. اهو ڳُجهه‌رهسيه مان توکي ٻڌايان ٿو.

ڪلنگ برهمڻ چيو: هڪ دفعي يمراج ڏاڍو لسي سندس دوست هٿ ۾ پاس (ڦاهي ۾ ڦاهي ڏيڻ جي اوڙي) ڪٺي ڪيڏانهن وڃي رهيا آهن. تڏهن يم راجا انهن جي ڪن ۾ چيو "ته اڙي منهنجا دوتو ٻڌو! جيڪي به شخص ڀڳوان وشنوءَ جي شرڻ ۾ آيل هجن - انهن کي ڇڏي ڏجو، ڇاڪاڻ ته جيڪي به وشنو ڀڳوان جا ڀڳت آهن انهن لي منهنجو ڪو به حڪم نه ٿو هلي. ۽ جيڪي وشنو ڀڳوان جا ڀڳت نه آهن انهن جو مان مالڪ آهيان - اهي منهنجي وس ٿين ٿا. برهمائي مون کي مقرر ڪيو آهي. مون کي "يم" نالو رکيو اٿس. مون کي برهما هيءَ ڪم رکيو ته تون جيون جي پاپ ۽ پڃ جو ليکو چوکسو رک. مان به وشنو ڀڳوان اڳيان (وس ۾) آهيان. مان سوتنتر نه آهيان. مان وشنو ڀڳوان جي هٿ هيٺ آهيان. وشنو ڀڳوان هرهنڌ حاضر آهي. هيءَ سڀ ديوتائون ان جا الڳ جدا جدا روپ آهن. جيئن سون مان ڪيترن قسمن جا زيور ٺهن ٿا. پر اصل ۾ آهن ته اهي سون ئي - رڳو ڏسڻ ۾ الڳ الڳ لڳن ٿا. اهڙيءَ طرح هي ديوتائون، منش پسون پکي - ڪيترن قسمن جا ساهوارا آهن. انهن ۾ هڪ ئي آتما وياپت آهي. جهڙيءَ طرح طوفان جي ٻند لهڻ کان پوءِ ان جي ڪري اڏامندڙ ذرا پرزا (پرماڻو) پراڻيءَ ۾ ملي هڪ ٿي وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح هي قسم جي لرزش سان پيدا ٿيل سڀ ديوتائون، منشيه، پسون ۽ پکي وغيره - سندن آتما لڀڻ اي (الڳ سمي ۾) ان ساڳي پرماتما ۾ لين (جذب) ٿي وڃن ٿا. سو اصل ۾ هڪ برهم آهي - ٻي سڀ هيءَ ڪلپنا آهي. دنيا هڪ ڪلپنا آهي. برهم ئي ستيه آهي. ڄڳت مٿيا آهي - ان ڪري وشنوءَ جي ڀڳتي سان ئي. سڀني وڃي ڀلو. جيڪو ماڻهو ڀڳوان جي چرڻ - ڪملن جي شردا ۽ ڀڳتيءَ سان وندنا ڪري ٿو، اهو ماڻهو سڀني پاپن جي ٻنڌڻ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ٿو. انهيءَ ڪري اوهين وشنو ڀڳوان جي اهڙي ڀڳت کي هٿ به نه لائجو - ان کي ڏسي - ان کي ڇڏي پري کان ئي هليا وڃجو".

اهو ٻڌي يم - دوتن چيو ته - "هي سوامي! ڪرپا ڪري ٻڌايو ته اسين ان کي ڪيئن سڃاڻون ته هيءَ ڀڳوان جو ڀڳت آهي. سو ڪرپا ڪري ٻڌايو ته وشنو ڀڳوان جو ڀڳت ڪهڙو ٿيندو آهي"؟

يم - راجا چيو: هيٺيون خاصيتون وشنو ڀڳوان جي ڀڳت ۾ هونديون آهن. هو پنهنجي فرض ادائيءَ کان ڪڏهن به پٺتي نه هٽندو آهي - سڀني کي سمان درشٽيءَ (هڪ اک سان) ڏسندو آهي. پوءِ اهي ڇا هي هن جا دشمن هجن يا دوست. اپردسٽيءَ سان، هو ڪنهن جي ملڪيت لڦائيندڙ آهي. هن جو ڌرم "اهنسا ۽ ستيه" هوندو

آهي. ڪنهن به جيو جي هٿ هنسا نه ڪندو آهي.

اهڙي قسم جي ۽ اهڙي سڀاءَ واري ماڻهن کي اوهين وشڻو ڀڳوان جو اوهين ڀڳت سمجهجو. هي پر ديوتا وشڻو ڀڳوان جو ڀڳت اهــو آهي جو ٻين جي پيڙا (تڪليف) کي سمجهي ٿو، ٻين جي تڪليفن دور ڪرڻ ۾ هميشه تيار رهي ٿــو اهڙي پوتر هردي واري وِيڪتيءَ (مدش)کي وشڻو ڀڳوان جو پيارو ڀڳت سمجهجو. جنهن انسان جو من ڪڏهن به وشيه واسنا سان ۽ ڪلجڳ جي پاپن سان ملن (ميرو) نه ٿو ٿئي ۽ جنهن پنهنجي من ۾ هميشه لاءِ ڀڳوان وشڻوءَ کي وسائي ڇڏيو آهي بس اهو وشڻو ڀڳوان جو پيارو آهي. هي پر ديوتا! ورڃي ٻڌو ته وشڻو ڀڳوان جو ڀڳت ڪهڙو ٿيندو آهي. جنهنجي من ۾ ابرکا ۽ دويش ڪو نه آهي، جنهنجو هردو نرمل آهي، جنهنجا چرتر پوتر آهن، جو سڀني جيون جو متر آهي، جو سچ ڳالهائي ٿــو ٻين جي ڀلائي ۽ پر اپڪار ۾ مشغول رهي ٿو، ايمان ۽ مايا کان دور رهي ٿو اهڙي وِيڪتيءَ جي هردي ۾ سدائين واسديو براجمان آهي. جئين سج جي هوندي روشني لڪي نه سگهندي آهي تئين گداداري هري ڀڳوان جي هردي ۾ براجمان هجڻ ڪري پاپ سڀ دور ٿي ويندا آهن.

جيڪو ماڻهو ٻين جو ناڻو هڙپ ڪري ٿو، ٻين جو برو چاهي ٿو، هنسا دور ڪري ٿو، ڪوڙ ڳالهائي ٿو ٻين کي ٺڳي ٿو. اهڙي ماڻهوءَ جي من ۾ ڀڳوان ٽڪي نه سگهندو آهي. جيڪو ماڻهو ٻين جي آسودگيءَ کي ڏسي پيو جلندو آهي، هميشهــ ٻين جي گلا پيو ڪندو آهي، سٺن ۽ چڱن ماڻهن جي برائي ڪندو آهي ۽ پئسي هوندي به رڳو پنهنجو سوارٿ پيو سڌ ڪندو آهي، پر ڌرو به گهرجائو ماڻهن کي دان نه ڪندو آهي. وشڻو ڀڳوان جي پوڄا نه ڪندو آهي. اهڙي ليچ ۽ پاپيءَ جي هردي ۾ شري وشڻو ڀڳوان جو نواس ڪڏهن به ٿي نه ٿو سگهي. جيڪو ماڻهو رڳــو برن ڪمن ۾ لڳو رهي ٿو، ۽ بري سنگت ۾ قائل آهي، جوئا ۾ شراب جي علت ۾ قائل رهي ٿو - اهو جانور آهي انسان نه آهي - اهو ڀڳوان وشڻوءَ جو ڀڳت ٿي نــه ٿــو سگهي. پر هي ديوتا! جيڪو پرش سڄي سنسار ۾ وشڻو ڀڳوان کي ڏسي ٿو، جيڪو سمجهي ٿو ته هي سڀ واسديو آهي ۽ هردي ۾ به واسديو آهي. ان ڪري هن جو من استر ۽ شانت ٿي وڃي ٿو. اهڙي وشڻو ڀڳوان جي ٽون پياري پرش کي پري کان ڏسي ڇڏي ڀڄي وڃ اهڙيءَ استريءَ توڙي پرش کي ٽون هٿ لائي نه ٿو سگهين" ڪلنگ چيو "نه هي پيشمر پتامه! مون اوهان کي هيءَ ڌرم راڄ ۽ ان جي دوتن جو پاڻ ۾ هليل (ڳالهه ٻولهه) جو ورڻن ڪيو اوهين مهاپرش آهيو ان ڪري هيءَ ڪٿا مون اوهان کي ٻڌائي". پيشمر چيو "نه - هي نڪل! ڪجهه وقت اڳي هيءَ

ڪٿا مون کي ڪلنگ ديش مان آيل ان مهاتما برهمڻ ٻڌائي هئي. اها ڪٿا مون توکي جئين جو تئين ان جي لفظن ۾ ٻڌائي. هن ڪٿا مان اهين سمجهڻ گهرجي ، وشڻو ڀڳوان کان سواءِ جيون جو ٻيو ڪو به رکڻ نه آهي. جن جو من هميشه ڀڳوان ۾ لڳل رهي ٿو انهن جو جم دوت، "جم پاش" ۽ جم ڊنڊا جم-ياتنا ڪجهه به بگاڙي نه ٿا سگهن.

شري پراشر جيءَ چيو ته هي مني ان کي "جم گيتا" ڪري چوندا آهن. ڇاڪاڻ ته اهو جم ۽ جم دوتن جو وشڻو ڀڳوان جي ڀڳتن جي سڀاءَ جي وشيه ۾ ورڻن ٿيل آهي.

ستون اڌياءُ سماپت.



## اٺون اڌياءُ

### وشڻو ڀڳوان جي آرادنا ۽ چئن ورڻن جي ڌرم جو ورڻن

شري مترِيه چيو: هي ڀڳوان! جيڪي ماڻهو سنسار کي وجيه حاصل ڪرڻ چاهين ٿا. اهي جنهن نموني وشڻوءَ جي اپاسنا ڪن ٿا، اهو مون توکي ورڻن ڪري ٻڌايو. ۽ هي مهامني! گووند جي آرادنا جو انهن کي جيڪو ڦل ملي ٿو اهو به مان ٻڌڻ چاهيان ٿو." شري پراشرجيءَ چيو "هي مترِيه! توجيڪي هي سوال مون کان پڇيو آهي اها ساڳي ڳالهه مهاتما ساگر اورو کان پڇي هئي. ان سوال جي جواب ۾ اورو جيڪي هن کي چيو هو اهو مان توکي ٻڌايان ٿو. تون ڌيان لڳائي ٻڌ.

هڪ وقت سگر ڀرڳو ڪل ۾ پيدا ٿيل اورو کي نمسڪار ڪري ڀڳوان وشڻوءَ جي آرادنا جا اپاءَ ۽ وشڻوءَ جي اپاسنا ڪرڻ ڪري، ماڻهن کي جيڪو ڦل ملي ٿو ان جي باري ۾ پڇيو. ان جي پڇڻ تي اورو جيڪي به ڪجهه ٻڌايو اهو ٻڌ.

اورو چيو "ڀڳوان وشڻوءَ جي آرادنا ڪرڻ سان منش هن ڌرتيءَ لوڪ سان واسطو رکندڙ سڀ منورٿ سرگ، سرگ لوڪ ۾ رهندڙن کي به پيارو برهم - پد ۽ نرواڻ پد (موڪش) به پراپت ڪري سگهن ٿا.

هي راجا ساگر، هاڻي تون ٻڌ ته هري ڀڳوان جي آرادنا ڪهڙي نموني ڪرڻ گهرجي.

پراڻين ۾ اهو ماڻهو وشڻو ڀڳوان جي آرادنا ڪري سگهي ٿو جو پنهنجن فرض

جي پوريءَ طرح پچاري ڪري ٿو. جو ورڻ ۽ آشرم جي ڌرمن جو پالن ڪري ٿو. ان کان سواءِ ڀڳوان کي خوش ڪرڻ جو ٻيو ڪو به رستو ڪو نه آهي.

هي راجا ! يگيه ڪرڻ وارو پرش به اُن وشنو ڀڳوان جي ئي پوڄا ڪري ٿو جپ ڪرڻ وارو به ته ان جو جپ ڪري ٿو ۽ ٻين جي هنسا ڪندڙ به ان ڀڳوان جي هنسا ته ڪري ٿو - ڇاڪاڻ ته سڀني جيوَن ۾ اهو هڪ وشنو ڀڳوان موجود آهي. ڇاڪاڻ ته هري ڀڳوان هر هنڌ موجود آهي. ٻين لفظن ۾ هيئن ڪٿي چئجي ته هي سڀ جيڙ جڻ ته وشنو ڀڳوان جو روپ آهن. جنتائي جاندار آهي. انهيءَ ڪري سٺي هلت هلندڙ انسان، سداچاري پرش پنهنجي ورڻ ۽ آشرم جي ڌرم لئي جي نيڪ طرح پالن ڪري ٿو هو پنهنجي فرض لئي پورو رهي پوءِ وشنو ڀڳوان جي اُپاسنا ڪري ٿو.

هي راجا چار ورڻ آهن برهمڻ ڪشتري، وئشيه ۽ شودر. جيڪو ماڻهو جنهن ورڻ ۾ پيدا ٿيو آهي ان ورڻ موجب ڌرمن جي پالنا ڪري ٿو ته اهو ماڻهو ئي وشنو ڀڳوان جي آراڌنا ڪرڻ جو حقدار آهي.

هاڻي پڌ ته ڀڳوان ڪهڙن ماڻهن لئي خوش رهندو آهي: جيڪي ماڻهو ٻين جي نندا (گلا) نه ڪندا آهن، جيڪي ڪوڙ اصل نه ڳالهائيندا آهن، جيڪي اهڙا اکر نه ڳالهائيندا آهن جن مان ٻين جي دلين کي صدمو رسي، جيڪي ٻين جي زالن کي بري نظر سان نه ڏسندا آهن، ٻين جي ملڪيت کي هيچ جي نگاهه سان نه ڏسندا آهن، يا ٻين جي ملڪيت ڦٻائڻ جي ڪوشش نه ڪندا آهن. جيڪو ماڻهو جنتا جي ملڪيت کي نقصان نه ٿو رسائي، هنسڪ ڪارواين نه ٿو ڪري، ڪنهن به ساهواري کي نه ٿو ستائي. بلڪ وڻ ٽڻن کي به ڪشٽ نه ٿو ڏئي. جيڪو وڏن جي عزت ۽ سيوا ڪري ٿو، جيڪو جنتا جي سيوا ڪري ٿو، ودوانن، برهمڻن جو قدر ڪري، جيڪو وڪتي ٻين جو به شڀ چنتڪ ٿئي ٿو، جنهنجو من وشين ۾ نه ٿو ڦاٿي، سنسار جا لوڀ ۽ لالچون جنهن کي پنهنجي وس ۾ نه ٿا ڪري سگهن جيڪو شاسترن ۾ ورڻن ڪيل ورڻ ۽ آشرم جا ڌرم چڱي طرح پالي ٿو.

هي راجا! اهڙن ماڻهن تي وشنو ڀڳوان پرسن رهي ٿو ۽ اهڙا ماڻهو ئي وشنو ڀڳوان جي آراڌنا ڪري سگهن ٿا. اهي حقدار آهن وشنو ڀڳوان جي اُپاسنا ڪرڻ لاءِ.

سگر چيو : هي برهمڻن ۾ شريشٽ برهمڻ!

هاڻي مان سمپورڻ ورڻ ڌرم ۽ آشرم - ڌرم ٻڌڻ چاهيان ٿو ڪرپا ڪري ٻڌايو

اورو چيو:- برهمڻن جو فرض آهي ته دان ڏئي يگيه ڪري، ويدن ۽ شاسترن جو ابياس ڪندو رهي، هرروز اشنان ڪري، سنڌيا ۽ گايتري منتر جو جپ ڪري، اهي ڪرم برهمڻن کي ضرور ڪرڻ گهرجن.

انهن ڳالهين لي پوربائين قائم رهي پر هنڪي حق آهي نه فقط آجيوڪا لاءِ پين کي بہ يگيہ ڪرائي ۽ وديا پڙهائي، ليا ۽ انصاف موجب هٿ ڪين.

برهمڻ کي ڪڏهن بہ ڪنهن کي بہ نقصان نہ پهچائڻ گهرجي ـ هنڪي ڪنهنجو بہ برو چاهڻ نہ گهرجي ۽ هميشه سڀني پراڻين (ساهوارن) جي ڀلائي جي ڪمن ۾ مشغول رهڻ گهرجي. سڀني سان مئتري رکڻ (مترتا رکڻ) ئي برهمڻ جو وڏو ڌن آهي برهمڻ اهو جو پرائي ڌن کي پٿر سمجهي ۽ پنهنجي گرهسٿ ـ ڌرم ئي پورو رهي.

کشتري (کترين) جو فرض آهي نہ ودوان برهمڻن کي دان ڏين، يگيہ ڪن ۽ وديا ابياس ڪن، پنهنجي ديش جي رکشا ڪن.

هٿيار وديا ۾ لڳي ئي دشمن جي ڪاهہ وقت ديش کي بچائڻ" پرٿوي ۽ پنهنجي مالڪ پرميءَ جي رکشا ڪرڻ" کترين جو وڏو مکيہ ڌرم آهي. راجہ ڪاريہ ۾ کترين کي پورو وقت گهرجي. راجا جو فرض آهي پرجا جي سنڀال ڪرڻ جيڪو راجا پنهنجي فرض ادائي ڪندي، دشتن (لچن، ڌوهارين) کي سزا ڏئي ٿو ۽ چڱن ماڻهن جي پالنا ڪري ٿو، پرجا کي اولاد وانگر پالي ٿو اهو سچو کتري آهي.

هاڻي ويشين جو فرض ٻڌو:ـ

چوپائو مال پالڻ، واپار ڪرڻ ۽ کيتي ڪرڻ ـ اهو مکيہ ويشين جو فرض آهي برهمڻ سان گڏ يگيہ ڪرڻ، وديا پڙهڻ ۽ ايشور جو پوڄن ڪرڻ بہ انهن جو فرض آهي واپاريءَ جو فرض آهي نہ حق ۽ انصاف جي ڪمائي کائي. بي انصافي ۽ واپار ۾ لڳي ڪري ناڻو نہ ڪمائي. واپاريءَ لاءِ واپار ۾ لڳي ڪرڻ وڏو ڏوهہ آهي.

شودر جي ڪاروهہ (فرض) هيءَ آهي نہ مٿين ٽن ورڻن کي مدد ڪري، ڪي ڪاري گريءَ جا ڌنڌا نيشڪ ڪري، وستن کي خريد ڪرڻ ۽ وڪڻڻ جو ڪم بہ شودر ڪري سگهي ٿو. جڏهن اوڙي ڪري نہ پنهنجي مالڪ جو ڀلو چاهي پنهنجي مالڪ سان نمرتا، پاڪيزگي جو ورتاءُ ڪري، ڪمت کان پري رهي، نشڪپٽ سوامي ـ سيوائي شودر جو مکيہ ڪم آهي. ستسنگ ڪرڻ، چوري نہ ڪرڻ ۽ برهمڻ جي رکشا ڪرڻ اهي شودر جا مکيہ ڪرم آهن.

هي راجا! پنهنجي شڪتيءَ مرجب شودر کي بہ دان ڪرڻ گهرجي، ايشور پوڄن ڪرڻ گهرجي، هنکي بہ انصاف سان ناڻو ڪمائڻ گهرجي ۽ گرهسٿ ـ ڌرم ئي پورو … جيءَ پران کان سواءِ ٻين ڌاڻين جا ڪي گڏيل فرض بہ آهن. انسان ذات جي شوا … سڀني جو فرض آهي. … جي وقت برهمڻ کي کترين، ۽ ويشين جي ڌنڌن … کي اختيار ڪرڻ گهرجي. ان کان سواءِ سڀني پراڻين (ساهوارن) تي دايا ڪرڻ … نہ ڪرڻ سچ تي قائم رهڻ، پورو رهڻ، سدا ڪم ڪرڻ، پوڄا پاٺ

ادار ۽ ڪنهن کي به ڏوهه نه ڏيڻ. جنتا جي شيوا اهي فرض سمجهي ڏانهن ۾ پنهنجا
تيل ماڻهن جا آهن- مالوتاون ئي ڀيرا گهرجي. ۽ هر ڪنهن کي پنهنجن ڪمن ۽ فرض
لي پورو رهڻ گهرجي.

هي راجا! سون توکي چئن ورڻن جي ڌرمن جو چڱيءَ طرح ورڻن ڪيو.
هاڻي توکي چئن آشرمن جي فرضن جو بيان ڪندس.

آٺون اڌياءُ سماپت



# نائون اڌياءُ

## برهمچريه وغيره آشرمن جو ورڻن

اورو چيو:- يگيو اپويت سنسڪار (جڻيي جي سنسڪار) ڪالپوءِ پالڪ کي
ويدن جي اڀياس ڪرڻ لاءِ گروڪل ۾ رهي برهمچريه کي پالڻ ڪرڻ گهرجي.
برهمچاريءَ جا هي فرض آهن:- (١) من کي ٻاڌر رکڻ (٢) شرير کي ٻڌرڻ تندرست
رکڻ (٣) وديا اڀياس ۾ ڌيان لڳائڻ ۽ ويدن جو اڀياس ڪرڻ (٤) گروءَ جي شيوا
ڪرڻ (٥) صبح جي وقت ۽ شام جي وقت سنڌيا- وندن ۽ گايتريءَ جو جپ ڪرڻ
(٦) صبح جو سورج کي نمسڪار ڪرڻ ۽ شام جو اگنيءَ اپاسنا ڪرڻ ۽ گروءَ کي
نمسڪار ڪرڻ (٧) گروءَ جي عزت ڪرڻ ۽ اُن ۾ شرڌا ۽ وشواس رکڻ. اُن جي آگيا
۾ رهڻ (٨) گروڪل جي نيمن تي پڪو قائم رهڻ ۽ انشاسن (انتظام) ۾ رهڻ (٩)
هر روز سنان وغيره کان فارغ ٿي صبوح جو گروءَ لاءِ سمترا (اگنيءَ ۾ هون ڪرڻ لاءِ
ڪاٺيون)، جل، ڪش (ڏڀ) ۽ پشپ (گل) وغيره آڻڻ جو بندوبست ڪرڻ.
اهي آهن برهمچريه جا ڪرتويه.

اهڙيءَ طرح ويد وديا جو اڀياس پورو ڪرڻ ڪانپوءِ شش کي گهرجي ته گروءَ
جي آگيا سان اُن کي گرو- دڪشنا ڏيئي- گرهست آشرم ۾ پرويش ڪري.

هي راجا! پوءِ ڌنيءَ اُوسار لائق- گرهڻ ڪري (شادي ڪري) پنهنجي جاڻ
۽ لائقيءَ موجب ڪو ڌنڌو ڪري- پنهنجو ۽ پنهنجي ڪٽنب جي گذران لاءِ ڪوشش
ڪري ۽ گرهست جي ڪاروبار ۾ مشغول رهڻ گهرجي.

هي راجا! گرهست آشرم هڪ مکيه آشرم آهي. اُن آشرم ۾ ڪيترين ئي
جوابدارين مثان اچي ٿيون پون- ڪي ڪرتويه گرهستيءَ کي ضرور پالڻ گهرجن.

جيئن ته پنهنجن وڏن جي يادگيريءَ ۾ پند دان ڪري پترن جي پوڄا ڪرڻ، يگيه وغيره ڪرڻ. ديوتائن جي پوڄا ڪرڻ، اَن وغيره دان ڪري اتٿين جي (مهمانن ۽ گهر آيل گهرجائن جي) مدد ڪرڻ، هر روز سدا شاستر ۽ ويد پڙهي رشين جي پوڄا ڪرڻ، پتر جي اُتپتي ڪري (پٽ ڄڻي) پرجا پتيءَ جي پوڄا ڪرڻ، گگدام جانورن کي اَن ۽ گاهه وغيره ڏئي جيون جي مدد ڪرڻ، سڀني سان پيار ۽ سڀني هلڻ هلي جڳت پتيءَ جي پوڄا ڪرڻ. اهي آهن گرهستيءَ جا ڪرتويه. انهن ڪرمن ڪرڻ سان هيءُ لوڪ نه سگهي ته پرلوڪ ۾ نه سکه ملي ٿو. پيا به ڪي سبب آهن. جن جي ڪري گرهست آشرم کي هڪ وڏي اهميت آهي. ڪيترا سنياسي ۽ ڀڪشوڪيءَ تي گذران ڪرڻ وارا سادو سنت آهن. انهن جو آڌار به گرهست آشرم تي آهي.

هي راجا! ڪي ودوان گيان پالڻ ڪندا آهن. پنهنجي سڀني ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ جدا جدا ملڪن جو سفر ڪندا آهن. اهي ودوان ويدن جو اڀياس ڪرڻ لاءِ ۽ ان باست کوجنا ڪرڻ لاءِ، يا تيرٿن تي وڃي سنان ڪرڻ لاءِ ۽ جدا جدا ملڪن جا ريت رواج ڄاڻڻ لاءِ ڌرتيءَ جو پريٽن (World Tour) ڪندا آهن. انهن مان جن جو کو پوڄن جو پربند [کاڌي وغيره جو بندوبست] نه ٿيل هوندو آهي نه پڻ پالڻا ڪندي جتي نه سڃ لهي ويندو آهي اُتي ٽرسي پوندا آهن. انهن سڀني جو آڌار گرهست آشرم آهي ۽ اهي گرهستين جو فرض آهي، ته ان وقت آيل ودوانن لاءِ. جيئن انهن کي تڪليف نه ٿئي. هر ڪنهن قسم جو بندوبست ڪري ڏئي.

هي راجا! اهڙا ماڻهو جڏهن گهر اچن ته مٺي لفظن سان انهن جو سواگت ڪرڻ گهرجي ۽ اِناشڪتي انهن جي رهڻ ۽ کاڌي پيتي جو بندوبست ڪرڻ گهرجي. اهڙن اوچتو آيل ماڻهن کي ”اُتٿي مهمان سڏيو ويندو آهي“. جنهن جي گهر مان مهمان نراس موٽي وڃن ٿا ته اهي هنکي پنهنجا سڀ پاپ ڏيئي وڃن ٿا ۽ سندن جيڪي به پنيه جا ڪم آهن. انهن کي پاڻ کڻي وڃن ٿا. گرهستيءَ لاءِ مهمان ڏانهن اُهان جي هلڻ هلڻ، اهنڪار ۽ پاکنڊ جو ڏيکاءُ ڪرڻ، هنکي ڪجهه ڏيئي پڇتائڻ، هن تي ڪنهن قسم جو حملو ڪرڻ يا هن سان لکو ڳالهائڻ. واجب ڪونه آهي. اهڙيءَ طرح جيڪو گرهستي پنهنجي ڌرم جو پوريءَ طرح پالن ڪري ٿو اهو سڀني بندن کان آجو ٿي تمام اُتم لوڪن کي پراپت ڪري ٿو.

هي راجا! پنهنجي ڪٽنب جو پالن ڪندي جنهن جي عمر گهڻي گذري وئي هجي ۽ ٻڍاپو اچي ويو هجي ته اُن کي واجب آهي ته گرهستيءَ جو بوجهو پنهنجن ٻچن تي رکي. سڀ ڪاروبار انهن کي سونپي پاڻ پنهنجي استريءَ سان گڏ بن ۾ ... اتي وڃي ايڪانت ۾ ايشور جو آراڌن ڪري ۽ شانتيءَ ۾ رهي. اتي هن

ڪي ساڳوڪ ڪاڏو ڪاڻڻ گهرجي- ڀاڄيون ۽ ڦلن وغيره هلڪن کاڌن تي گذران ڪرڻ
گهرجي. هنکي سادگيءَ جو جيون گهارڻ گهرجي. زمين تي سمهڻ ۽ رشين منين واڱر
رهڻ گهرجي. مهمانن جو آدر ستڪار ڪرڻ گهرجي. مهمان شيوا به ڌرم جو هڪ انگ
آهي. هن کي پنهنجا ڪپڙا پاڻ اُتڻ گهرجن. ديس جو آسن ۽ بسترو ۽ مٿان وجهڻ
لاءِ چادر وغيره پاڻ تيار ڪرڻ گهرجيس. هنکي ٽي دفعا سنان ڪرڻ گهرجي. ديو-
پوڄا، هوم-هون، اتٿي ستڪار، گگدام جانورن کي کاڌو ڏيڻ- وغيره اهي روزاني
حياتيءَ جا ڪاريه هڻڻ گهرجن. هنکي ٿڌ ۽ گرمي سهڻ گهرجي ۽ تپسيا ۾ لڳو رهڻ
گهرجي. سادو جيون ۽ سهن-شيلتا پيائي ۾ ڏاڍا ضروري آهن. جيڪو وانپرست
(بن ۾ رهندڙ) انهن نيمن تي هلي ٿو اهو پنهنجن سڀني دوشن کي ساڙي ڀسم
ڪري ڇڏي ٿو- جيئن باهه ڪن ڪڙري کي جلائي ڀسم ڪري ڇڏي ٿي. مرڻ
ڪانپوءِ ان جو پرلوڪ سڌري ٿو ۽ هو هميشه سکي گهر ۾ جنم وٺي ٿو.

هي راجا. مون توکي برهمچري، گرهست ۽ وان-پرست انهن ٽن آشرمن جو ورڻن
ڪري ٻڌايو هاڻي مان چوٿين آشرم سنياس جو ورڻن ڪريان ٿو:-

انهيءَ چوٿين آشرم جو ٻيو نالو ڀڪشو-آشرم پڻ آهي. ان آشرم ۾ پير رکندي
هن کي زال ۽ ٻچن مان موه بلڪل ترڪ ڪرڻ گهرجي. ناڻي جي موهه ممتا کي بلڪل
تياڳ ڪرڻ گهرجي. ڪام- ڪروڌ- لوڀ ۽ موه کان پري رهڻ گهرجي.

هي راجا! ڀڪشو (سنياسي) کي واجب آهي ته ارٿ (ناڻي) ڌرم، ڪام (وشيه
واسنا جي چاهنا) سان واسطو رکندڙن سڀني ڪمن کي ڇڏي ڏئي ۽ شترو ۽ متر
۾ سمان-ڀاونا رکي ۽ سڀني جيون جو شڀ-چنتڪ ٿي رهڻ گهرجي- اهنسا تي قائم رهي
ڪنهن به جيو جو من-واڻي-ڪرم سان برو نه چاهي- ڪنهن سان به دوهه نه ڪري ۽
هرڪنهن قسم جي آسڪتيءَ (atachment) کي ڇڏي ڏئي. هڪ ڳوٺ ۾ فقط هڪ
رات ترسڻ گهرجي شهر ۾ (وڏي ڳوٺ ۾ يا ننڍي شهر ۾) پنجن راتين کان وڌيڪ
رهڻ نه گهرجي. اهو اڪري جو نه ڪنهن سان هن جو پريم هئڻ گهرجي ۽ نه دويش.
ڀڪشا ورتيءَ تي گذران ڪرڻ گهرجي- جنهن وقت گهرن ۾ رڌڻ جو ڪم پورو ٿي ويو
هجي ۽ ماڻهو کاڌو کائي چڪا هجن- ان وقت فقط شرير-رکشيا جي خيال کان- سڌن
ذاتين ۽ شاندار گهرن ۾ ڀڪشا جي لاءِ وڃڻ گهرجي. پرواجڪ (سنياسيءَ) جو مکيه
نيم هي هئڻ گهرجي ته هنکي سڀني درگڻن (خراب عادتن) کي ڇڏي- ممتا ۽ موه
کان پري رهڻ گهرجي. هن کي اسريه تي رهڻ گهرجي ۽ ٻين کي به اڀيه-دان ڏيڻ
[يعني شرن ۾ آيلن جي] رکشيا ڪرڻ گهرجي- هن جڳت کي مٿيا ۽ برهم کي ستيه
سمجهڻ گهرجي- ائين سمجهي ته هيءُ جڳت فقط ڀڳوان جو سنڪلپ آهي. ان کي

اُن ڪالپوءِ آهي- ”اُپنين-سنسڪار“ [يعني جڻيي جي رسم]، حقيقت ۾ هيءُ سنسڪار تڏهن ڪبو آهي جڏهن ٻار گروءَ-گهر، [سڪول] ۾ داخل ٿيندو آهي. پهرياڻين هيءُ سنسڪار ڪري پوءِ هن کي باقاعدي وديا اڀياس ڪرڻ [تعليم وٺڻ] گهرجي.

هي راجا! وديا اڀياس ڪرڻ کانپوءِ [سڪول ۽ ڪاليج جي تعليم پرائجي] گرو-دڪشڻا ڏيئي هنکي جيڪڏهين گرهست آشرم جي پرويش ڪرڻ جي اڇا هجي ته پوءِ شادي ڪري يا جيڪڏهن شادي ڪرڻ جي مرضي اصل نه هجيس ته برهم-چريه ۾ رهي. گروءَ جي پٽن جي ديکڀال ڪري يا پنهنجي مرضيءَ موجب وانپرست يا سنياس گرهڻ ڪري. [جيڪڏهن وهانءُ ڪرڻو هجيس ته] پاڻ کان ڪجهه ننڍيءَ اوستا واري ڇوڪريءَ سان شادي ڪري. تمام گهاٽن يا بلڪل ننڍن وارن واري يا تمام ڪاري يا اهڙي جنهن ۾ رت هجيئي نه- [پوري رنگ جي] ڇوڪريءَ سان شادي نه ڪري. جنهن ڇوڪريءَ کي ڄائي-ڄم کان ڪو بدن ۾ عيب هجي يا بلڪل ڪنهن ناشائستي گهر ۾ پيدا ٿيل هجي يا ڪنهن اهڙي مرض ۾ مبتلا هجي جو لاعلاج هجي ته ان سان به شادي نه ڪرڻ گهرجي. عقل واري ماڻهوءَ کي واجب آهي ته جا بري [خراب] سڀاءَ واري هجي، تکو ۽ ڪڙو ڳالهائيندڙ هجي، يا منڌي-ٽنڊي. يا ڪنهن عيب واري هجي، جنهن کي مرد وانگر ڏاڙهيءَ ۽ مڇ جا نشان منهن ۾ نظر ايندا هجن يا مرد جي شڪل جهڙي ڏسڻ ۾ ايندي هجي. [جنهن جو چهرو مرد وانگر هجي]. اهڙيءَ زال سان شادي ڪڏهن به نه ڪري.

هيٺين عيبن وارين زالن به شادي ڪرڻ جي لائق نه آهن:-

سڄي بدن تي جنکي گهڻا وار هجن، کلڻ وقت جن جي ڳلن ۾ کڏا پوندا هجن، جن جو چهرو غمگين هجي، ننهن پيلا هجن، اکيون ڳاڙهيون هجن، تمام ٻندري قد واريون يا تمام لنبيون.

هي راجا! نانائي ڪل [آکهه] ۾ پنجين پيڙهي تائين، پيءُ جي ڪل [آکهه] ۾ ستين پيڙهيءَ تائين- ڄاول ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ روا نه آهي، انهن پيڙهين کان جيڪڏهن نانائي ڪل ۾ يا ڏاڏائي ڪل ۾ ڄاول ڇوڪريءَ سان شادي ڪري سگهجي ٿي.

هي راجا! اٺن قسمن جا وهانءَ آهن. اهي هيءُ آهن:- برهم، ديو، آرش، پراجاپتيه، آسر، گاندرو، راڪشس ۽ پيشاچ.

اهڙيءَ طرح جيون-ساٿڻ کي حاصل ڪري هن سان گڏ گرهست-ڌرم موجب رهڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته ڌرم-گرهست هڪ مهان ڌرم آهي. جيڪو ماڻهو گرهستهه-ڌرمن

1

۽ ان جي فرض جي بجاآوري ڪري ٿو- ان جو پالڻ ليڪ طرح ڪري ٿو ان کي وهاڻ ۾ ڦل ملي ٿو- ان جو جيون سڦل ٿئي ٿو.

ڏهون اڌياءُ سماپت



# يارهون اڌياءُ

## گرهست سان واسطو رکندڙ سداچار جو ورڻن

سڪر چيو- هي منِي! مان گرهست جا سداچار [سٺي هلت] ٻڌڻ چاهيان ٿو، جن تي هلڻ سان ماڻهو هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ سکي رهي ٿو.

اورو چيو- هي راجا! تون سداچار [سٺي چال] جون وصفون ٻڌ. سٺي هلت هلندڙ انسان هن لوڪ ۽ پرلوڪ کي جيتي ٿو- ٻنهي لوڪن تي وجئه پائي ٿو. سداچاري لاءِ ڪي ٻئي الڪ. ڪنهن هڪ سبب جو آچار- اهي ٻه لفظ ٿيندا. "سَت" لفظ جي معنيٰ آهي سٺو يا چڱو. ان جو ٻيو نالو 'ساڌو' به آهي. ساڌو اهو جنهن ڪو به دوش نه هجي. اُن ساڌو پرش يعني چڱي ماڻهوءَ جي جيڪا سٺي هلت چلت آهي- ان کي "سداچار" چئبو آهي. ڇاڪاڻ ته آچار لفظ جي معنيٰ آهي "سٺي هلت."

هي راجا! تمام آڳاٽي زماني ۾ ست رشي، منو ۽ پرجاپتي ئي گذريا جن سداچار بابت ٻڌايو ۽ سداچار شاستر جي رچنا ڪئي.

هي راجا! سياڻو ماڻهو من کي شانت ۽ خوش رکندو آهي ۽ هو هميشه براهم-مهورت ۾ [صبح جو ۴ يا ۵ بجي] اٿي پنهنجي ڌرم [فرض] ۽ انصاف موجب پنهنجي زندگي جي ڪمائيءَ جو خيال ڪندو آهي. هو چاهيندو آهي ته ناڻو پيدا ڪمائجي پر اهو حق ۽ انصاف موجب هجي. انهيءَ سان ڪمايل ناڻو چوري ڪيل ناڻي جي برابر آهي. زندگيءَ ۾ ڪي مشڪلاتون اوچتو درپيش اچن ٿيون- اهي ان قسم جون آهن هڪ "درشٽ" يعني ڏسڻ ۾ اچن ٿيون- ظاهر آهن- ٻيون "اَدرشٽ" يعني جيڪي قسمت تي مدار رکن ٿيون- جن جو پتو ماڻهوءَ کي اصل نه ٿو پوي ته پوشيده ۾ ڇا ٿيندو ۽ انهيءَ قسم جي ڪشٽن [تڪليفن] کي دور ڪرڻ لاءِ ڌرم، ارٿ [illegible] ڏاه [illegible] ڪرنا رکسي يعني اهي ڏاهن هڪ جهڙائي سان هلي- انهن مان [illegible] ڪاٽي ليڪ نه آهي. ارٿ [ناڻي جي آمدني] ۽ ڪام [سک يا

دنيوي عيش عشرتون-يا اڇائون]- اهي اٿي ڌرم موجب، حق ۽ انصاف موجب هئڻ گهرجن. جيڪڏهن ڌرم موجب نه هجن ته انهن جو تياڳ ڪرڻ گهرجي.

هي راجا! مل-موتر-تياڳ ڪرڻ جي جاءِ [موتري ۽ ڪاڪوس] گهر کان پري هئڻ گهرجي. صبح جو اٿي ڀوريائين ضروري حاجت کان فارغ ٿيڻ گهرجي. پاهران اچي ته پير صاف ڪري اگهي پوءِ پنهنجي رهڻ جي ڪمري ۾ گهڙجي. صفائيءَ تي جيترو ٿي سگهي اوترو وڌيڪ ڌيان ڏجي. شهر يا ڳوٺ جي رستن يا عام-ماڻهن جي آرام-گاهه وارين جڳهين تي پيشاب ڪري ڪاڪوس ڪري- انهن کي خراب ڪرڻ نه گهرجي. نگرواسين جي فرض تي پورو رهجي. پنين، ڳائين ۽ ولاڻن، جن سماج جي آستانن [Public-Places]، رستن، ندين، تيرٿ-آستانن- يا جتي پاڻي پيئڻ جا تلاءَ آهن ۽ شمشان [مسان]- اهڙن جڳهين ڪنهن به قسم جي گندگي نه ڪجي يا اهڙو ڪم نه ڪجي جو عام لاءِ آزار ٿئي. ضروري حاجت کان پوءِ سنيءَ مٽيءَ سان هٿ ملي صاف ڪرڻ گهرجن. ڏندڻ ڪرڻ کان پوءِ سنان ڪرڻ گهرجي- ميٽ ۽ تيل مکي خوب بدن کي پاڻيءَ سان صاف ڪجي- بدن تي يا مٿي تي مٽيءَ جو اپيوگ ڪري پوءِ چڱيءَ طرح سنان ڪري- انگوڇي سان بدن اگهي پوءِ وار سنوارڻ گهرجن يعني ڦڻي ڏيئي اڇو اجرو ٿيڻ گهرجي. آرسي سرمي وغيره سنيون شيون ڪتب آڻجن.

ان کان پوءِ روزاني ڪاروبار لاءِ تيار ٿي وڃڻ گهرجي. پنهنجي ڌرم ۽ نياءَ موجب آجيوڪا ۽ گذران لاءِ ناڻو ڪمائڻ گهرجي. پر ان سان گڏ ڀڳوان کي وسارڻ نه گهرجي. شرڌا سان ڌرمي ڪم- جهڙوڪ يگيه وغيره جهڙا چڱا ڪم ڪرڻ گهرجن.

سڀني ڌرمي ڪمن جو آڌار ڌن آهي. ڌرمي ڪمن جو بيان گوتم-سمرتيءَ جي اٺين اڌياءَ ۾ ڪيل آهي. ٽن قسمن جا ڌرم-ڪرم ورڻن ڪيل آهن: (١) سوم-سنستا، (٢) هوي سنستا، (٣) پاڪ سنستا. انهن ٽنهي ۾ يگين، شراڌن ۽ ڪن وڏن يگين جو ورڻن آهي. انهيءَ ۾ ڌارمڪ ڪريائون اچي وڃن ٿيون- سو اهي سڀ ڌرمي ڪم ۾ ناڻي کانسواءِ ڪري نٿا سگهجن. ان ڪري ماڻهوءَ کي ڪوشش ڪري ناڻو ڪمائڻ گهرجي. پر اهو مرياد ۽ نياءَ تي ٻڌل هجي- سنان ڪري جڏهن پوڄا ۾ ۽ ڌيان ۾ ويهجي ته ان وقت رشين منين کي ياد ڪري ترپڻ ڪجي. ديوتائن کي پرساد ڪري انهن کي شرڌانجلي ڏيئي ترپڻ ڪجي- ان ترپڻ کي رشي ترپڻ ۽ ديو ترپڻ چئبو آهي. پنهنجن وڏن- بزرگن- سرڳواس ٿيل- ابن ڏاڏن جي پوڄا يادگيريءَ ۾ "پتر ترپڻ" وقت ويد پاٺ وغيره به ڪجي. ويدن جي منترن ۾ سڀني جيون-توري ماتر جي ڪلياڻ لاءِ شڀ ڀاونا جو اظهار آهي.

هي راجا! اهي ترپڻ [جل جون انجليون ڏيڻ] ان ڪري ڪجن ٿيون ته ان انجلين

جي جل-دان سان ديوتائون، منش، پتر ۽ ڀاڳو - سڀ ڄڻا ترپت ٿين. خوش ٿين. اُن ۾ سڀني جيون جي ڀلائيءَ جي ڪامنا آهي. اها هرهڪ انسان لاءِ شڀ ڪامنا آهي.

اُن کان پوءِ گايتري منتر جو جپ ڪري سوريه-ناراڻ کي جل جي انجلي (ارگهه) ڏيڻ گهرجي. سوريه ناراڻ کي پرارٿنا ڪجي اُن وقت هي لفظ چئجن: ”ڀڳوان سوريه ناراڻ کي نمسڪار آهي. جو وشنو ڀڳوان جو تيج-سروپ آهي، جو جڳت کي پرڪاش ڏيندڙ آهي ۽ جڳت کي اُتپن ڪري ٿو، تندرست رکي ٿو ۽ اسين جيڪي به ڪرم ڪريون ٿا. اُن جو ساکي [شاهد] آهي. سوريه ناراڻ ڀڳوان آهي ۽ اسان کي شڀ ڪرمن لاءِ پريرڻا ڏئي ٿو.“

اُن کان پوءِ پشپ، ڏيپ، ڌوپ سان پنهنجي اشٽ ديو جي پوڄا ڪجي. اگنيءَ ۾ هوم ڪرڻ گهرجي. هوم ڪرڻ وقت هڪ ٿالهيءَ سان پرڀل ڪٽورو رکو آهي. ”سواها“ چئي پوءِ آهوتيءَ جو تمام ٿورو اڳل پاڻي ”اوم-نمو“ چئي اُن ٿانوَ ۾ وجهو آهي. پوءِ اُن ٿانوَ جو جل دروازي جي ٻنهي طرفن ۽ گهر جي وچ ڇنڪارڻ گهرجي.

اُن کان پوءِ اُڀرندي، ڏکڻ، اُلهندي ۽ اُتر طرفن ۾ اندر، يم، ورڻ ۽ چندرمان لاءِ ٻليانجلي ڏيڻ گهرجي. اُڀرندي ۽ اُتر طرف ڌاتوتري لاءِ پشپ وغيره ارپڻ ڪرڻ گهرجن. پوءِ سڀني جيون جي ڪلياڻ لاءِ شڀ ڀاونا ڪرڻ گهرجي، اهو سمجهڻ گهرجي ته هي سڀ جيو ۽ غريب گدام به وشنوءَ جو روپ آهن. غريب گهرڌارين کي ڪنهن به قسم جي مدد ڪرڻ معنيٰ اُن وشنو ڀڳوان جي ئي سيوا آهي. چاڪاڻ ته وشنو ڀڳوان جو ٻيو هڪ نالو آهي ”دردر ناراڻ“ پڻ آهي. چوڏهن قسمن جا جيو آهن [جيئن ته ديوتائن جا اٺ قسم آهن، پسون ۽ پکي پنجن قسمن ۾ ورهايل آهن ۽ باقي هڪ قسم ۾ سڀ ماڻهو اچي وڃن ٿا.] انهن چوڏهن قسمن ۾ سڀ جيو [ساهوارا] اچي وڃن ٿا. انهن سڀني جي ترپتيءَ لاءِ هرڪنهن گرهستي کي منگل-ڪامنا ظاهر ڪرڻ گهرجي. ۽ اُن منگل ڪامنا جو پرتيڪ آهي- انهن جي لاءِ اَن جي ٻلي ڏيڻ [پنڊ دان ڪرڻ] ۽ وشو ڪلياڻ لاءِ وشنوءَ کي پرارٿنا ڪرڻ گهرجي.

اهڙيءَ طرح گرهستيءَ جو فرض آهي ته شرڌا سان سڀني جيون جي اُپڪار جي ڀاونا سان پراويءَ ۾ اَن دان ڪري. جيڪڏهن ڪو اوچتو مهمان [اتٿي] اچي وڃي ته اُن جو سواگت ڪرڻ گهرجي. اُن کي ويهڻ لاءِ چئجي- ۽ چرڻ ڌوئي ستڪار ڪجي اُن کي ڀوڄن ڪرائڻ گهرجي. اُن سان مٺو ڳالهائجي. جيڪڏهن ڪنهن ڳالهه لي ڪو سوال جواب ڪجي ايسا اِهٽ ماحول ڪجن ته به سٺي ۽ وڻندڙ لفظن ۾ ۽

شاندار نموني ۾ ڪجي. پوءِ جڏهن اهو مهمان وڃي ته دروازي تائين ان جي پٺيان
وڃي ان کان موڪلائجي. جيڪڏهن ڪو اڻ واقف ماڻهو اچي وڃي ته ان سان به
عزت سان ڳالهائجي.

گرهستيءَ جو اهو به ڪرتويه آهي ته ڪنهن ويد پاٺي يگيه ڪندڙ ودوان
برهمڻ کي گهر ۾ گهرائي پوڄن ڪرائي.

اهڙيءَ طرح ديوتا، برهمڻ ۽ آتشيءَ جو ستڪار ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن
شڪتي هجي، ته گهر ۾ آيل سنياسين ۽ برهمچارين کي به نه موٽائجي. انهن کي سندن
مرضيءَ موجب ڀڪشا ڏيڻ گهرجي.

جنهن جي گهر مان آتشي ناراض ٿي موٽي وڃي ٿو ته ان کي پنهنجا پاپ
ڏيئي وڃي ٿو ۽ ان جي شڀ ڪرمن کي کڻي وڃي ٿو.

هي راجا! پرجاپتي، اندر، اگني، وسو گڻ ۽ اريما- اهي سڀ ديوتائون- آتشيءَ
۾ پرواش ڪري پوڄن ڪنا. اهوئي سبب آهي جو آتشي ستڪار گرهستيءَ جو
مکيه ڪرتويه آهي. گرهستي پرش جو اهو به فرض آهي ته کاڌي جي وقت پنهنجي
ڪٽنب ۾ رهندڙ شادي ڪيل ڌيئرن کي، دکي ۽ گرڀڻي استريءَ کي، پڙن ۽ ٻارن
کي پهريائين ڪاڌو کارائي- پڇاڙيءَ ۾ پاڻ ڪاڌو کائي.

جيڪو ماڻهو سنان ڪرڻ کان سواءِ پوڄن ڪري ٿو [کاڌو کائي ٿو] اهو ڄڻ
مل ڀکشڻ ڪري ٿو يعني گند کائي ٿو. سنان ڪري- وشنو ڀڳوان جي شيوا پوڄا
ڪري، پوءِ کاڌو کائڻ گهرجي. اگنيءَ ۾ هون ڪري پوءِ پوڄن ڪجي. گرهستيءَ جو
فرض آهي ته ڪوشش ڪري وراهي ونڊي کائي- گهر ۾ رڌل کاڌي جو ڪجهه حصو
پکين ۽ غريبن کي به ڏيڻ گهرجي. جيڪو مڙس فقط پنهنجي لاءِ رڌي ٿو- اهو به
پاپي آهي. گهر ۾ رڌل ڪنهن به پوتر پوڄن جو ٿورو حصو پهريائين ڀڳوان جي اڳيان
پرساد برابر رکڻ گهرجي. پوءِ اهو ڀڳوان جو پرساد سڀني ۾ وراهي ورتائڻ گهرجي.

پوڄن ڪرڻ وقت من کي خوش رکڻ گهرجي- ان وقت غصو ڪڏهن به نه
ڪجي. جيڪو ماڻهو پهريائين پاڇين جو سوپ، وچ ۾ سخت شيون ۽ پڇاڙيءَ ۾
پاڻياٺيون کاڌي جون شيون کائي ٿو اهو هميشه تندرست رهي ٿو. رڌل کاڌي مان ٿا
ڪنهن به تيار ٿيل طعام مان ويڪ نه ڪڍجي.

کاڌي کائڻ کان پوءِ چڱيءَ طرح ڳرڙيون ڪري وات صاف ڪجي. ڏند صاف
ڪجن- کاڌي کان پوءِ به هٿ جوڙي ڀڳوان کي نمسڪار ڪري پرارٿنا ڪجي- جنهن
هاضمي جي شڪتي قائم رهي. کاڌي کان پوءِ اهڙو ڪم نه ڪجي جنهن ۾ گهڻي
محنت هجي. ڪجهه آرام ڪري پوءِ ڪو اهڙو ڪم ڪجي. هر روز سٺا شاستر پڙهجن.

اهڙا پستڪ پڙهن جن جي پڙهڻ سان من تي سٺو اثر ٿئي ۽ اخلاق سٺو رهي. صبح ۽ شام جو ضرور پراٿنا ڪجي. انهي وقت سنڌيا پاسنا [گائتري منتر جو جپ وغيره ڪرڻ] گهرجي.

ڪوشش ڪري هر روز سنڌيا اپاسنا. پوڄا پراٿنا ڪرڻ گهرجي. فقط بيماريءَ جي حالت ۾ يا گهر ۾ ڪو ٻالڪ پيدا ٿيڻ ڪري، سنڌيا اپاسنا نه ڪجي پر ايشور جو نالو هر ڪنهن وقت وٺڻ گهرجي.

سج اڀرڻ ۽ لهڻ وقت ڪنهن به نه سمهجي، سج اڀرڻ کان اڳ اٿجي. رات جو سويل سمهجي، رات جو سويل کاڌو کائڻ گهرجي. يا سج لٿي کان اڳ ڀوڄن ڪجي. ان وقت به گهر ۾ آيل اٿتيءَ جو ستڪار ڪجي. رات جو سمهڻ کان اڳ ٻچڙان کي پراٿنا ڪري. شاستر من سان ليکه ڪجي. سمهڻ وقت اڀرندي پاسا ڏکڻ طرف مٿو ڪرڻ گهرجي. اهو تندرستيءَ لاءِ به سٺو آهي.

هي راجا! رتو ڪال ۾ پنهنجيءَ استريءَ سان سنگم ڪرڻ واجب آهي. هيٺين حالتن ۾ استري-سنگم جي منع آهي:-

(١) استريءَ جي ناراضپي وقت (٢) بيماريءَ وقت (٣) ماهواري جي ڏينهن ۾ (٤) غمگينيءَ جي وقت (٥) يا سندس مرضيءَ جي خلاف. سنگم نه ڪجي. مرد کي پنهنجي بيماريءَ وقت به ائين ڪرڻ ٺيڪ نه آهي. پرائي استريءَ سان به سنگم ڪرڻ وڏو پاپ آهي. جڏهن وقت گهڻو پيٽ ڀريل هجي يا گوڏي درد هجي ان وقت به استري-سنگم ٺيڪ نه آهي.

هي راجا! چوڏس تٿ، اماس، پورڻما ۽ سنڪرانت. اهي ڏڻ-وار جا ڏينهن ڇها وڃنا. انهن ڏينهن تي تيل نه مکجي، ماس وغيره نه کائجي ۽ استري-پرسنگ نه ڪرڻ گهرجي. انهن ڏينهن تي سدا شاستر پڙهجن. ديوتائن جي پوڄا ڪجي، ڌيان، جپ وغيره ڪرڻ ۾ مشغول رهجي.

هي راجا! شادي ڪمل ماڻهن کي پلنگ ڪجهن تي، يا وڻ جي هيٺان پاڻ ۾، ڪنهن آگن ۾، نيرڻ تي، پهر-شالا ۾، چوواٽي تي يا تلاءَ ۾ پنهنجي زال سان الڪن، چمين وغيره يا اهڙو ڪو ڪاج لمو نه ڪجي جو انهن لنگهندڙ ماڻهن کي اهو ڏسي شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪرڻو پوي.

هي راجا ڏڻ-وار جي ڏينهن ۾ استري-گمن ڪرڻ سان ڌن جي هاڃي ٿئي ٿي. ڏينهن جو ڪرڻ سان پاپ ٿئي ٿو، زمين تي ڪرڻ سان روڳ ٿئي ٿو ۽ تلاءَ تي ڪرڻ سان اٿمنگل [ڪو نقصان] ٿئي ٿو.

[illegible] پاڻيءَ [زبان] سان نه چئجو ۽ من سان به دروخيال آڻڻ سان

۽ پاپ لڳي ٿو. پراستريءَ جي صحبت پرش کي هن لوڪ ۾ توڙي پرلوڪ ۾ مصيبت پيدا ڪرڻ واري آهي. ٻنهي لوڪن ۾ ڀؤ [ڊپ] رهي ٿو. هن جنم ۾ هن جي عمر گهٽ ٿئي ٿي ۽ مرڻ کان پوءِ هو نرڪ ۾ وڃي ٿو پوي. انهيءَ سمجهي پرش کي پراستري [پرائي زال] کان پري رهڻ گهرجي.

پڌيمان پرش کي متي ورتن ڪيل دوشن کان خالي- فقط پنهنجي استريءَ سان رتو ڪال ۾ [پورن ۽ ليڪ ڏينهن تي] سنگم ڪرڻ گهرجي.

يارهون آڌياءُ سماپت



# ٻارهون آڌياءُ
## گرهست سان واسطو رکندڙ سداچار جو ورڻن

اورو چيو:- گرهست پرش کي هر روز ديوتا، ڳئون، برهمڻ، سڌن پرش ۽ آچاريه جي [گروءَ جي] پوڄا ڪرڻ گهرجي ۽ ٻئي وقت- صبح ۽ شام- سنڌيا وندنا ۽ يگيه هون ڪرڻ گهرجي. گرهست پرش کي سدا وستر- مرکت نالي مڻي پائڻ گهرجي. مارکت-مڻيءَ کي ”گارڙ رتن“ نالي سان به سڏبو آهي- هن رتن جي اها خاصيت آهي ته زهر وغيره جو اثر ٿيڻ نه ڏيندي آهي ۽ سياڳي آهي. وقت ۽ رواج موجب هنکي پنهنجي پوشاڪ رکڻ گهرجي. پنهنجي بدن جي صفائيءَ تي ڌيان ڏيڻ گهرجي. استرين کي سهڻي سٺي پوشاڪ پهرڻ گهرجي ۽ سدا مڻيا ۽ هار وغيره پائڻ گهرجي. گلن سان سينگارڻ گهرجي. اڇا گل به پائڻ گهرجن.

گرهستيءَ جو مکيه فرض آهي ته ڪنهن جو لاڳو به هڙپ نه ڪري. هميشه منو ڳالهائي. پر ان جي معنيٰ اها نه آهي ته جنهن ۾ ڪوڙ هجي پر مٺا لفظ هجن. ڪوڙ ۽ کوٽ سان ڀريل مٺا وچن به ڳالهائڻ گهرجن. ٻين جي زالن ۾ بري نظر نه رکي. ٻين جي عيبن ڏانهن نه نهاري. ڪنهن سان به دشمني نه رکي. خراب سواريءَ ۾ چڙهي مسافري نه ڪري. هن کي خراب- بدچال ماڻهن سان سنگت نه ڪرڻ گهرجي. ڏند نه ڪرٽي يا ڏند ڏندن تي رکي گهسڻ نه گهرجن. مٿهن اڳ ڪري اوٻاسي نه ڏئي يا زور سان کلڻ بيهودي نموني هلت نه هلڻ گهرجي.

اپرلڌڙ ۽ لهندڙ سج ڏانهن نه نهارڻ نه گهرجي. مئل ماڻهوءَ جي لاش ۽ ان مان ايندڙ بدبوءِ کان نفرت ڪرڻ نه گهرجي- ڇاڪاڻ ته مردي جي لاش جي اوءِ

سوبرديوتا جو اَنش آهي. چوواٽي، مساڻ، باغ ۽ دشت استريءَ جي واجهڙاٽي. انهن سڀني جو رات جي وقت اياڳ ڪري. عقلمند ماڻهوءَ کي ديوتا، برهمڻ ۽ رشين ڏسڻ شين جي ڇاڙ کي يا انهن جي ڇاڻي کي اورانگهڻ نہ گهرجي. سڀني [ديران] ٻن ۾ يا سڃي گهر ۾ اڪيلو رهڻ ٺيڪ نہ آهي.

بدايمان پرش کي گهرجي تہ اناڙي (مورک) ماڻهوءَ جو ڪڏهن بہ سنگ نہ ڪري. اناڙي جي اِي معنيٰ اسپيہ نہ آهي. نالنگ جي واڌڙو ا وجهڻ گهرجي. هي راجا! ساڻي ماڻهوءَ کي قرض لهڻ گهرجي. قرابيءَ سان روزانا ڪر- ڪاراون ڪرڻ گهرجن. جاڳڻ، سمهڻ، سنان ڪرڻ، وهڻ، استري تي ليٽڻ ۽ ڪثرت ڪرڻ ۾ وڌيڪ وقت لڳائڻ نہ گهرجي. سڌن ماڻهن جو سنگ هڪ مدت لاءِ بہ فائدي وارو آهي. سياڻي ماڻهوءَ کي نيچ ماڻهن سان دشمني رکڻ نہ گهرجي ۽ نہ پاڻ کان گهڻو مٿي درجي وارن سان دشمني رکي

هي راجا! شادي ۽ جهڳڙو هميشہ پنهنجي جوڙن سان ٿي ٺهڪندو آهي. الي بوي يا رستي تي پيشاب يا ڪوڪوس ڪرڻ ٺيڪ نہ آهي.

هي راجا! سياڻي ماڻهوءَ کي ذال ذات جي بعزتي ڪڏهن بہ نہ ڪرڻ گهرجي. استرين کي عزت ڏجي، پر ذال ذات تي گهڻو ڀروسو بہ رکڻ نہ گهرجي. پر ڪڏهن بہ استرين سان حسد يا دشمني نہ ڪرڻ گهرجي. پاڻ تي قبضو هئڻ گهرجي. هميشہ اورو ۽ مٺو ڳالهائجي. گهڻي بڪ بڪ ڪرڻ ٺيڪ نہ آهي، جيڪو شخص غصي ۾ آيل ماڻهوءَ کي شانت ڪرائي ٿو، سو سڀ جو بندو آهي، ايمان ۽ وڏائيءَ کان پري آهي، ڏال ۽ مصيبت ۾ پيل انسان کي آٿت ڏيندڙ آهي ۽ سٺي سڀاءَ وارو آهي ان لاءِ سورڳ تہ تمام ٿورڙو ٿل آهي.

ساڻي ماڻهوءَ کي گهرجي تہ رستي تي خبرداريءَ سان وڃي. زمين ڏانهن ڏسي- واڙن وانگر هيڏانهن هوڏانهن نهاريندو نہ هلي، جيڪو ماڻهو پڙهيل آهي ۽ ان سان گڏ لڙس بہ اٿس ۽ چال چلت بہ سٺي اٿس، پاپ لاءِ نفرت اٿس پر پاپيءَ تي بہ ديا ڪندڙ آهي، ڏٺڪن ماڻهن سان بہ مٺو ڳالهائي ٿو جنهنجو هردو ڪومل آهي، موڪش ان جي مٺ ۾ رهي ٿو.

جڏهن مها پرش ڪڏهن بہ ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ جي وس ٿيا ٿين ۽ سٺي چال الي- اهڙن مها پرشن جي پرڀاءَ سان ئي هيءَ پراٿوي ٿام آهي.

جيڪو ڪارڻ هن لوڪ ۾ ۽ پرلوڪ ۾ سڀني ماڻهن لاءِ ڀلائيءَ وارو ۽ سکدائڪ آهي سياڻي ماڻهوءَ کي من وچن ۽ ڪرم سان اهو ڪارڻ ضرور ڪرڻ گهرجي.

ٻارهون اڌياءُ سماپت

# ٻيرهون آڌياءِ

## ٻالڪ جنم ٿيڻ کانپوءِ ڇٽيءَ واچڻ ۽ مرڻيوءَ کانپوءِ

## ڪريا ڪرم بابت ڪي ويچار

اورو چيو ته:- پٽ جي ڄمڻ کانپوءِ جات ڪرم- سنسڪار ڪرڻ گهرجي. جات ڪرم-سنسار جي معنيٰ آهي ته ٻار ڄمڻ کان پوءِ ان جو ڇٽي وغيره ڪري نالو رکڻ. ان ڏينهن براهمڻ-پوڄن به ڪرائڻ گهرجي. ان ڏينهن شراڌ پڻ ڪجي- جنهن کي آڀيدڪ ناليءَ شراڌ چئبو آهي. ان شراڌ سان نانديمک نالي پتر خوش ٿيندا آهن.

هي راجا! گهر ۾ ڄڻن کو خوشيءَ ۾ جشن ملهائبو آهي جيئن ته ڏيءَ پٽ جي وهانو ۾، نئين گهر ۾ داخل ٿيڻ تي، ٻار جي نالي رکڻ وقت، ڇٽيءَ تي يا منڊڻ جي ڏينهن- گرهست پرش کي ايڪاگرت من سان نانديمک نالي شراڌ ڪرڻ گهرجي.

هي راجا! تمام آڳاٽي زماني کان وٺي اها وڏي هلندي آئي آهي ۽ شاستر موجب آهي.

هاڻي مرڻيو سنسڪار جي وڏي ٻڌ:-

عزيزن کي گهرجي ته چڱيءَ طرح سنان ڪرائڻ کانپوءِ گلن جي مالهائن سان سينگاري لاش کي ڳوٺ يا شهر کان ٻاهر جلائين. ان کان پوءِ ڪپڙن سميت سنان ڪري ڏکڻ ڏانهن منهن ڪري جل جي انجلي ڏيڻ گهرجي.

هي راجا! مري ويل پرش لاءِ هر روز پنڊ دان ڪرڻ گهرجي. ان کانپوءِ ڪاڌو کائڻ گهرجي، ان ڏينهن ماس وغيره نه کائڻ گهرجي. مرڻيوءَ کان ٻارئين، ٽئين ۽ ستين ڏينهن ڪپڙا بدلائجن ۽ ٻاهر وڃي سنان ڪري ڏون سان گڏيل پاڻيءَ جي انجلي ارپڻ ڪرڻ گهرجي.

هي راجا! چوٿين ڏينهن هاڏيون چونڊڻ گهرجن. ان جو اسالو "آستي-چين" آهي. ڏهن ڏينهن تائين سوتڪ هوندو آهي. ٻارهين ڏينهن ڪريا-ڪرم ڪانپوءِ سوتڪ لهيتو. اهي ڏينهن برهمچريه ۾ رهڻ گهرجي.

ٻار، پرديس ۾ رهندڙ، پاپي ۽ تپسوي (تپسيا ڪندڙ) جي مرڻ کانپوءِ يا ڪنهن درگهٽنا جي ڪري ٿيل موت کانپوءِ يا آتم-گهات جهڙوڪ ڦاسي وغيره ڏيڻ مرڻ کانپوءِ جلد ئي سوتڪ لهندو آهي. پر اهڙيءَ حالت ۾ ماءُ ۽ پيءُ جي مرڻيوءَ تي ڏهه ڏينهن سوتڪ هلندو آهي پوءِ چاهي پرديس ۾ موت ٿيو هجي. سوتڪ جو مطلب آهي ته مرڪ جي ڪٽنب جو اَن (کاڌو) ڏهن ڏينهن تائين کائڻ نه گهرجي. ان

سوتڪ جي وقت ۾ دان وٺڻ يا دان ڏيڻ، اگني هون يا وِد پاٺ وغيره نه ڪرڻ گهرجي. انهن ڪرمن جي منع آهي.

اهو ڏهن ڏينهن جو سوتڪ برهمڻ لاءِ آهي. ڪتريءَ جو ٻارهن ڏينهن تائين ۽ ويشيه (واپاريءَ) جو پندرهن ڏينهن تائين سوتڪ ٿيندو آهي. سوتڪ لهڻ کانپوءِ پنهنجي مرضيءَ موجب اڪي برهمڻ کي کارائڻ گهرجي. جيئن ته ٿي، ٻڪري، سمت ۽ اون وغيره. ان وقت ڏان لئي پنڊ دان به ڪرڻ گهرجي. سوتڪ لهڻ ۽ برهمڻ ڀوڄن کان پوءِ پنهنجي ذاتين جي وستن کي تلوار، باڻ، هٿيار، چهڙڪ ۽ لٺ کي ڇهڻ گهرجي. ان کانپوءِ هرڪنهن مهيني ۾ مرڻ جي ڏينهن واري لٺ تي ايڪو دشٽ شراڌ ڪرڻ گهرجي. ان وقت مرتڪ پراڻيءَ جي نمت هڪ پنڊ دان ڪرڻ گهرجي.

هي راجا! پٽ، پوٽو، ڀاءُ، ڀائٽيو يا پنهنجيءَ نسل (آکهه) ۾ پيدا ٿيل برادريءَ جو ڪو به ماڻهو موجود نه هجي ته ناناڻي ڪل (آکهه) ۾ پيدا ٿيل ماڻهن کي به پنڊدان ڪرڻ جو حق آهي. ڏوهٽو به پنڊ پائي سگهي ٿو.

جڏهن ڏاڏاڻي يا ناناڻي ڪٽنب مان ڪو به پاڻي ڏيڻ وارو نه هجي ته استريءَ کي به شراڌ ۽ ڪريا جو اڌڪار آهي. ۽ جڏهن استري به موجود نه هجي ته مري ويل پراڻيءَ جو ڪو به ساٿي سنگتي شراڌ ڪرم ڪري سگهي ٿو. پر جڏهن ڪنهن موئل پراڻيءَ جو ڪو به عزيز خويش نه هجي ته ان جي اساٿي مان ان ملڪ جي راجا کي ضرور مرتڪ سنسڪار ڪرڻ گهرجي.

سڀ مرتڪ ڪريا ٽن قسمن جي آهي. (۱) پوروڪرم، (۲) وچولو ڪرم ۽ (۳) اُتر ڪرم. اگني سنسڪار کان وٺي ٻڪرين يا چاقي ناڻن ۽ ٻيءَ ٻارهين ڏينهن تائين جيڪي به ڪريا آهي، ان کي پورو ڪرم چيو آهي. ان کسان پوءِ هر مهيني ماسڪ ڪارائبو آهي. اهڙيءَ طرح ٻارهن ماسي ۽ ورش (سال) تائين ڪيو آهي. ان کي ”مڌيه (وچولو) ڪرم“ جي نالي سان سڏيو آهي. ان کانپوءِ جيڪو پتر ڪرم ڪيو وڃي ٿو، ان کي اُتر ڪرم ڪري چوندا آهن. ماتا پتا ساٿي گوتر يا نسل ۾ پيدا ٿيل پر ان جي ڌن جو اڌڪاري راجا پورو ڪرم ڪري سگهي ٿو.

پر اتر ڪرم فقط پٽ، ڏوهٽو وغيره يا انهن جو اولاد ڪري سگهي ٿو. هي راجا! هرهڪ سال ۾ موت جي ڏينهن ۾ استرين جو اُتر ڪرم (ورشڪ شراڌ) وڏيءَ شان ضرور ڪرڻ گهرجي.

تيرهون اڌياءُ سماپت



# چوڏهون آڌياءُ

## شراڌ جي ضرورت ۽ شراڌ ڪريا ۾ لائق ماڻهو (پاتر)

## يا اڻ لائق (اپاتر) جو ويچار

شراڌ لفظ ”شردا“ مان نڪتل آهي. ان ڪري مري ويل عزيزن جا نمت شراڌ ضرور ڪرڻ گهرجن. شردا سان ڪيل شراڌ ڪرم ڪرڻ سان برهما، اندر، رُدر، اشوني ڪمار، سوريه، اگني، وسوگڻ، مردگڻ، وشوديو، پتر، پسون پکي، جيو-جنتو، ناڳ ۽ ماڻهو وغيره پرسن ٿين ٿا.

هي راجا! هر مهني اماس ڏينهن ۽ ڪتي، ناهري، پوهه ۽ مانگهه مهني جي شڪل پکيه جي اٺين تت تي شراڌ ضرور ڪرڻ گهرجي. اهو وقت نتيه-شراڌ جو آهي. جيڪڏهن شراڌ جي لائق ڪو پدارٿ (کاڌي جي وستو) تيار ڪجي ۽ ڪو خاص ودوان برهمڻ گهر ۾ اچي وڃي ته ان کي عزت ڏئي ڀوڄن ڪرائڻ به هڪ قسم جو شراڌ آهي. ان کي ”ڪاميه“ شراڌ ڪري چئبو آهي. يا ڪنهن سنڪرانت جي ڏينهن (جڏهن سوريه راس ۾ پرويش ڪري ٿو) يا گرهه پيڙا ڪري يا خراب سپنو ڏسڻ ڪري يا گهر ۾ نئون اَن (ڪڻڪ، تيار ٿيڻ کانپوءِ آيل اَن) اچڻ تي به ڪاميه-شراڌ ڪري سگهجي ٿو. جڏهن اماس ڏينهن آرادرا، وشاکا يا سواتي نڪشتر هجي ان ڏينهن شراڌ ڪرڻ سان ڏاڍو پڇ ملي ٿو.

هڪ دفعي ايلا جي پٽ پرروا گهڻيءَ نمرتا سان سنتڪ - مارن کان پڇيو ته ڪهڙيون تٿيون آهن جي تمام سپائيون پڇ ڏيندڙ آهن.

ان جي جواب ۾ سنتڪمارن چيو ته:- ويساک مهني جي شڪل پکيه جي ٽيج (اکڻ ٽيج)، ڪتيءَ مهني جي شڪل پکيه جي نومي (نانءَ نت)، بڊي مهني جي اونداهي (ڪرشڻ پکش) تيرس ۽ مانگهه مهني جي اماس- اهي چار تٿيون پڇ ڏيندڙ آهن. شاسترن ۾ انهن تٿين جو ڏاڍو مهاتم ورڻن ڪيل آهي. انهن تٿين کي ”يگاديا“ ڪري چئبو آهي.

چند گرهڻ:- سوريه گرهڻ جو وقت به ڏاڍو پڇ ڏيندڙ آهي- ان ڏينهن ۽ اترايڻ ۽ دکشڻايڻ جي شروعات جي ڏينهن تل سان گڏ جل-دان ڪرڻ سان به وڏو پڇ ملي ٿو.

گاين کي ان وقت گاهه ڏيڻ سان به پڇ مليٿو. جيڪڏهن ڪو تمام غريب ماڻهو هجي ۽ ان کي ڪجهه به دان ڪرڻ جي شڪتي نه هجي نه ان کي گهرجي ته

ڪجهه مفاصلي تي پرو جي سوريه کي نمسڪار ڪري چوي ته ''مون وٽ شراڌ ڪرڻ لاءِ ناڻو بلڪل ڪونه آهي، نه ڪو گهر ۾ اناج جو داڻو آهي ۽ ٻيو ڪجهه به ڪين اٿم جو مان پنهنجن پترن جي نمت ڏئي سگهان. ان ڪري مان فقط نمسڪار ڪريان ٿو. منهنجي ارام شردا ۽ ڀڳتيءَ کي پتر ضرور سوڪار ڪندا.''

چوڏهون اڌياءُ سماپت



# پندرهون اڌياءُ

## شراڌ جي وڌي (طريقو)

اورو چيو- هي راجا! شراڌ وقت ڪهڙن ڪلن وارن برهمڻ کي ڀوڄن ڪرائڻ گهرجي. اهو مان توهان کي ٻڌايان ٿو. سو ڌيان ڏئي ٻڌو.

ويدن جو ڄاڻو پنڊت، برهمڻ جي ڪاروهه لي اورو رهندڙ، ستي چولو وارو، يوگي ۽ شاسترن جي ڄاڻو برهمڻ کي ڀوڄن ڪرائجي ته اهو شراڌ سڦل ٿئي ٿو.

شراڌ ڪرم لاءِ هيٺين قسمن وارن برهمڻن کي اڳ مقرر ڪري سگهجي ٿو- (١) ترينا چڪيت ڪندڙ (٢) پنج اگني ڪرائيندڙ (٣) ڀاڻيجي- ڏوهٽي. ناني يا ماتا-پتا جي واسي-برهمڻ کي شردا لاءِ نمنڊ ڏجي. ڪو به همرتي ٻاڻ جيڪڏهن پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ لاءِ شراڌ ڪري ته هو ان جو اڌڪاري آهي.

هيٺين برهمڻن کي شراڌ لاءِ گهرائڻ جي نمنڊ ڪڏهن به نه ڏجي:- (١) دوست جو دغائي (٢) ٿونسڪ (٣) ڪارن ڏندن وارو (٤) ڌيءَ ڏاڻهن اسري نشر رکندڙ (٥) ويد جو تياڳ ڪندڙ (٦) لوڪ-نندا وارو (٧) شراب وڪڻندڙ (٨) چور ۽ چغلخور (٩) پگهار وٺي پڙهائڻ وارو يا پگهار ڏئي پڙهندڙ (١٠) وڌوا عورت سان شادي ڪيل يا ڪندڙ (١١) ماءُ پيءُ کي گهر مان ڪڍي ڇڏيندڙ (١٢) ڪنهن شودر گهراڻي مان شادي ڪيل يا ڪندڙ (١٣) مندر جو پوڄاري. اهڙن برهمڻن کي شراڌ ۾ ڀوڄن ڪرائڻ ٺيڪ نه آهي. جيڪڏهن شراڌ وقت ڪو ساڌو سنت گهر ۾ اوچتو اچي پراڄمان ٿئي ته ان کي به شراڌ ڀوڄن ڪرائڻ گهرجي. شراڌ لاءِ برهمڻ گهر ۾ اچي ته ان سان عزت سان وهنوار ڪرڻ گهرجي. ان کي ويهڻ لاءِ آسڻ وغيره ڏيڻ گهرجي ۽ مٺو ڳالهائي ان جو ستڪار ڪجي.

شراڌ وقت ڪوبه گهر ۾ بکايل غريب اتٿي [اوچتو آيل مهمان] اچي ته

ان کي به پريم سان پوڄن ڪرائجي. شراڌ وقت يا ڪو مسافر اوچتو گهر ۾ اچي وڃي ته ان کي به پوڄن وغيره کارائي ستڪار ڪرڻ گهرجي.

شراڌ پوڄن کارائڻ کان اڳ اگنيءَ جو هوَن ڪرڻ ضروري آهي ۽ اگنيءَ ۾ ٽي دفعا آهوُتي ڏيڻ گهرجي. پوءِ پوڄن پڇي ڏيڻ گهرجي. کاڌي کارائڻ کانپوءِ شردا سان برهمڻن کي نمسڪار ڪجي. شراڌ وقت ڪروڌ ڪرڻ واجب نه آهي.

هي راجــا! پترن جو آڌار چندرما آهي- چندرمان جو آڌار يوگ آهي. چندرما جو لاڳاپو من سان آهي ۽ من جو لاڳاپو يوگ سان آهي. من جي ورتين تي قبضو رکڻ بمعني من کي جيتڻ ئي يوگ آهي. ان ڪري يوگيءَ کي شراڌ ۾ پوڄن ڪرائــڻ سان ڏايو پيچ ملي ٿو.

هڪ پاسي هزار برهمڻ ويٺا هجن ۽ ٻئي پاسي هڪ يوگي ويٺل هجي ته اهو يوگي انهن هزار برهمڻن جي برابر آهي.

سڀئي يوگيءَ جو گهر ۾ پرويش ڪرڻ سان گهر پوتر ٿئي ٿو.

پندرهون آڌياءُ سماپت



# سورهون اڌياءُ

## شراڌ ڪرم لاءِ وستو (ڪي شيون)

شراڌ ۾ ڳانءِ جو گيهه ۽ کير تمام ضروري آهن. ڳانءِ جي کير ۽ گيهه سان پتر ترپت ٿيندا آهن. پر ماس وغيره جو شراڌ ۾ نشيڌ ٻ آهي- بعضي ڪنهن به حالت ۾ گوشت يا ماس جو کاڌو شراڌ ڪرم ۾ ڪم آڻڻ نه گهرجي- ان جي ڪيترن شاسترن ۾ منع ٿيل آهي. ڇاڪاڻ ته گوشت کائڻ پشو هنسا آهي. شراڌ ڪرم ۾ پشو هنسا جي بلڪل منع آهي. جانورن کي مارڻ ته پري رهيو پر ان جانور کي ڪا به تڪليف ڏيڻ نه گهرجي. پترن لاءِ گيا نالي شهر (بهار پرانت) ۾ وڃي شراڌ ڪرڻ جو وڏان شاسترن ۾ ورڻن ڪيل آهي. گيا ۾ وڃي شراڌ ڪرائڻ سان پتر ترپت ٿين ٿا.

شراڌ ۾ گيارس جو اَن (راج-مالي)، ڦل وغيره ڪم ۾ آڻڻ گهرجن. جَو، منگ، ڪڻڪ، چانور، تر ۽ مٽر وغيره شراڌ لاءِ ضروري آهي.

بصر، ثوم وغيره جي شراڌ ۾ منع ٿيل آهــي. شراڌ لاءِ صاف ۽ پوتر پاڻي ڪم ۾ آڻڻ گهرجي. ماکي هڪ پوتر وستو آهــي. شراڌ ۾ واپرائــڻ جي لاءِ ان جي ڏاڍي ساراهه ٿيل آهي.

جو لياڳ ڪرڻ سان پرش اُگهاڙو ٿيو وڃي، ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي.
ويد معنيٰ ايشوريه گيان آهي. جنهن وٽ ان گيان جو پڙدو نه آهي. اهو اُگهاڙو
ٿي چڪو. اسان جي ڏاڏي وسشٽ رشي اُن باري ۾ مهاتما ڀيشم کي جيڪي به
ڪجهه ٻڌايو هو. اهو مان توکي به ٻڌايان ٿو. سو ڌيان ڏئي ٻڌ.

جڏهن وسشٽ ان باعث ڀيشم کي ٻڌائي رهيو هو. ان وقت مان به اُتي
حاضر هوس.

اڳين زماني ۾، ڪنهن وقت، ديوتائن ۽ دئتن جي وچ ۾ جنگ هلي رهي هئي
اها جنگ ديوتائن جي هڪ سؤ ورهين تائين پئي هلي. ان جنگ ۾ هراد وغيره
دئتن ديوتائن کي جيتو. ديوتائن جي هار ٿي، ان ڪري ديوتائون کير ساگر جي
اُتر واري ڪناري تي وڃي تپسيا ڪرڻ لڳا. اُنهن وشڻو ڀڳوان جي آراڌنا لاءِ هيٺين
لفظن پرارٿنا کي واڻيءَ ۾ آندو.

ديوتائن چيو: اسين لوڪناٿ وشڻو ڀڳوان جي آراڌنا ڪرڻ لاءِ جنهن واڻيءَ
[زبان] جو اُچار ڪريون ٿا. ان واڻيءَ سان شري وشڻو ڀڳوان خوش ٿيندو. حقيقت
۾ اسان جي زبان ۾ اها شڪتي نه آهي جو اسين ڪنهن طرح سان وشڻو ڀڳوان جا
گڻ ڳائي سگهون.

هي پڀو! اسان جي هيءَ زبان اوهان جي. ڳڻ ڳان ڪرڻ ۾ سمرٿ نه آهي. تنهن
هوندي به اسان دئتن کان هار کاڌي آهي. ان ڪري ڀڄي ٿي وڃڻ سبب اسين
اوهان جي آراڌنا ڪرڻ لاءِ همٿ ڌڪي ليا آهيون. اوهين ساري وشو ۾ وياپڪ آهيو.
اسان جي هردي ۾ به اوهين ئي سمايل آهيو. اندر، سوريه، رُدر، وسو ۽ اشوني ڪمار
جدا جدا ديوتائون به اوهان جا ئي روپ آهن. اسين به اوهان جو هڪ روپ
آهيون. اوهان کي نمسڪار آهي. دئيت به هڪ ٻيو اوهان جي ئي مورتي آهن.
اوهان جا اليڪ روپ آهن. پر اوهين هڪ آهيو ۽ سڀني ۾ موجود آهيو. اوهين
برهم آهيو. اوناشي پرلو واسديو کي اسين نمسڪار ڪريون ٿا.

شري پراشرجيءَ چيو: هي مئتريا! ان استوتر جي سماپت ٿيڻ کان پوءِ پرماتما
هري هٿن ۾ شنک، چڪر، گدا ۽ پدم کڻي. گروڙ تي چڙهي اُتي پرگهٽ ٿيو.
ديوتائن ڀڳوان جو درشن ڪيو ۽ ڀڳوان کي نمسڪار ڪيو.

پوءِ ديوتائن ڀڳوان کي عرض ڪيو ته "هي ناٿ! اوهين خوش ٿيو. اسين اوهان
جي شرڻ ۾ آيا آهيون. دئتن دان اسان کي بچايو. هي پرميشور! هراد وغيره دئتن
برهماجيءَ جي آگيا جو الگهن ڪيو آهي. اسان جي ڀاڱي ۾ جيڪي به يگيه ۾ ڏاڻ
ويو هو. اُن کي هو کسي ويا آهن. اسان جا دشمن هن وقت ونڊڪ ڌرم جو پالڻ ڪندڙ

ڪري رهيا آهن. ويدن کان پڌايل وستي تي ڌرابر هلي رهيا آهن ۽ هميشه تپسيائن ۾ مشغول رهن ٿا. ۽ ويدن موجب هلن ٿا. ان ڪري اهي پلوان ٿي ويا آهن. اسين ڏربل آهيون اسين انهن کي ماري نه ٿا سگهون. هاڻي ڪرپا ڪري اسان کي اهڙو ڪو اپاءُ ٻڌايو جو اسين هنن کي ماري سگهون.

شري پراشر چيو ته:- انهن جي اهڙن چوڻ تي ڀڳوان وشڻوءَ پنهنجي شرير مان مايا ۽ موه کي پيدا ڪيو. پوءِ اهو مايا موه ديوتائن کي ڏنائين ۽ چيائين ته:-

”هيءَ مايا موه انهن سڀني دئتن کي موه (مونجهاري) ۾ وجهي ڇڏيندو تڏهن اهي ويدن جي رستي تان پري هٽي ويندا. ڌرم کان پري هٽندا. ۽ پوءِ اهي ڏربل ٿي پوندا جهڙڪري اوهين ڪين سولائيءَ سان ماري سگهندؤ.

هي ديوتائو! ياد رکو، پلي ديوتا هجي چاهي دئت هجي پر جيڪو برهماجيءَ جي ڪاريه ۾ رڪاوٽون وجهندو، ان کي مان ناس ڪري ڇڏيندو آهيان. ڇاڪاڻ ته مان هميشه هن جڳت جي رکشا ڪندو رهندو آهيان.

هي ديوتائو! اوهين سڀ هاڻي وڃو، ڊڄو نه، هيءَ مايا موه اڳتي هلي اوهان جو ڀلو ڪندو.

شري پراشر چيو:- جڏهن ڀڳوان ائين آکيا ڏني. تڏهن ڀڳوان ان کي نمسڪار ڪري. ديوتائون جتان آيا هئا اتي هليا ويا.

سترهون اڌياءُ سماپت



## ارڙهون اڌياءُ

### مايا موه ۽ دئتن جي وچ ۾ ڳالهه-ٻولهه

— ۽ —

### راجا شتڌنوءَ جي ڪهاڻي

هي مئتريه! ان کانپوءِ مايا موه ديوتائن سان گڏ وڃي ڏٺو ته دئت نرمدا جي ڪناري تپسيا ۾ مشغول آهن. تڏهن مايا موه جنهن کي مور جا کنڀ پيل هئا، وار کوڙيل هئس ۽ دگمبر هو (يعني بدن تي ڪپڙا پيل نه هئس). تڏهن دئتن سان تمام مٺن لفظن ۾ ڳالهه-ٻولهه شروع ڪئي.

مايا موه چيو:- هي دئتو! ٻڌايو، اوهين ڪهڙو مقصد رکي تپسيا ڪري رهيا آهيو؟ ... هن لوڪ جو سک چاهيو ٿا يا پرلوڪ جو سک؟

آسرن (دئتن) چيو:- هي شريمان جي! اسان پرلوڪ جي سک جي ڪامنا رکي تپسيا شروع ڪئي آهي. ان باري ۾ توهين اسان کي ڇاڻو چوڻ چاهيون؟

مايا موه چيو:- جيڪڏهن اوهان کي مڪتيءَ جي اڇا آهي ته پوءِ جيئن مان چوان ٿو ائين ڪريو. اوهين موڪش (مڪتيءَ) جي ڪليل دروازي جي آجيان ڪريو. مڪتيءَ جو ڪليل دروازو ڌرم آئو. جنهن ڌرم بابت مان ڪجهه اوهان کي ٻڌايان ٿو اهو مڪتيءَ لاءِ ڏاڍو ڪمائتو آهي ۽ ڏاڍو ضروري آهي. ان کان وڌيڪ سٺو ٻيو ڪو ڌرم نه آهي. جيڪڏهن اوهين ان ڌرم موجب هلندا ته سرڳ يا موڪش- جيڪي به چاهيندا- ان کي حاصل ڪري سگهندا. اوهين سڀ ڏاڍا ٻلوان آهيو، ان ڪري ان ڌرم جو آدر ڪريو.

شري پراشر چيو:- اهڙيءَ طرح ڏاڍيءَ تجويز، چالاڪيءَ وڻندڙ ۽ ڪشش ڪندڙ ڳالهائڻ جي ڍنگ سان مايا موه ۽ دئتن کي ويدڪ ڌرم کان محروم ڪري ڇڏيو. ويدڪ مارگ کان پرشٽ ڪري ڇڏيو.

مايا موه هنن سان بحث مباحثه ڪري- هنن کي ڪيترائي پنٿ ٻڌايا. هيءُ ڌرم موجب آهي، هيءُ ڌرم جي برخلاف آهي، هيءُ ست، هيءُ اَست آهي، هيءُ موڪش جو ڏيندڙ آهي ۽ هن مان موڪش نه ملندو، هيءُ بلڪل سچو آهي، هيءُ بلڪل ڪوڙو آهي هيءُ ڪرڻو آهي، هيءُ اڪرڻو آهي، هيءُ دگهمبر (جيڪي ڪپڙا نه پائيندا آهن) جو ڌرم آهي ۽ هيءُ سامبرن جو (جيڪي وستر پهريندا آهن) ڌرم آهي.

هي مئتريه! اهڙيءَ طرح دئتن کي ڪيترا ڌرم جا پنٿ (رستا) ٻڌائي مايا موه هنن کي ويدڪ مارگ کان ڪيرائي ڇڏيو. هنن پنهنجو ڌرم ڇڏي ڏنو.

مايا موه دئتن کي چيو "ته اوهين هن مها ڌرم "اَرهت" جو آدر ڪريو. اهيءَ ڪري ان ڌرم کي سوڪار ڪرڻ سان هنن کي "آرهت" ڪري سڏيو ويو."

مايا موه دئتن کي "ترئي ڌرم" (يعني ٽن ويدن جي ڌرم) کان بيمک ڪيو ۽ هو مواجهاري ۾ ڦاٿي ويا، مره ۾ ڦاسي پيا ۽ پوءِ هنن ٻين دئتن کي به ان ڌرم ۾ آندو.

نتيجو اهو نڪتو جو آهستي آهستي سڀني دئتن ويدڪ ڌرم جو تياڳ ڪري ڇڏيو.

ان کانپوءِ مايا موه ڳاڙها ڪپڙا پائي جدا جدا دئتن وٽ وڃي هنن کي مٺن لفظن ۾ چيو- "هي اسرڪڙو! جيڪڏهن اوهان کي سرڳ جي يا موڪش جي اڇا آهي ته پشو- هنسا وغيره نشٽ ڪرڻ کي ڇڏي ٻوڌ پراپت ڪريو. هيءُ سڄو جڳت

سواءِ ٻنا ڪاڏي جي يا ٻنا پوڄا جي موٽي وڃن ٿا، هن دنيا ۾ ان کان وڌيڪ ٻيو ڪو پاپي ڪونہ آهي. اهڙي ماڻهوءَ سان ڪوبہ واسطو رکڻ نہ گهرجي.

جيڪو ماڻهو- ديوتائن پترن ۽ ڪن گهرجائو جيون جي آدر ستڪار ڪرڻ کان سواءِ رڳو پاڻ ڪاڌو کائي ٿو- اُهو پاپ سان ڀريل ڪاڌو کائي ٿو- ان جي سدگتي (نيتارو) نٿي ٿي سگهي.

براهمڻ وغيره ذاتين جا ماڻهو پنهنجي ڌرم کي ڇڏي ٻين جي ڌرم ۾ داخل ٿين ٿا يا نيچ ورتي وارا ٿين ٿا انهن کي "ننگن" چيو وڃي ٿو.

ٻڌو وڃي ٿو تہ اڳئين زماني ۾ شتڌنو نالي هڪ مشهور راجا ٿي گذريو آهي. هن جي زال شيوبا تمام نيڪ ۽ ڌرمي خيالن جي هئي. هوءَ وڏي ڀاڳ واري ۽ پتورتا زال هئي- هن ۾ ڪيترائي سنا گڻ هئا. جيئن تہ سچائي، پولوتا، دَيا ۽ نمرتا ليتي وغيره.

ان مها راڻيءَ سان گڏ راجا شتڌنوءَ ڀڳوان وشڻوءَ جي آراڌنا ڪئي. ٻئي ڄڻا ڪيترو ئي وقت ڌيان ۽ سماڌيءَ ۾ ويٺي رهندا هئا. اُهي هر روز شرڌا ۽ پريم سان هوم، جپ، دان، اپواس ۽ پوڄا ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح هو ڀڪتيءَ سان ڀڳوان جي آراڌنا ڪرڻ لڳا.

هي برهمڻ هڪ ڏينهن ڪتيءَ مهني جي پورنماسيءَ جو هنن اُپواس رکيو هو. ان ڏينهن هو ٻئي گڏجي گنگاجيءَ تي سنان ڪرڻ ويا.

ٻنهي پتي-پتنيءَ گڏجي گنگاجيءَ ۾ سنان ڪيو. جڏهن هو سنان ڪري گنگاجيءَ مان ٻاهر نڪتا تہ هو پاکنڊي ماڻهوءَ کي سادهون ايندو ڏٺائون. هو براهمڻ هن مها راجا جي ڌنش ودِيا سيکاريندڙ آچاريہ جو متر هو، ان ڪري پنهنجي اُستاد جو دوست سمجهي راجا ان سان دوستاڻي نموني پيش آيو. پر مهاراڻيءَ هن جو ڪجهہ بہ آدر-ستڪار نہ ڪيو، هوءَ چپ رهي ۽ هن خيال ڪيو تہ مون کي اڄ اُپواس آهي- ان ڪري ان برهمڻ کي ڏسي هن سوريہ جو درشن ڪيو. جڏهن ڪنهن اُپوگيہ وِيڪتيءَ کي ڏسبو آهي تہ اُپواس جي حالت ۾ سوريہ درشن ڪبو آهي. ان کانپوءِ انهن ٻنهي پتي ۽ پتنيءَ گڏجي نيم موجب وِڌيءَ سان ڀڳوان وشڻوءَ جي پوڄا ڪئي.

ڪيترن سالن کانپوءِ ان راجا جو مرتيو ٿيو. تڏهن ديوي شيوبا بہ پتيءَ سان گڏ چکيا ۾ جلي ستي ٿي.

راجا شتڌنوءَ اُن پاپيءَ پاکنڊيءَ سان اُپواس جي حالت ۾ گڏ ويهي ڳالهيون ٻولهيون ڪيون هيون. پاپيءَ ۽ پاکنڊيءَ سان دوستي رکڻ بہ هڪ قسم جو پاپ آهي.

ان پاپ جي سبب ڪري اُن راجا مرڻ ڪانپوءِ ٻيو جنم ڪتي جو ورتو. پر هن جي پتيورتا ناري وڃي ڪاشيءَ جي راجا جي گهر ۾ جنم ورتو.

هوءَ ڪاشيءَ جي راجا جي ڌيءَ ٿي. ان جنم ۾ به هوءَ سڀني لڇڻن واري ٿي. هوءَ گيان ۽ وگيان جي ڄاڻو هئي. اِنهيءَ جنم ۾ چڱا ڪرم ڪرڻ ڪري، هن کي پورب جنم جي يادگيري به هئي. اِنهيءَ جنم جي هيڪي سوو ري ڄاڻ پيئي ته هوءَ ڪمر هئي. سندس پيءُ هن جي شادي ڪنهن راجڪمار سان ڪرڻ چاهي پر ان سندر ڇوڪريءَ پيءُ کي منع ڪيائين ۽ ڪنواري رهڻ جو ويچار ظاهر ڪيائين.

هن ديوي درشٽيءَ (روحاني نظر) سان ڏٺو ته سندس پتيءَ ڪتي جو جنم ورتو آهي. هوءَ ودشا ناني نگر ۾ وئي جتي سندس پتي ڪتي جي جنم ۾ زندگي گذاري رهيو هو. هن پتيءَ کي ڪتي جي روپ ۾ ڏٺو. پنهنجي پياري پتيءَ کي ڪتي جي شڪل ۾ ڏسي ان سندريءَ هڪڙي نمرسنو ڀوڄن ڪرايو. سوادي کاڌا کائي پنهنجي داس جي سڀاءَ موجب اهو ڪتو پڇ لٽڪائڻ لڳو. ان ڇوڪريءَ کي ان تي ڏاڍي لڄ آئي. هن کي هراسي جوڻ ۾ جنم ورتل ڏسي، ان کي نمسڪار ڪري هيئن لفظ چيائين.

مهاراج! اوهين پنهنجيءَ ادارتا جي يادگيري ڪريو. جنهن ڪري اڄ اوهين ڪتي جي جوڻ ۾ آيا آهيو. مون جهڙي خوشامد ڪري رهيا آهيو. ڇا اوهان کي ياد ڪونه آهي ته تيرٿسنان ڪرڻ ڪانپوءِ ان پاکنڊيءَ سان وارتالاپ ڪرڻ ڪري ئي اوهان کي هن ذليل جوڻ ۾ اچڻو پيو. ناستڪيءَ جي سنگ ۾ ڌرمي ماڻهو به پاپ جو ڀاڱي ٿيندو آهي.

شري پراشر جيءَ چيو. ڪاشيراج جي ڌيءَ جڏهن ان کي پوروب جنم جو سمرڻ ڪرايو، تڏهن گهڻيءَ دير تائين هن پوروب جنم جو خيال ڪيو ۽ جڏهن ته ڪيئي وسريل ڳالهيون ياد ڪرڻ لڳو، پوءِ هن کي ڏاڍو ڏک ٿيو. ان ڏک ۾ اداس ٿي شهر کان ٻاهر اچي ان ڪتي پراڻ تياڳ ڪيا.

ڪتي جي جوڻ جي ڇڏڻ ڪانپوءِ ٻئي جنم ۾ ورتي وڃي گدڙ ٿيو. تڏهن ڪاشيراج جي ڪنيا پنهنجي ديوي درشٽيءَ سان ان کي گدڙ جي جنم ۾ آيل ڄاڻي ان کي ڏسڻ لاءِ ڪولاهل پربت تي وئي. اتي به پنهنجي پتيءَ کي گدڙ جي جوڻ ۾ ڏسي اها سندر راجڪماري ان کي چوڻ لڳي. جڏهن اوهين ڪتي جي جوڻ ۾ هئا، تڏهن مون اوهان کي ان پوروب جنم جي يادگيري ڏياري هئي. جنهن ۾ اوهان ان پاکنڊي-پاپيءَ سان گڏ واڻي ڳالهه ٻولهه ڪئي هئي. ڇا اوهان کي ياد آهي؟

راجا شتڌنو هڪ وڏو راجا هو پر پاپيءَ جي سنگ ۾ هنکي وري گدڙ جي جوڻ ملي. ان جنم ۾ به هُو اڳئين جنم جي گهٽنا ياد ڪري. کاڌو کاڻ ڇڏي نرهار رهي پنهنجو اهو گدڙ جو شرير به تياڳ ڪيو.

ان کانپوءِ ان ٻگهڙ جو جنم ورتو. ٻگهڙ جي جنم وڃڻ کانپوءِ ڳجهه پکيءَ جو جنم ورتــو. ان کانپوءِ هو ڪانءَ جي جوڻ ۾ آيو. هرهڪ جنم ۾ اُها راجڪماري وٽس ويندي هئي ۽ پورب جنمن جي يادگيري ڏياري اُن گهٽنا جو ذڪر ڪندي هئي جنهن ۾ هن پاپيءَ ۽ پاکنڊيءَ ماڻهوءَ سان گڏ ويهي آسان وارتالاپ ڪيو هو.

آخر هن مور پکيءَ جو جنم ورتــو. اُن جنم ۾ به راجڪماري اُن وٽ وڃي هر گهڙيءَ تمام سٺيون ۽ وڻندڙ شيون مور کي کاڌي ۾ ڏيندي هئي ۽ اُنجي پالنا ڪري ٽهل شيوا ڪندي هئي.

ان وقت راجا جنڪ اشوميڌ يگيه نالي هڪ مهايگيه جو آيوجن ڪيو هو. ان يگيه جي سماپتيءَ ۾ اوڀرٿ سان سنان (يگيه جي انت ۾ پوتر سنان ڪرڻ وقت ان مور کي به سنان ڪرايو ويو.

تنهن کانپوءِ ان سنڌريءَ به اُنوقت سنان ڪيو ۽ راجا کي ياد ڪرايو ته ڪهڙيءَ طرح هن اَنيڪ پرڪارن جي جيوَن ڪتي، گدڙ ۽ مور وغيره جون جوڻيون ورتيون. اُنهن سڀني ۾ پنهنجن اڳين جنمن کي ياد ڪري. ان مور جو چولو به ڇڏي ڏنو ۽ پوءِ مهاتما جنڪ وٽ پٽ ٿي اچي جنم ورتائين.

جڏهن هُو جوان ٿيو. ته اُن سنڌريءَ راج-ڪنيا پنهنجي پيءُ وٽ ڳالهه ٻولهه ڪندي. پنهنجي وهانو ڪرڻ جي خواهش ظاهر ڪئي. تڏهن ان راجا پنهنجي ڌيءَ جي سوئمبر جي تياري ڪئي. سوئمبر جي موقعي تي ڪيترائي راجڪمار آيا ۽ جنڪ راجا جو اهو پٽ به آيو جو اڳئين جنم ۾ شتڌنو راجا هو. راج-ڪنيا سوئمبر ۾ آيل پنهنجي پتيءَ کي وري به پتيءَ جي ڀاوَنا سان ورڻ ڪيو ۽ سندس ڳلي ۾ هار پاتائين.

اهي ٻئي گرهست ڌرم ۾ وري هن دنيا جا سک ڀوڳڻ لڳا راجا جنڪ جي پرلوڪ وڃڻ کانپوءِ اهو راجڪمار راجا ٿيو ۽ راج ڪرڻ لڳو. ان راجا ڏاڍا يگيه ڪيا ۽ ڪيترائي دفعه دان-ڌرم ڪيائين. هنکي ڪيترائي پٽ ڄاوا. ان پنهنجي وقت ۾ دشمن کي ڪيترائي دفعا جنگين ۾ جيتو. اهڙيءَ طرح ان راجا هن ڌرتيءَ تي نياءَ سان راج ۽ ڪاروبار هلايو.

آخر ان پنهنجو اهو شرير ڇڏيو. ڌرم-يڌ ڪندي هن پنهنجي شرير جي قرباني ڪئي. اُنوقت به اڳئين وانگر سندس پتني ساڻس گڏ چتا ۾ ويهي پاڻ جلائي ستي ٿي.

انھي ڄڻا اندر لوڪ ۾ ويا ۽ ديو-پوليءَ ۾ وڃي ڪيترن قسمن جا سک ۽ آنند ماڻڻ لڳا.

ھي ارھمڻا! اھڙيءَ طرح شڌ ڪرڻ لاءِ ھن سرڪ ۾ حاصل ڪيو ۽ تمام دراپ پتي-پتنيءَ جا سک پڻ ماڻيا. اھڙيءَ طرح مون لوڪي پاپيءَ سان ڳالھائڻ جي پاپ جي سزا ۽ اشومڌ يگيه ۾ سنان ڪرڻ جي پڄ جو ورڻن ڪيو. انھيءَ ڪري پاکنڊيءَ ۽ پاپيءَ سان صحبت ڪرڻ ۾ به پاپ لڳي ٿو. خاص ڪري ڌرمي ڪرياڻ ۽ يوڄا پاٺ جي وقت ته پاپيءَ سان ڳالھائڻ ۾ به منع آھي. جيڪڏھن ان وقت پاپيءَ کي اوچتو ڏسجي ته يڪدم سورج جو درشن ڪرڻ گھرجي پاکنڊي، برا ڪم ڪندڙ، ٻلي جي وڙليءَ وارا جنکي ٻل ورت وارا ڪري چيو آھي جنکي پنھنجن پاپن کي لڪائيندا آھن. انھنکي ٻدال ورت وارا ڪري چيو آھي)، دشت، سوارٿي ۽ بکلا ڀڳت. اھڙن ماڻھن جو سنگ ڪرڻ به منع آھي. انھن جو آدرستڪار ڪرڻ معنيٰ پاپ جو آدر ڪرڻ يا پاپ کي ھٿي ڏيڻ. سماج ۾ اھڙن ماڻھن جو بھشڪار ڪرڻ گھرجي. انھن پاکنڊين، دراچارين، برا ڪم ڪندڙن ۽ عام ماڻھن کي ستائيندڙن جي سنگت بري ڪان ٿي ڇڏڻ گھرجي.

اھڙيءَ طرح مون لوڪي لگن (اگھاڙن) ماڻھن جي وياکيا ڪري ٻڌائي-جنجي درشن ڪرڻ سان به پاپ لڳي ٿو. پاکنڊي ان کي چيو آھي جو ماڻھن جي اکين ۾ ڌوڙ وجھي. انھن کي لڳڻ لاءِ جتائون رکائي سادن جي پوشاڪ پائي ٿو يا مٿو ڪوڙائي ڀاڻ کي وڏو مھت ڏيکاري. ماڻھن کي لڳي ٿو.

جيڪو گرھستي خوب اٿو نه ڪمائي ٿو پر ان ڪي چڱي ڪم ۾ نٿو لڳائي. لاٿي ۽ گھرجائن جي مدد نه ٿو ڪري رکو آپ سوارٿي ٿيچي پنھنجي پيٽ جي ٻوجا ٿو ڪري ۽ سست ڪرم (ڀلا ڪم) ڪين ٿو ڪري. اھڙو ماڻھو به ”نگن“ ڪري ليکيو ويو آھي

اَرڙھون اَڌيا سماپت



”شري وشنو مھا پراڻ جو ٽيون انش سماپت“

اوم

ڏارايڻا ۾ نمهه



# چوٿون انش



## پهريون آڌياءُ

### ويوسو منوءَ جي ونش جو بيان

شري مئترا چيو: هي ڀڳوان! توهان مونکي الهن سيني ڪريائن (ڪرمن) جو ورڻن ڪيو- جي منش کي هر روز ڪرڻ گهرجن ۽ ڪنهن شڀ اوسر تي ڪرڻ گهرجن. انڪانسواءِ چئن ورڻن (ذاتين) جي ڌرمن جو ۽ بيان ڪيو- انسان گڏ چئن آشرمن تي ۽ چڱي روشني وڌي. هاڻي مون کي راڄ-ونشن (راجائن ۽ سندن اولاد) جي بيان ٻڌڻ جي اڇا آهي، انڪري الجو ورڻن ڪريو.

شري پراشرجي چيو: هي مئتريا! هاڻي مان لوڪي منوءَ جي ونش جو ورڻن ٻڌايان ٿو جنهن ۾ ڪيترائي مشهور راجائون ٿي گذريا آهن جن وڏا وڏا يگيه ڪيا ۽ جيڪي ڏاڍا بهادر هئا ۽ ڌيرج وارا پرش هئا، الهنجو آدي-پرش (جنهن کان هيءُ گهراڻو شروع ٿيو) برهماجي آهي.

هي مئتريا! ان منوءَ جي ڪل (آکهه) ۾ پيدا ٿيل راجائن جون ڪٿائون ٻڌ. جنجي ٻڌڻ سان سڀ پاپ ناس ٿي وڃن ٿا.

ان جو بيان هن ريت آهي- هن سڄي سنسار جو آدي ڪارڻ ڀڳوان وشڻو آهي. هوُ انادي آهي ۽ گيان سوروپ آهي. ان وشڻو ڀڳوان جولي هڪ روپ ڀڳوان برهما سڀ کان پهرياتين پرگهٽ ٿيو. برهماجيءَ جي ساڄي آڱوٺي مان دڪش پرجاپتي پيدا ٿيو. دڪش مان اَدتي ۽ ادتيءَ مان وڪسوان اُپن ٿيو- ان وڪسوان مان منوءَ جو جنم ٿيو. منوءَ کي ڏهه پٽ پيدا ٿيا- جنجا نالا هئا- اکشواڪو، نرگ، ڌرشٽ، شرياتي، نرشينت، پرانشو، ناياڳ، دشٽ، ڪروش ۽ پرشڌر.

منوءَ پنهنجن پٽن جي صلاح سان مترا ورڻ نسالي ان ديوتائن جي يگيه جو

ان خاندان ۾ هڪ سومدت نالي راجا پيدا ٿيو هو جنهن هڪ سؤ اشومیڌ يگيه ڪيا هئا، ان مان راجا جنميجيه پيدا ٿيو. ان ڪل (آڪهه) ۾ جيڪي به پيدا ٿيا- اهي وڏي عمر وارا، مهاتمائون، بهادر ۽ ڌرمي ماڻهو هئا.

منوءَ جي هڪ پٽ شرياتيءَ کي سڪينا نالي هڪ ڌيءَ جائي- اڳتي هلي جنهنجي شادي چون رشيءَ سان ٿي.

ان (ڪل) آڪهه ۾ هڪ ريوت نالي ڌرماتما پٽ ٿيو- جو پنهنجن هڪ سؤ ڀائرن ۾ سڀني کان وڏو ڀاءُ هو. هنکي ريوتيءَ نالي هڪ ڌيءَ به هئي- مهاراجا ريوت- ان ڇوڪريءَ کي پاڻ سان وٺي برهما وٽ هن ڳالهه پڇڻ لاءِ ويو ته ”هن ڇوڪريءَ جي شادي ڪنهن سان ٿيندي؟“ ان لاءِ هو برهم-لوڪ ۾ ويو هو. انوقت برهماجيءَ جي سڀا ۾ هاها ۽ هؤهؤ نالي ٻه گنڌرو تمام سٺي سر ۾ راڳ ڳائي رهيا هئا. چون ٿا ته اهو عجيب راڳ ايڪ جڳ پئي هليو- ته به ريوت کي انين معلوم ٿيو ته ڄڻ فقط ٻه ٽي گهڙيون وقت ويو آهي، راڳ جي مستيءَ ۾ جڳ گذري ويا پر ڪيس پتوئي نه پيو.

جڏهن راڳ پورو ٿيو تڏهن ريوت برهما کي نمسڪار ڪري ڇوڪريءَ جي لائق ور (پتيءَ) لاءِ پڇيو، ڀڳوان برهما چيو- ”توکي جيڪو ڇوڪرو پسند اچي انجو نالو مون کي ٻڌاءِ تڏهن هن کي جيڪي ٻه جوان پسند هئا- انهن سڀني جا نالا ٻڌايا ۽ برهماجيءَ کان پڇيائين ”ته انهن مان ڪهڙو جوان اوهان کي وڌيڪ وڻي ٿو جنهنکي مان پنهنجي ڌيءَ ڏيان؟“

ان تي برهماجيءَ ڪجهه سر جهڪائي مشڪي چيو ته ”توکي جيڪي به جوان وڻن ٿا ۽ جن جا نالا تو ٻڌايا آهن- انهن جا پٽ پوٽا به ختم ٿي ويا. ڇاڪاڻ ته هتي گنڌورن جو سنگيت ٻڌندي توکي چار جڳ گذري چڪا آهن هن وقت هن پرٿوي تي اٺاويهن منوءَ جو چوٿون جڳ سماپت ٿي چڪو آهي ۽ ڪلجڳ جي شروعات ٿيڻ واري آهي. هاڻي تون اڪيلوئي رهجي ويو آهين.

هاڻي هيءَ سهڻي ڪنهن ٻئي يوگيه لائق ڇوڪري کي سونپي ڏي. ايتري لمبي عرصي ۾ تنهنجا مت مائٽ، دوست، زال، وزير، نوڪر ۽ لشڪر به موجود نه رهيا آهن- اهي مري ويا آهن.

اهو ٻڌي راجا ريوت ڏڄي ويو ۽ برهما کي پرڻام ڪري چيائين- ته اهڙي ڳالهه آهي ته هاڻي مان هن ڇوڪريءَ لاءِ ڪهڙو ڇوڪرو ڳوليان؟ تڏهن برهما چيو- ڀڳوان بي-انت آهي جنهنجي آد، مڌيه ۽ انت کي ڄاڻي نٿو سگهجي، هؤ منهنجو روپ ڌاري هن جڳت جي رچنا ڪري ٿو، پالنا ڪرڻ وقت وشڻوءَ جو روپ آهي ۽ پراڻ

ڪرڻ وقت هو رڌر جو روپ ڌارڻ ڪري ٿو. جيڪو ورب انهن تنهي ڪان بہ الڳ آهي ۽ نرلسپ آهي. اهو وشڻو ڀڳوان هن پرٿويءَ تي اوتار وٺي آيو آهي.

هي راجا اڳئين وقت ۾ جيڪا ڏهنجي ’ڪسٿلي‘ نالي نگري هئي جا اندر پوريءَ وانگر هئي. اُها هاڻ دوارڪاپوري ٿي وئي آهي. اُتي ٻلديو نالي وشڻوءَ ڀڳوان جو اُنش (هڪ جزو) ورجمان آهي. هاڻ اون هيءَ پنهنجي ڪنيا ان ٻلديو کي پتنيءَ روپ ۾ ڏئي ڇڏ. ٻلديو تي ان جي پتي ٿيڻ جي لائق آهي. ٻلديو جي هن سنسار ۾ ساراه آهي ۽ ڏهنجي ڌيءَ زالن ۾ رتن آهي. ان ڪري انهن ٻنهي جو مبلب هرڪنهن طرح سان ليڪ آهي.

شري پراشرجيءَ چيو ڪ:- برهماجيءَ جي اهڙي چوڻ تي پرجاپتي ريوت هن پرٿويءَ تي هيٺ لهي آيو ۽ ڏٺائين تہ سڀ ماڻهو قد ۾ ننڍا ۽ بدشڪل ٿي پيا آهن انهن ۾ اڪو ڪو اهڙو ٿيبہ آهي ۽ نہ ٻل، ان وقت مهاراجا ريوت پنهنجي ڪسٿلي نگريءَ کي ڪُج ٻئي نمولي ۾ ادابل ڏٺو. اُتي وڃي مهابلوان ۽ سندر روپ واري ٻلديو کي پنهنجي ڪنيا ڏيئي ڇڏي. ٻلديو جي هتيار هر هو، اڪري هنڪي هلائڻ نہ ڪري چوندا آهن. ڀڳوان ٻلديو هنکي تمام ڊگهي ڏسي پنهنجي هر جي اڳينءَ نوڪ سان دٻائي ننڍي ڪري ڇڏيو. تڏهن ريوتي بہ ان وقت جي ٻين زالن وانگر قد ۾ ننڍي ٿي وئي.

ان ڪالبوءَ ٻلرام مهراج ريوت جي ڌيءَ ريوتيءَ سان شادي ڪئي. ان وقت راجا بہ ڪنيا دان ڪري آهو تي هماليہ جبل تي هليو ويو. اُتي وڃي هڪ هنڌ من لڳائي تپسيا ڪرڻ لڳو.

چوٿين انش جو پهريون اڌياءُ سماپت



## ٻيون اڌياءُ

### اڪشواڪو ونش جو ورڻن ۽ سوپريءَ جي ڪهاڻي

[illegible] پراشرجيءَ چيو [illegible] وقت ريوت برهم لوڪ مان موٽي هيٺ نہ آيو هو [illegible] نالي راڪس [illegible] نگريءَ ڪسٿليءَ کي ابراد ڪري ڇڏيو. [illegible] [illegible] کان ڀڄي ويا. انهن جي ونش ۾ [illegible] ڪتري [illegible] ويا. ڌرشٽ جي ونش ۾ ڌارشٽڪ

نالي ڪتري پيدا ٿيا. ناڀاڳ کي نالي پٽ ڄائو اُن مان رٿيتر ٿيو جو ڏاڍو مشهور ٿيو. ان جي باري ۾ هيٺين چوڻي مشهور آهي.

”رٿيتر جي ڪل (آکهه) ۾ جيتوڻيڪ ڪتري پيدا ٿيا تہ ـــ ـــ انهن کي ”آنگرس“ نالي سان سڏيو ويو. ڪتري ڪل ۾ پيدا ٿي بہ وڃي برهمڻ ٿيا.“

ڇڪ ڏيڻ وقت منوءَ جي ناسڪا (نڪ) مان اڪشاڪو نالي پٽ جو جنم ٿيو. اڪشڪوءَ کي هڪ سؤ پٽ هئا جن مان وڪڪشي، نمي ۽ ڊنڊ نالي ٽي پٽ مشهور ٿيا. ۽ ان جا شڪني وغيره پنجاه (٥٠) پٽ اتر طرف جا ۽ ٤٨ پٽ ڏکڻ طرف جا راڄائون ٿيا.

اڪشاڪوءَ ”اشٽڪا شراڌ“ جي شروعات ڪئي. هن پنهنجي پٽ وڪڪشيءَ کي آگيا ڪئي تہ شراڌ جي لائق ماس ڪٺي اچ. هن ”ڏاڍو سٺو“ چئي ڌنش-ٻاڻ کنيو ۽ پوءِ هو بن ۾ هليو ويو جتي ڪيترن ئي جانورن جو شڪار ڪيائين پر هو تمام ٿڪل ۽ بکايل هو. ان ڪري وڪڪشيءَ انهن مان هڪ سهو کائي ڇڏيو ۽ بچيل ماس ڪٺي پنهنجي پتا جي اڳيان رکيائين.

اڪشاڪوءَ وسشٽ رشيءَ کي شراڌ جي سنسڪار ڪرڻ لاءِ پرارٿنا ڪئي تڏهن انهيءَ ڪل (آکهه) پروهت وسشٽ چيو ”تہ هن اپوتر ماس جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ تنهنجي پاپيءَ پٽ هن مان هڪ سهو کاڌو آهي ۽ هن ماس کي ڀرشٽ ڪري ڇڏيو اٿس“ گروءَ جي انهن چوڻ تي ان وقت کان وٺي وڪڪشيءَ تي ششاد نالو پئجي ويو ۽ پيءُ پٽ جو تياڳ ڪري ڇڏيو.

پتا جي مرتوءَ کانپوءِ ان ششاد پرٿويءَ تي ڌرم موجب راڄ ڪيو. هن کي پرنجيہ نالي هڪ پٽ ڄائو. پرنجيہ تي بہ هڪ ٻيو نالو پيو.

آڳاٽي زماني ۾ ٽريتا يگ ۾ هڪ دفع ديوتائن ۽ آسرن جي وچ ۾ خوفناڪ جنگ لڳي ان ۾ آسرن جيتيو ۽ ديوتائن جي هار ٿي. تڏهن ديوتائن وشڻو ڀڳوان جي آراڌنا ڪئي. تڏهن وشڻو ڀڳوان پرسن ٿي ديوتائن کي چيو. ”توهان جي من جي مراد مون سمجهي آهي. ان وشيہ ۾ اوهين هيءَ ڳالهہ ٻڌو. ”راجرشي ششاد جو پرنجيہ نالي هڪ پٽ آهي. ان جي شرير ۾ انش ماتر ۾ مان خود اوتار وٺندس ۽ پوءِ اوتار وٺي سڀني دئتن جو خاتمو آڻيندس. هاڻي توهين وڃو. وڃي پرنجيہ کي دئتن جي مارڻ لاءِ تيار ڪريو.“ اهو ٻڌي وشڻو ڀڳوان کي نمسڪار ڪري سڀئي ديوتائون گڏجي پرنجيہ وٽ ويا ۽ وڃي کين چيائون: ”هي شريشٽ راجا! اسين دشمن کي مارڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون. اوهين ان ۾ اسانجي مدد ڪريو. اسين اوهان وٽ ... آهيون ان ڪري اوهين اسان کي موٽايو نہ ۽ اسانجي عزت رکو.“

اهو ٻڌي پرانجيه چيو- ”هيءُ جو ٽنهي لوڪن جو مالڪ ۽ اوهانجو به وڏو راجا اندر آهي- سو جيڪڏهن مان انجي ڪلهن تي چڙهي جنگ ڪريان ته ٻوءِ اوهانجو مددگار ٿي سگهان ٿو.“

اهو ٻڌي سڀني ديوتائن ۽ اندر اها ڳالهه قبول ڪئي، ٻوءِ اندر ٻڍي جي شڪل اختيار ڪئي- پرانجيه انجي ٻليءَ تي چڙهي سڀني دئتن سان زبردست جنگ ڪئي. پرانجيه جي شوڀ ۽ وشڻو ڀڳوان جو تيج هو، هن غصي ۾ اچي سڀني دئتن کي ماري ڇڏيو. ان راجا ٻيل جي ڪلهن تي چڙهي دئتن کي ماريو هو. ڪلهن کي ”ڪڪ“ چئبو آهي، ان ڪري انجو نالو ڪڪتست پيو. انجي خاندان ۾ به ڪيترائي راجائون ٿيا، جن ۾ ٻرٿو ۽ شاوست مشهور آهن. شاوست نالي راجا شاوستي نگري وسائي هئي.

شاوست جو پوٽو ڪولباشو به هڪ مشهور راجا ٿي گذريو آهي، هو به ڏاڍو ٻلوان هو ۽ هن ۾ به وشڻو ڀڳوان جو تيج موجود هو. هن پنهنجن ايڪيهن هزارن پٽن سان گڏجي ڌند نالي دئتيه کي ماريو هو. جاڪاڻ ته ان دئتيه مهرشي اُدڪ کي ڏاڍو ستايو هو، ان ڪري ان جي ڌنڌمار نالو پيو. انجا سڀ پٽ ڌنڌوءَ جي منهن مان نڪتل گرم سواس سان ٻلي مري ويا، جو انجي سواس مان باه جا اُلا پئي نڪتا. انهن پٽن مان فقط ٽي مَت [illegible] ويا

انهن مان ڌرڍاشو نالي راجا جي گهر (آڪهه) ۾ هڪ يوناشو راجا پيدا ٿيو. يواشو راجا کي اولاد [illegible] ٿيو. جهڪري هو ڏاڍو دکي ۽ وياڪل رهڻ لڳو ۽ هڪ ڏينهن رشين [illegible] آشرم ۾ اچي نڪتو. اتي هنن کي پنهنجي دک جو حال ٻڌايو [illegible] رشين هنجي [illegible] هڪ وڏي يگه جي تياري ڪئي. اهو يگه ڪيترا ڏينهن تي هليو ۽ آخر هڪ [illegible] آئي [illegible] جو اهو يگه سمايت ٿيو. سڀ رشي ان يگه [illegible] رات [illegible] سمهي رهيا. انهيءَ سمهڻ ڪانپوءِ راجا کي [illegible] لڳي [illegible] يگه [illegible] آيو- سمهل رشين منجن کي [illegible] ڪلش جو پاڻي پي ڇڏيو [illegible] ڪلش جو پاڻي ڪنهن پيتو آهي؟ [illegible] جاڪاڻ ته انهي پڻ سان هن کي [illegible] وئي.“ اهو ٻڌي راجا چيو- [illegible] ڪي اها خبر نه هئي [illegible] [illegible] ويو هو.“ [illegible] هي پيٽ مان جمندو.“

انهيءَ يواناشو جي پيٽ ۾ گرڀ ٿي ويو ۽ آهستي آهستي وڌڻ لڳو. ليڪن وقت تي ٻار راجا جي ڏائي ڪُک ڦاڙي ٻاهر نڪري آيو. ٻر ان ڪري راجا جي مرليو لـــ ٿي.

ان جي جنم وقت ٿي منين چيو: "هيءُ ٻالڪ ڇا پيئندو؟ (ماءُ جي ٿڃ بدران) ۽ هيءُ زنده ڪيئن رهي سگهندو!" ان وقت ديوتائن جي راجا اندر چيو- "هيءُ ٻالڪ مون وٽ جيئرو رهي سگهندو."

ان ڪري ان ٻار جو نالو "مانڌاتا" ڪري رکيو ويو. (مان-ڌاتا جي معنيٰ آهي جنهن مون کي ڌاريو آهي.) ڇاڪاڻ ته اندر هنجي وات ۾ پنهنجي ترجني (ڏسڻي) آڱر وجهي چوسائي. ان امرت جهڙي آڱر جو رس وٺي هو هڪڙي ئي ڏينهن ۾ وڏي ويو. ان وقت کان وٺي چڪرورتي مانڌاتا ستن-ڏيپن تائين ڌرتيءَ جو راڄ ڪرڻ لڳو. ان يواناشوءَ جي باري ۾ هڪ شلوڪ مشهور آهي. جنهنجي معنيٰ هيءَ آهي ته-"

"جتان سج اڀري ٿو ۽ جتي وري سج لهي ٿو اهو سڀ ملڪ يواناشوءَ جي پٽ مانڌاتا جا آهن- هن جي بادشاهت مٿان سج ڪڏهين لهندو ئي ڪونه آهي."

مانڌاتا شش-بندوءَ جي ڌيءَ بندومتيءَ سان وهانءُ ڪيو ۽ ان مان هنکي پرکتس، امبريش ۽ مچڪند نالي ٽي پٽ پيدا ٿيا ۽ وري ان ئي بندومتيءَ مان هنکي پنجاه ڌيئرون ڄايون.

ان وقت هڪ مهرشي جل ۾ رهندو هو. ان جو نالو سوڀري هو. هو ٻارهن سال پاڻيءَ ۾ رهيو. اتي پاڻيءَ ۾ سمپد نالي هڪ وڏو مڇ رهندو هو- جنهن کي ڏاڍو گهڻو اولاد هو. ۽ هو ڏاڍو وڏو مڇ هو. هن جا پٽ پوٽا ۽ ڏوهٽا وغيره هن جي اڳيان پٺيان ۽ هيڏانهن هوڏانهن پڇ ۽ سسيءَ جي مٿان پيا گهمندا ڦرندا هئا ۽ تمام خوش ٿي رات ڏينهن هن مڇ سان پيا راند روند ڪندا هئا. هن مڇ کي اولاد جي ڪومل اسپرش (ڇهاءُ) سان ڏاڍو مزو ايندو هو.

اهو سوڀري مهرشي "سماڌي ۽ تپسيا ڪرڻ لاءِ جل ۾ رهيو پيو هو ته مڇ جي پٽن ۽ پوٽن جي سهڻين راندين وغيره کي ڏسي هن جي تپسيا ڇٽي وئي ۽ هن خيال ڪيو ته "جيتوڻيڪ هيءُ مڇ تمام خراب جوڻ ۾ پيدا ٿيو آهي- ته به هن جو وقت ڏاڍو مزي ۾ پيو گذري، هنکي ڏسي مونکي به رس ٿئي ٿي ته جيڪر هن وانگر مون کي اولاد هجي ها ته ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها."

اهو خيال ڪري هو پاڻيءَ مان ٻاهر نڪري آيو- اولاد جي لاءِ گرهست آشرم ۾ پرويش ڪرڻ لاءِ- ڪنهن ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ جي خيال کان هو مانڌاتا وٽ آيو.

مهرشيءَ کي ٻاڻ وٽ آڻل ڏسي راجا اُلي مهرشيءَ جو سواگت ڪيو. الڪالوءَ هنکي تمام لائق جڳهه تي وهاريو ويو. ان وقت سوپريءَ راجا کي چيو: ”هي راجا! مون کي شادي ڪرڻ جي خواهش ٿي آهي. ان ڪري اوهان پنهنجن ڌيئرن مان هڪ ڇوڪري مون کي ڏيو. مون کي معلوم آ. اوهان جي خاندان ۾ اصل کان ولي هيءَ رواج هلندو آيو آهي ته ڪوبه گهرجائو مدش اوهان وٽ آش رکي اچي ته هو خالي نه موٽي ويندو آهي. ڪڪتسٿ.ولش ۾ ڪوبه گهرجائو خالي هٿين موٽي نه ويو آهي. جيتوڻيڪ ٻين راجائن وٽ به ڪي راجڪماريون هونديون. پر توهان جو خاندان دان ڪرڻ ۾ ڏاڍو مشهور آهي. ان ڪري مان تو وٽ پڌاريو آهيان. توکي پنجاهه ڌيئرون آهن انهن مان ڪا هڪ مون کي 'ڪنيادان' ۾ ڏي.

شري پراشرجيءَ چيو: رشيءَ جا اهي لفظ ٻڌي راجا هنجي ٻڍاپي کي خيال ۾ رکندي ۽ ڏسي هو هنجي سراپ کان ڊڄي، هيٺ منهن ڪري من ئي من ۾ ڪجھ سوچڻ لڳو.

سوپري چيو: هي راجا! تون ڇيتا ڇولاءِ ڪرين؟ توکي به ڪنيادان ته ضرور ڪرڻو ئي آهي. اهو جيڪر ڪنيادان مون جهڙي رشيءَ کي ڪندين ته توکي ڪنيادان جو ڦل ضرور ملندو.

شري پراشرجي چيو: لڪهين مهرشي سوپريءَ جي سراپ کان ڏڪي راجا مانڌاتا نمرت سان هنکي چيو. ”هي مهرشي! اسان جي ڪل (آڪهه) ۾ سويمبر ڪرڻ جو رواج آهي. ڪنيا (ڇوڪري) ڪنهن به هڪ پرش کي پسند ڪندي آهي ته ان جو وهانءُ ان پرش سان ڪرڻو پوندو آهي. اوهان جي اها گهرج ته ڪجھه ٻي واجب آهي.“

مانڌاتا راجا جا اهي لفظ ٻڌي سمجهي ويو ته منهنجي ٻڍاپي کي ڏسي راجا مون کي موٽائي ٿو چاهي ته ڪابه ڇوڪري مون ٻڍي سان شادي ڪرڻ پسند نه ڪندي. من ۾ سوچڻ لڳو ته چڱو ٺيڪ آهي.“مان ان جو به ڪو اپاءُ ڪريان ٿو.“

اهو خيال ڪري هن مانڌاتا کي چيو:

جيڪڏهن ائين آهي ته انتهور جي دربان کي حڪم ڏيو ته مون کي زنانخاني ۾ وٺي هلي، جيڪڏهن ڪا ڇوڪري مون کي چاهيندي ته پوءِ مان ان سان شادي ڪندس، نه ته هن ٻڍاپي ”واريءَ عمر ۾ مون کي اهڙيءَ ”رسم آجائي ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت ڪانه آهي؟“ ائين چئي هن ڪٺي ماٺ ڪئي.

لڪهين رشيءَ جي شراپ جي ڀوءِ کان مانڌاتا زنانخاني جي سنڀال ڪندڙ دربان کي آڱيا ڏئي ڇڏي. ان سان گڏ انتهور ۾ پرويش ڪندي ڀڳوان سوپريءَ پنهنجي

شڪل ڪندرون ڪان به سهڻي بڻائي ڇڏي. ان رشيءَ کي انتهپور ۾ وٺي وڃي اُن انتهپور
جي رکيا ڪندڙ ماڻهوءَ انهن ڇوڪرين کي هيئين ريت ٻڌايو:-

”توهان جي پيءُ مانڌاتا جي آڳيا آهي ته هي برهمرشي اسان وٽ هڪ ڪنيا
لاءِ پڌاريا آهن ۽ مون هن رشيءَ سان پڪيا ڪئي آهي ته منهنجي ڪابه هڪ ڌيءُ
هن شريمان کي پسند ڪري اگر پنهنجو پتي چونڊيندي ته ان جي اُن ڪيل چونڊ ۾
ڪابه رنڊڪ نه وجهندس.“

ان سندر جوان کي ڏسي سڀئي راجڪماريون ان تي موهت ٿي پيون. ان مان
هرهڪ ائين چاهڻ لڳي ته فقط مان اڪيلي هن کي ورڻ ڪريان (چونڊيان) ته ڏاڍو
چڱو. سڀ ان جي اڳيان ڳلن جا هار ڪڍي اڀيون رهيون. هڪ ٻئي ۾ چوڻ لڳيون
”اڙيون ڀينرون- اجائي ڪوشش ڇولاءِ ڪريو- مان هن کي ورڻ ڪريان ٿي- هيءُ
تنهنجي لائق نه آهي- وڌاتا هنکي منهنجو پتي ۽ مون کي هنجي استري بڻايو آهي-
ان ڪري توهين چپ ڪري موٽي وڃو- جڏهن هي اسان جي انتهپور (حرم خانه) ۾
آيو تڏهن مون تي پهرائين هنکي پتيءَ جي روپ ۾ چونڊي ڇڏيو آهي.“ اهڙيءَ
طرح انهن راجڪمارين ۾ ان ڳالهه تان وڏو جهڳڙو مچي ويو.

جڏهن انهن سڀني راجڪمارين- تمام گهڻيءَ خوشيءَ سان اُن رشيءَ کي پنهنجو
پتي چونڊيو ته انهن راجڪمارين جي سنڀاليندڙ نمرتا سان وڃي راجا کي اها خبر ڏني. ۽
ان جي اها ڳالهه ٻڌي راجا وسمي ۾ پئجي ويو ۽ دل ۾ پڇتاءُ لڳو ته مون ڇو ان
رشيءَ کي اندر زنانخانه ۾ وڃڻ جي موڪل ڏني- هاڻي مان ڇا ڪريان، راجا منجهي
پيو پر ان لاءِ ٻيو ڪو رستو ڪونه هو. هنکي پنهنجي وچن جي پالنا ڪرڻي هئي.
۽ ان ائين ڪيو- ان وواهه سنسڪار جي رسم پوري ڪئي- سوڀري انهن سڀني
راج-ڪنيائن کي آشرم ۾ وٺي ويو، اتي وڃي هن ٻئي وڌاتا وانگر يون-نرماڻ-ڪلا ۾
هوشيار وشوڪرما کي ڪوٺائي چيو ته ”هنن سڀني راجڪمارين لاءِ پر هرهڪ لاءِ
الڳ الڳ محل ٺاهه، ۽ ڌيان رکجانءِ اهڙا ته سندر محل ٺاهجان- جيئن هرهڪ محل
جي اڳيان سندر باغ ضرور هجن- ۽ ان باغ ۾ سهڻا گل ڦل هئڻ گهرجن ۽ سهڻن پکين
جو به بندوبست هئڻ گهرجي- مطلب ته هرهڪ محلات جي عجيب رونق هجي ۽
هرهڪ ۾ ترڻ لاءِ تلاءُ پڻ هجي. انهن شلپ ڪلا جي خاص آچاريه وشوڪرما مهرشي
سوڀري جي آڳيا سان سڀ ڪجهه تيار ڪري- سوڀريءَ جي آڳيا سان انهن محلن ۾
عيش-عشرت جو سامان موجوده ڪيو ويو ۽ سڀني محلن ۾ خوشيءَ جي لهر ڇانئجي
ويئي. اُڪت ڌيءَ اچي انهن ۾ نواس ڪيو. راجڪماريون وڃي محلن ۾ رهيون ۽
انهن ۾ ڏاڍا اوچا طعام وغيره تيار ٿيندا هئا جن سان آيل مهمان وغيره ۽ نوڪر



ڀڳتن جـــو ڀڳوان وٽ جڏهين دوارڪا ۾ سداما ڀڳت ساڻس گڏ پڙهندڙ هو لـــ
هن سندس شاندار سواگت ڪيو. کيس سنگهاسڻ تي ويهاريو. پاڻ هيٺ ويٺو ؛
لڪشمي کيس چوڻور هڻڻ لڳي.

وڃن ٿلهن ۾ وري ٻيون نيون آشائون انهن جي جاءِ تي پيدا ٿي وينديون آهن، ٻچا وڏا ٿيندا، شاديون ڪندا. مون ٻوٽا جمندا ته وري ٻوٽن بابت آشائون پيدا ٿينديون.

هڪ ضرورت پوري ٿيندو ته وري ٻي ضرورت پيدا ٿيندو. هن دنيا ۾ ڪيترين سمسيائون ( مسئلا ) آهن، هڪ سمسيا (Problem) وري ٻيءَ سمسيا کي پيدا ڪري ٿي.

مون ڀاڻي چڱيءَ طرح سمجهو آهي ته انسان جيستائين جيئرو آهي اوستائين ضرورتن ۽ آشائون اميدون پيون پيدا ٿينديون. انهن سان گڏ نيون نيون سمسيائون پيدا ٿينديون. ان حالت ۾ انسان ڀورت ۾ لڳي نٿو سگهي. تپسيا ۽ ساڌنا جي مارگ کان هٽي وڃي ٿو ۽ وڃي ٿو مهاجار ۾ ڦاسندو.

افسوس جو منهنجي سماڌي جل-واس جي سائيءَ مڇيءَ جي سنگ مان اوچتو برباد ٿي ويئي ۽ ان جي سنگ جي ڪري مون شادي ڪرڻ جو خيال ڪيو ۽ ناٽي جي موه ۾ ڦاٿس. استريءَ ۽ ڌن کي سويڪار ڪرڻ سان ڀاڻي منهنجي ترشنا وڌندي وڃي ٿي، ترشنا جو ته انت آهي ئي ڪونه. هڪ استريءَ سان شادي ڪرڻ ۾ مها دک آهي ۽ مون ته پنجاه ڇوڪرين سان شادي ڪري دک کي پنجاه دفعا وڌيڪ ڪري ڇڏيو، ۽ ٻيءَ تمام گهڻي اولاد پيدا ڪري اهو دک تمام گهڻو وڌي ويو آهي. ڀاڻي هن ڪاموءَ ٻن پٽن جي ۽ ان جي ٻن پٽن جي ڪري ۽ وري انهن جي مٽين مائٽين ۽ وهاڻءُ جي سنبنڌن ڪري اهو دک اڃان به گهڻو وڌندو، هيءَ منهنجي شادي، منهنجي دک جو ڪارڻ بڻي آهي. ڀاڻيءَ جي تلاءَ ۾ رهي جيڪا مون تپسيا ڪئي اها برباد ٿي ويئي. هيءُ ناٽو ۽ دنيا جو ڏک رنڊڪ بڻجي پيو.

مڇ جي صحبت ڪري مون کي هيءُ جو سنسار جو خيال پيدا ٿيو. ان مون کي لڪي ڇڏيو. ڪڏهن به سنگ (صحبت) کان پري رهڻ لئي سنياسين کي مڪتي ڏئي ٿو هيءُ سڀ دوش موهه، ممتائون ۽ سنگ جي ڪري ئي پيدا ٿين ٿيون. سنگ جي ڪري ته ڀوڳ ۾ پورڻتا پراپت ڪندڙ ڀوڳ به پتت ٿي وڃي ٿو.

سنسار جي موه روپي مالڪ مڇ جي منهن ۾ مان ڦاٿو پيو آهيان. ڀاڻي ان مان ڇٽڻ جو فقط هڪ اپاءُ آهي. اهو آهي وشڻو ڀڳوان جي آراڌنا. بس ڀاڻي مان ان وشڻوءَ جي آراڌنا ڪندس جو اٺوءَ کان به اٺو آهي ۽ سڀ کان مهان به آهي. ڀاڻي شل منهنجو من وشڻو ڀڳوان ۾ نشچل رهي. جنهنڪري وري جنم مرڻ جي هن چڪر ۾ نه اچان. ان وشڻو ڀڳوان جي مان شرڻ وٺان ٿو."

شري پراشرجيءَ چيو:- اهڙيءَ طرح من ئي من ۾ سوچيندي سوڀري مني ٻن،

محلات ۽ سڀئي پدارٿن کي ڇڏي پنهنجن سڀني زالن سان بن ۾ هليو ويو. اُن وچي وانپرست آشرم ۾ رهيو. اُتي ڇڱو وقت رهي، وانپرست جا سڀ فرض پورا ڪري اُن آشرم جي نيمن موجب هلي، راڳ-دويش کي ڇڏي پوءِ وچي سنياسي ٿيو. پوءِ ته ڀڳوان ۾ آسڪت ٿي سڀئي شيءِ ۽ آشپ ڪرمن جو تياڳ ڪيائين ۽ موڪش کي پراپت ڪيائين. هن کي پوءِ ڀڳوت درشن ٿيو ۽ برهم ۾ لين ٿي ويو ۽ جو اننت آهي. اهڙيءَ طرح مون مانڌاتا جي ڌيئرن جي ٻاري ۾ سوڀريءَ جي جيون چرتر جو ورڻن ڪيو.

جيڪو ماڻهو هن سوڀريءَ جي چرتر جو سمرڻ ڪري ٿو يا هنکي ڇڱيءَ طرح پڙهي من سان اُن کي هنڊائي ٿو ته اُن ٻوش جي هن سنسار مان اورلي ٽپي ٿي ۽ پرماتما جي ڌيان ۾ من کي شانتي پراپت ٿئي ٿي ۽ هوءَ ڪماري ڪاڻ هنٽي سدمارڪ ڏالهن پروردهه ٿئي ٿو.

چوٿين انش جو ٻيون اڌياءُ سماپت



# ٽيون اڌياءُ

## مانڌاتا جو اولاد، ترشنڪوءَ جي سورڳ ڏانهن مٿي وڃڻ ۽ سگر جي اُتپتي وجيه

هاڻي اسين مانڌاتا جي پٽن جو ورڻن ڪريون ٿا، مانڌاتا جي پٽ جو نالو امبريش هو. امبريش کي يوواشو نالي پٽ پيدا ٿيو. يوواشو کي هاريت نالي پٽ ڄائو. جنهن مان انگراگوتر مان پيدا ٿيل هاريت-گڻ پيدا ٿيا. انهيءَ زماني ۾ رساتل ۾ منيه نالي ڇهه ڪروڙ گندرو رهندا هئا. هنن سڀني ناگ ڪل جا مکيه رتن هٿا ۽ اڌڪار کسي ورتا هئا. گندورن ناگن جا نه رڳو سڀ حق کسي ورتا هئا پر هنن کي ڀڄڻ تي پڻ ڪيو هو. ناگ ڏاڍا دکي ٿيا ۽ ناگن ڀڳوان پرشوتم وٽ وڃي پڪارڻ ڪئي- ڀڳوان پرشوتم جي شيش ناگ تي سمهندو آهي اهو ننڊ مان اٿيو هو. هن جون ڪمل جهڙيون اکيون کليل هيون. ناگن نمسڪار ڪري چيو: ”هي ڀڳوان! اسين هن گندورن جي ڀي کان ڪڏهن آزاد ٿينداسين؟“

تڏهن ڀڳوان پرشوتم چيو:- ”يوواشو جي پٽ مانڌاتا جي هيءَ پرڪتس نالي پٽ آهي- مان اُن ۾ پرويش ڪندس ۽ اُهن سڀني دشٽن گندورن کي ماريندس.“ اهو ٻڌي ڀڳوان جل شائي (پاڻيءَ تي سمهندڙ) کي پرڻام ڪري سڀ ناگن جا سردار

ناگن جي لوڪ ۾ واپس موٽي آيا ۽ پرڪتس کي گھرائڻ لاءِ پنھنجي ڀيڻ يعني
پرڪتس جي زال نرمدا کي آزيون نيزاريون ڪري سندس پٺيءَ وٽ موڪليائون.
انڪاڻ نرمدا پرڪتس کي رساتل ۾ وٺي آئي.

رساتل ۾ اچڻ سان پرڪتس پنھنجيءَ ٻهادريءَ سان سڀني گندورن کي ماري
ڇڏيو ڇاڪاڻ ته ھن ۾ وشنو ڀڳوان جي تيج جو واسو ھو. ھو پوءِ پنھنجي نگر ۾
واپس موٽي آيو، ان وقت سڀني ناگ-راڄن (ناگن جي راڻين) نرمدا کي ھيءُ ور
ڏنو ته ”جيڪڏھن ڪو ماڻھو توکي ياد ڪندو يا تنھنجو نالو وٺندو ته ان کي ناگ
جي زھر جو ڪوبہ اثر ڪونہ ٿيندو- ھنکي پوءِ ڪوبہ ڀپ ڪونہ ٿيندو. اھو سلوڪ
ھيٺيون آھي- ناگ جي زھر کي دور ڪرڻ لاءِ پڙھڻ گھرجي:-

نرمدايي نمھ پراتر نرمدا نمو نشي
نمو استو نرمدي تيبھر،
تراھي مان وش سرپتھ.

شلوڪ جي معني:- نرمدا کي صبح جو نمسڪار آھي ۽ رات جي وقت ۾ نرمدا
کي وارووار نمسڪار آھي. تون مون کي زھر ۽ ناگ کان بچاءِ.

مٿين شلوڪ جو اچارڻ ڪرڻ سان ڏينھن جو يا رات جي وقت ۾، ڪنھن به
وقت اونداھ ۾- ڪٿي به وڃڻ سان ڪيس ناگ نه ڏنگيندو ۽ ھنکي ياد ڪرڻ سان
کاڌي ۾ زھر کائڻ سان- ان جو اثر دور ٿيندو. پرڪتس کي ناگن جي راڻين ھيءُ
ور ڏنو ته تنھنجو اولاد جو ڪڏھن به انت نه ٿيندو.

پرڪتس کي نرمدا مان ترسد دسيوءَ نالي پٽ ڄائو- ان کي دک وجيہ ڪندي
راوڻ ماريو ھو.

ان جي ڪل ۾ سنڀو ورت نالي پٽ ڄائو- ان جو پوءِ ٻيو نالو ترشنڪو پيو.
ترشنڪوءَ بابت ھيءَ ڪھاڻي مشھور آھي ته ھو پوءِ وڃي چنڊال ٿيو ھو.

ھڪ دفع ٻارھن سالن تائين برسات ڪانہ پيئي. ان وقت اھو ترشنڪو
وشوامتر رشيءَ سندس زال ۽ ٻارن ٻچن جي کاڌي لاءِ گنگاجيءَ جي ڪناري تي ھڪ
ٻڙ جي وڻ ھيٺان ھررو ز ھرڻ ماس ڪٽي ايندو ھو. ان جي مراد ھئي ته رشيءَ جي ۽
سندس ڪٽنب جي پالنا ڪرڻ ڪري ھو چنڊالپڻي کان ڇٽي ويندو. ان ترشنڪوءَ
تي وشوامتر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ھن ان تي شرير ۾ (يعني ھيءَ شرير ڇڏڻ کان سواءِ)
سورگ ۾ موڪلي ڇڏيائين.

ترشنڪوءَ مان راجا ھرشچندر پيدا ٿيو. ھرشچندر جي پٽ جو نالو روھتاشو
ھو. ان خاندان ۾ اڳتي ھلي باھوءَ نالي ھڪ راجا پيدا ٿيو. جنھن ڇگو وقت راڄ

ڪيو ۽ پوءِ هيهيہ ۽ تال جنگهہ نالي کترين هنجي ملڪ تي حملو ڪيو. ۽ هنن جي
هار ٿي- جنهنڪري هو گوپوليءَ پٽراڻيءَ سميت ٻن ۾ هليو ويو. پٽراڻيءَ جي ٻهاج
ان کي زهر کارايو. ان مراد سان تہ ان کي ٻار نہ ٿئي. پر جونتا اهو گرڀ ۾ متوڪول
اهو ٻالڪ تمام گهڻو وقت گرڀ ۾ رهيو.

آخر اهو ٻاهو ٻڍاپي جي ڪري مري ويو. ان جي پٽراڻي پنهنجي پتيءَ جي
لاش سان چکيا ۾ جلي مرڻ جو ويچار ڪيو. پر اوروَ رشيءَ ان کي سمجهايو ۽ ان
کي ٻڌايائين تہ ان کي جيڪو پٽ ڄمندو سو ڏاڍو پرسڌ راجا ٿيندو. هو سڄيءَ
پرٿويءَ تي راڄ ڪندو. رشيءَ جو چوڻ ان مڃيو ۽ اوروَ رشيءَ جي آشرم ۾ اچي رهي.

ٿورن ڏينهن کان پوءِ هنکي گر (زهر) سان گڏ هڪ سهڻو ٻار ڄائو. شري
اوروَ رشيءَ ان جو نالو ان ڪري سگر رکيو. جڏهن وڏو ٿيو تڏهن ان کي جڻيو
وغيره پائي ان کي ويد ۽ شاستر پاڙهيا ويا. اوروَ رشيءَ کان هن ودئا سکڻ شروع
ڪئي. جڏهن هو وڏو ٿيو ۽ عقلمند ٿيو تڏهن ان ٻار ماءُ کان پڇيو تہ امان! اسين
هن تپوبن ۾ ڇو ٿا رهون ۽ منهنجو پيءُ ڪٿي آهي؟"

اهڙيءَ طرح ٻيا بہ ڪيترا سوال پڇيائين، تڏهن سندس ماءُ ان کي سڄي ڳالهہ
ڪري ٻڌائي. اهو ٻڌي ان کي ڏاڍو غصو آيو، راڄ جو کسجي وڃڻ هو سهي نہ سگهيو.
هن هيهيہ ۽ تال-جنگهہ کترين کي مارڻ جي پرتگيا ڪئي ۽ گهڻو ڪري سڀني
هيهيہ ۽ تال-جنگهہ ونش جي راجائن کي ماري ناس ڪري ڇڏيائين.

ان کانپوءِ ٻين قومن جهڙوڪ شڪ، ياون، ڪامبوج، پارد ۽ پهلو وغيره سان
زخمي ٿي ۽ هار کائي سگر جي ڪل گروءَ وسشٽ جي شرڻ ۾ ويا. وسشٽ هنکي
جيئرو-مئو (جيئري ئي مئلن وانگر) ٺاهي سگر کي چيو- "پٽ هنن جيئري ئي
مئلن جي پٺيان ولڻ مان ڪهڙو فائدو؟ ڏس، تنهنجيءَ پرتگيا کي پوري ڪرڻ لاءِ
مون ئي هنن کي پنهنجي ڌرم ۽ پنهنجي ذات وارن کان محروم ڪيو آهي راجا
چيو تہ جيڪا گروجن جي آگيا. مان اوهان جي آگيا موجب هلندس. راجا پوءِ هنن
جون پوشاڪون بدلي ڇڏيون، ياونن جا مٿا ڪوڙائي ڇڏيائين، شڪن جا اڌ مٿا ڪوڙائي
ڇڏيائين، پاردن کي چيائين تہ تہ اوهين پنهنجا وار وڏا رکو، پهلوين جون ڏاڙهيون
۽ مڇون ڪوڙائي ڇڏيائين، کترين کي جي هنن جا دشمن هئا. انهن کي
پنهنجي ڌرم کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيائين ۽ اهي وڃي مليڇ ٿيا ان کانپوءِ مهاراڄ سگر
سڄيءَ پرٿويءَ تي راڄ ڪيو.

ٽيون اڌياءُ سماپت



# چوٿون اڌيا

## سگر، سوداس، کٽوانگ ۽ ڀڳوان رام جي چرتر جو ورنن

شري پراشرجيءَ چيو- ”ڪاشيپ جي ڌيءَ سمتي ۽ ودربهه راج جي ڌيءَ ڪيشني اهي راجا سگر جون ٻه زالون هيون. راجا سگر اولاد لاءِ ڀڳوان اورو جي آرادنا ڪئي. هو سمادي لڳائي ڌيان ۾ ويٺو. ڀڳوان اورو کيس هيءُ ور ڏنو، ”هڪ مان توکي فقط هڪ پٽ ٿيندو، جو تنهنجي ونش جو واڌارو ڪندو ۽ ٻيءَ مان توکي سٺ هزار پٽ پيدا ٿيندا. پر جنهنکي جيڪو وڻي اهو پنهنجي مرضيءَ موجب گهري وٺي. جنهنکي هڪ پٽ کپي انکي هڪ پٽ ملندو ۽ جنهنکي سٺ هزار پٽ کپن انکي اوترا ملندا.“ ان جي ائين چوڻ تي ڪيشنيءَ هڪ پٽ گهريو ۽ سمتيءَ سٺ هزار پٽن جو ور گهريو.“

مهرشيءَ ”تٿاستو“ (يعني ائين ئي ٿيندو) چيو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ ڪيشنيءَ اسمنجس نالي هڪ پٽ ڄڻيو ۽ سمتيءَ سٺ هزار پٽ پيدا ڪيا. راجڪمار اسمنجس کي انشمان نالي پٽ ڄائو. اسمنجس ٻاراڻي اوستا کان ئي دراچاري ۽ بد چلن هو. پٽس کي اميد هئي ته وڏي هوندي سڌري ويندو، پر وڏيءَ عمر ۾ ٻه هن جي چال چلگت نه سڌري. جوانيءَ ۾ ته هو ڏاڍا خراب ڪم ڪرڻ لڳو، انهيءَ ڪري سندس پيءُ کيس گهر کان ڪڍي ڇڏيو. هن جي سٺ هزار ڀائن تي ٻه اسمنجس جي بريءَ هلت جو اثر ٿيو. نتيجو اهو نڪتو جو اهي سڀ دراچاري ۽ پاپي ٿيا ۽ ڏاڍا برا ڪم ڪرڻ لڳا. ان وقت هنن ديوتائن کي ۽ عام ماڻهن کي ڏاڍو ستايو؛ تڏهن ديوتائون پاڻ ۾ گڏجي ڪپل رشيءَ وٽ ويا. ڪپل ڀڳوان پرشوتم جو اوتار هو. ڪپل ديو کي نمسڪار ڪري ديوتائن چيو، ”هي ڀڳوان! راجا سگر جا هي سٺ هزار پٽ ٻه ڏاڍا پاپي ٿي پيا آهن. هنن جي ڪري سنسار ۾ يگيه وغيره بند ٿي ويا آهن. چڱن ڪمن ۾ هي رنڊڪ وجهن ٿا. جهڙو هنجو پٽ اسمنجس برو نڪتو اهڙا هي سڀ اسان لاءِ آزار بڻجي پيا آهن؛ ان ڪري سنسار جي حالت ڇا ٿيندي؟ هي پريو! غريبن جي رکشيا ڪرڻ لاءِ ئي اوهان اوتار ورتو آهي، هاڻي هن مصيبت کان دنيا کي بچايو.“

اهو ٻڌي ڀڳوان ڪپل چيو، ”اوهين خيال نه ڪريو؛ هيءُ سڀ ٿورڙي وقت ۾ ناس ٿي ويندا.“

ان وقت سگر اشومين يگيه شروع ڪيو. اشومين يگيه جي ڀوتر گهوڙي جي سنڀال ڪرڻ جي جوابداري پنهنجن پٽن تي رکيائين، پر ڪو ماڻهو گهوڙي کي

جوراڻي پرلوڪ ۾ گهڙي ويو.

سگر جي سٺ هزار پٽن گم ٿيل گهوڙي جي ڳولها ڪرڻ شروع ڪئي. گهوڙي جي پيرن جي نشان جي پٺ وٺي هنن مان هرهڪ چار چار ڪوهه زمين کوٽي ڇڏي ۽ سيڌو پاتال ۾ پهچي ويا. اُتي اشومبد جي گهوڙي کي گهمندو ڏٺائون ۽ اُتي هنن مهرشي ڪپل ديو کي ڏٺو. مهرشي ڪپل ديو جو چهرو سورج وانگر ٻهڪي رهيو هو.

مهرشي ڪپل ديو کي ڏسي هو سڀ رڙيون ڪري چوڻ لڳا ته ”اڙي، هيءُ ئي چور آهي، هن اسانجو گهوڙو چورايو آهي ۽ هن ئي لڪڻ ۾ وگهسڻ وڌو آهي؛ هن کي هڪدم ماري ڇڏيو.“ اهي رڙيون ڪندي سڀني هٿيار وغيره کڻي مهرشي ڪپل ديو تي حملو ڪيو. اُن وقت ڀڳوان ڪپل ديو اکيون مٿي کڻي هنن ڏانهن نهاريو. رشيءَ جي مٿن نظر پوندي ئي هو سڀ سندن بدنن مان باهه نڪرڻ ڪري جلي مري ويا.

مهاراج سگر کي جڏهن خبر پيئي ته هن جا سڀ سٺ هزار پٽ ڪپل ديو جي تيج سان جلي ڀسم ٿي ويا آهن، تڏهن هن اسمنجس جي پٽ انشمان کي گهوڙي کي وٺي اچڻ لاءِ مقرر ڪيو.

انشمان به سگر جي پٽن کان کوٽيل رستي کان ڪپل وٽ پهتو. اُتي، عزت ۽ پيار سان هو وڃي ڪپل ديو جي پراٿنا ڪرڻ لڳو. ڪپل ديو هن کي چيو ته ”پٽ! وڃ، هن گهوڙي کي وٺي وڃي پنهنجي ڏاڏي کي ڏي ۽ جيڪا به تنهنجي اڇا هجي اهو ور مونکان گهُر. تنهنجو پوٽو گنگاجيءَ کي سرڳ مان هيٺ پرٿويءَ تي لاهيندو.“ اُن تي انشمان گهُر ڪئي ته ”هي مهرشي! مونکي هيءُ ور ڏيو ته هنن سڀني منهنجي چاچن جي، جيڪي برهم سراپ ڪري جلي ڀسم ٿي ويا آهن، ڪا سڌ گتي ٿئي. هنن کي به سرڳ ملي.“ اهو ٻڌي ڀڳوان ڪپل ديو چيو ته ”مان توکي پهريائين چئي چڪو آهيان ته تنهنجو پوٽو گنگا نديءَ کي آڪاش مان هيٺ پرٿويءَ تي آڻيندو. سرڳ مان گنگا جڏهن هيٺ پرٿويءَ تي ايندي تڏهن اُن جي پوتر جل سان هنن جي هڏين ۽ ڀسم جو سپرش ٿيڻ ڪري هنن جو اُڌار ٿيندو؟ هو سڀ سرڳ ۾ ويندا.“

ڀڳوان وشنوءَ جي چرڻن مان نڪتل اِن گنگا جي جل جو ڏاڍو وڏو مهاتم آهي. فقط اهو پساڻي سنان وغيره جي اُپيوگ ۾ ايندو، ائين نه آهي) پر ڪنهن ولڪ (مري ويل) پراڻيءَ جي هڏين ۽ ڀسميءَ سان اُن جل جو سپرش ٿيڻ ڪري هو پراڻي سرڳ ۾ ويندو. گنگا ۾ سنان ڪرڻ ته وڏو پڄ آهي، پر مرڻ کان پوءِ

هاڻي ۽ پسمي گنگا ۾ وجهڻ سان اُن پراڻيءَ کي سرڳ ملي ٿو.''

ڀڳوان ڪپل ديو جي انهن چوڻ تي انشمان مهرشيءَ کي پرڻام ڪري گهوڙي کي وٺي ڏاڏي جي ڀڳيه شالا ۾ پهتو. راجا سگر به گهوڙي جي ملڻ بعد پنهنجو ڀڳيه سماپت ڪيو. سندس پٽن زمين ايتري ته کوٽي هئي جو اها کوٽيل زمين ساگر ٿي پيئي. پنهنجن سٺ هزار پٽن جي سنيهه جي نشانيءَ اُن ساگر کي سگر راجا ائين سمجهيو، جڻ ته اهو ساگر سندس پٽ آهي.

اُن انشمان کي دليپ نالي پٽ ڄائو ۽ دليپ کي ڀگيرٿ نالي پٽ پيدا ٿيو، جنهن گنگاجيءَ کي سرڳ مان پرٿويءَ تي آندو. اهوئي سبب آهي جو گنگا نديءَ تي ٻيو نالو 'ڀاڳيرٿي' پيو. ڀگيرٿ مان سهوتر نالي پٽ پيـــدا ٿيو ۽ اُنجي ڪل ۾ ٻارنهن پيڙهين کانپوءِ رت پرڻ نالي پٽ پيدا ٿيو. اهو رت پرڻ راجا نل جو مددگار هو ۽ جوئا جي فن ۾ به اُن وقت تمام هوشيار هو ۽ اڪري ڏاڍو مشهور هو.

رت پرڻ جي خاندان ۾ وري هڪ سوداس نالي پٽ پيدا ٿيو. جڏهن اهو وڏو ٿيو ته هڪ ڏينهن شڪار ڪرڻ ويو. شڪار ڪندي گهمندي ٻه چيتا ڏٺائين. هن خيال ڪيو ته هن سڄي جهنگل کي چيتن کان خالي ڪري ڇڏيو آهي. ائين خيال ڪري اُنهن مان هڪ کي ماري ڇڏيائين. مرڻ وقت هُو هڪ خوفناڪ راڪشس ٿي ويو. ٻيو چيتو به ''مان هن کان ان جو بدلو ضرور وٺندس'' اهـــي لفظ چئي غائب ٿي ويو.

گهڻي وقت گذرڻ بعد سوداس هڪ ڀڳيه ڪيو. ڀڳيه سماپت ٿيڻ تي جڏهن آچاريه وسشٽ ٻاهر هليو ويو تڏهن اهو راڪشس وسشٽ جو روپ ٺاهي چوڻ لڳو ''ڀڳيه جي پوري ٿيڻ تي مونکي ماڻهوءَ جي ماس جو ڀوڄن کارائڻ گهرجي ۽ ان ڪري اوهين اهڙو کاڌو تيار ڪرايو جنهن ۾ ماڻهوءَ جو گوشت پڻ هجي، مان اچان ٿو.'' ائين چئي ٻاهر هليو ويو. پوءِ وري رسوئي جي شڪل ۾ اچي راجا جي حڪم سان ماڻهوءَ جو ماس پچائي راجا جي اڳيان اچي رکيائين. راجا به اُنکي سوني ٻاسڻ ۾ رکي وسشٽ جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو ۽ جڏهن وسشٽ آيو تڏهن اُن جي اڳيان اهو پچايل نر-ماس رکيائين.

وسشٽ من ۾ خيال ڪرڻ لڳو ته 'راجا ڄاڻي ٻجهي مونکي هيءُ گوشت کارائي ٿو، هيءُ مونسان سٺي هلت نٿو هلي.'' وري ٿورو وقت وسشٽ سماڌيءَ ۾ ويهي ڌيان ڪرڻ لڳو. ڌيان جي حالت ۾ هن ڏٺـــو ته اهو برابر ماڻهوءَ جو ماس آهي، اُن تي هنکي ڏاڍو غصو آيو. جوش ۾ اچي راجا کي هيءُ سراپ ڏنائين ''جيئن ته ماڻهوءَ جو ماس ڏيئي تو منهنجي بيعزتي ڪئي آهي، ان ڪري هاڻي هميشه تون

پيو ماڻهوءَ جو ماس کائج (يعني تون راڪشس ٿي ويندين)."

اُن کان پوءِ راڄا عرض ڪيو ته "هي مهاراج! توهان ئي ته مونکي اهڙي آگيا ڏني هئي." اهو ٻڌي وري وسشٽ سماڌيءَ ۾ وِهي ڌيان ڪرڻ لڳو. سماڌيءَ ۾ وِهي ڌيان ڪندي، هن کي سڄي حقيقت جو پتو پئجي ويو. تڏهن هن راڄا تي دَيا ڪندي چيو "تون وڌيڪ وقت نه. ماس جو ڀوڄن نه ڪندين، صرف ٻارهن ورهيه ئي توکي اهڙو ڪرڻو پوندو."

وسشٽ جي اهڙي چوڻ تي راڄا سوداس به هٿ ۾ پاڻي کڻي مشهور وسشٽ کي سراپ ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو، پر هن جي زال مدينتيءَ هن کي روڪيندي چيو ته "هيءُ اسانجو ڪل-گرو آهي، هن کي سراپ ڏيڻ واجب نه آهي."

زال جا اهي لفظ ٻڌي هن سراپ نه ڏنو ۽ کڻي چپ ڪئي. پر هن پنهنجي هٿ جي ترِيءَ تي سراپ ڏيڻ لاءِ جو جل کنيو هو، اهو جل نه آڪاش ڏانهن ڦٽو ڪيائين ۽ نه زمين تي. بلڪ پنهنجن پيرن تي ئي ڦٽو ڪري پير آلا ڪري ڇڏيائين. بادلن ۽ اُن جي رکشا لاءِ هن اهو جل آسمان ۽ ڌرتيءَ تي ڦٽو نه ڪيو. اُن ڪاوڙ ۽ غصي واري پاڻيءَ جي پيرن تي پوڻ ڪري هن جا پير سڙي ويا ۽ پيرن تي اڇا ۽ ڪارا داغ ٿي پيا. انڪري اُنجو نالو 'ڪلماش پاد' پيو. 'ڪلماش پاد' لفظ جي معنيٰ آهي چٽڪمرن پيرن وارو ماڻهو.

اهو سوداس جنهنجو نئون نالو ڪلماش پاد پيو، سو وسشٽ جي سراپ جي اثر ڪري ٽئين ڏينهن شام جي وقت راڪشسن جي سڀاءَ ۾ اچي ٻـن ۾ گهمندي ڪيترن ماڻهن کي کائڻ لڳو.

هڪ ڏينهن هن هڪ منيشور کي رتوڪال جي وقت پنهنجي زال سان سنگم ڪندي ڏٺو. اُن تمام خوفناڪ شڪل واري راڪاس کي ڏسي ٻئي زال مڙس وٺي ڀڳا. هن کي ڀڄندو ڏسي، هن ڊوڙي وڃي براهمڻ کي پڪڙيو ۽ کيس سوگهو جهليائين. تڏهن براهمڻيءَ هن کي ڏاڍيون آزيون نيازيون ڪندي چيو ته "هي راڄا! اوهين راڪشس نه آهيو، بلڪ اوهين اڪشواڪو ڪل ۾ پيدا ٿيل سوداس نالي راڄا آهيو. اوهانکي استري سنڀوڳ جي سک جي ڄاڻ آهي ۽ مان اڃا اترپت آهيان، منهنجي پتيءَ کي مارڻ اوهان لاءِ واجب نه آهي." اهڙيءَ طرح جيتوڻيڪ اُن استريءَ ڏاڍا ورلاپ ٿي ڪيا تڏهن به اُن راڪشس براهمڻ کي کائي ڇڏيو ۽ جيئن بکايل جيتو پنهنجي شڪار کي کائي ڇڏيندو آهي.

تڏهن اُن براهمڻيءَ تمام ڪروڌ ۾ اچي راڄا کي سراپ ڏنو، "اڙي پاپي! تو نسار هي سک جي پرواهه به نه ڪئي. مان اڃا سنسار جو سک وٺڻ تي

چاهيو تہ تو منهنجي پتيءَ کي کائي ڇڏيو. انڪري جڏهن بہ تون استري-سهواس
جي ڪوشش ڪندين تہ تنهنجو موت ٿيندو." اهڙيءَ طرح اُن براهمڻيءَ راجا کي
سراپ ڏئي، اگنيءَ ۾ پرويش ڪيو. اُن ڪانپوءِ ٻارهن ورهين گذرڻ بعد راجا سوداس
راڪشسپڻي جي سراپ کان آجو ٿي ويو ۽ هڪڙي ڏينهن جڏهن هن سنسار جي وشين
جي سک وٺڻ جي ڪوشش ڪئي تہ راڻي مدينتيءَ اُنکي براهمڻيءَ جي سراپ جي
يادگيري ڏياري؛ اُن وقت کان وٺي راجا استري-سنڀوگ تياڳ ڪري ڇڏيو. پوءِ
پٽ جي نہ هئڻ ڪري راجا جي پرارٿنا ڪرڻ تي وسشٽ رشيءَ نيوگ ڪيو، جنهن
ڪري مدينتيءَ کي گرڀ ٿيو. جڏهن ست ورهيہ گذرڻ بعد بہ مدينتيءَ ويم نہ ڪيو
تڏهن اچار تي ديوي مدينتيءَ اُن تي پٿر سان ڌڪ هنيو، اُن تي اُن وقت ئي هڪڙي
پٽ ڄائو ۽ اُنجو نالو اشمڪ رکيو ويو. (اشمڪ جي معنيٰ آهي تہ اهو ٻار جو پٿر
هڻڻ سان پيدا ٿيو).

اشمڪ کي مولڪ نالي پٽ ڄائو. جڏهن پرشرام هيءَ سڄي ڌرتي ڪشترين کان
خالي ڪري رهيو هو، ڪشترين کي ڳولهي ڳولهي ماري رهيو هو؛ اُن وقت مولڪ جي
رکشيا وسترهينا استرين (جن کي ڪپڙا نہ پيل هئا، اهڙين اگهاڙين زالن) اچي چوڌاري
گهيرو ڪري ڪئي هئي. انهيءَ ڪري اُن گهيري کي 'ناري ڪوچ' بہ ڪري چوندا
آهن، ڇاڪاڻ تہ ناريون اُنجو ڪوچ (زره) بڻيو.

اُن مولڪ جو پٽ ولش وڌيو ۽ اُنجي ڪل ۾ کٽوانگ نالي پٽ ڄائو، جنهن
ديوتائن ۽ اسرن جي جنگ ۾ ديوتائن جي عرض ڪرڻ تي دئيتن کي ماريو هو.
اهڙيءَ طرح ڌرتيءَ کان آڪاش ۾ وڃي هن ديوتائن جي مدد ڪئي. ديوتائن اُن تي
خوش ٿي هن کي چيو تہ "تون اسانکان ڪو ور گهر." هن چيو تہ "جيڪڏهن
مونکي اوهانکان ڪو ور گهرڻو پوي تہ ٻڌايو اوهين منهنجي عمر ٻڌايو." تڏهن
تي ديوتائن چيس تہ "هاڻي تنهنجي عمر فقط هڪ ڪلاڪ ڪن آهي." ديوتائن جي
اِئين چوڻ تي هو هڪ وماڻ تي چڙهي جلدي ڌرتيءَ تي هيٺ لٿو.

مرتيو لوڪ ۾ اچي هو چوڻ لڳو تہ "جيڪڏهن سڄي عمر مون رشين منين ۽
براهمڻن جي سيوا ڪئي آهي ۽ سڄي جڳت ۾ واسديو کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڏٺو
آهي، هرهنڌ مونکي واسديو نظر اچي رهيو آهي تہ شل مان هاڻ جلد اُن پرماتما
کي پراپت ڪريان." اِئين چوندي راجا کٽوانگ پنهنجو ڌيان پرماتما ۾ لڳايو ۽ اُن
۾ ئي هو ليِن ٿي ويو.

اُن راجا کٽوانگ جي باري ۾ سپت رشين اڳيئين وقت هڪ سلوڪ چيو. اُن
سلوڪ جي معنيٰ آهي تہ "کٽوانگ جي برابر ٻيو ڪو بہ راجا هن ڌرتيءَ تي ڪونہ

ٻڌو، جيئن جڏهن ٻڌو ته هُو فقط هڪ ڪلاڪ کن هن پرٿويءَ تي آهي ته فقط ٻه گهڙيون کن زندگي رهندي ته سورڳ لوڪ کان هيٺ پرٿوي لوڪ ۾ آيو، ستيه روپ ڀڳوان واسديو کي پراپت ڪيو."

ڪٿوانگ کان ديرگهه ٻاهو نالي پٽ جنم ورتو. ديرگهه ٻاهوءَ مان راجا رگهو پيدا ٿيو. رگهوءَ مان اَج ۽ اَج مان راجا دشرٿ ۽ راجا دشرٿ کي رام، لڪشمڻ، ڀرت ۽ شترگهن نالي چار پٽ ڄاوا. رام ڀڳوان جو اوتار هو.

رام ننڍي هوندي ئي وشوامتر سان گڏ يگيه جي رکيا ڪرڻ لاءِ ويندي رستي ۾ تاڙڪا راڪسياڻيءَ کي ماريو هو ۽ يگيه شالا ۾ پهچي ماريچ کي ٻاڻ سان زخمي ڪري سمنڊ ۾ اڇلي ڇڏيو ۽ سباهو وغيره راڪشسن کي ناس ڪري ڇڏيائين. هن پنهنجي درشن سان ئي آهليا جو اڌار ڪيو. هوءَ سراپ جي ڪري پٿر ٿي پيئي هئي. رام جي چرڻن جي سپرش سان هوءَ وري سندر ناري ٿي پيئي. پوءِ جنڪ پوريءَ ۾ وڃي ننڍي ڪنهن تڪليف جي مهاديو جو ڌنش ٽوڙيائين ۽ سويمبر ۾ سيتا رام کي ور-مالا پارائي پنهنجو پتي چونڊيو. سيتا راجا جنڪ جي ڌيءَ هئي. راجا جنڪ کي هر ڪڙهندي زمين مان ملي هئي، سيتا پرٿويءَ مان نڪتي هئي. ان کانپوءِ ڪتري ڪل جي ناس ڪندڙ پرشورام جو اڀمان ٽوڙيائين.

پوءِ پتا جي وچن جي پالنا ڪرڻ لاءِ راڄگديءَ جي پرواهه نه ڪري لڪشمڻ پنهنجي ڀاءُ ۽ ڌرمپتنيءَ سيتا سان گڏ بن ۾ هليو ويو.

بن ۾ رام گهڻن ئي راڪشسن کي ماريو. جهڙوڪ: وراڌ، کر، دوشڻ، ڪبنڌ، سگريو جي مدد ڪري ٻاليءَ کي ماريائين ۽ ٻاندرن جي مدد سان سمنڊ تي پل ٻڌي سڀني راڪشسن ۽ راوڻ کي ماري سيتا کي بند مان آزاد ڪيائين. جيتوڻيڪ سيتا پتورتا ناري هئي، رام کي به اهو پڪو وشواس هو، ان هوندي به اگني پريکشا ڪرائي سيتا کي وڌيڪ پوتر ثابت ڪيائين. سڀني ديو ديوتائن ۽ ماڻهو جنڪ جي ڌيءَ سيتا جي ساراهه ڪرڻ لڳا.

پوءِ رام پنهنجي ڀاءُ لڪشمڻ ۽ سيتا کي وٺي هنومان سان گڏ پشپڪ وماڻ ۾ چڙهي اَيوڌيا ۾ پهتو. اَيوڌيا نگريءَ جي ماڻهن رام جي ڀيڪبدار آجيان ڪئي. ان کانپوءِ رام جي راڄ تلڪ جو جشن ملهايو ويو. اهو اُتسو اهڙي نه سندر نموني ملهايو ويو جنهنجو بيان وسنار سان ڪجي ته هڪ سال لڳي وڃن ۽ ان هوندي به تمام مختصر ۾ ٻڌ:

دسرٿ جو پٽ شري رامچندرجي راڄ سنگهاسڻ تي ويٺو. سندس تخت جي
ڀ لڪشمڻ، ڀرت، شترگهن، وسشٽ، سگريو، انگد، جامونت ۽ هنومان

چئور جهولائڻ لڳا. ان راڄ تلڪ جي اُتسو ۾ ديوتائون ۽ رشي منسي به حاضر هئا.
ديوتائن ۾ برهما، اندر، اگني، يم، ورڻ، وايو، ڪبير وغيره هئا.

رشين ۾ وسشٽ، وامديو، والميڪي، وشوامتر، ڀاردواج وغيره مکيه رشي ۽ منِي اُتي اچي اُتسو ۾ شامل ٿيا هئا ۽ ويد منترن سان راجا رامچندر کي آشيرواد ڪيائون. سوستي واچن ويد جا منتر پڙهيا ويا.

سنگيت جو ڏاڍو وڏندڙ پروگرام هو. مختلف سازن وڄا، مردنگ وغيره جي سرن سان سچو وايو منڊل سنگيت ميه ٿي ويو هو. نرتيه، گيت ۽ سازن جو دلڪش سنگيت جي هلندي شري رام تخت تي براجمان ٿي ويٺا هئا. راڄ تلڪ جو سماروه وڏيءَ ڌوم ڌام سان ڪيو ويو. سڀ راجائون ۽ سردار اُتي حاضر هئا.

اهڙيءَ طرح ڪيترا ئي ورهيه رامچندر تخت تي ويهي راڄ هلايو. رام جهڙو راجا ڪونه ٿيو آهي ۽ اُن جهڙو راڄيه پربند به اڄا تائين ڪونه ٿيو آهي، انڪري تمام سٺي راڄ ڪاروبار کي، "رام راڄيه" سان ڀيٽ ڪندا آهن.

ڀرت به گندرو لوڪ کي جيتڻ لاءِ وڏي سينا وٺي ٽن ڪروڙن گندرون کي نيست نابود ڪري وجيه پراپت ڪئي. شترگهن به ڪيترائي بهادريءَ جا ڪم ڪيا. هن هڪ ڪوڙ نالي راڪشس کي ماريو ۽ متّرا نالي نگري برپا ڪيائين.

اهڙيءَ طرح چئني ڀائرن سڄي جڳت جي سٺي وئوستا ڪئي ۽ ديش اُن وقت خوب اُنتي ڪئي. اهڙيءَ طرح ڪيترا ورهيه راڄ ماڻي آخر سرڳ لوڪ پڌاريو.

اُن وقت جيڪي به رام جا پريمي ڀڳت هئا، اُهي به ندميه ٿي رام سان گڏ ديولوڪ پڌاريا ۽ اُنهن به سالوڪيه مڪتي پراپت ڪئي. دشمن کي ماري هن جڳت ۾ شري رام شانتي استاپن ڪئي.

شري رام کي ڪش ۽ لوُ نالي به پٽ ٿيا. لڪشمڻ کي اُنگد ۽ چندرڪيتوءَ نالي ٻه پٽ ڄاوا. ڀرت کي به تڪش ۽ پشڪل نالي ٻه پٽ ٿيا ۽ شترگهن جي ٻن پٽن جا نالا هئا سباهوُ ۽ شورسين.

اهڙيءَ طرح لوُ ۽ ڪش کي به پٽ ڄاوا؛ اُنهن جو ونش ڪيترائي هزار ورهيه پرٿويءَ تي راڄ ڪندو رهيو. اُنهن جي ڪل ۾ اڳتي هلي هرڻيه ناڀ نالي هڪ يوگي پيدا ٿيو. ان هرڻيه ناڀ مها يوگيشور ياگيه والڪيه کان يوگ ودّيا سکي هئي. اُن جي ڪل ۾ پيا به ڪيترائي اهڙا پرش پيدا ٿيا، جن يوگ ودّيا ۾ حد درجي جي ڪماليت حاصل ڪئي هئي.

هي مئتريه! هن وقت به اُنهن جي خاندان مان مروءَ نالي هڪ مهايوگي ڪلاپ گرام ۾ موجود آهي ۽ يوگ اُڀياس ڪري رهيو آهي.

ايندڙ يگ ۾ به اهو مها يوگي سوريه ونش جي راجائن جي ونش جي سلسلي کي جاري رکندو.

ان مروءَ جي ڪل ۾ به هڪ برهدبل نالي ماڻهو پيدا ٿيو. جنهن مهاڀارت جي جنگ ۾ ارجن جي پٽ ابهمنيوءَ کي ماريو هو.

اهڙيءَ طرح مون اڪشواڪو ڪل جي مکيه مکيه راجائن جو ورنن ڪيو. اهي ڏاڍا پوتر راجائون هن ڀارت ورش ۾ پيدا ٿيا. انهن جو جيون چرتر ٻڌڻ سان به منش سڀني پاپن کان ڇٽي وڃي ٿو.

چوٿون اڌياءِ سماپت



# پنجون اڌياءِ

## نميءَ جو چرتر ۽ نميءَ جي ونش جو ورنن

اڪشواڪو جو نميءَ نالي هڪ پٽ هو. هن هڪ يگيه شروع ڪرڻ جو ارادو ڪيو، جو هزار ورهين ۾ پورو ٿيڻ وارو هو. ان يگيه ۾ هن وسشٽ کي آچاريه مقرر ڪرڻ جو پڪو خيال ڪيو. وسشٽ چيو ته اندر مونکي پهريائين هڪ يگيه لاءِ چوندو آهي، جو يگيه پنج سؤ ورهيه هلندو. انڪري بهتر آهي ته ايتري وقت تائين تون ترس ۽ آئون اچڻ تي مان تنهنجي يگيه جو آچاريه ٿيندس. وسشٽ جي ان چوڻ تي راجا اُن کي ڪجهه به جواب نه ڏنو.

وسشٽ دل ۾ سمجهيو ته راجا هن جي اها ڳالهه قبول ڪئي آهي انڪري وسشٽ اندر جو يگيه شروع ڪري ڇڏيو. پر راجا نميءَ به ساڳيءَ وقت گوتم وغيره رشين جي مدد سان اهو يگيه شروع ڪري ڇڏيو. هو وسشٽ لاءِ نه ترسيو.

وسشٽ جي [illegible] ته اندر جو يگيه پورو ڪري ورتي نميءَ جو يگيه شروع ڪرڻو آهي. ان خيال سان اندر جو يگيه پورو ڪري جلد ئي وسشٽ به اچي پهتو. هن ڏٺو ته [illegible] جاءِ تي گوتم مقرر ڪيو ويو آهي ۽ آچاريه جي حيثيت ۾ يگيه ڪرائي رهيو آهي. ان تي وسشٽ کي ڏاڍو غصو آيو. ان وقت [illegible] سمهيو پيو هو. سمهيل راجا نميءَ کي هن سراپ ڏنو ته ”هن مونکي [illegible] ڪم جو پورو ڪو [illegible] کي سونپيو آهي، انڪري هن جو شرير [illegible] کان سواءِ ٿي ويندو. شرير لفظ لاءِ ٻيو لفظ آهي ديهه ۽ انڪري [illegible]

راجا نميءَ جڏهن ننڊ مان اُٿيو ۽ هن کي خبر پيئي ته وسشٽ ڪيس سراپ ڏنو آهي تڏهن نميءَ چيو ته ”هن دشٽ گروءَ وسشٽ مونسان ان بابت ڪابه ڳالهه نه ڪري، بي سمجهيءَ سان مون سمهيل کي سراپ ڏنو آهي، انڪري هن جي ديهه به ناس ٿي ويندي.“

اهڙيءَ طرح راجا نميءَ وسشٽ رشيءَ کي سراپ ڏئي پنهنجو سرير ڇڏيو. راجا نميءَ جي سراپ جو اثر وسشٽ تي به ٿيو ۽ وسشٽ جو سرير به ناس ٿي ويو، ۽ هنجو اُهو سرير سوُڪيم روپ ۾ بدلجي، مترا ورڻ ديوتا جي ويرج ۾ پرويش ڪري ويو. مترا ورڻ اُروشيءَ جهڙيءَ تمام سهڻيءَ اَپسرا کي ڏٺو ته هن جو ويرج پات ٿيو ۽ اُن مان هن ٻيو سرير حاصل ڪيو.

راجا نميءَ جو سرير به تمام خوشبودار تيل ۽ عطر جي مالش ڪري سڙيو ڪونه هو ۽ اجا تازو پيو هو ۽ اُهو ساڳيءَ حالت ۾ رهيو. فرق فقط اهو هو، جو اُن سرير ۾ آتما ڪونه هئي، مڙل سرير هو. آتما سرير کان الڳ هئي، اها سوُڪيم روپ ۾ اُتي موجود هئي.

يگيه جي پوري ٿيڻ تي سڀ ديوتائون پنهنجو پنهنجو حصو وٺڻ آيا ته يگيه ڪرائيندڙن براهمڻن ديوتائن کي چيو ته ”يجمان کي ور ڏيو.“

ديوتائن جي پريرڻا سان راجا نميءَ ديوتائن کي چيو ته ”هي ديوتائو! اوهين سڀني سنسار جا دک دور ڪرڻ وارا آهيو. منهنجي خيال ۾ جڏهن هيءُ سرير آتما کان جدا ٿئي ٿو ته اُنکي جيڪو دک ۽ تڪليف ٿئي ٿي اهو مونکي نه ٿيو آهي؛ مونکي پتو ئي ڪونه پيو ته مون ڪو هيءُ سرير تياڳ ڪيو يعني تمام آرام سان مون هيءُ چولو ڇڏيو آهي، انڪري مان وري سرير گرهڻ ڪرڻ نٿو چاهيان. مان سرير کان سواءِ رهڻ ٿو چاهيان ۽ مان سڀني ماڻهن جي اکين ۾ واسو ڪرڻ ٿو چاهيان.“ راجا جي ائين چوڻ تي ديوتائن اُن کي سڀني جيون جي اکين ۾ واسو ڪرائي ڇڏيو يعني هن سڀني جيون جي اکين ۾ نواس ڪيو. اهوئي سبب آهي جو اُن وقت کان وٺي سڀ جيوَ اکيون ڇنڀڻ لڳا آهن.

اُن کان پوءِ رشين ڏٺو ته سرير کان سواءِ ته راجا کي ڪوبه اولاد ڪونه ٿيندو ۽ نتيجو اهو نڪرندو جو ملڪ ۾ اَراجڪتا (ظلم زبردستي) پکڙجي ويندي؛ انڪري سڀني رشين منين گڏجي راجا جي سرير کي اَرڻيءَ (يگيه جي ڪاٺيءَ) سان ولوڙيو. اُن مان هڪ ڪمار پيدا ٿيو، جو جنم وٺڻ ڪري پوءِ ’جنڪ‘ نالي سان سڏجڻ ۾ آيو. اُنجو پيءُ ’وديهه‘ يعني سرير کان سواءِ هو، انڪري اُنجو نالو ٻيو نالو ’وديهه‘ پيو. اهوئي سبب آهي جو راجا جنڪ کي وديهه جي نالي سان به سڏيو ويو آهي.

تنهن جو نالو انجو آهي 'متي' ڇاڪاڻ ته هو متن (واوڙڻ) سان پيدا ٿيو هو. اهڙيءَ طرح راجا جنڪ جي پيڙهي شروع ٿي. اُنکي اُدواسوءَ نالي پٽ ڄائو. اهڙيءَ طرح هن جو ونش جاري رهيو.

ڪيترن هزارن ورهين کان پوءِ اُن خاندان ۾ هڪ 'سرڌوج' نالي پٽ پيدا ٿيو. اهو جڏهن وڏو ٿيو ۽ راجا ٿيو تڏهن هڪ دفعي پٽ جي اڇا رکي هو يگيه ڀُوميءَ ۾ هر ڪاهي رهيو هو ته اُن وقت هر جي لڪيءَ جهڙي جي زمين ۾ لڳڻ ڪري هڪڙي سيتا نالي ڌيءَ پيدا ٿي. سيتا زمين مان نڪتي. سيتا لفظ جي معنيٰ ئي اها آهي ته جيڪا زمين ڪرڻ مان نڪري.

اُنهن سيتي کي 'جنڪ' جي نالي سان به سڏيو ويندو هو. ان جنڪ خاندان جي اڄوڻيءَ جو راجا 'ڪرتي' نالي ٿيو. ان ڪرتيءَ سان ئي جنڪ ونش جي سماپتي ٿي.

جنهن نگريءَ ۾ اهي جنڪ ونش جا راجائون راڄ ڪندا هئا، اُنکي "متلا" نگري سڏيو ويندو هو. اُن وِنس جي راجائن کي متلي به ڪري سڏيو ويندو هو. اهو ئي سبب هو جو سيتا کي متلي جي نالي سان به سڏيندا هئا.

جنڪ ونش جا سڀ راجائون آتم ودِيا جا ڄاڻو هئا. اهي سڀ گياني هئا ۽ آتم وديا ۾ هُنن ڏاڍو واڌارو ڪيو. ان خاندان آتم وديا جو ڦهلاءُ ڪيو، ۽ هو آتم وديا جا پنڊت هئا.

پهرين اڌياءُ سماپت



## ڇهون اڌياءُ

### سوم (چنڊ) ونش جو ورنن، چندرما، ٻڌ ۽ پرورا جي چرتر جو بيان

شتري چيو "هي ڀڳوان! اوهان سوريه ونس جي راجائن جو ورنن ته ڪيو، هاڻي مان سمهي چندرونشي راجائن جو بيان به ٻڌڻ چاهيان ٿو. انهن راجائن جي ناموس ۽ ساراهه اڄ ڏينهن تائين به ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. ڪيترين ڪوين انهن جي ڪهاڻين کي ڪوتا ۾ لکيو آهي. اڄ تائين به ڪيترا راڳيندڙ هن جي ساراهه جا گيت مٺي آواز ۾ ڳائي رهيا آهن. هي مهاراج! اوهين ڪرپا ڪري وڏي خوشيءَ سان انهن جي جيون ڪهاڻين جو ورنن ڪريو:-

شري پراشر چيو، "هي مئتريه! ٻلوان ۽ تيجوان چندرما جي ونش ۾ پيدا ٿيل راجائن جو ورڻن ٻڌ. انهن مان ڪي ته تمام مشهور راجائون ٿي گذريا آهن. هيءَ ونش نهش، يياتي، ڪارت-ويريه ۽ ارجن وغيره ڪيترن راجائن جي بهادريءَ جي ڪارنامن ڪان ڏاڍو مشهور آهي. اهي راجائون شڪل ۾ سهڻا، طاقت وارا ۽ سٺن گڻن وارا هئا. ٻڌ، مان ان ونش جو ورڻن ڪريان ٿو:-

اهو ته تون توکي اڳ ۾ ٻڌايو آهي ته هن جڳت جو رچيندڙ برهماجيءَ جو پٽ اَتري پرجاپتي هو. برهما نارائڻ جي ڏن مان پيدا ٿيل ڪمل مان اُپن ٿيو هو. انهيءَ اتريءَ جو پٽ چندرما هو. برهماجيءَ هن کي سڀني جڙين ٻوٽين، برهمڻن ۽ نکشترن جو راجا بڻايو. چندرما راج-سوءِ يگيه جو آيوجن ڪيو. چندرما جي شڪتي ڏيهون ڏينهن وڌندڙ هئي ۽ هو وڏي راج جو اُڌڪاري هو، انڪري هنکي ڏاڍو اَهنڪار ٿيو.

هن راجائيءَ جي نشي ۾ پاڳل بڻجي ديوتائن جي گروءَ ورهسپتيءَ جي زال تارا کي ڀڄايو. جيتوڻيڪ ورهسپتيءَ پنهنجي زال تارا کي چندرما وٽان موٽائي وٺڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي ۽ برهماجيءَ کي وڃي چيو ته هوءَ هن جي زال تارا کي چندرما کان آزاد ڪرائي هنکي سونپي. برهما ۽ ديو رشين چندرما تي ڏاڍو زور آندو ته هوءَ تارا کي موٽائي ڏي، پر چندرما اُنهن کي نه ٻڌو ۽ تارا کي نه ڇڏيائين.

چندرما ورهسپتيءَ سان دشمني رکي، انڪري ورهسپتيءَ جو دشمن شڪر به وڃي چندرما سان شامل ٿيو ۽ اُن کي مدد ڪرڻ لڳو. ڀڳوان ردر وري ورهسپتيءَ کي مدد ڪئي، ڇاڪاڻ ته هن ورهسپتيءَ جي پيءُ اَنگرا رکيشور کان وديا حاصل ڪئي هئي.

چندرما جو پاسو کڻڻ ڪري شڪر جا سڀ ساٿي به چندرما کي مدد ڪرڻ لڳا. ان جا مددگار سڀ دئيت ۽ راڪشس هئا. اُنهن ۾ جمڀ ۽ ڪمڀ نالي ٻه راڪشس ڏاڍا مشهور هئا؛ سو راڪشسن وڃي چندرما کي مدد ڏني ۽ ورهسپتيءَ کي وري ديو-سينا سميت اِندر مدد ڪئي.

اهڙيءَ طرح تارا جي ڪري ديوتائن ۽ دئيتن جي وچ ۾ وڏي جنگ لڳي. اها لڙائي ڏاڍي خوفناڪ لڳي. ٻنهي ڌرين خوفناڪ هٿيار ڪم آندا. سڄي دنيا ان جنگ مان تنگ اچي ٿي. ان ديو-اَسر سنگرام سڄي دنيا کي تباهيءَ ڏانهن گهليو. آخر سڀئي وڃي برهماجيءَ وٽ اَجهو ورتو. برهما جي وچ ۾ پوڻ کي شڪر، ردر، راڪشسن ۽ ديوتائن برهما جو چوڻ مڃيو ۽ جنگ بند ٿي. ورهسپتيءَ کي تارا موٽائي ڏني وئي. پر هن کي گرڀوتي ڏسي ورهسپتيءَ چيو، "منهنجي گهر ۾

تنهن جو نالو اِنهو آهي 'مٿي' ڇاڪاڻ ته هُو مٿڻ (واوڙڻ) سان پيدا ٿيو هو. اهڙيءَ طرح راجا جنڪ جي پيڙهي شروع ٿي. اُنکي اُدراسوءَ نالي پٽ ڄائو. اهڙيءَ طرح هن جو وش جاري رهيو.

ڪيترن هزارن ورهين کان پوءِ اُن خاندان ۾ هڪ 'سِرڌوج' نالي پٽ پيدا ٿيو. اهو جڏهن وڏو ٿيو ۽ راجا ٿيو تڏهن هڪ ڏينهن پٽ جي اڳيان رکي هُو يگيه ڀُوميءَ ۾ هر ڪاهي رهيو هو ته اُن وقت هر جي لڪيءَ جهڙپ جي زمين ۾ لڳڻ ڪري هڪڙي سيتا نالي ڌيءَ پيدا ٿي. سيتا زمين مان نڪتي. سيتا لفظ جي معنيٰ ئي اِها آهي ته جيڪا زمين کڙڻ مان نڪري.

اُنهن سيتي کي 'جنڪ' جي نالي سان به سڏيو ويندو هو. ان جنڪ خاندان جي پوڙهيءَ جو راجا 'ڪرتي' نالي هو. ان ڪرتيءَ سان ئي جنڪ وش جي سماپتي ٿي.

جنهن نگريءَ ۾ اِهي جنڪ وش جا راجائون راڄ ڪندا هئا، اُنکي "مٿلا" نگري سڏيو ويندو هو. اُن وش جي راجائن کي مٿل به ڪري سڏيو ويندو هو. اهو ئي سبب هو جو سيتا کي مٿلي جي نالي سان به سڏيندا هئا.

جنڪ وش جا سڀ راجائون آتم وديا جا ڄاڻو هئا. اِهي سڀ گياني هئا ۽ آتم وديا ۾ ڏاڍو واڌارو ڪيو. ان خاندان آتم وديا جو ڦهلاءُ ڪيو ۽ هُو آتم وديا جا پنڊت هئا.

پنجون اڌياءُ سماپت



## ڇهون اڌياءُ

### سوم (چنڊ) وش جو ورنن، چندرما، ٻڌ ۽ پُروروا جي چرتر جو بيان

مئتريه چيو، "هي ڀڳوان! اوهان سوريه وش جي راجائن جو ورنن ته ڪيو، هاڻي مان سڀني چندروشي راجائن جو بيان به ٻڌڻ چاهيان ٿو. اُنهن راجائن جي ناموس ۽ ساراهه اڄ ڏينهن تائين ته ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. ڪيترين ڪوين اُنهن جي ڪهاڻين کي ڪوتا ۾ لکيو آهي. اڄ تائين به ڪيترا راڳيندڙ هُن جي ساراهه جا گيت مٺي آواز ۾ ڳائي رهيا آهن. هي مهاراج! اوهين ڪرپا ڪري وڏي خوشيءَ سان اُنهن سڀني ڪٿائن جو ورنن ڪريو:-

شري پراشر چيو، ”هي مئتريہ! هاڻي ۽ تيجوان چندرما جي ونش ۾ پيدا ٿيل
راجائن جو ورڻن ٻڌ. انهن مان ڪي تہ تمام مشهور راجائون ٿي گذريا آهن. هيءَ
ونش اهش، يياتي، ڪارت-ويريہ ۽ ارجن وغيره ڪيترن راجائن جي بهادريءَ جي
ڪارنامن ڪان ڏاڍو مشهور آهي. اهي راجائون شڪل ۾ سهڻا، طاقت وارا ۽ سڌن گڻن
وارا هئا. ٻڌ، مان ان ونش جو ورڻن ڪريان ٿو:-

اهو تہ مون توکي اڳ ۾ ٻڌايو آهي تہ هن جڳت جو رچيندڙ برهماجيءَ جو
پٽ اَتري پرجاپتي هو. برهما نارائڻ جي ڏن مان پيدا ٿيل ڪمل مان اُپڻ ٿيو هو.
انهيءَ اتريءَ جو پٽ چندرما هو. برهماجيءَ هن کي سڀني جڙين ٻوٽين، برهمڻن ۽
نکشترن جو راجا بڻايو. چندرما راج-سوءِ يگيہ جو آيوجن ڪيو. چندرما جي شڪتي
ڏينهون ڏينهن وڌندڙ هئي ۽ هو وڏي راڄ جو اَڌڪاري هو، انڪري هن کي ڏاڍو
اَهنڪار ٿيو.

هن راجائيءَ جي نشي ۾ پاڳل بڻجي ديوتائن جي گروءَ ورهسپتيءَ جي زال تارا
کي ڀڄايو. جيتوڻيڪ ورهسپتيءَ پنهنجي زال تارا کي چندرما وٽان موٽائي وٺڻ جي
ڏاڍي ڪوشش ڪئي ۽ برهماجيءَ کي وڃي چيو تہ هو هن جي زال تارا کي چندرما
کان آزاد ڪرائي هن کي سونپي. برهما ۽ ديو رشين چندرما تي ڏاڍو زور آندو تہ
هو تارا کي موٽائي ڏي، پر چندرما انهن کي نہ ٻڌو ۽ تارا کي نہ ڇڏيائين.

چندرما ورهسپتيءَ سان دشمني رکي، انڪري ورهسپتيءَ جو دشمن شڪر
بہ وڃي چندرما سان شامل ٿيو ۽ ان کي مدد ڪرڻ لڳو. ڀڳوان رُدر وري ورهسپتيءَ
کي مدد ڪئي، ڇاڪاڻ تہ هن ورهسپتيءَ جي پيءَ انگرا رکيشور کان وديا حاصل
ڪئي هئي.

چندرما جو پاسو کڻڻا ڪري شڪر جا سڀ ساٿي بہ چندرما کي مدد ڪرڻ
لڳا. ان جا مددگار سڀ دئيت ۽ راڪشس هئا. انهن ۾ جمڀ ۽ ڪمڀ نالي بہ
راڪشس ڏاڍا مشهور هئا، سو راڪشسن وڃي چندرما کي مدد ڏني ۽ ورهسپتيءَ
کي وري ديو-سينا سميت اندر مدد ڪئي.

اهڙيءَ طرح تارا جي ڪري ديوتائن ۽ دئيتن جي وچ ۾ وڏي جنگ لڳي.
اها لڙائي ڏاڍي خوفناڪ لڳي. ٻنهي ڌرين خوفناڪ هٿيار ڪم آندا. سڄي دنيا
ان جنگ مان تنگ اچي ٿي. ان ديو-اسر سنگرام سڄي دنيا کي تباهيءَ ڏانهن
ڌڪليو. آخر سڀئي وڃي برهماجيءَ وٽ اُجهو ورتو. برهما جي وچ ۾ پوڻ تي شڪر،
رُدر، راڪشسن ۽ ديوتائن برهما جو چوڻ مڃيو ۽ جنگ بند ٿي. ورهسپتيءَ کي
تارا موٽائي ڏني وئي. پر هن کي گرڀونتي ڏسي ورهسپتيءَ چيو، ”منهنجي گهر ۾

هي ناجائز ٻار هلي نہ سگهندو، انڪري اوکي پٽي مان پيدا ٿيل ٻار، جو هن
وقت تنهنجي گرڀ ۾ آهي، اهو ٻاهر ڪڍڻ گهرجي."

ورهسپتيءَ جي اهين چوڻ تي اُن پتورتا استريءَ پتيءَ جي حڪم پٽاندڙ اهو
گرڀ ڪڍي هريءَ ۾ وڻن هيٺ وجهي ڇڏيو. اُن ٻار ۾ ڏاڍو تيج هو. اُن جي
تجلي جي پرڪاش ديوتائن جي تيج کي بہ گهٽ ڪري ڇڏيو. تارا جي گرڀ مان
ڏاڍو سهڻو ٻار ڄائو. اهڙو سهڻو ٻار ڏسي ورهسپتي ۽ چندرما ٻئي اُن ٻار کي وٺڻ
لاءِ منتظر ٿيا. ديوتائن کي بہ شڪ ٿيو تہ حقيقت ۾ اهو ٻار ڪنهنجو آهي. تنهن
ديوتائن تارا کان پڇيو تہ "هي نازنين! اوهين اسان کي سچ سچ ٻڌاءِ تہ هيءُ ورهسپتيءَ
جو پٽ آهي يا چندرما جو؟"

اهو ٻڌي تارا شرم وچان ڪنڌ ڪڍي هيٺ ڪيو ۽ ڪجھ بہ جواب نہ ڏنائين.
ديوتائن ورري بہ ٻي دفعا اهو ساڳيو سوال تارا کان پڇيو، پر هوءَ ماٺ ۾ رهي.
اهو ڏسي ٻالڪ اُن کي سراپ ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ چيائين "اڙي دشٽ ماءُ! تون
منهنجي پيءُ جو نالو ڇو نہ ٿي ٻڌائين؟ تنهنجي هيءَ لڄ نامناسب آهي. جيڪڏهن
مان اوکي سراپ ڏيندس تہ اوهان ڳالهائي بہ نہ سگهندينءَ."

اهو ٻڌي برهما وچ پيو ۽ ٻار کي روڪيائين تہ سراپ نہ ڏي. برهما خود تارا
کان پڇيو "ڌيءَ! سچ سچ ٻڌاءِ تہ هيءُ پٽ ڪنهنجو آهي، ورهسپتيءَ جو يا
چندرما جو؟" اُن تي شرم وچان ڪنڌ هيٺ ڪري تارا چيو تہ "چندرما جو."
تڏهن نکشترن جي راجا چندرما ٻار کي ڪڍي ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ چيو، "ڀلا و سٺو
پٽ! تون ٺل عقلمند ۽ سياڻو ٿيندين." انڪري اُنجو نالو "ٻڌ" رکيائين. ٻڌ جي
معني آهي عقل وارو. اُن وقت اُن ٻار جي پيشاني چمڪي رهي هئي. سندس
منهن مان لاثاني شوڀا پئي نڪتي.

اهڙيءَ طرح چندر ونش شروع ٿيو. ٻڌ کي الا نالي استريءَ مان پوروروا نالي
پٽ ڄائو. اُنجو ورنن هن کان اڳ مون اوهان کي ٻڌايو آهي.

پوروا ڏاڍو داني ۽ يگيہ ڪندڙ ۽ تمام شڪتيءَ وارو هو. "مونکي متراورڻ
ديوتا جي سراپ جي ڪري مرتيو لوڪ ۾ رهڻو پوندو." اڃا اهو ويچار پئي ڪيائين
تہ اُروشي اپسرا جي نظر اُن راجا پوروروا تي پئي. اُن کي ڏسندي ئي هوءَ اُن وٽ
هلي آئي. اهو خيال ڪونہ ڪيائين تہ هوءَ سورڳ جي سکن جي پرواه نہ ڪري
پوروروا وٽ آئي آهي. پوروروا تہ تمام سهڻو هو ۽ سورڳ جي سندري بہ هن تي اکين
ڇڪن لڳي پئي. اُن وقت سورڳ جي سڀني اپسرائن ۾ اُروشي ڏاڍي سهڻي هئي.
سنسار جي سڀني استرين ۾ وڏائي سندر ۽ موهيندڙ هئي. حسن جي روپ ۾

ڪشش هئي. هن جي منهن تي مشڪ هئي ۽ چهرو لڇڪيدار هوس. هنجي چال به مست هئي. نه رڳو هوءَ تمام سهڻي هئي پر هن ۾ ڪيترا ئيا به سٺا گڻ هئا. نرتيه ۾ ته هوءَ پنهنجو مٽ پاڻ هئي. اهي خاصيتون اروشيءَ ۾ هيون، جنهنڪري پرورووا به هن تي عاشق ٿي پيو. اهڙيءَ طرح ٻئي هڪٻئي جي پيار ۾ ڦاسي ويا ۽ پيون سيئي ڪم ڪارٻون پلجي ويا.

آخر راجا پرورووا چيو ته "هي سندري! مان توکي چاهيان ٿو، تون مونکي پنهنجو پيار ڏي."

اروشيءَ لڄ وچان چيو ته "جيڪڏهن اوهين منهنجي پرتگيا کي نباهي سگهو ته ائين ٿي سگهيتو." اهو ٻڌي راجا چيو ته "ٻڌاءِ، تنهنجي ڪهڙي پرتگيا آهي؟" انين ٻڌڻ تي هوءَ وري چوڻ لڳي ته "هي ٻه ننڍڙا گهيٽا مونکي پٽن وانگر پيارا آهن، توهين ڪنهن به صورت ۾ هنن کي منهنجي بستري کان پري نه ڪري سگهندا ۽ ٻيو ته مان ڪڏهن به اوهانکي اگهاڙو نه ڏسي سگهنديس؛ ٽيون ته منهنجو کاڌو فقط گيهه تي هوندو. اهي منهنجا ٽي شرط آهن."

راجا پرورووا هنجا ٽيئي شرط قبوليا؛ انکان پوءِ اروشيءَ سان گڏ رهي، ٻئي عيش عشرت جي زندگي گذارڻ لڳا. ڏينهون ڏينهن هنن جو پيار پاڻ ۾ وڌڻ لڳو، خوشيءَ ۽ موج ۾ اچي اهي ٻئي ڪڏهن الڪاپريءَ جي چترٿ نالي قدرتي نظارن واري بن ۾ ته ڪڏهن سهڻن ڪملن جي، گلن سان پرپل نزاڪتدار مانسرور تلاءَ جي ڪنارن تي جوانيءَ جا مزا ماڻڻ لڳا. راجا پرورووا سان عيش عشرت ۾ گذاريندي، اروشيءَ به ديو لوڪ کي وساري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح سٺ هزار ورهيه گذري ويا.

هوڏانهن اروشيءَ ڪانسواءِ اپسرائن، سڌن ۽ گندرون کي سرگ لوڪ ٻسو پئي لڳو، هنن کي سرڳ لوڪ نه پئي وڻيو. وڻندو به ڪيئن. هوءَ ته پنهنجي نرتيه ڪلا سان سڄي سرڳ لوڪ کي والدرائيندي هئي؛ هوءَ سرڳ لوڪ جي تمام سندر اپسرا هئي.

راجا پرورووا جيڪي شرط اروشيءَ جا قبوليا هئا، تن جي سڌ وشواوسوءَ نالي ديوتا کي هئي. هڪ ڏينهن وشواوسوءَ رات جي وقت گندرون سان گڏجي پرورووا جي محلات ۾ وڃي انهي سمهڻ واري سيج جي پرسان ٻڌل ٻنهي گهيٽن مان هڪ گهيٽي کي ڇوڙيو ۽ ان کي پاڻ سان وٺي آڪاش ڏانهن اڏاڻو. جڏهن ئي هو آسمان ۾ اڏامي رهيو هو ته اروشيءَ گهيٽي جو آواز ٻڌو. تڏهن هوءَ چوڻ لڳي ته "اڙي، منهنجي پٽ کي ڪير کڻي وڃي رهيو آهي، هاڻي مان ڇا ڪريان، ڪنهن وٽ ڏانهين وڃان؟"

راجا پروروا اهي لفظ ٻڌي ۽ بستري کان ۽ اٿيو، چاڪاڻ ته ڪپڙ ڏيپ
ته مٿان اروشي ڪيس ننگي بدن ۽ ڏسي ولي. ان ڪانپوءِ ٻيا گندرو جي وشواوسو
سان گڏ آيا هئا، اهي وري ٻئي گهيٽي کي ۽ چوراڻي ڪٽي هلي ويا. اڏهن اروشي
رڙيون ڪري چوڻ لڳي ”اڙي، مان ٻيوس ۽ اناٿ آهيان، مان هڪ ڪانئر جي
پناهه اچي پيئي آهيان، جو مهنجن ٻچن کي بچائي نٿو سگهي.“ اهي اکر چوندي
اروشي زار زار روئڻ لڳي.

ان وقت راجا پروروا بستري ۾ سمهندي ئي خيال ڪيو ته ”هن وقت ته ڏاڍي
اوندهه آهي، اروشي مونکي اگهاڙو ڏسي نه سگهندي.“ سو غصي ۾ اچي تلوار ڪڍي
اهن گندرون ۽ وشواوسوءَ جي پٺيان ڊوڙيو. گندرون موقعي جو فائدو وٺي تمام
تمام تيز روشني پرگهٽ ڪري ڇڏي. ان وقت ان روشنيءَ ۾ راجا پروروا کي اگهاڙو
ڏسي پرلڪيا تنڊ ڪري، اروشي جلد ئي اتان هلي وئي. گندرو ۽ گهيٽن کي البئي
ڇڏي سرگ لوڪ ۾ هليا ويا.

راجا پروروا خوش ٿي گهيٽن کي پاڻ سان وٺي پنهنجي آرام واري ڪمري ۾
آيو ته اتي هن اروشيءَ کي نه ڏٺو. اُنکي نه ڏسي هو اهيءَ اگهاڙپ جي حالت ۾
پاڳلن وانگر گهمڻ لڳو. گهمندي گهمندي هن هڪ ڏينهن ڪروڪيتر جي ڪمل سرووور
۾ چئن اپسرائن سان گڏ اروشيءَ کي ڏٺو. اُنکي ڏسي پاڳلن وانگر اکڻ لڳو. هو
چوڻ لڳو ”پياري! ترو ترس، اڙي نٺر اروشي! البئي اجهي رهه، وڃ نه، اڙي
ڪٺڻ! ڪجهه ڳالهه ته سڻ، مان توسان گهڻيئي ڳالهيون ڪرڻ چاهيان ٿو، ترو
ترس.“

ان ڪانپوءِ اروشيءَ ان اپسرائن کي چيو، ”هيءُ اهو سندر پرش آهي، جنهن
سان گڏ مون ايترا ورهيه هن جي پيار ۾ هن ڌرتي لوڪ ۾ گذاريا. اروشي وري راجا
ڏانهن منهن ڪري چيو، ”هي مهاراج! هن طرح پاڳلن وانگر هلڻ هلڻ مان ڪو به
فائدو نه نڪرندو. هن وقت مان گرڀوتي آهيان، هڪ سال ڪانپوءِ اوهين هت اچجو،
ان وقت اوهان کي هڪ پٽ ملندو ۽ مان هڪ رات اوهان سان گڏ رهندس.“ اهي
لفظ ٻڌي راجا ڏاڍو خوش ٿي اتان هليو ويو.

ان وقت ان اپسرائن چيو ته ”واه واه! سچ پچ هي راجا ڏاڍو خوبصورت
آهي، ڪاش! اسين به جيڪر هن سان گڏ رهون ته ڪهڙو نه چڱو.“

هڪ سال پوري ٿيڻ تي راجا پروروا اتي آيو. ان وقت اروشيءَ کيس ”آيو“
نالي هڪ ٻالڪ ڏنو ۽ ساڻس هڪ رات گڏ رهي ۽ وري به اميدواري ٿي. اروشيءَ
انهيءَ وقت راجا کي چيو، ”اسان ٻنهي جي هڪٻئي سان جيڪا محبت ۽

پيار ڪيو، انهي يادگيريءَ ۾ سڀ گندرو گڏجي اوهانکي وردان ڏيڻ چاهين ٿا؛
اوهين ڪو به من گهريو ور وٺي سگهو ٿا."

راجا چيو، "مون سڀني دشمنن تي سوڀ حاصل ڪئي آهي، منهنجي بدن
جي طاقت اجا ساڳيءَ طرح قائم آهي، مونکي پلو چاهيندڙ منتر به آهن ۽ اڻ کٽ
خزانو پڻ آهي. مونکي تمام وڏو ۽ ڪارائتو لشڪر پڻ آهي. هن وقت مونکي
اُروشيءَ کانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه گهرجي. ان ڪري مان اُروشيءَ سان گڏ زندگي گذارڻ
چاهيان ٿو." راجا جي ائين چوڻ تي گندرون هن کي هڪ ٿالهي ڏني، جنهن ۾
اَگني رکيل هئي. گندرون راجا کي هدايت ڪئي ته "ويدڪ وڌيءَ سان اُروشيءَ
جي سهواس جي ڪامنا رکي تون هڪ يگيه ڪر. هن اَگنيءَ جي ٿالهيءَ مان هوَن
ڪنڊ ۾ اگني استاپن ڪر ته ضرور توکي اُروشي وري موٽي ملندي." گندرون جي
اهڙيءَ طرح چوڻ تي راجا اُها اگنيءَ جي ٿالهي کڻي روانو ٿي ويو.

رستي تان ويندي بن ۾ هن خيال ڪيو ته اڙي، مان ڪهڙو نه مورک آهيان؛
مون هيءُ ڇا ڪيو، جو هن اگنيءَ جي ٿالهيءَ کي ته پاڻ سان کڻي آيس پر اُروشيءَ
کي پاڻ سان نه وٺي آيس! ائين سوچي اُها اگنيءَ جي ٿالهي بن ۾ ئي ڇڏي ڪري
هوُ پنهنجي شهر ڏانهن هليو ويو. اڌ رات گذرڻ کانپوءِ جڏهن هن جي ننڊ ڦٽي،
تڏهن بستري تي پاسا ورائيندي هن سوچيو، "اڙي، مون ڏاڍي ڀل ڪئي جو بن
۾ اگنيءَ جي ٿالهي ڇڏي ڪري آيس. اِها ٿالهي گندرون مونکي انڪري ڏني هئي
ته ان ٿالهيءَ جي دواران مان اُروشيءَ کي حاصل ڪريان. اها ٿالهي ته اُروشيءَ کي
حاصل ڪرڻ جو هڪ سٺو وسيلو هئي، انهيءَ ڪري مونکي اها ٿالهي وري ڳولهي
هٿ ڪرڻ لاءِ بن ۾ وڃڻ گهرجي."

اهو سوچي اُتان اُٿي هوُ بن ۾ ويو، پر هن اُها ٿالهي اُتي نه ڏٺي ۽ اُن ساڳيءَ
جڳهه تي هڪ پپر جو وڻ بيٺل ڏٺائين ۽ اُنهي وچم ڪنڊيءَ جي وڻ جو ٽڙ به
هو. من ۾ خيال ڪرڻ لڳو ته "مون هتي ته اگنيءَ جي ٿالهي ڇڏي ڪئي هئي؛
اها ٿالهي ئي هن پپر جي وڻ جي روپ ۾ بدلجي ويئي آهي." انهيءَ ڪري هوُ
پپر کي ئي کڻي پنهنجي شهر ۾ آيو ۽ اُن مان يگيه جي اَرڻي (يگيه جي پوتر ڪاٺي)
ٺاهيائين. پوءِ ان ڪاٺيءَ جي هڪ هڪ آڱر جيتري ماپ ڪري گايتري منتر جو
پاٺ ڪيائين. انهيءَ گايتري منتر جي اُچارڻ ڪري جيترا گايتري منتر ۾ اکر هئا،
اوترا هڪ هڪ آڱر جيترا ڪاٺيءَ جا ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويا. اُنهن کي هڪٻئي ۾ گسڻ
سان ٽن قسمن جون اگنيون اُپن ٿيون. انهن ٽنهي اگنين جا ويدڪ نالا هي آهن:
گارهپتيه، آهوَنيه ۽ داڪشڻاگني. انهن اگنين ۾ هن ويدڪ وڌيءَ سان هوَن ڪيو ۽

اروشيءَ جي سهواس جي اڇا ڪيائين. ان ڪالبوءَ الهيءَ جي ذريعي هن ڪبتر
پکيه ڪما ۽ پکين جو ٻول اهو اڪيو جو هن گندرو لوڪ کي پراپت ڪيو ۽ اروشي
کي پڻ حاصل ڪيائين. هوءُ ٻئي گڏ رهيا. وري هـن جو وڇوڙو پنهنجيءَ پرمٽ
اروشيءَ سان نه ٿيو. جڏهن تائين تمام پراچين ڪال ۾ هڪ ئي اگني هئي، ان هڪ ئي
اگني مان ٽن قسمن جي اگنين جو ڦهلاءُ ٿيو.

ڇهون اڌياءِ سماپت



## ستون اڌياءُ

### جهنوءَ جو گنگا کي پيئڻ ۽ جمدگني ۽ وشوامتر جي اُتپتي

شري پراشرجيءَ چيو- ”راجا پوروروا کي ڇهه پٽ پيدا ٿيا، انهن ۾ وڏي جو
نالو آيُو هو. انهي ٽئين پٽ مان جنهيتو نالو اماوسُو هو، انمان سهوتر نالي پٽ
ڄائو. سهوتر کي جهنوءَ نالي پٽ ڄائو. جهنو جڏهن وڏو ٿيو ۽ يگيه پئي ڪيائين
ته هڪ ڏينهن ان ڏٺو ته سندس سڄي يگيه شالا گنگا نديءَ جي پاڻيءَ سان ٻڏي
وئي هئي. اهو ڏسي انکي ڏاڍو ڪروڌ آيو ۽ غصي ۾ اکيون ڳاڙهيون ڪري،
ڀڳوان يگيه پرش کي سماڌيءَ جي رستي پنهنجي من ۾ استاپت ڪري، سڄيءَ گنگا
نديءَ کي پي ڇڏيو. تڏهن ديو-رشين هن کي راضي ڪيو ۽ هن اها ڪوشش ڪئي
جنين گنگاجي انهي ڌيءَ ٿي. اهو ئي سبب آهي جو گنگانديءَ کي ’جاهنوي‘
جي نالي سان پڻ سڏيندا آهن.

جهنوءَ جي ولش ۾ ڪشاموءَ جنم ورتو. ڪشاموءَ وڏي تپسيا ڪئي. تپسيا
ڪرڻ ۾ هن جو مقصد هيءُ هو ته هن کي اندر جهڙو پٽ پيدا ٿئي. ان جي اهڙيءَ
زبردست تپسيا کي ڏسي، اندر خيال ڪيو ته ٻيو منهنجيءَ طاقت جهڙو پٽ پيدا
ٿيندو. انڪري اندر خود ئي هن جو پٽ ٿي پيو. ان جو نالو گاڌي رکيو ويو ۽
انکي ڪوشڪ جي نالي سان به سڏيو ويو.

گاڌيءَ ستيوتيءَ نالي هڪ ڇوڪريءَ کي جنم ڏنو. ان سان رچڪ رشيءَ جي
پٽ رچڪ شادي ڪئي. گاڌيءَ تمام ڪروڌي ۽ تمام ٻڍي براهمڻ کي پنهنجي
ڌيءَ نه ڏيڻ جي خيال کان ان پنهنجي ڌيءَ جي عيوض رچڪ کان هڪ هزار
گهوڙا گهريا، بشرطيڪ اهي گهوڙا چند جهڙا سهڻا ۽ هوا وانگر تيز رفتار وارا ۽ ڪارن
ڪن وارا هئڻ گهرجن.

مهرشي رچيڪ اَشوَ تيرٿ مان پيدا ٿيل اهڙا هڪ هزار گهوڙا ورڻ ديوتا کان وٺي هن کي ڏنا، اڪري گاڌيءَ لاچار ٿي پنهنجي ڌيءَ رچيڪ کي دان ڪئي ۽ رچيڪ اُن ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي.

اُن ڪانيوءَ هڪ ڏينهن هن اولاد جي ڪامنا رکي، پنهنجي استريءَ ستيوتيءَ لاءِ هڪ قسم جو چرو (يگيه جو کير) تيار ڪيو ۽ هڪ ٻيو چرو اُنجي ماءُ لاءِ تيار ڪيائين. ستيوتيءَ جي مــاءُ جي لاءِ چرو تيار ڪرڻ ۾ مطلب هوس ته يگيه ڪري ديوتائن کي پرسن ڪري ڪانيوءَ اُنجي ماءُ کي هڪ اهڙي قسم جو پٽ پيدا ٿئي جو بهادر ٿئي ۽ ڪترين ۾ سڀ کان اڳــرو هجي ۽ منجهس ويرتا جون خاصيتون هجن. ٻئي چرن تيار ڪري ڪانيوءَ هن پنهنجي استريءَ کي هدايت ڪئي ته هيءُ چرو تنهنجي لاءِ ۽ هيءُ چرو تنهنجي ماءُ لاءِ آهي. نيڪ طرح سان انهن جو اُپيوگ ڪجو.“ ائين چئي هوُ ٻن ڏاهن هليو ويو.

ان کير جي ڪتب آڻــڻ وقت ستيوتيءَ جي ماءُ پنهنجي ڌيءَ کي چيو ته ”ڌيءَ! سڀ ماڻهو پنهنجي لاءِ ئي گڻوان پٽ چاهيندا آهن. پنهنجي زال جي ڀاءُ جي گڻن ۾ ڪنهنجو ٻ خاص چاهه نه ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري تون پنهنجو چـــرو مونکي ڏي ۽ منهنجو تون وٺ. ڀاڻ ٻئي هڪٻئي ۾ چرو بدلايون ته، ڇاڪاڻ ته منهنجي پٽ کي ته سڄي پرٿويءَ جو راجا ٿيڻو آهي ۽ پرٿويءَ جي رکشيا ڪرڻي آهي ۽ باقي براهمڻ جي پٽ کي ته ٻل، بهادريءَ ۽ ناڻي سان ڪهڙو واسطو.“ ائين چوڻ تي ستيوتيءَ پنهنجو چرو پنهنجيءَ ماءُ کي ڏئي ڇڏيو.

رشي جڏهن ٻن مان موٽيو، تڏهن ستيوتيءَ کي ڏسي چيائين ”اڙي پـــاپڻ! تو هيءُ بيوقوفيءَ جو ڪم ڇو ڪيو؟ ڇاڪاڻ ته تنهنجو بـــدن خوفناڪ پيو ڏسڻ ۾ اچي ۽ ضرور تو پنهنجي مـــاءُ جو چرو ڪتب آندو آهي، اهو نيڪ نه آهي ۽ مون ان چرو ۾ ويرتا، ڌن سمپتي، پراڪرم ۽ ٻـــل جا ترورا وڌا هئا ۽ تنهنجي چروءَ ۾ براهمپڻي جي لائق شانتي، گيان، سهن شڪتي وغيره گڻ وڌا هئا. اُنجو اُلٽو اُپيوگ ڪرڻ سان توکي تمام پيارڪ، هٿيار هٿ ۾ ڪڻندڙ، ڪترين جي گڻن جهڙو پٽ پيدا ٿيندو ۽ هنکي شانتي ٻري پٽ ٿيندو، جنهن ۾ برهمڻپڻي جا گڻ موجود هوندا.“ اهو ٻڌي ستيوتيءَ اُنجا چوڻ پڪڙي چيو، اَڻڄاڻائيءَ وچان مون اهو ڪم ڪيو آهي انڪري مونتي راضي ٿيو ۽ هـــاڻي ائين ڪريو، جئين منهنجو پٽ اهڙي قسم جو خوفناڪ ۽ ڪترين جي گڻن وارو نه ٿئي، ڀلي پوٽو اهڙي قسم جو ٿي وڃي.“

انهيءَ تي رشيءَ چيو، ”چڱو ائين ئي ٿيندو.“ ان ڪانيوءَ ستيوتي جمدگنيءَ کي جنم ڏنو ۽ هنجي ماءُ مان وشوامتر رشي پيدا ٿيو.

جمدگنيءَ اِڪشواڪو ڪُل مان پيدا ٿيل رينڪا نالي ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي. اُن مان جمدگنيءَ کي ڀڳوان پرسرام پيدا ٿيو، جنهن ايڪويهه دفعا ڪترين کي ناس ڪيو ۽ هن ۾ ويرتا جا گڻ هئا ۽ هُو ڀڳوان نارائڻ جو اَنش-اَوتار هو.

ديوتائن وشوامتر کي ڀڳو ونش مان پيدا ٿيل هڪ ٻار پٽ جي روپ ۾ ڏنو هو، جنهنجو نالو شنهه شيپ هو ۽ پوءِ هن جو ٻيو نالو 'ديوراٽ' پيو. اُن کانپوءِ ورڪي وشوامتر کي پنج ٻيا به پٽ ڄاوا، جن مان وڏي پٽ جو نالو هو 'مڌو ڇند'. اُنهن مان جيڪو خاندان شروع ٿيو، اُنجو نالو 'ڪوشڪ گوتر' هو. اُن مان ڪيترائي ٻار پيدا ٿيا جي اڳتي هلي رشين جي ونش ۾ شادي ڪرڻ لائق هئا.

ستون اَڌياءُ سماپت



# اٺون اَڌياءُ

## ڪاشيہ - ونش جو ورنن

آيوءَ نالي جيڪو پوروا جو وڏو پٽ هو، اُن راهوءَ جي ڌيءَ سان شادي ڪئي. اُن مان ٽئين نمبر پٽ جو نالو 'ڪشترورڌ' هو. اُنکي 'سهوتر' نالي پٽ پيدا ٿيو ۽ سهوتر مان "ڪاشيہ" نالي پٽ ڄائو. اهڙيءَ طرح ڪاشيہ جو ونش شروع ٿيو.

ڪاشيہ جو پٽ ڪاشيپ هو، جو ڪاشيءَ جو راجا ٿيو. اُن مان "راشٽر" نالي پٽ پيدا ٿيو. راشٽر کي ديرگهه-تما پٽ ڄائو ۽ ديرگهه-تما کي ڌنونتريءَ نالي پرسد پٽ پيدا ٿيو.

ڌنونتري ڪڏهن ۾ پوڙهو نه ٿيو. هُو هميشه جوان هو. هن ڪيترن جنمن ورتا هئا. هرهڪ جنم ۾ هُو سڀني شاسترن جو ڄاڻو هو. هُو آيورويد جو خاص ڄاڻو هو. آيورويد اهو شاستر آهي، جنهن ۾ بيمارين کي دور ڪرڻ جي دوائن جو ورنن آهي. اج تائين نه اهو شاستر آيورويد جي نالي سان مشهور آهي. پورب جنم ۾ ڀڳوان نارائڻ هنکي هيءُ ور ڏنو هو ته "تون ڪاشيراج جو ونش ۾ پيدا ٿي آيورويد کي اَٺن ڀاڱن ۾ ورهائيندين ۽ يگيه ۾ حصي ڪيچ ديوتائن لاءِ رکيو ويندو، اُن ۾ تنهنجو به حصو هوندو."

ڌنونتريءَ جي خاندان ۾ هڪ پرتردن نالي پرش پيدا ٿيو، اُن مدرشريڻيه ونش کي ناس ڪري سڀني دشمنن تي وجئه پراپت ڪئي، انڪري اُن تي شتروجت ..
۽ پرتردن جو اِيءُ پيار وچان ڪيس ولس وتس ڪري پڪاريندو هو، انڪري

سندس نالو 'ونس' ۽ ٿيو. هو ڏاڍو سچيار هو، ستيہ وادي هو. انکري اُن تي 'رت ڏوج' ۽ نالو پيو. ان کانپوءِ هن 'ڪوَليہ' نالي هڪ عجيب گهوڙو پراپت ڪيو انکري هو هن پرٿويءَ تي 'ڪوَلياشوَ' نالي سان ۽ مشهور ٿيو.

اُن ونس کي الرڪ نالي پٽ ڄائو، جنهنجي ٻاري ۾ هيءَ هڪ سلوڪ اڄ تائين ۽ مشهور آهي. اُن سلوڪ جي معنيٰ هيءَ آهي:-

"جهوني زماني ۾ الرڪ کانسواءِ ٻئي ڪنهن ۽ ڇاهٺ هزار ورهين تائين جوانيءَ ۾ رهي پرٿويءَ تي راڄ ۽ ڪيو. فقط اُن ئي پرٿويءَ جو اُپڀوڳ ڪيو."

اُن الرڪ جي ونش ۾ ۽ ڪيترائي پرش پيدا ٿيا، جن ۾ هڪ ڀارڳ-ڀومي ۽ هو. جنهن ماڻهن ۾ چئن ورڻن (برهمڻ، ڪتري، ويشيہ ۽ شودر) جو پرچار ڪيو. اهڙيءَ طرح ڪاشيہ ونش جي راڄائن جو ورڻن مون توکي ٻڌايو.

اُٺون اڌياءُ سماپت



# نائون اڌياءُ

## مهاراج رجي ۽ اُنجي پٽن جا چرتر

شري پراشرجيءَ چيو- هاڻي مان توکي رجيءَ جي اولاد بابت ٻڌايان ٿو. رجيءَ کي پنج سؤ پٽ هئا جي تمام طاقت وارا ۽ بهادر هئا. هڪ دفعي ديوتائن ۽ دئيتن جي وچ ۾ جنگ لڳي. اهي ٻئي قومون هڪٻئي جون سخت دشمن ٿي پيئون ۽ هڪٻئي کي مارڻ لاءِ تيار ٿيون. ٻنهي جا عيوضي برهماجيءَ وٽ ويا ۽ برهماجيءَ کان پڇيائون ته اسان ٻنهي جي جهڳڙي ۾ ڪهڙي طرف جي جيت ٿيندي؟ ديوتائون جيتيندا يا دئيت؟

برهماجيءَ چيو- جنهن طرف راڄا رجي هٿيار کڻي، جنگ ڪندو، اُن طرف جي ضرور وجيہ ٿيندي.

تڏهن پهريائين دئيت راڄا رجيءَ وٽ ويا ۽ وجي مدد لاءِ عرض ڪيائونس. ان تي رجيءَ چيو، "جيڪڏهن ديوتائن تي وجيہ حاصل ڪرڻ کانپوءِ اوهين مونکي پنهنجو وڏو 'اندر' ڪري چونڊيو ته پوءِ بيشڪ مان اوهانجي طرفان ديوتائن سان جنگ ڪندس." اهو ٻڌي دئيتن چيو- "اسين اندر هڪ ڳالهه ٻاهر ٻي ڳالهه نه ڪندا آهيون. اسانجو اندر (راڄا) پرهلاد آهي ۽ ان لاءِ ئي اسين هيءَ ڪوشش ڪري رهيا آهيون." ائين چئي جڏهن دئيت هليا ويا ته ديوتائن ۽ اچي راڄا کي

ساڳيو عرض ڪيو ۽ مهاراجا رجيءَ ۾ هن کي ساڳيو ئي جواب ڏنو. تڏهن ديوتائن ۾ انهيءَ ڳالهه سويڪار ڪندي چيو، ”اوهين ئي اسانجا اندر ٿيندا.“

انهيءَ ڪري مهاراجا رجيءَ ديوتائن جي مدد ڪئي ۽ بهادريءَ سان هن جنگ ڪئي، ڪيترن ئي استرن ۽ شسترن سان دئيتن جو سڄو لشڪر ماري وڌائين. ان ڪانپوءِ جڏهن هن دشمن تي وجئه پاتي تڏهن ديوتائن جي راجا اچي مهاراجا رجيءَ جي چرنن تي پنهنجو متو ٽيڪيو ۽ چيو ته ”اوهان اسانکي مصيبت کان بچايو آهي ۽ تڪليف جي وقت اسانکي اناج پڻ ڏنو آهي، انڪري اوهين اسانجا پتا آهيو ۽ اوهين اسانجا راجا آهيو. مان ديوتائن جو اندر آهيان پر مان ته اوهانکي پيءُ وانگر سمجهان ٿو.“

ان تي راجا کلي چيو، ”جيڪو، ائين ئي ٺيڪ آهي ۽ دشمن ته ڪڏهن چالاڪيءَ سان خوشامد ڪري ته انهي ته ڳالهه مڃي آهي، پر اوهين ديوتائون ته مونکي پنهنجا آهيو.“ ائين چئي هو راجڌانيءَ ڏانهن هليو ويو.

اهڙيءَ طرح شتڪراٽو (جنهن هڪ سؤ يگيه ڪيا هئا) ئي اندر پد تي ٽڪيو ويو. پوءِ رجيءَ جي مرڻ کانپوءِ ديوَرشي نارد جي چوڻ تي رجيءَ جي پٽن شتڪراٽوءَ کان وهنوار موجب پيءُ جو راڄ گهريو. شتڪراٽوءَ نه رجيءَ کي پنهنجو پتا ڪري لکيو هو ۽ هو اڳو ڌرم جو پڪ ٿيو هو. پر جڏهن شتڪراٽوءَ پنهنجو راڄ نه ڏنو، تڏهن ته انهن مها بلوان رجيءَ جي پٽن اندر کي جيتي، خود اندر پد حاصل ڪيو ۽ اندر جي نعمت تي واهي سورڳ جي راڄ جو مزو پڻ ماڻيو.

گهڻي وقت گذرڻ کانپوءِ شتڪراٽوءَ هڪ ڀيري برهسپتيءَ کي اڪيلو ويهي ڏسي انکي چيو، ”مان ٽنهي لوڪن جو راجا هوس. مونکي هرڪنهن يگيه مان حصو ملندو هو. يگيه-ڀاڱ (يگيه جو حصو) جو مان حقدار آهيان پر هاڻي مونکي يگيه مان ڪجهه ٿورو به حصو نٿو ملي، مان ڏاڍو بکايل آهيان، ڇا اوهين ٻير جيترو نه يگيه جو پرساد ڏيئي سگهندا؟“

هتي ائين چوڻ تي برهسپتيءَ چيو ته ”تو مونکي پهريائين ڇو ڪونه ٻڌايو؟ تو لاءِ مان ڇا نٿو ڪري سگهان؟ جيڪو، هاڻي ٿورو ترس ۽ ٿوريءَ وقت ۾ مان توکي پنهنجو پد (درجو) ڏيندس. مان پنهنجي جاءِ تي توکي وهاريندس.“ ائين چئي برهسپتيءَ هون شروع ڪيو. ان هون ۾ هن اهڙا ته منتر پڙهيا، جن جي اثر سان رجيءَ جي پٽن جا حال ئي بدلجي ويا ۽ اندر (شتڪراٽوءَ) کي ڏاڍو بل مليو.

... م جي برخلاف ٿي پيا ۽ برهمڻن، وشن ۽ منن جي برخلاف ڳالهائڻ
ي ۽ نندا ڪرڻ لڳا. ڌرم تي نه هلڻ ڪري، هنن مان مالڪ ۽

آتمڪ شڪتي هلي ويئي ۽ ڪمزور ٿي پيا. جنهنڪري اندر انهنکي ماري ڇڏيو ۽ سرڳ جو راڄ وري حاصل ڪيو.

جيڪو ماڻهو هن ڪٿا کي شرڌا سان ٻڌندو ته اهو ڪڏهن به پنهنجي درجي تان هيٺ نه ڪرندو ۽ اُن ماڻهوءَ پر ڪڏهن به ڌرم جي برخلاف پاونا پيدا ٿي ڪانه ٿيندي.

آيوءَ جي پٽ دمڀ کي ڪو به اولاد نه ٿيو. کشتروڌ کي اولاد ٿيو، اُن جي ونش جو سلسلو جاري رهيو. هاڻي مان نهش ونش جو ورڻن ڪندس.

ناؤن اڌياءُ سماپت



# ڏهون اڌياءُ

## يياتيءَ جو ورڻن

شري پراشرجيءَ چيو- نهش کي ڇهه پٽ ڄاوا. انهن جا نالا هئا يتي، يياتي، سنياتي، آياتي، وياتي ۽ ڪرتي نالي ڇهه پٽ هئا. يتيءَ راڄ تان هٿ کنيو، ان ڪري يياتي راڄگديءَ تي ويٺو. يياتي شڪراچاريه جي ڌيءَ ديوياڻيءَ ۽ ورشپروا جي ڌيءَ شرمشٺا سان وهانءَ ڪيو. انجي ونش جي باري ۾ هيٺيون سلوڪ مشهور آهي- اُن سلوڪ جي معنيٰ آهي ته:-

”ديوياڻيءَ يدو ۽ تروسوءَ کي جنم ڏنو ۽ ورش پروا جي ڌيءَ شرمشٺا دروهيو ۽ پروءَ کي ڄڻيو. يياتيءَ کي شڪراچاريه جو سراپ هو، انهيءَ ڪري هن کي جلدئي پڙاپو ورائي ويو. پر پوءِ شڪراچاريه هن تي راضي ٿيو ۽ انجي ڇوڙ پناندڙ هـن پنهنجو پڙاپو وٺڻ لاءِ وڏي پٽ يدوءَ کي چيو- ”پٽ! تنهنجي ناني جي سراپ ڪري اڻ وقتي پڙاپي مونکي ڪمزور بڻايو آهي هاڻي انجي ڪرپا سان مـان اهو پڙاپو توکي ڏيڻ چاهيانٿو. مـان اجا تائين وشيه-پوڳن مان ترپت نه ٿيو آهيان، ان ڪري هڪ هزار ورهين تائين مان تنهنجي جوانيءَ سان انهن دليوي وشين جو مزو وٺڻ چاهيانٿو، ان باري ۾ توکي ڪڏهن به قسم جي آناڪاني نه ڪرڻ گهرجي.“ پر پيءُ جي الين ڇوڻ تي به يدوءَ پڙاپو وٺڻ نه چاهيو. تڏهن سندس پيءُ کيس سراپ ڏنو ته تنهنجو اولاد راڄگديءَ تي ويهڻ جي لائق نه ٿيندو.“

پوءِ راجا يياتيءَ پين ٻن پٽن کي به سندن جواني ڏيڻ لاءِ ۽ سندس پڙاپو وٺڻ لاءِ چيو. ان تي تروسوءَ ۽ دروهيوءَ به اها گهر قبول نه ڪئي. پنهي ناڪار ڪئي. ان تي راجا پنهي کي سراپ ڏيئي ڇڏيو. پڇاڙيءَ ۾ سڀ کـان ننڍي شرمشٺا جي

پٽ پروءَ اها ڳالهه سويڪار ڪئي ۽ چيو- ”هيءَ ته اسان جي مٿان اوهان جي وڏي مهرباني آهي.“ ائين چئي پروءَ پنهنجي پيءُ جي ورڌ. آوستا ورتي ۽ پنهنجي جواني کيس ڏئي ڇڏي.

راجا يياتيءَ پروءَ جي جواني وٺي خوب دلدوڙ عيش عشرتن جو مزو ماڻيو ۽ آن سان گڏ انصاف سان راڄ ڪاروبار پڻ هلايو ۽ پرجا جي پالنا ڪئي. هن وشواچيءَ ۽ ديوياڻيءَ سان گهڻيئي جوانيءَ جا مزا ماڻيا. هن چيو ته ”مان ڪامنائن کي ختم ڪري ڇڏيندس.“ ائين سوچيندي هر روز هو سنسار جي وشين جو مزو ماڻڻ لڳو. هڪڙي خواهش پوري ٿي ٿيس ته ورتي ٻي خواهش اچي پيدا ٿيس. اهڙيءَ طرح هر روز نيون تمنائون پيدا ٿيڻ لڳس. راجا ڏٺو ته انهن ڪامنائن جو ته انت ئي ڪونه اچي. وشيه ڀوڳ جي چاهنا شانت ٿي نٿي ٿئي. ان تي ليمه راجا يياتيءَ هن طرح پنهنجي من جا ويچار ظاهر ڪيا:-

”ڀوڳن جي ترشنا انهن جي ڀوڳڻ سان ڪڏهن به شانت نٿي ٿئي بلڪ باهه ۾ گيهه جي آهوتي وجهڻ وانگر وڌيتي. سڄيءَ پرٿويءَ تي جيترا ڪاڌا موجود آهن، جيترو به سون موجود آهي ۽ جيڪي به زالون آهن، اهي سڀ هڪ ماڻهوءَ کي به خوش نه ڪري سگهن.

هن دنيا ۾ تڏهن سک ۽ شانتي موٽي ايندي، جڏهن ڪو به ماڻهو ڪنهن جو به برو نه چاهيندو. سمدرشي ٿيڻ سان ئي سک پراپت ٿيندو آهي. انسان کي هن دنيا ۾ سک تڏهن ملندو جڏهن هو ترشنا (هٻڇ) جو تياڳ ڪندو.

ٻڍاپي اچڻ تي وار اڇا ٿي وڃن ٿا ۽ ڏند ڪمزور ٿي وڃن ٿا پر جيئڻ ۽ ڌن جون آشائون ڪمزور ٿيون ٿين. وشين ۾ ڦاٿل رهندڙ مون کي هڪ هزار ورهيه گذري ويا پر به هر روز مون کي نيون نيون تمنائون ۽ اڇائون پيئون پيدا ٿين. مان پيو چاهيان ته اڃا به جيترو رهان ۽ وشيه ڀوڳن جا مزا ماڻيان. تنڪري منهنجي لاءِ هاڻ سٺو ائين ٿيندو ته هن دنيا کي ترڪ ڪري وڃي پنهنجو من پرڀوءَ ۾ لڳايان. ان ۾ وڃي بن جي هرڻن سان گڏ گهمان. هن ڪوڙيءَ مايا جو تياڳ ڪريان تڏهن مون کي سچي شانتي پراپت ٿيندي.“

شوڪ پراشرجيءَ چيو ته ”آن ڪانپوءِ راجا يياتيءَ پروءَ کي سندس جواني موٽائي ڏني ۽ کانئس پنهنجو ٻڍاپو موٽائي ورتو ۽ هن کي راڄائي سونپي ڏني ۽ کيس اڃڪديءَ ته، ويهاري پاڻ بن ڏانهن هليو ويو.“

ڏهون اڌياءِ سماپت



# ٻارهون اڌياءُ

## يدو-ونش جو ورڻن ۽ سهسرارجن جو چرتر

شري پراشرجيءَ چيو- هاڻي مان ييائيءَ جي ٻهرلين پٽ يدوءَ جي ونش جو ورڻن ڪريان ٿو، جنهن ونش ۾ ڀڳوان وشڻوءَ سورهن ڪلائن سان سمپورڻ اوتار ورتو، ان لاءِ هيٺيون سلوڪ مشهور آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ته:-

”جنهن ۾ سري ڪرشڻ نالي نراڪار پاربرهم اوتار ورتو، ان يد-ونش جو بيان ٻڌڻ سان مڻش سڀني پاپن کان ڇٽي وڃي ٿو.“

ان ونش ۾ يدوءَ کي سهسرجت، ڪروشٽو، نل ۽ نهش نالي چار پٽ پيدا ٿيا. انهن جي خاندان جو سلسلو ولش اڳتي هلندو رهيو. آخر انهيءَ ڪل ۾ ڪرتويريه نالي راجا کي ارجن نالي پٽ ڄائو، جنهن کي هزار ٻانهون هيون. اهو ستن ٻيٽن جي ڌرتيءَ جو راجا ٿيو. انکي ’سهسرارجن‘ به ڪري سڏيو ويو.

ان سهسرارجن ڀڳوان دتاتريه جي اپاسنا ڪئي. ان کان هن ڪيترائي ور پراپت ڪيا، جن مان مکيه هئا ته هڪ هزار ٻانهن جو ملڻ، جنگيون ڪري ستن ٻيٽن ڌرتي هٿ ڪرڻ ۽ ستن ٻيٽن-منڊل تي وڃڻ ۽ ڪنهن اهڙي مهاپرش جي هٿان موت، جو ٽنهي لوڪن ۾ پرسڌ هجي. اهڙي قسم جا ور هن حاصل ڪيا.

سهسرارجن هن ستن ٻيٽن ڌرتيءَ جي پالنا ڪئي ۽ ان تي راڄ ڪيو، جنهن ۾ ست وڏا يڳيه ڪيا. انجي برابري ڪوبه راجا ڪري نه سگهيو. هن جي راڄ ۾ ڪابه شيءِ اجائي زيان نه ٿيندي هئي. هن ڪيترائي پرجا جي ڀلائيءَ جا ڪم ڪيا. رعيت جي تندرستيءَ جو هن ڏاڍو خيال رکيو. ڪوبه ماڻهو هنجي راڄ ۾ بيمار نه ٿيندو هو. هن پنجاسي هزار ورهيه راڄ ڪيو.

هڪ دفعي جڏهن هو شراب پي، نرمدا نديءَ ۾ جل ڪريڙا (پنهنجي استرين سان گڏ سنان) ڪري رهيو هو ته اوچتو ئي راوڻ هنجي ماهشمتي نگريءَ تي سخت حملو ڪيو. ان وقت هن هڪدم راوڻ کي جانور وانگر نوڙيءَ ۾ ٻڌي شهر جي هڪ سنسان جڳهه تي قيد ڪيو.

آخر پنجاسي هزار ورهيه گذرڻ بعد پرشرام جي هٿان هن جو موت ٿيو. ان کي هڪ سؤ پٽ هئا پر انهن مان پنج مشهور هئا. ان ڪل ۾ هڪ ورشڻيءَ نالي راجا پيدا ٿيو، جنهنڪري يادوڪل کي ورشڻي ڪل به ڪري چوندا آهن پر يدوءَ جي ڪري هن خاندان کي ’يادوڪل‘ ڪري چوندا آهن.

ٻارهون اڌياءُ سماپت



# ٻارهون اڌياءُ

## يدوءَ جي پٽ ڪروشٽوءَ جو ونش

شري پراشر رشيءَ چيو- اي ڪانيوءَ يدوءَ جي پٽ ڪروشٽوءَ جو ونش (خاندان) شروع ٿيو. ان ونش ۾ ڪيترائي راجائون ٿي گذريا آهن ۽ انهن ۾ ڪي ڏاڍا مشهور راجائون به پيدا ٿيا. ۾ هڪ جيا-مگهه نالي راجا ٿيو، جو جورو ٽا ته زال جو "غلام" هو. ان راجا جي ڪهاڻي به عجيب آهي.

اهو راجا جيتوڻيڪ ڏاڍو بهادر هو پر استريءَ جي اڳيان هن جي هڪ به نه هلندي هئي، هن ڪيترائون ئي جنگيون ڪيون ۽ سڀني دشمنن کي هٽايو. ان وقت هو هڪ زبردست چڪرورتي راجا ڪري ليکيو ويو هو. هڪ وقت جي ڳالهه آهي ته جڏهن هو هڪ جنگ لڙي رهيو هو، تڏهن ان وقت هن جا سڀ دشمن وڃي ڀڳا ۽ ڊپ ۾ سڀئي ماڻهو ڀڄڻ لڳا. سڄو شهر خالي ٿي ويو.

ان ڀاڄ ۾ ان راجا ڏٺو ته هڪ راج-ڪنيا بيٺي آهي، جا ڊپ وچان ڏڪي رهي هئي ۽ هيڏانهن هوڏانهن پنهنجي بچاءَ لاءِ نهاري رهي هئي. هوءَ تمام سهڻي راجڪماري هئي ۽ رڙيون ڪري رهي هئي ته "اما! بابا! ڀاءُ! مونکي بچايو..." اُنکي ڏسي راجا ان تي موهت ٿي پيو. راجا خيال ڪيو ته "منهنجي زال کي ڪو به اولاد ڪونه ٿيو آهي، منهنجي زال وانجهه آهي؛ هاڻي ڀڳوان شايد مونکي هيءَ راج-ڪنيا اُنڪري موڪلي آهي ته مان هن سان شادي ڪريان ۽ ان مان مونکي ضرور اولاد ٿيندو. هاڻي هن کي رٿ تي چاڙهي پنهنجي محلات ۾ وٺي وڃان ٿو، اُتي راڻي شيويا جي آگيا وٺي پوءِ هن سان شادي ڪندس."

اِن ڪانيوءَ ان راج-ڪنيا کي رٿ ۾ چاڙهي، پنهنجي شهر ڏانهن روانو ٿيو. جڏهن شهر ۾ پهتو، تڏهن سڀئي نگرواسين، ڪٽنب جي ڀاتين ۽ وزيرن سان مهاراڻي شيويا راجا جي آجيان ڪرڻ لاءِ نگر جي وڏي دروازي وٽ آئي. جڏهن هن راجا جي پرسان ويٺل راج-ڪنيا کي ڏٺو، تڏهن ڪاوڙ ۾ اچي ڏڪندڙن چپن سان چيو، "تو پنهنجي پاسي ۾ هيءَ ڪير ويهاري آهي؟"

راجا کي جڏهن ان سوال جو ڪو به جواب سمجهه ۾ نه آيو تڏهن ڏڪندي ڏڪندي هن چيو ته "هيءَ منهنجي اواهن آهي." ان تي راڻي شيويا چيو، "مونکي ته ڪو پٽ ئي ڪونه آهي ۽ اوهانکي ٻي ڪا زال به ڪونه آهي، پوءِ ٻڌايو ته اوهانجي، ڪهڙي پٽ جي رشتي سان هيءَ اوهانجي اواهن ٿي؟"

شري پراشر چيو ته - اهڙيءَ طرح شيويا جا غصي ۾ ٻوليل لفظ ٻڌي ڊپ ۾

اڇي اُنجو شڪ دور ڪرڻ لاءِ راجا چيو، ”توکي جيڪو پٽ ٿيڻ وارو آهي، اُن تيندڙ پٽ جي موٽ ڀرپائين هيءَ زال چولڻدي پڪ ڪري رکي آهي.“ اهو ٻڌي راڻي خوش ٿي ملي مرڪ مڌهن تي آڻي چيو، ”چڱو، ائين ئي ٿيندو.“ پوءِ راجا سان گڏ شهر ۾ پرويش ڪيو.

راجا جي انهن لفظن جو اثر اهو ٿيو، جو راڻي جنهنکي اولاد ٿيندو ئي ڪونه هو، اها اميدواري ٿي ۽ ٺيڪ وقت تي پٽ ڄائس؛ اُنجو نالو ودرٿ رکيو ويو ۽ جڏهن هوُ وڏو ٿيو تڏهن انهيءَ ئي راج-ڪنيا سان هنجي شادي ٿي؛ ودرٿ کي اُن مان ٻه پٽ ڄاوا.

ڪجهه ورهين ڪانپوءِ اُن کي ٽيون پٽ ٻه ڄائو، جنهنجو نالو روم-پاد رکيو ويو. نارد جي اُپديش سان اهو ڏاڍو گياني ٿيو.

اهڙيءَ طرح اُنهن ٽنهي پٽن جو ونش شروع ٿيو. ڇيدڻ گهرائو ٻه اُنهن مان شروع ٿيو، جنهن ۾ ڪي مشهور راجائون ٿي گذريا آهن ۽ ’ساتوت‘ نالي ونش پڻ شروع ٿيو؛ اُن ۾ اڳتي هلي ڪي مشهور راجائون ٿيا، جن پنهنجي زماني ۾ ڏاڍي انصاف سان راڄ هلايو ۽ رعيت کي خوش رکيو.

ٻارهون اُڌياءُ سماپت



## تيرهون اڌياءُ

### ستوت جي اولاد جو بيان ۽ سيمنتڪ مڻيءَ جي ڪهاڻي

شري پراشرجيءَ چيو- ستوت جو ونش ڏاڍو وڏو. اُن خاندان ۾ ديواورڌ نالي هڪ راجا ٿيو، اُنجو ٻيروءَ نالي هڪ پٽ هو، اُنهن ٻنهي پيءُ پٽن جي باري ۾ هڪ مشهور چوڻي آهي ته:-

جهڙيءَ طرح اسان اُنهن ٻنهي جي باري ۾ پري کان ٻڌو هو، اهڙيءَ طرح اسان هنن جي نزديڪ وڃي ڏٺو؛ حقيقت ۾ ٻيرو هڪ نيڪ انسان آهي ۽ ديواورڌ ته سچ پچ ديوتا آهي. ٻنهي پيءُ پٽن جيڪو اُپديش ڏنو، اُن جي ٻڌايل رستي تان هلڻ ڪري ٦٠٧۴ ماڻهن اَمر پد پراپت ڪيو.“

اُن ساتوت جي ڪل ۾ ستراجت نالي هڪ راجا هو، اُنجي پاءُ جو نالو پرسين هو. اُن ستراجت جو متر ڀڳوان سوريه نارائڻ هو.

هڪ ڏينهن سمنڊ جي ڪناري تي وڃي ستراجت سوريه نارائڻ جي اُستوتي

ڪئي. پرارٿنا ڪندي هن سڄو ڏينهن ڀڳوان سوريه نارائڻ ۾ لڳايو ۽ من کي هڪ هنڌ اسٿر رکيائين. ڀڳوان سوريه نارائڻ هن جي سامهون اچي پرگهٽ ٿيو، پر هن جي شڪل صاف نه هئي.

ستراجت سوريه نارائڻ کي چيو- ”آسمان ۾ باه جي گولي وانگر جهڙو مون اوهان کي ڏٺو آهي، اهڙو ئي نزديڪ اچڻ سان ڏسي رهيو آهيان. هاڻي اوهين مون تي راضي ٿيو.“

ستراجت جي اهي چوڻ تي ڀڳوان سوريه پنهنجي ڳلي مان سيمنتڪ نالي هڪ مها مڻي لاهي الڳ رکي، تڏهن ستراجت ڀڳوان سوريه کي ڏٺو، انجو بدن ٽورو ٽامي جي رنگ جهڙو ۽ ننڍو هو ۽ انهن اکين ڪجهه پيليون هيون. اُن وقت ۾ ستراجت ورب سوريه کي پرارٿنا ڪئي. تڏهن سوريه جيئن ته توهان مونکان ڪو دل گهريو ور گهرو. ستراجت وينتي ڪئي ته ”مونکي اها سيمنتڪ مڻي ڏيو.“ ڀڳوان سوريه انکي اها مڻي ڏيئي آڪاش ۾ پنهنجي جاء تي هليو ويو.

پوء ستراجت اها مڻي ڳلي ۾ پائي دوارڪا ۾ آيو. اُن ۾ ايترو ته تجلو هو جو اُن جي اچڻ سان چئني ته چوڌاري روشني ڦهلجي وئي. دوارڪا ۾ اچڻ سان ماڻهن سمجهيو ته سوريه نارائڻ سري ڪرشڻ ڀڳوان سان ملڻ لاء دوارڪا ۾ آيو آهي. تڏهن ماڻهن ڊوڙي وڃي ڀڳوان سري ڪرشڻ کي ٻڌايو ته ”هي ڀڳوان! اوهانجي درشن لاء ڀڳوان سوريه نارائڻ اچي رهيو آهي.“

ڀڳوان سري ڪرشڻ ماڻهن کي ٻڌايو ته هيء ڀڳوان سوريه نارائڻ ڪونه آهي. هيء ستراجت آهي ۽ سوريه ڀڳوان کان مليل سيمنتڪ نالي مڻي پائي هتي اچي رهيو آهي. اوهين ٻيا ڪنهن ڊپ جي هن ڏانهن نهاريو.“ ڀڳوان سري ڪرشڻ جي اهي چوڻ تي دوارڪا واسين عگيء طرح هن ڏانهن نهاريو ۽ ڏٺائون ته برابر اهو ستراجت هو.

ستراجت اها مڻي وڃي پنهنجي گهر ۾ رکي. اها مڻي هر روز اٺ تولا سون جا ڏيندي هئي. اُن مڻيء جو اهو اثر اهو ٿيو جو سڄي ديش ۾ بيماري، ڏڪار، نانگن، باهين ۽ چورن جو ڊپ نه رهيو. هميشه سٺي برسات پوندي هئي. ڀڳوان سري ڪرشڻ جي مرضي ٿي ته اها مڻي راجا اگرسين وٽ هئڻ گهرجي. جيتوڻيڪ ڀڳوان سري ڪرشڻ ۾ اها شڪتي هئي ته اها مڻي هنڪان کسي وٺي پر هن اهين نه ڪيو، ڇاڪاڻ ته سري ڪرشڻ پنهنجي سماج ۾ جهڳڙو پيدا ڪرڻ نٿي چاهيو.

ستراجت کي جڏهن اها خبر پئي ته سري ڪرشڻ ڪائنس اها مڻي گهرڻ وارو هو اها پنهنجي ڀاء پرسين کي ڏيئي ڇڏي. پرسين کي اها خبر ڪونه هئي [illegible]هون ايترو پوتر ٿي ڪٺي وهڻ ڪري ان مڻيء جو الٽو اثر ۾ ٿي

سگھيو ۽ ڪنھن وقت نہ اھا خوفناڪ ٿي سگھيٽي. پرسين اُن مڻيءَ کي ڳلي ۾
ٻڌي گھوڙي تي چڙھي شڪار ڪرڻ لاءِ ٻــن ۾ ويو. اُتي ھڪڙي ڪنھن شينھن
ماري ڇڏيو. جڏھن شينھن گھوڙي سوڌو انکي ماري اُن نرمل مڻيءَ کي پنھنجي
وات ۾ کڻي ھلڻ لاءِ تيار ٿيو، اُن وقت اُن ٻن ۾ ھڪ رڇن جي راجا، جنھنجو نالو
جامبولت ھو، اُن شينھن کي مڻيءَ سميت ڏٺو ۽ انکي ماري ڇڏيائين. پوءِ ھــوُ
اھا نرمل مڻي کڻي غفا ۾ ھليو ويــو ۽ ھن پنھنجي سڪمار ٻالي ٻار لاءِ اھا مڻي
رانديڪي طور ڪم آندي.

جڏھن پرسين جھنگل مان نہ موٽيو، تڏھن سيني ماڻھن ۾ ھيءَ افواہ ڦھلجي
ويو تہ "سرڪرشڻ کي اھا مڻي کپندي ھئي، انڪري اُن تي ستراجت جي ڀاءُ
پرسين کي ماري ڇڏيو آھي."

سرڪرشڻ ان ڪوڙي ڪلنڪ جي دور ڪرڻ لاءِ يــادون جي ھڪ وڏي
سينا ولي پرسين جي گھوڙي جي کــرن جي نشانن جي پٺ ولي اُنجو پتو ڪيڻ
لاءِ روانــو ٿيو. اڳتي وڃي ڏٺائين تہ پرسين کي گھوڙي سميت شينھن ماري، ختم
ڪري ڇڏيو آھي.

جيتوڻيڪ ان مان صاف ظاھر ٿي ويو تہ سرڪرشڻ پرسين کي نہ ماريو آھي،
ان ھوندي بہ وڌيڪ جاچ ڪرڻ لاءِ اڳتي وڃي ڏٺائون تہ شينھن بہ اُتي مئو پيو ھو.
جاچ ڪندي معلوم ٿيو تہ اُن شينھن کي وري ھڪ رڇن جي راجا ماري ڇڏيو آھي.
سرڪرشڻ اُن مڻيءَ جي ڳولھا جاري رکندي رڇن جي راجا جامونت جي پيرن جي
نشانن جي پٺ ورتي. سڀ يــادون جي لشڪر کي جبل جي اڳيان بيھاريائين ۽
پاڻ اُن جبل جي غفا جي اندر گھڙي ويو.

اندر وڃڻ تي سرڪرشڻ ھڪ دائيءَ جو آواز ٻڌو، جا ھڪ ٻــار کي راند
ڪرائي رھي ھئي ۽ چئي رھي ھئي تــہ "شينھن پرسين کي ماري ڇڏيو آھي ۽ اُن
شينھن کي وري جامبوانت ماري ڇڏيو آھي. پيارا پٽ! تون روءُ نہ، ھيءَ سيمنت
مڻي تنھنجي ٿي آھي."

اھي لفظ ٻڌي سرڪرشڻ مڻيءَ جو پتو لڳائڻ لاءِ اندر ھليو ويو ۽ ڏٺائين تہ
سيمنت مڻي ٻار جو رانديڪو بڻجي پيئي آھي ۽ دائيءَ جي ھٿ جي آسريءَ تي
رکيل آھي ۽ سندس روشني غفا کي بہ روشن ڪري رھي آھي.

دائيءَ ڏٺو تہ ھڪ عجيب ماڻھو سيمنت مڻيءَ ڏانھن لوڀي اکين سان نھاري
رھيو آھي. ھڪ ڌاريي ماڻھوءَ کي ڏسي دائيءَ ڊپ وچان 'ٻچايو... ٻچايو' پڪاري
وٺي ڏاڍيان رڙيون ڪيون.

انهن ڳالهين ٻڌي جامونت غصي ۾ اچي آيو. ٻنهي جي وچ ۾ لڙائي لڳي. اها لڙائي ايڪويهه ڏينهن هلي. ٻاهر وٽ سري ڪرشن جي موٽي اچڻ جي واٽ ڏسندي ڀاڳون جو لشڪر هيٺ ڪن آڻي ويٺو هو، پر جڏهن سري ڪرشن کي ٻاهر نڪرندو نه ڏٺائون تڏهن لشڪر کي پڪ ٿي ويئي ته سري ڪرشن ضرور غفا ۾ ماريو ويو آهي، انهيءَ صورت ۾ جڪڏهن جيئرو هجي ها ته هن کي ايترو وقت نه لڳي ها. اهو سوچي سڀ جوان دوارڪا ۾ موٽي آيا ۽ اچي اچي خبر ٻڌايائون ته ڀڳوان ڪرشن ماريو ويو آهي. سري ڪرشن جي رشتيدارن به اها بڇڙي خبر ٻڌي، ان جو سڄو ڪرياڪرم ڪيو.

جامونت کي سري ڪرشن جي طاقت جو پتو پيو. تمام گهڻا ڏينهن جنگ ڪندي هو ٿڪجي پيو ۽ ڏاڍو حيران ٿيو. آخر جامونت هاريو ۽ سري ڪرشن کي پرڻام ڪري چيو ته ”اوهين پڪ ئي پڪ ڀڳوان جا اوتار آهيو ۽ دشمن پاپين کي سزا ڏيڻ لاءِ اوهان پرٿويءَ تي اوتار ورتو آهي.“

اهو چئي جامونت سري ڪرشن کي پنهنجي گهر وٺي ويو ۽ پنهنجي جامونتي ڌيءَ سري ڪرشن کي ڪنيا دان ڪري ڏئي ڇڏيائين ۽ اهو سيمنتڪ مڻي به ڏاج ۾ ڀڳوان سري ڪرشن کي ڏئي ڇڏيائين. سري ڪرشن اها مڻي وٺي خوش ٿي، جامونتيءَ سان گڏ دوارڪا ۾ موٽي آيو.

ڀڳوان جي موٽي اچڻ تي دوارڪا واسين ڏاڍيون خوشيون ڪيون، جنهن ڪري ڀڳوان جون استريون به ڏاڍو خوش ٿيون. سڀني سري ڪرشن ڀڳوان جي ڀيڪمدار آجيان ڪئي.

ڀڳوان سڀني کي سيمنتڪ مڻيءَ جي موٽي ملڻ جي سڄي ڪهاڻي ٻڌائي ۽ اها مڻي ستراجيت کي موٽائي ڏني.

اهڙيءَ طرح ڀڳوان ڪوڙي ڪلنڪ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو. پوءِ جامونتيءَ کي پنهنجي زنانخاني ۾ روانو ڪيو.

ستراجيت به اهو خيال ڪري ته مون اجايو ڀڳوان تي ڪوڙو ڪلنڪ لڳايو. پوءِ هن به پنهنجي ڌيءَ ستيڀاما ڀڳوان سان پرڻائي ڇڏي. ستيڀاما سان شادي ڪرڻ لاءِ اڪرور، ڪرت ورما ۽ شتڌنوا جهڙا بهادر به خواهشمند هئا، پر جڏهن ٻڌائون ته ستراجيت اها ڪرشن کي ڏئي ڇڏي آهي تڏهن ستراجيت سان به دشمني رکڻ لڳا.

ان ڪانپوءِ اڪرور ۽ ڪرت ورما شتڌنوا کي ستراجيت جي برخلاف ڀڙڪايو. اها خبر ڦهلجي، ويئي ته سڀ پانڊو لاک جي گهر ۾ جلي مري ويا آهن.

جيستوڻيڪ ڪرشڻ کي نه ڄاڻ هئي ته پانڊون جو ته وار به ونگو نه ٿيو آهي. ان
هوندي به ڀڳوان ڪرشڻ دريوڌن جي ڪوشش کي ناڪامياب بڻائڻ لاءِ ڪل جي
رواج موجب ڪريا ڪرم ڪرڻ لاءِ وارڻا وت نالي شهر ۾ ويو.

ڪرشڻ جي غيرحاضري ۾ موقع جو فائدو وٺي شتڌنوا ننڊ ۾ سمهيل ستراجت
کي ماري اها مڻي کڻي ويو. پتا جي خون جي ڪري غصي ۾ ڀرجي ستيڀاما رٿ
تي چڙهي وراڻاوت شهر ۾ وڃي پهتي ۽ ڀڳوان ڪرشڻ کي چوڻ لڳي ”پتا جي
موت کي اوهان جي ڪرڪملن ۾ (هٿن) ۾ سونپيو، شتڌنوا اهو سهي نه سگهيو ۽
منهنجي پتا کي ماري ڇڏيو؟ مڻ کڻي هليو ويو. ان ۾ اوهان جي ئي ڪل ٿيندي.
اهن سڀني ڳالهين جو ويچار ڪري جيڪي به اوهان کي واجب سمجهه ۾ اچي سي
ائين ڪريو“

ستيه ڀاما جي ائين چوڻ تي هميشه خوش ۽ پرسن رهندڙ ڪرشڻ به غصي ۾
اکيون ڳاڙهيون ڪري چيو ”هي ستيي! برابر ان ۾ ان ۾ منهنجي ڪل آهي- مان
ڪنهن به روپ ۾ ان دشٽ جو ڪڪرم برداشت نه ٿو ڪري سگهان. ڄاڻ ته
جيڪڏهن دڳهي وڻ جي چوٽي، تي نه چڙهي سگهجي ته ان تي آکيڙو ناهي ڪري
رهڻ وارن پکين کي مارڻ نه گهرجي (يعني وڏن ماڻهن سان نه پهچڻ تي ان جي اجهي
هيٺ رهڻ وارن کي دٻائڻ نه گهرجي). هاڻي تون ڪو به خيال نه ڪر مان ان کان
چڱيءَ طرح بدلو وٺندس“.

ڪرشڻ دوارڪا ۾ اچي بلديو کي سڄي ڳالهه ڪري ٻڌائي ۽ کيس چيائين ته
”اٿو ته رٿ تي چڙهي شتڌنوا کي مارڻ جي ڪوشش ڪريون“. بلديو چيو ته ”تمام
سٺو“ ائين چئي اها ڳالهه قبول ڪئي. شتڌنوا جو ٻڌو ته منهنجي مارڻ لاءِ ڪرشڻ ۽
۽ بلديو تيار ٿيا آهن، سو ڊپ وچان هو ڪرت ورما وٽ ويو ۽ کيس وڃي مدد لاءِ
عرض ڪيائين. تڏهن ڪرت ورما چيو ”ته مون ۾ طاقت ڪو نه آهي جو ڪرشڻ ۽ بلديو
برخلاف وڃان“ پوءِ هو اڪرور وٽ ويو. اڪروڙ به ڪرشڻ ۽ بلديو جي شڪتيءَ
جي ساراهه ڪئي. هن چيو ته ديوتائن ۾ به ۽ راڪشسن ۾ به ڪنهن کي به طاقت ڪو
نه آهي جو ڪرشڻ ۽ بلديو سان مقابلو ڪري. ان ڪري تون ٻئي ڪنهن وٽ مدد
لاءِ وڃ. ان تي شتڌنو چيو ”ته چڱو، مان اوهان کي هيءَ مڻي ڏيان ٿو- اوهين رکو
ان مڻيءَ جي رکيا ڪريو.“ اڪروڙ چيو ”ته چڱو مڻي مان ان شرط تي وٺندس ته اوهين
پڇاڙيءَ جي دم تائين به اها ڳالهه ڪنهن کي به نه ٻڌائيندا.“ شتڌنو چيو ”ته مان انجام
ڪريان ٿو ته مرندي مري ويندس پر اها ڳالهه ڳجهي رکندس“ پوءِ اڪرور اها مڻي
پاڻ وٽ رکي ڇڏي.

اِن ڪان پوءِ شتڌنوا هڪ ڀلي گهوڙيءَ تي جنهنجي رفتار تمام تيز هئي - چڙهي
ولي ڀڳو. بلديو ۽ ڪرشڻ ٻه، چئن گهوڙن واري رٿ تي چڙهي ان جي پٺ ورتي
اهي گهوڙا تمام ڀلا هئا - جن جا نالا هئا شئبيه، سگريو، ميگهپشپ ۽ بلاهڪ. شتڌنوا
جي گهوڙيءَ ٻه ڪوهن جي مفاصلي تائين ڊوڙي، پر پوءِ ٿڪجي پيئي، ۽ متلا ديش
جي هڪ ڪناري جهنگل ۾ ساهه ڇڏيائين. تڏهن شتڌنوان ان کي اُتي ڇڏي ڪري
پيرين پنڌ ڊوڙيو. اهو ڏسي ڪرشڻ بلديو کي چيو ته "اوهين ان رٿ ۾ ترسي ويهو
مان هن پيدل ڊوڙندڙ پاپيءَ کي پڪڙي وڃي ماري ٿو اچان" "ڀلو" چئي بلديو
رٿ ۾ ئي ويٺو رهيو.

ڪرشن فقط ٻن ڪوهن تائين اُن جي پٺ ورتي. پوءِ هن پنهنجو سدرشن
چڪر اُن جي پٺيان ڇڏيو. جنهن پري هوندي ئي ۽ شتڌنوا جي سسي ڪپي ڇڏي.
پر هن جي بدن ۽ ڪپڙن جي تلاشي وٺڻ تي، جڏهن مڻي ڪرشڻ کي نه ملي تڏهن
بلديو وٽ وڃي ڪرشڻ چيو ته "اسان اجايو شتڌنوا کي ماريو ڇاڪاڻ ته جنهن
مڻيءَ جي هٿ ڪرڻ لاءِ اسان هيءَ ڪوشش ڪئي. اها ته اسان کي نه ملي."

بلديو من ۾ سوچيو ته "ڪرشڻ مڻيءَ جي ڳالهه مون کان ٿو لڪائڻ ٿو چاهي.
ڇاڪاڻ ته اهو ناممڪن آهي جو مڻي ڪنهن نه ملي هجي، سو ڪ مڻيءَ کي لڪائڻ
لاءِ مون کي ٻه بيوقوف بڻائي ٿو." اهين سوچي غصي ۾ اچي ڪرشن کي ڦٽڪاريندي
چوڻ لڳو ته "توکي حيف هجي جو پاڻ ئي مون سان ڪوڙ ڳالهائين ٿو. هاڻ مان
توکي پاڻ جي نالي معاف ڪريان ٿو. تنهنجو رستو کليل آهي. هاڻي تون خوشيءَ
سان وڃي سگهين ٿو. هاڻي مون کي دوارڪا سان، تو سان ۽ سڀني مٽن مائٽن سان
ڪوبه واسطو نه رهيو آهي. منهنجي اڳيان ڪوڙن قسمن کڻڻ جي به ڪا ضرورت
نه آهي.

ڪرشن اُن کي سمجهائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر بلديو هڪ به نه مڃي
۽ هڻ وديهه لڳو ڏانهن هليو ويو. وديهه نگر ۾ جڏهن هو پهتو تڏهن اُتي راجا جنڪ
اُن جي ڏاڍي آجيان ڪئي. بلديو کي پنهنجي گهر وٺي آيو. بلديو اُتي رهڻ لڳو.
هيڏانهن ڀڳوان ڪرشڻ دوارڪا ۾ هليو آيو. جيترا ڏينهن بلديو راجا جنڪ وٽ رهيو
اوترا ڏينهن ڌرتراشٽر جو پٽ دريوڌن هن کان "گدا يڌ" (گدا نالي هٿيار سان
جنگ ڪرڻ) سکندو رهيو. بلديو ان وديهه نگر ۾ ٣ ورهيه رهيو. پر آخر ٻڀرو ۽
ٻين وغيره يادون ان کي وڃي سمجهايو ته اها مڻي ڪرشڻ وٽ نه آهي. هن
کي وشواس ڏياريو.

ڀڳوان جي ڏيان ۾ مڪن ٿي. ڪستوري ڪيئه ڪيا. ڇاڪاڻ ته

اڪروڙ کي ان مٽيءَ وٽان هرروز ڪيترو ئي سون ملندو هو. ان ڪري هن کي ناڻي جي اصل پرواه نه رهي.

چون ٿا ته ان مٽيءَ جي اثر ڪري ٦٢ سالن تائين دوارڪا ۾ نه ڪا بيماري ڦهلي ۽ نه ڏڪار پيو. نه ڪو ڪنهنجو موت ئي ٿيو. پر آخر اڪروڙ جي ذات-ڀائرن - ڀوڄ ونش ۾ پيدا ٿيلن - ساتوت جي پڙپوٽي شترگهن کي ماري ڇڏيو. ان سبب ڪري اڪروڙ به دوارڪا ڇڏي هليو ويو. ان جي وڃڻ کان پوءِ دوارڪا ۾ بيماريون، ڏڪار ۽ برسات جو نه پوڻ - سوڪ ٿيڻ وغيره تڪليفون شروع ٿي ويون.

ان وقت ڀڳوان ڪرشڻ، بلديو ۽ اگرسين يادون جي مدارن - ٻين معزز يادون سان ملي صلاح مصلحت ڪرڻ لڳا. اُن بيٺڪ ۾ ان ڳالهه تي ويچار ڪيو ويو ته "ڪهڙو سبب آهي جو اوچتو گڏجي هي مصيبتون دوارڪا مٿان نازل ٿيون آهن."

ان وقت انڌڪ نالي هڪ پڙهي يادو چيو ته "اڪروڙ جو پيءُ شوڦلڪ جتي جتي رهندو هو اُتي وچڙندڙ مرض ۽ ڏڪار، سوڪ وغيره اُپدرو (مصيبتون) ڪو نه ٿينديون هيون. هڪ دفعي ڪاشيراج جي ملڪ ۾ برسات اصل نه پيئي تڏهن شوڦلڪ کي اُتي وٺي وڃڻ تي هڪدم برسات پيئي. اُن وقت ڪاشيراج جي مهاراڻيءَ جي گرڀ ۾ هڪ ڌيءُ هئي پر وير جو وقت پورو به ٿي ويو پر راڻيءَ وير نه ڪيو. چون ٿا ته اها ڇوڪري ١٢ ورهيه پنهنجي ماءُ جي پيٽ ۾ پيئي هئي. تڏهن ڪاشيراج گرڀ ۾ پيل اُن ڌيءُ کي چيو "ڌيءَ! تون ٻاهر اچ، مان تنهنجو منهن ڏسڻ چاهيان ٿو. تون پنهنجي ماءُ کي ڇو تڪليف ڏيئي رهي آهين؟"

راجا جي ائين چوڻ تي به هن گرڀ ۾ رهندي به چيو- "پتاجي! اج کان وٺي هر روز جيڪڏهن اوهين برهمڻ کي هڪ ڳانءِ دان ڪندا ايندا ته مان ٽن ورهين کان پوءِ جنم وٺنديس. هن گرڀ کان نڪري ٻاهر اينديس."

اهو ٻڌي راجا هر روز برهمڻ کي هڪ ڳانءِ دان ڏيڻ لڳو. تڏهن اوتري وقت (٣ ورهيه) گذرڻ بعد هوءَ پيدا ٿي.

پيءُ ان جو نالو "ڳانڌني" رکيو ۽ جڏهن شوڦلڪ ان جي ملڪ ۾ آيو تڏهن شوڦلڪ کي اها پنهنجي ڌيءَ - ڪنيادان ڪري ڏيئي ڇڏيائين. شوڦلڪ کي ان زال مان اڪروڙ ڄائو. اڪروڙ به ڏاڍو گڻوان آهي ۽ هن جو جنم به اهڙي گڻوان مهاپرش مان ٿيو آهي. اسان جي ملڪ ۾ به هيءُ جو خوفناڪ مصيبتون اچي پيئون آهن. ان جو ڪارڻ به اهو آهي جو اڪروڙ جهڙو ڀڳوان جو ڀڳت اسان جي ملڪ کي ڇڏي وڃي ٻئي ملڪ ۾ رهيو آهي. جنهن ديش کي اڪروڙ جهڙو مهاپرش تياڳ ڪندو. ان ملڪ ۾ اهي مصيبتون ڇو نه اينديون؟ ان ڪري اسان لاءِ هيءَ سهڻي

ٻاهر ليندي جو اسان هڪدم اڪروڙ کي باعزت پنهنجي ديش ۾ وٺي ايندا هئاسين.
نه رڳو هن کي هيءَ وٺي ايندا هئاسين پر ان سان گڏ. اڪروڙ مٿان جيڪو ڏوھ مڙهيل
آهي، ان جي وڌيڪ جاچ پڙتال ڪرڻ ۽ جلدي ڏينداسين." ان هيءَ ٻادر جي
اها صلاح مڃي ڪرشڻ، اگرسين ۽ بلديو وغيره ٻادر شو ڦلڪ جي پٽ اڪروڙ کي
باعزت پنهنجي شهر ۾ وٺي آيا ۽ هن جو ڏوھ هٽي وساري ڇڏيائون.

اڪروڙ جي اچي ئي لئي هڪدم سٺي برسات پئي ۽ روڳ ۽ بيماريون
دفع ٿي ويون. حقيقت ۾ ان جو ڪارڻ فقط اها سيمنتڪ مڻي هئي. جا اڪروڙ
وٽ موجود هئي. شري ڪرشڻ کي ۽ پڪ ٿي وئي ته دوارڪا ۾ مصيبتن جي
اچڻ جو سچو ڪارڻ اهو هو جو اها سيمنتڪ مڻي دوارڪا مان ٻاهر هلي وئي
هئي. وري جڏهن اڪروڙ سان گڏ دوارڪا ۾ اها مڻي آئي ته سڀ مصيبتون دور
ٿي ويئون. سو ڀڳوان ڪرشڻ خيال ڪيو ته اڪروڙ ڪيترا ڏهه ٻڌي ٻنهن جو وڏا
وڏا يگيہ ڪيا آهن. انهن جو ڪارڻ به اها سيمنتڪ مڻي آهي جا اڪروڙ وٽ
موجود آهي.

ان کان پوءِ ڀڳوان ڪرشڻ پنهنجي محل ۾ ڪيترن مکيہ يادون کي اچڻ
ڏيئي هڪ ميٽنگ ڪئي. ان ۾ هن ستراجيت کي به اچڻ ڏيئي گهرايو. ان ميٽنگ
۾ سيمنتڪ مڻيءَ ۽ دوارڪا ۾ مصيبت اچڻ بابت ٻاهر ڳالھ ٻولھ ڪئي وئي. پڇاڙيءَ
۾ ڀڳوان ڪرشڻ ڪلي اڪروڙ کي چيو ته "جهڙيءَ طرح ستراجت اوهان کي سيمنتڪ مڻي
سونپي هئي اهو سڀ اسان کي معلوم آهي. اها مڻي سڄي راشٽر جو اپڪار ڪندڙ
آهي. اسان کي ڪوبه اعتراض ڪونه آهي ته اها مڻي تو وٽ هجي. ڀلي تو وٽ
هجي. ڇاڪاڻ ته تون به دوارڪا جو رهواسي آهين. ان مڻيءَ جو لاڀ اسين سڀ
دوارڪا جا رهواسي وٺي رهيا آهيون. پر بلديو مون ۾ شڪ آڻيو هو ته اها مڻي
مون وٽ آهي. مان ان جو اهو شڪ مٽائڻ چاهيان ٿو. ان ڪري اهو واجب آهي
ته هڪ دفعو اها مڻي هن کي ڏيکار، جيئن هن کي پڪ ٿئي ته اها مڻي تو وٽ
آهي." ڀڳوان اهي لفظ چئي ڪجھ چپ ڪئي. ان وقت اڪروڙ وٽ اها مڻي موجود
هئي. سو هو دل ۾ خيال ڪرڻ لڳو ته "هاڻي مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن
مان انڪار ٿو ڪريان ته مون وٽ هن وقت اها مڻي ڪونه آهي ته ڪير ۾ لڪل
هٿ ڪري. هو جيڪڏهن ڳولهين ته مڻي ظاهر ٿي پوندي ۽ مان ڪوڙو ٿي پوندس.
ان ڪري هاڻي مون کي جيڪي ڪرشڻ چيو آهي. اهو ئي ڪرڻ گهرجي."

اها [illegible] جي هن ڪرشڻ ڀڳوان کي چيو ته "هي ڀڳوان! برابر مون کي اها
[illegible] رکيا لاءِ ڏني هئي. ان جي مرڪ وچڻ کان پوءِ مون خيال ڪيو ته

اچ يا سياڻ توهين مون کان اِها مٽي ضرور گهرندا. هن مٽيءَ کي سنڀالڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم هو. هيءَ مٽي سڄي راشٽرءَ جي آهي. اهڙي قيمتي وستوءَ کي سنڀالڻ پڻ هڪ وڏي جوابداري آهي. هاڻي وٺو توهان جي هيءَ سيمنٽڪ مٽي. هاڻي توهان جي مرضي. جنهنکي وڻيو تنهنکي اِها مٽي ڏيو."

ائين چئي اڪروڙ پنهنجي چيلهه جي پٽي ۾ ڪپڙن هيٺان لڪل هڪ سون جي ننڍي پيٽي ڪڍي ۽ ان مان اها مٽي ڪڍي يادون جي اُن ميٽنگ ۾ رکي. ٻاهر ڪڍڻ تي ڪرشڻ جو سڄو محل روشنيءَ سان چمڪي پيو. اُن وقت اڪروڙ چيو – "مون کي هيءَ مٽي شتڌلوا ڏني هئي. هيءَ جنهنجي هجي اُهو پلي ڪٽي."

مٽيءَ کي ڏسندي ئي ميٽنگ ۾ خوشيءَ جي لهر ڇانئجي وئي. "ڏاڍو سٺو، ڏاڍو سٺو" ائين بلند آواز اُن ميٽنگ ۾ ٻڌڻ ۾ آيو.

مٽيءَ کي ڏسي ٻلديو چيو ته "ڪرشڻ وانگر منهنجو به اُن مٽيءَ تي حق آهي." اِهي لفظ چئي ٻلديو مٽيءَ وٺڻ لاءِ پنهنجي خواهش ظاهر ڪئي. ۽ "هيءَ منهنجي ملڪيت آهي- ڇاڪاڻ ته هيءَ منهنجي پيءُ جي مٽي هئي". اهي لفظ چئي ستيياما به پنهنجي زبردست خواهش ظاهر ڪئي. ٻلديو ۽ ستيياما کي ڏسي ڪرشڻ پاڻ کي پڳي ۽ گاڏيءَ جي قيتي جي وچ ۾ پيل ماڻهوءَ وانگر سنڪٽ ۾ ڦاٿل ڏٺو.

ان وقت ڪرشڻ سڀني يادون جي سامهون اڪروڙ کي چيو – "پاڻ تان ڪوڙو ڪلنڪ لاهڻ لاءِ ئي هيءَ مٽي مون يادون کي ڏيکارڻ لاءِ توکي چيو. هن مٽيءَ تي جهڙو منهنجو حق آهي؛ اوترو ئي ٻلديو جو به آهي ۽ ستيياما جي ته هيءَ اباڻي ملڪيت آهي. ان ڪري ڪنهنجو به اُن مٽيءَ تي انڪار نه آهي. هيءَ مٽي راشٽرءَ جو ڀلو تڏهن ڪندي جڏهن هن مٽيءَ کي پائيندڙ يا پاڻ وٽ رکندڙ برهمچريه ۾ رهندو ۽ هميشهه شڌ (پوتر) رهندو. پر جيڪڏهن اَپوترتا جي حالت ۾ هن کي پاڻ وٽ رکندو ته اُن کي ڏاڍو نقصان رسندو ۽ اُهو مري ويندو. مون کي تمام گهڻيون زالون آهن. اَن ڪري مان به هن کي پائي نٿو سگهان يا پاڻ وٽ رکي نٿو سگهان. منهنجي پوڄيه وڏي ڀاءُ ٻلديو کي به هن مٽيءَ جي پائڻ سان شراب وغيره کي تياڳ ڏيڻو پوندو ۽ سڀ عيش عشرتون ڇڏيڻون پونديون. سو ڏاڍو مشڪل آهي. ان ڪري هي اڪروڙ! مان، ٻلديو ۽ ستيياما ٽيئي ملي ڪري اوهان کي عرض ٿا ڪريون ته هن مٽيءَ کي پائڻ لاءِ فقط اوهين لائق آهيو. جيڪڏهن اوهين هن کي پنهنجي گلي جو هار بڻائيندا ته هيءَ مٽي سڄي راشٽرءَ جو ڀلو ڪندي. ان ڪري سڄي راشٽرءَ جي منگل- ڪامنا جي خيال کان اوهين ئي

وسديو جي جنم وقت تي ديوتائن به خوشيون ملايون هيون چاڪاڻ ته انهن کي خبر هئي ته وسديو جي گهر ڀڳوان ڪرشن جنم وٺندو. وسديو جو ٻيو نالو ”آنڪ دندڀي“ به هو. چاڪاڻ ته ان جي جنم ڏن تي ديوتائن آنڪ ۽ دنديءَ نالي باجا وڄايا هئا. وسديو کي ٩ ڀائر هئا. انهن ڏهن ڀائرن کي پرٿا وغيره پنج ڀينر هيون.

شورسين جو ڪنتيءَ نالي هڪ دوست هو. ان کي اولاد ٿيو ٿي نه ٿي. انهيءَ ڪري شورسين پنهنجي ڌيءَ پرٿا کي گود جي ڌيءَ ڪري ڏني. سو پرٿا ڪنتيءَ جي گود ۾ ورتل ڌيءَ هئي. ان ڪري ان جو ٻيو نالو ڪنتي پڇجي ويو. ڪنتيءَ (پرٿا) جو راجا پانڊو سان وهانءُ ٿيو. ڪنتيءَ کي ڌرم، وايو ۽ اندر نالي ديوتائن مان نمبروار يڌشٽر، ڀيمسين ۽ ارجن نالي ٽي پٽ ڄاوا. ان کان اڳي هن کي ڪنواري هوندي سوريه مان ڪرڻ نالي هڪ پٽ به ڄائو هو، جنهن کي ’ڪانين‘ چيو ويو. ڪنواريءَ ڇوڪريءَ جي گرڀ مان پيدا ٿيل ٻار کي سنسڪرت ۾ ڪانين ڪري چيو آهي. راڄ پانڊو کي مادري نالي هڪ ٻي به زال هئي. ان کي وري اشوني ڪمارن نالي ديوتائن مان نڪل ۽ سهديو نالي ٻه پٽ ڄاوا هئا. انهن پنجن ڀائرن کي پانڊو ان ڪري چيو ويو جو اهي پانڊو راجا جا پٽ هئا.

شورسين جي ٻيءَ ڌيءَ شرتديوا جو ڪاروش جي راجا ورڌ ڌرما سان وهانءُ ٿيو هو. ان مان هن کي دنت-وڪر نالي مها دئتيه پيدا ٿيو. شورسين جي ڇوٿين نمبر ڌيءَ شرت-شروا جو وهانءُ چيدي-ديش جي راجا دم-گهوش سان ٿيو. ان مان هن کي ششوپال نالي پٽ ڄائو. پورب جنم ۾ هيءُ مهاٻلوان هرڻيه-ڪشپو نالي دئتن جو راجا هو. جنهن کي ڀڳوان نرسنگهه ماريو هو. ان کان پوءِ هو هڪ زبردست ٽنهي لوڪن جو جيتيندڙ، اندر کان به وڌيڪ طاقتور دشانن (ڏهن منهن وارو) راوڻ ٿيو. ڀڳوان رامچندر ان کي ماريو. ان کان پوءِ هو چيدي راجا دم گهوش جو پٽ ششوپال ٿيو. ان جنم ۾ به هو ڀڳوان ڪرشڻ سان دشمني رکڻ لڳو. پڇاڙيءَ ۾ هو ڀڳوان ڪرشڻ کان ماريو ويو ۽ ٽن جنمن کان پوءِ ڀڳوان سان دشمني رکندي به هميشه ڀڳوان کي ياد ڪندي ۽ ان ۾ من لڳائڻ ڪري هن موڪش-پد پراپت ڪيو.

ڀڳوان جڏهن پرسن ٿئي ٿو تڏهن جنهن نموني هو من-ڪامنا پوري ڪري ٿو- اهڙي نموني هو ناراض ٿي ماريندي به دويه-لوڪ جي پراپتي ڪرائي ٿو.

چوڏهون ادياءَ سماپت

# پندرهون اڌياءُ

## ششوپال جي اڳين جنمن جو ۽ وسديو جي اولاد جو بيان

مئتريه چيو- ”هي مهامني شري پراشرجي! اڳين جنمن ۾ هرڻيه- ڪشيپ ۽ راوڻ هئڻ لي وشڻو ڀڳوان دوارا مارجڻ ڪري هن گهٽيئي راڄالي جا سک ڀوڳيا. جي ديوتائن کي به جيڪر مشڪل ملن ٿا هن هري ڀڳوان کي نه پاتو. هو ڀڳوان ۾ لين نه ٿيو. ٽيءَ هن جنم ۾ يعني ششوپال جو جنم وٺڻ بعد- جڏهن هو ڀڳوان ڪرشڻ کان ماريو ويو تڏهن هن هڪدم موکش ڪيئن حاصل ڪيو.

هي سڀني ڌرماتمائن ۾ شريشٽ مني ور! اُن ڳالهه ٻڌڻ جي مون کي ڏاڍي اڇا آهي. ان ڪري هيءُ سوال مون اوهان کي ڪيو آهي، مهرباني ڪري ان جو ورڻن چڱيءَ طرح ڪندا.

شري پراشرجيءَ چيو- پهرين جنم ۾ ڀڳوان هريءَ نرسنگهه جو اوتار وٺي هرڻيه- ڪشيپ دئتن جي راڄا کي ماريو. ان وقت هرڻيه- ڪشيپ جي من ۾ اها ڀاونا ڪونه پيدا ٿي هئي ته هيءُ ڪو وشڻو ڀڳوان آهي. فقط اهو خيال هن جي من ۾ آيو ته هيءُ ڪو وڏن پڻن جي ڪري اڻين لڀل پيدا ٿيل آهي. هن کي هيءُ سڄي پرپوٺا رجوگڻ جي وڌڻ ڪري مليل هئي. اهو ئي سبب هو جو هن جو من ۾ ايشور- ڀاونا پيدا ٿيڻ ڪري ڀڳوان دوارا مارڻ لي ته هن کي راوڻ جو جنم مليو. جنهن ۾ هن سڄيءَ ٽرلوڪيءَ ۾ سڀني کان وڌيڪ سک ڀوڳي ماڻيان. هن کي زندگيءَ جي عيش عشرت جا سڀ ساڌن موجود هئا ٿر هو ڀڳوان جي ڌيان ۾ مگن نه رهيو. تنهن جو من ڀڳوان ۾ لڳل نه هو.

راوڻ جي جنم ۾ ڪام جي وس ٿي جانڪيءَ ۾ دل لڳڻ ڪري ڀڳوان [illegible] دوارا مارڻ وقت هن کي فقط ”هري- درشن“ ٿيو ٿر ”هيءُ ڀڳوان [illegible] اچي قسم جي آسڪتي نه ٿي، ٻلڪ مرڻ وقت هن جي انتهڪرڻ ۾ فقط [illegible] رام هڪ منشيه آهي. ٿر چاڪاڻ ته هو ڀڳوان جي هٿان ماريو ويو [illegible] اُن کان پوءِ ٽئين جنم ۾ هو وري چيدي- راڄائن جي خاندان ۾ ڄائو. [illegible] ان ۾ هن جو نالو ششوپال هو. هن جي من ۾ ڀڳوان لاءِ دشمني [illegible] جنم ۾ سڄو وقت هن کي ڀڳوان جي انيڪ ليلائن جو خيال [illegible] جدا جدا نالا پڻي ورتا. هن جي سامهون فقط ڀڳوان جو [illegible] ڪمل جي ٽل وانگر جهڙيون سهڻيون اکيون آهن،

جهڙيءَ پيتامبر (پيلا وستر) پهريل آهن، مٿي ۾ مڪٽ اٿس، ڪيور هار ۽ باجوبند پهريل اٿس. هن کي وڏيون چار ٻانهون آهن، هو شنک چڪر گدا ۽ پدم ڌارڻ ڪري رهيو آهي. ڀڳوان جو اهو روپ هر گهڙيءَ هنجي من ۾ وسي رهيو هو. پوءِ ڀڳوان کي گارين ڏيڻ وقت، هو فقط ڀڳوان جا نالا وٺي رهيو هو ۽ سامهون سدرشن چڪر ڌاري هري ڀڳوان کي ڏسي رهيو هو، ان وقت سدرشن چڪر جي ڪرڻن جي روشنيءَ سان ڀڳوان جو روپ ٻهڪي رهيو هو. چوڌاري نرمل تيج ڇانيل هو. هو نه سڀني وڪارن کان پري آهي ۽ شڌ سروپ آهي. دشمني وغيره سڀ وڪار هن کان پري آهن. اهڙي برهم سوروپ ڀڳوان کي پنهنجي سامهون ڏسي رهيو هو. هن کي اُن وقت برهم جو درشن ٿيو جو يوگين کي به دُرلڀ آهي. ان وقت هڪدم ڀڳوان جي سدرشن چڪر دواران ماريو ويو. ڀڳوت سمرڻ ڪري هن جا سڀ پاپ ناس ٿي ويا. هن جو موت ڀڳوان جي دواران ٿيو. هوُ ان ۾ لئه ٿي ويو. سمائجي ويو. اهڙي طرح هيءُ رهسيه مون توکي ٻڌايو. دشمنيءَ رکي به ڀڳوان جو سمرڻ ڪرڻ سان ڀڳوان ديوتائن کي ۽ دئيتن کي به سندو ڦل ڏين ٿا نه پوءِ جيڪو ڀڳتيءَ سان ڀڳوان جو سمرڻ ڪري ته ان جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي.

آنڪ دندڀي وسديو کي پوروي، روهڻي، مدرا، ڀدرا ۽ ديوڪي وغيره ڪيترئيون ئي زالون هيون. انهن ۾ روهڻيءَ مان هنکي ٻلديو وغيره ڪيترائي پٽ ڄاوا. ٻلديو کي ريوتيءَ مان وشست ۽ المڪ نالي ٻه پٽ ڄاوا. اهڙيءَ طرح وسديو کي ديوڪيءَ کانسواءِ ٻين زالن مان به ڪيتروئي اولاد پيدا ٿيو.

وسديو کي ديوڪيءَ مان ڇهه پٽ پيدا ٿيا. انهن سڀني کي ڄمندي ئي ڪنس ماري ڇڏيو هو.

پوءِ ڀڳوان جي پرارٿنا سان يوگ-مايا ديوڪيءَ جي ستين گرڀ کي آڌي رات جي وقت کينچي روهڻيءَ جي پيٽ ۾ استاپن ڪيو. آڪرشڻ ڪرڻ سان (کينچڻ سان) ان گرڀ جو نالو سنڪرشڻ پيو ان جو ٻيو نالو ٻلديو هو. ان ڪانپوءِ اٺون گرڀ ڀڳوان جو اوتار هو. پاپين کي سزا ڏيڻ لاءِ ۽ سنتن ماڻهن جي رکيا لاءِ ڀڳوان هن ڌرتيءَ ۾ جنم ورتو. ڀڳوان جي ڪرپا سان نند جي استريءَ يشودا مان اُن ساڳي وقت يوگ-مايا جنم ورتو. ڀڳوان جي جنم وٺڻ سان هن سڄي جڳت ۾ آنند ۽ خوشيءَ جي لهر ڇانئجي وئي. ڀڳوان اوتار وٺي هن سڄي سنسار کي ست-مارگ ڏانهن لڳايو.

هن مرتيولوڪ ۾ اوتار وٺي آيل ڀڳوان ڪرشڻ چندر جون سورهن هزار هڪ

سؤ هڪ راڻيون هيون. انهن ۾ رڪمڻي، ستيياما، جامبوتي ۽ چاروهاسني وغيره اٺ مکيه راڻيون هيون. انهن مان ڀڳوان شري ڪرشڻ کي هڪ لک اسي هزار پٽ هئا. انهن ۾ پرديمن، چارودیشڻ ۽ سامب وغيره تيرهن پٽ مکيه هئا. پرديمن سان رڪمڻيءَ جي ڀاءُ جي ڌيءُ رڪموتيءَ سان شادي ڪئي هئي. انمان انرڌ جو جنم ٿيو، انرڌ ۾ وري رڪمڻيءَ جي پوٽيءَ سيدرا سان وهانءُ ڪيو. ان مان وجر پيدا ٿيو.

اهڙيءَ طرح سوين هزارين ماڻهن، جي عدد واري يدوڪل جي اولاد جي ڳڻپ هڪ سؤ ورهين ۾ نه ڪري ٿي سگهجي. ان باري ۾ ٻه شلوڪ ڏاڍا مشهور آهن، جن جي معنيٰ هيءَ آهي ته:

"يادون جي ٻچڙن کي تعليم ڏيندڙ استادن جي ڳڻپ ٽي ڪروڙ اٺاسي لک هئي، ۽ مهان آتما يادون جو ڪٿي انت ڪين ٿي سگهجي، جتي هزارين ۽ لکين ماڻهو هئا. ان حالت ۾ يادون جي ٻچڙن جي ڳڻپ ڪري نٿي سگهجي. اهي لــ بيشمار هئا. ان وقت يادون جو راجا اگرسين هو. هؤ لکن ڪروڙن سان گـڏ رهندو هو."

ديون ۽ اسرن جي وچ مهاڀاري لڙائي لڳي هئي. ان لڙائي ۾ ڪيترائي دئتيه ماريا ويا هئا. اهي دئتيه منشيه لوڪ ۾ جنم وٺي اچــي راجائون ٿيا جن ان وقت ڪون ڪو ڀالو وٺي ڏاڍا فساد پئي ڪيا. انهن کي ناس ڪرڻ لاءِ ديوتائن اچي يادون جي ڪل ۾ جنم ورتــو هو. ان وڏي يـادو ڪل ۾ هڪ سو هڪ ننڍا ننڍا ڪل (خاندان) هئا. انهن سڀني تي ضابطو رکڻ لاءِ ۽ انهن جــي رهنمائي ڪرڻ لاءِ ڀڳوان وشنو اوتار ڌاري ڀڳوان ڪرشڻ چندر جي روپ ۾ آيــو. سڀ يادو اُن جي آگيا موجب هلندا هئا ۽ انهن ڏاڍي اُنتي ڪئي هئي.

جيڪو ماڻهو هن يادوڪل جي اُتپتيءَ جــو ورڻن پڙهي ٿو يا ٻڌي ٿو اهو سڀني پاپن کان ڇٽي وشنولوڪ کي پراپت ڪري ٿو.

پندرهون اڌياءُ سماپت

---

# سورهون ۽ سترهون اڌياءُ

## درسوءَ ۽ درهيوءَ جي ونش جو ورڻن

شري پراشرجيءَ چيو- اهڙيءَ طرح مون تمام مختصر طرح سان يادوءَ جي ونش (خاندان) جو ورڻن ڪيو،

هاڻي ڏروهيوءَ ۽ ڌرمهوءَ جهڙي ولش جو ورڻن ڪجي. ڏروهيوءَ جو پٽ وهڻي هو. ان ولش ۾ ٻرسه نالي هڪ پرش پيدا ٿيو جنهن کي اولاد نه ٿيو. انهيءَ ڪري ٻرسه جو ولش ۾ پيدا ٿيل دشيمس کي هن گود ۾ ورتو.

اتريءَ طرح يياتيءَ جي سراپ ڪري ڏروهيوءَ جي ولش پروانش جو آڌار ورتو. ڌرمهوءَ جو پٽ ٻڀرو هو. ان ولش ۾ به ڪيترائي راجائون پيدا ٿيا. ان ۾ پرچيتا جو پٽ شمسر ڌرم هو. اهو شمسر ڌرم اتر طرف رهندڙن ڪيترن ئي ميلڇن جو راجا ٿيو.

سورهون ۽ سترهون اڌياءِ سماپت

---

# ارڙهون اڌياءِ

## انوءَ ونش

شري پراشرجيءَ چيو - ”يياتيءَ جو چوٿون پٽ انوءَ هو. ان جو خاندان به چڱو ٻڌايو. ان خاندان ۾ هڪ اشينر راجا ٿيو. جنهن جو پٽ راجا شبي هو جو وڏو ڌرماتما پرش هو. ان ولش ۾ اڳتي هلي هڪ ٻلي نالي پرش پيدا ٿيو. ان ٻليءَ جي راڻيءَ مان ديرگهه تما نالي منيءَ پنج بالڪ ڪتري پيدا ڪيا. انهن پنجن جي نالن پٺيان پنجن ديشن جا به اهي نالا پئجي ويا. اهي پنج ديش هيٺين نالن سان سڏيا ويا: انگ، ٻنگ، ڪلنگ، سهم ۽ پونڊر. (ٻنگ ديش کي بنگال پڻ چوندا آهن).

ان ولش ۾ رومپاد نالي هڪ راجا ٿيو. جنهن جو گهرو دوست راجا دسرٿ هو. رومپاد کي اولاد نه ٿيو، ان ڪري راجا دسرٿ پنهنجي ڌيءَ شانتا ان کي گود ۾ ڏني.

ان خاندان ۾ اڳتي جو جنم ٿيو جو هڪ دفع سدان ڪرڻ لاءِ نديءَ تي ويو. اتي هن هڪ لڙهندڙ پيتي ڏٺي. ان ۾ هڪ ٻار هو، جو ڪنتيءَ جو پٽ ڪرڻ هو. ڪنتيءَ ان کي پيتيءَ ۾ وجهي، گنگا ۾ وهايو هو.

ڪرڻ جو پٽ ورشسين هو. بس انگ ولش اترو ئي آهي.

هن کان پوءِ پرو ونش جو ورڻن ڪجي.

ارڙهون اڌياءِ سماپت

---

# اوڻويهون اڌياءُ

## پرو ونش

شري پراشرجيءَ چيو- پروءَ جو پٽ جنميجي هو. اڳتي هلي ان پرو ونش ۾ دشينت جنم ورتو. راجا دشينت کي چڪرورتي سمراٽ ڀرت ڄائو.

ڀرت جي باري ۾ ديوتائن هڪ واڳ ڳايو. ان واڳ جو مطلب هو ته "ماءُ ته نقط هڪ چمڙي جي ڌمڻ جي برابر آهي، پٽ تي ته پيءُ جو اڌڪار آهي. گهڻو ڪري پٽ ۾ پيءُ جي شڪل ۽ پيءُ جا گڻ سمايل هوندا آهن. پٽ پيءُ جي روح هڪ اي شڪل آهي. هي دشينت تون هن پٽ کي پالي وڏو ڪر. شڪنتلا جي بعزتي نه ڪر. هي راجا! هيءُ تنهنجو پٽ آهي. شڪنتلا بلڪل سچي آهي. هيءُ تنهنجو سچو وارث آهي."

راجا ڀرت کي ٽي زالون هيون. ان کي انهن مان ۹ پٽ ڄاوا. ڀرت چيو ته "منهنجا پٽ نه آهن. منهنجي شڪل جو نمونو هنن ۾ بلڪل ڪونه آهي. ٻارن جي مائرن کي ڊپ لڳو ته ان ڳالهه تان متان غصي ۾ اچي ڀرت اسانکي تياڳي نه ڇڏي سو انهن پنهنجن ٻارن کي ماري ڇڏيو.

جڏهن ڀرت ڏٺو ته مونکي اولاد نٿو ٿئي تڏهن پٽ جي ڪامنا رکي "مرت-سوم" نالي يگيه ڪيائين. يگيه جي پڄاڙيءَ جي ڏينهن مرت-گڻ نالي ديوتائن راجا ڀرت کي هڪ ٻالڪ آڻي ڏنو ۽ چيائونس ته هنکي تون پنهنجو گود جو پٽ ڪر. حقيقت ۾ اهو ٻار برهسپتيءَ مان ممتا کي پيدا ٿيو هو. ممتا اٿيه جي زال هئي. ٻار جمڻ کان اڳ ديرگهه-تما نالي هڪ رشيءَ ممتا کسي پير سان ٺوڪر هڻي، ان وقت هن کي اهو ٻار ڄائو هو. ان جي نالي رکڻ جي باري ۾ هڪ مزيدار ڳالهه آهي ته "پٽ ڄمڻ کسان پوءِ برهسپتيءَ ممتا کي چيو ته "اڙي مورک! هيءُ پٽ دواج (اسان ٻن مان پيدا ٿيل) آهي. تون هنکي پالي وڏو ڪر." تڏهن ممتا به جواب ڏنو ته "هي برهسپتي! هيءُ پٽ دواج آهي. تنهنڪري تون هنکي پالي وڏو ڪر." اهڙيءَ طرح هڪ ٻئي ۾ ان ڳالهه تان جهڳڙو ڪري اُن ٻار جا ماءُ پيءُ هليا ويا. ان ٻار جو نالو 'ڀردواج' پيو.

راجا ڀرت کي پٽ نٿي ٿيو، ان ڪري مرت گڻ نالي ديوتائن اهو ٻار ڪڻي اچي راجا ڀرت کي سونپيو. اهو ٻار ڀردواج نالي سان مشهور ٿيو. پوءِ ڀردواج جو ونش [illegible] ٻارب ٿيو. ان ونش ۾ پوءِ ڪي وڃي برهمڻ ٿيا. ان خاندان ۾ هڪ هستيءَ

نالي راجا پيدا ٿيو. جنهن هستناپور (هاڻوڪي دهلي) نالي شهر وسايو هو. ان خاندان
۾ پيو هڪ ”ڪرت“ نالي راجا ٿيو جنهن کي هرڻيه- ناڀ نالي هڪ مهاپرش يوگ - وديا
جي سکيا ڏني. ان ڪرت سام ويد جي آڌار تي ٢٤ سنستائون رچيون. اهي سڀ
پرولش ۾ پيدا ٿيا هئا.

ان خاندان ۾ اڳتي هلي هڪ هري - اشو نالي راجا ٿيو، جنهنکي پنج پٽ ڄاوا.
پيءُ چيو ته هيءُ پٽ منهنجن پنجن ديشن جي رکشا ڪندا. ان ڪري هننکي ”پنچال“
نالي سان سڏيو ويو ۽ انهن پنجن ديشن کي ملائي هڪ يڪو پرانت ناهيو ويو هو،
جنهنجو نالو پنچال پيو (هاڻي ان صوبي کي پنجاب نالي سان سڏيو وڃي ٿو). ان خاندان
۾ پيو هڪ مدگل نالي راجا ٿيو. ان مان ”مودگليه“ نالي برهمڻن جي پيدائش ٿي.
انهن کي کتري ڪل مان پيدا ٿيل برهمڻ ڪري چيو ويو. (هن وقت جيڪي مگرا
برهمڻ آهن، اهي انهن مودگليه برهمڻن جو اولاد آهن.)

مدگل جي خاندان ۾ هڪ اهليا نالي ڇوڪري پيدا ٿي. مهرشي گوتم مان
اهليا کي شتانند نالي پٽ ڄائو. شتانند مان ستيه - ڌرتيءَ جو جنم ٿيو جو ڌنش وديا
۾ ماهر هو.

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته ان ستيه - ڌرتيءَ ارونشيءَ اپسرا کي ڏٺو هو ان
تي موهجي ويو. ستيه ڌرتيءَ جي ويرج مان هڪ بن ۾ جاڙا ٻار ڄاوا، جي هڪ
گاهه جي ڪان مان لڌا ويا. انهن مان هڪ پٽ هو ۽ ٻي ڌيءُ هئي. اهي ٻئي ٻار
بن ۾ پلجي وڏا ٿيا.

اڻويهون اڌياءُ سماپت

---

# ويهون اڌياءُ

## ڪروُ ونش

شري پراشرجيءَ چيو- راجا پريکشت کي چار پٽ ڄاوا جن مان هڪ جنميجيه
هو. راجا پريکشت ڪروءَ جي وانش ۾ پيدا ٿيو هو.

انهيءَ خاندان ۾ هڪ پرتيپ نالـــي راجا پيدا ٿيو جنهنکي ديواپي، شانتنو ۽
باهويڪ نالي ٣ پٽ هئا. انهن مـــان ديواپي ننڍپڻ ۾ ئـــي بن ۾ هليو ويو. انهيءَ
ڪري شانتنو ئي راجا ٿيو. ان جي باري ۾ هيٺين چوڻي مشهور آهي. ”راجا شانتنو
جنهنکي ۾ پنهنجي هٿ سان ڇهندو هو، اهو ڇاهي پيرو ۾ هولدو هو ته جوان ٿي

پوندو هو ۽ ان جي ڇهڻ سان سڀ جيو شانتي پراپت ڪندا هئا. اهوئي سبب هو جو ان کي شانتنوءَ جي نالي سان سڏيو ويو.

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته مهاراجا شانتنوءَ جي راڄ ۾ ٻارهن ورهين تائين برسات نه پيئي. ان وقت سڄي ديش کي بک ۾ ڦاهه ٿيندو ڏسي راجا برهمڻن کي کان پڇيو، "اسانجي راڄ ۾ برسات ڇو ڪونه ٿي پوي. ان ۾ مونکان نه ڪا چوڪ ڪونه ٿي ويئي آهي يا مون کو ڏوهه گناهه نه ڪونه ڪيو آهي؟"

تڏهن برهمڻن کيس چيو ته "حقيقت ۾ هيءَ راڄ توهانجي وڏي ڀاءُ جو آهي پر راجا توهان بڻجي ويٺا آهيو ۽ راڄ جا مزا پيا ماڻيو. شاسترن ۾ ان کي "پروپتا" ڪري چيو آهي. انهيءَ ڪري توهان پروپتا آهيو" (يعني وڏي ڀاءُ جي ويٺي راڄ توهان هلائي رهيا آهيو.)

برهمڻ جڏهن راجا شانتنوءَ کي مٿيان لفظ چيا تڏهن شانتنوءَ برهمڻن کان باعزت پڇيو ته "ان بابت ۾ مونکي هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي؟"

ان تي برهمڻ ورندي ڏيندي چيو ته جيستائين توهانجو وڏو ڀاءُ ديواپي ڪنهن به نموني ۾ پتت (ڌرم کان هيٺ) نه ٿيو آهي تيستائين هن راڄ تي ان جو حق آهي. انهيءَ ڪري اهو راڄ توهان ان کي موٽائي ڏيو." جڏهن برهمڻن ان کي ائين چيو تڏهن شانتنوءَ جي پرڌان منتريءَ اشمساريءَ ان ۾ ڪن تپسوين کي مقرر ڪيو جي ويدن جي برخلاف پرچار ڪرڻ لڳا. راجڪمار ديواپي سادي سڀاءَ جو هو. ان ڪري انهن تپسوين جي پرچار جو ان جي من تي ڏاڍو اثر ٿيو. نتيجو اهو نڪتو جو هو به ويدن جي برخلاف ٿي ويو. راجا شانتنو برهمڻن جي چوڻ موجب وڏي ڀاءُ کان معافي وٺڻ لاءِ ۽ راڄ کيس موٽائي ڏيڻ لاءِ، برهمڻن کي اڳيان ڪري ٻن ۾ ويو.

ٻن ۾ پهچي اهي سڀ برهمڻ ۽ شانتنو ديواپيءَ جي آشرم ۾ وڃي حاضر ٿيا ۽ هنکي چوڻ لڳا ته "ويدن موجب هيءَ ڳالهه ٺهي آهي ته وڏي ڀاءُ کي ئي راڄ گديءَ تي ويهي راڄ ڪاروبار هلائڻ گهرجي."

پر ديواپي ته ويد-واڪين جي بلڪل برخلاف هو، سو ان وقت هو دل کولي ويدن جي نندا ڪرڻ لڳو. تڏهن انهن برهمڻن شانتنوءَ کي چيو ته "هي راجا! هلو، هاڻي هت وڌيڪ وقت ترسي ديواپيءَ کي آزي نيزاري ڪرڻ جي ڪا ضرورت نه آهي، هاڻي برسات نه پوڻ جو دوش ختم ٿي ويو. هن وقت ديواپي پتت ٿي چڪو آهي ڇاڪاڻ ته هو ويدڪ نندڪ ٿي چڪو آهي، وڏي ڀاءُ جي پتت (هيٺ) ٿيڻ کان هاڻي پروپتا هئڻ جو دوش لهي ويو."

برهمڻن جي چوڻ تي شانتنو پنهنجي راڄڌانيءَ ۾ موٽي آيو ۽ اچي راڄ ڪاروبار هلائڻ لڳو. جلد ئي اندر راجا برسات وسائي. ملڪ ۾ وري آسودگي ڇانئجي وئي. سڀ ماڻهو سکي ٿيا.

شانتنوءَ کي گنگاجيءَ مان ڀيشم نالي پٽ ڄائو جو سڀني شاسترن جو ڄاڻو هو ۽ اڳي ناموس چوڌاري ڦهلجي وئي. شانتنوءَ کي ستيوتي مان چترانگد ۽ وچتروبريه نالي ٻيا ٻه پٽ ڄاوا. انهن مان چترانگد نالي هڪ گندرو شانتنوءَ جي پٽ چترانگد کي جنگ ۾ ننڍپڻ ۾ئي ماري ڇڏيو هو. وچتروبريه ڪاشيراج جي ڌيءَ امبڪا ۽ امبالڪا سان شادي ڪئي. شاديءَ کانپوءِ هو تمام عياشي ۾ پيو. نتيجو اهو نڪتو جو هو ڇهي سلهه جي مرض ۾ مبتلا ٿيو ۽ جوانيءَ ۾ئي مري ويو.

ان کانپوءِ منهنجي پٽ ڪرشن-دويپاين (ويد وياس)، ماءُ جي آگيا سان وچتروبريه جي زالن مان ڌرتراشٽر ۽ پانڊو نالي ٻه پٽ پيدا ڪيا. اها پرپوٽا هڪ ٻي ستيوتيءَ ڪئي هئي. ان هڪ داسي (ٻانهي به ان وٽ موڪلي. ان مان هن ودر نالي پٽ پيدا ڪيو. اهو هن ان ڪري ڪيو جو ماتا جي آگيا ٽارڻ هن لاءِ واجب نه هو.

ڌرتراشٽر کي گانڌاريءَ مان هڪ سؤ پٽ ڄاوا. جن ۾ دريوڌن ۽ ڏهشاسن مشهور هئا. پانڊو هڪ دفعي بن ۾ شڪار پٺيان ڪيو ته ان وقت هڪ رشيءَ ان کي سراپ ڏنو. جنهن ڪري هو اولاد پيدا ڪرڻ ۾ اسمرٿ ٿي پيو. هن جي زال ڪنتي هئي. ان ڪري ڌرم نالي ديوتا ڪنتيءَ مان يڌشٽر پٽ پيدا ڪيو. وايو ۽ اندر ڪنتيءَ مان ڀيم ۽ ارجن نالي پٽ پيدا ڪيا.

پانڊون جي ٻيءَ زال جو نالو مادري هو. اشوني ڪمارن ٻن ديوتائن مادريءَ مان نڪل ۽ سهديو نالي ٻه پٽ پيدا ڪيا. اهڙيءَ طرح پانڊون کي پنج پٽ هئا.

پنجن پانڊون جي دروپدي نالي استري هئي. دروپديءَ مان پانڊون کي پنج پٽ ڄاوا. ان کان سواءِ پانڊون کي ٻيا به ڪيترائي پٽ ڄاوا. يڌشٽر مان پوڌيئيءَ کي ديوڪ نالي پٽ ڄائو. هڊمبا کي ڀيمسين مان گهٽوتڪچ نالي پٽ پيدا ٿيو. سهديو کي وڃيا مان سهوتر نالي ڄائو ۽ نڪل کي رينومتيءَ مان نرمتر ڄائو. ارجن کي ناگ-ڪنيا الوپيءَ مان ارادان نالي پٽ ڄائو. منيپور راجا جي ڌيءَ سان به ارجن شادي ڪئي هئي. ان مان هنکي ٻڀروواهن نالي پٽ ڄائو ۽ ارجن جو پٽ ابمنيو به هو، جو هنکي سڀدرا مان ڄائو هو. ابمنيو ننڍپڻ ۾ئي ڏاڍو

بهادر هو. پاراڻي اوستا ۾ به هن ڪيترن ئي دشمنن کي جيتيو.
ايميوءَ کي آئرا جي گرڀ مان پرڪشمه پيدا ٿيو.
جڏهن ڪورون جو خاندان ناس ٿي ويو تڏهن ايميوءَ جي زال آئرا گرڀوتي هئي. ان وقت هنجي پيٽ ۾ پرڪشت هو. اشوٿاما ان گرڀوتي آئرا تي برهما شستر سان حملو ڪيو هو. ان برهما شستر جي ڪري سندس گرڀ سڙي پسر ٿي ويو هو. پر ڀڳوان شري ڪرشڻ چندر پنهنجي پرتاپ سان ان ٻار کي زنده ڪيو. ان پرڪشمه آئرا مان جنم ورتو. راجا پرڪشمه هڪ ڌرمي راجا هو. هن ڌرم ۽ نياءَ سان سٺ پاوسه ورش تي راڄ ڪيو. هو چڪرورتي راجا هو. هن سڄيءَ پرٿويءَ تي راڄ ڪيو. هنکي اڪت خزانو ۽ وڏي لشڪر جي طاقت هئي.
هي مئتريا! هن وقت به راجا پرڪشمه هن پرٿويءَ تي راڄ ڪري رهيو آهي، پرشيه ۾ به انجو نالو امر رهندو.

ويهون آڌياءُ سماپت

---

# ايڪيهون آڌياءُ

## پوشيه ۾ ٿيندڙ راجائن جو بيان

پراشرجيءَ چيو- هاڻي مان اُنهن راجائن جو بيان ڪريان ٿو جي هن ڪاليوءَ ليندا. هن وقت راجا پرڪشمه راڄ ڪري رهيو آهي. ان کي جنمجيه، شرتسين، اگرسين ۽ ڀيمسين نالي چار پٽ ٿيندا. جنمجيه کي شتانيڪ نالي پٽ ڄمندو، جو ياگيه-واڪيه کان ويدن جو ابياس ڪندو ۽ ڪرپا چاريه کان شستر وديا (سيڪ سکيا) حاصل ڪندو، پر آخر ۾ هو هن دنيا مان ڪنو ٿي پوندو. هو مهرشي شوانڪ جي چرڻن ۾ ويهي آتم ودِيا ۾ ماهر ٿيندو ۽ پرم-نرواڻ-پد (موڪش) پراپت ڪندو.
هن ڪل ۾ ٻيا به گهڻيئي راجائون ٿيندا- شتانيڪ کان وٺي لرمتر جي پٽ ڪيمڪ نالي چوويهه راجائون ٿيندا جي هن پرٿويءَ تي راڄ ڪندا.
ڪيمڪ جي باري ۾ هيءَ چرڻي مشهور ٿيندي ته "جنڪو ونش (خاندان) براهمڻ ۽ ڪترين جي پيدائش جو ڪارڻ آهي ۽ جنهن ڪل ۾ ڪيترا پرسِدَ راجرشي ٿي گذريا آهن ولش ڪل ۾ به راجا ڪيمڪ جي پيدا ٿيڻ ڪانپوءِ سماپت ٿي ويندو ۽ اهو راجا ان ڪل جو پڇاڙيءَ جو راجا ٿيندو.

ايڪيهون آڌياءُ سماپت

# ٻاويهون اڌياءُ

## پوشيه ۾ ٿيندڙ اڪشواڪو راجائن جو ورڻن

شري پراشرجيءَ چيو- هاڻي مان پوشيه ۾ ٿيندڙن اڪشواڪو ونش ۾ پيدا ٿيلن راجائن جو ورڻن ڪريان ٿو:

هن ونش ۾ برهدبل جو اولاد پيڙهيءَ به پيڙهي راڄ ڪندو ايندو. برهدبل جو پٽ برهتڪشڻ ٿيندو. ان برهت-ڪشڻ کان وٺي سمترو تائين ڪيترائي راجائون ٿيندا. هن ڪل جا ٢٥ راجائون راڄ ڪندا. انهن ۾ اڳتي هلي شدوڌن ڏاڍو پرسڌ ٿيندو. جنهنجو پٽ راهل ٿيندو. اهي سڀ اڪشواڪو ونش ۾ برهدبل جي سنتان (اولاد) ٿيندا.

انهيءَ ونش (خاندان) جي باري ۾ هيٺين چوڻي مشهور آهي:- ”هيءُ اڪشواڪو ونش راجا سمترو تائين هلندو. اهو ئي ان خاندان جو پڇاڙيءَ جو راجا ٿيندو، ڇاڪاڻ ته ڪلجڳ ۾ جڏهن راجا سمترو ٿيندو، تڏهن ان کانپوءِ سندس ونش نه هلندو، اتي پورو ٿي ويندو.

ٻاويهون اڌياءُ سماپت

---

# ٽيويهون آڌياءُ

## مگڌ-ونش جو ورڻن

هن ونش ۾ جراسنڌ راجا مشهور هو. ائين ڪٿي ڇئجي ته ان کان وٺي اهو ونش شروع ٿيو. جراسنڌ کانپوءِ سهديو راجا ٿيندو.

سهديو کان وٺي رپنجيه تائين ڪل ٢٠ راجائون ٿيندا. جن ۾ پڇاڙيءَ جو راجا رپنجيه ٿيندو.

اهڙيءَ طرح برهدرٿ جي ونش ۾ جيڪي راجائون پيدا ٿيندا اهي هڪ هزار ورهين تائين راڄ ڪندا. اهي سڀ مگڌ ديش (بهار پرانت) ۾ راڄ ڪندا.

ٽيويهون اڌياءُ سماپت

---

# چوويهون اڌياءِ

## ڪلجڳ جا راجائون ۽ ڪلجڳ جا ڌرم

شري پراشر مني ۽ چيو- هي مئتريه! مون توکي ٻڌايو ته برهدرٿ ونش جو پڇاڙيءَ جو راجا رپنجيه ٿيندو. ان راجا جو سنڪ نالي وزير پنهنجي راجا جو خون ڪندو ۽ پنهنجي پٽ پرديوت کي راج-گديءَ تي وهاريندو. پرديوت جي خاندان ۾ پنج راجائون ٿيندا، جي هڪ سؤ اٺٽيهه ورهيه ڌرتيءَ تي راج ڪندا.

انهن پنجن مان نندي نالي راجا کي ششوناڀ نالي پٽ پيدا ٿيندو. اهڙيءَ طرح ششوناڀ جو خاندان شروع ٿيندو. ان خاندان ۾ پيدا ٿيل راجائون ٣٦٢ ورهيه راج ڪندا.

آهي ونش جي پڇاڙيءَ واري مهانندي نالي راجا کي سندس زال شودرا مان مهاپدم نالي پٽ ڄمندو. مهاپدم تمام لوڀي ٿيندو پر ان سان گڏ ڏاڍو طاقت وارو ٿيندو. اهو مهاپدم نالي ٻئي پرشرام وانگر سمورن ڪترين جو ناس ڪندو. ان کانپوءِ شودر ونش ۾ پيدا ٿيل راجائون ڌرتيءَ تي راج ڪندا. مهاپدم سڄي ڌرتيءَ تي راج ڪندو، هو هڪ وڏو سمراٽ ٿيندو. مهاپدم کي سماليءَ نالي اٺ پٽ ٿيندا جي ان کانپوءِ ڌرتيءَ تي راج ڪندا. الغرض ۾ انهن کي ٩ ئي راجائون ڪري ڇونيدا. ان وقت ۾ هڪ چاڻڪيه نالي برهمڻ پيدا ٿيندو. ان جو ٻيو نالو ڪوٽليه هوندو. چاڻڪيه انهن نون نندن کي ماراڻي ڇڏيندو. انهن نند گهراڻي جي راجائن جي ناپود ٿيڻ کانپوءِ موريا گهراڻي جا راجائون ڌرتيءَ تي راج ڪندا. چاڻڪيه پنهنجي راجنيتيءَ جي چالاڪيءَ سان چندرگپت کي راج گديءَ تي وهاريندو. چندرگپت نند جو پٽ هوندو جو هڪڙي مرا نالي واريءَ داسيءَ (اوکرياڻيءَ) مان پيدا ٿيندو. اهو ئي سبب آهي جو ان گهراڻي کي موريه نالي سان سڏيو ويندو.

چندرگپت کي بندوسار نالي پٽ ٿيندو. بندوسار جو پٽ اشوڪ وردن ٿيندو. اهڙيءَ طرح موريه گهراڻي جا راجائون ١٧٣ ورهيه ڀارت ورش تي راج ڪندا.

ان کانپوءِ شنگ گهراڻي جا راجائون ڀارت ورش تي راج ڪندا. ان گهراڻي ۾ پشيه متر نالي سيناپتي پنهنجي مالڪ کي ماري خود راج ڪندو. پشيه متر جو پٽ اگنيمتر ٿيندو.

اهي شنگ گهراڻي جا راجائون ١١٢ ورهيه ڀارت ۾ راج ڪندا.

ان کانپوءِ هيءَ ڌرتي ڪڻو گهراڻي جي راجائن جي هٿ ۾ اچي ويندي.

شنگ گهراڻي ۾ پيدا ٿيل راجا ديوڀوتيءَ جو منتري وسديو ناالي جو ڪڻو ولش مان پيدا ٿيل هوندو، اهو پنهنجي راجا ديوڀوتيءَ کي ماري خود راجا بڻجي راڄ ڪندو. اهڙيءَ طرح ڪڻو گهراڻي جو راڄ ۴۵ ورهيه هلندو.

ڪڻو ولش جو پڇاڙيءَ جو راجا سشرما نالي ٿيندو. جنهن کي سندس نوڪر ماري ڇڏيندو ۽ اهو پاڻ راڄ گديءَ تي ويهي راڄ هلائيندو. اهو نوڪر آندر ديش جو هوندو ۽ جلدئي سندس ڀاءُ ڪرشڻ نالي هن پرٿويءَ جو راجا بڻبو.

اهڙيءَ طرح اهي آندر گهراڻي جا راجائون ۴۵۶ ورهيه پرٿويءَ تي راڄ ڪندا.

ان ڪالپوءِ ست راجائون آڀير ڪل مان ۽ ڏه گردڀل ڪل مان ٿيندا. ان ڪالپوءِ سورهن راجا شڪ گهراڻي جا هن پرٿويءَ تي راڄ ڪندا. اهڙيءَ طرح پين ڪن ڏارين قومن جا سردار ڀارت ۾ اچي راڄ ڪندا. اُنهن مان ڪي يون، ترڪ، منڊ ۽ گرنڊ وغيره قومن مان پيدا ٿيل هوندا.

ڏارين قومون هڪ هزار نوي سال هن ڀارت تي راڄ ڪنديون.

مگڌ ديش ۾ وشوسڦٽڪ نالي راجا ٻين ذاتين کي ٻه راڄ ڪرڻ لاءِ همٿائيندو.

هو ڪيورت (مهاڻن) ڪَتُو، پلند ۽ برهمڻن کي راڄ ۾ مقرر ڪندو.

سمپورڻ کتري جاتيءَ کي ناس ڪري پدماوتي پريءَ ۾ ناگا قومن جا ڪي ماڻهو راجا بڻبا. گنگا نديءَ جي آسپاس وارن پرئين پرياڳ ۽ گيا ۾ ماگڌ ۽ گپتا گهراڻي جا راجائون راڄ ڪندا.

ان وقت ديورکشت نالي هڪ راجا ڪوشل، آندر، پنڊر، تامرلپت ۽ سمنڊ جي ڪنارن وارن ملڪن جي رکشا ڪندو.

گهه. گهراڻي جا راجائون وري ڪلنگ، ماهش، مهيندر ۽ ڀوم وغيره ملڪن تي راڄ ڪندا. اهڙيءَ طرح جدا جدا ملڪن ۾ جدا جدا قومن جا راجائون راڄ ڪندا. اُنهن مان ڪي شودر ۽ مليڇ جاتين مان پيدا ٿيل راجائون به راڄ ڪندا.

سوراشٽر، اونتي، شودر، آڀير ۽ نرمدا نديءَ جي ڪنارن واري ريگستان تي ورائيه، دوج، آڀير ۽ شودر وغيره قومن جو راڄ ٿيندو. ڪشمير ۾ گهڻو ڪري مليڇ ۽ شودر قومن جا راجائون راڄ ڪندا. اِهي سڀ راجائون ڀارت ڀوميءَ لسي ساڳئي وقت تي جدا جدا پرانتن ۾ راڄ ڪندا.

اُنهن راجائن جو سڀاءُ ۽ هلت-چلت خاص ڪري سٺي نه هوندي. اُنهن کي تمام گهڻو غصو ٿيندو، جنهن ڪري اهي بي-انصافيءَ جا ڪم ڪندا. اُنهن ڪسي ڌرم جي پرواه نه رهندي. اهي ڪوڙ تي ڀاريندڙ ۽ ظلمي راجائون ٿيندا. اِهي

# چوويهون اڌياءُ

## ڪلجُڳ جا راجائون ۽ ڪلجُڳ جا ڌرم

شري پراشر منيءَ چيو- هي مئتريه! مون توکي ٻڌايو ته ٻرهدرٿ ونش جو پڇاڙيءَ جو راجا رپنجيه ٿيندو. ان راجا جو سنڪ نالي وزير پنهنجي راجا جو خون ڪندو ۽ پنهنجي پٽ پرديوت کي راڄ-گديءَ تي وهاريندو. پرديوت جي خاندان ۾ پنج راجائون ٿيندا. جي هڪ سؤ اٺٽيهه ورهيه هن پرٿويءَ تي راڄ ڪندا.

انهن پنجن مان نندڪيءَ نالي راجا کي ششوناڳ نالي پٽ پيدا ٿيندو. اهڙيءَ طرح ششوناڳ جو خاندان شروع ٿيندو. ان خاندان ۾ پيدا ٿيل راجائون ٣٦٢ ورهيه راڄ ڪندا.

آخريءَ ونش جي پڇاڙيءَ واري مهانديءَ نالي راجا کي سندس زال شودرا مان مهاپدم نالي پٽ ڄمندو. مهاپدم تمام لوڀي ٿيندو ۽ ان سان گڏ ڏاڍو طاقت وارو ٿيندو. اهو مهاپدم نالي نند پرشورام وانگر سمورن کترين جو ناس ڪندو. ان ڪانپوءِ شودر ونش ۾ پيدا ٿيل راجائون هن پرٿويءَ تي راڄ ڪندا. مهاپدم سڄيءَ پرٿويءَ تي راڄ ڪندو، هو هڪ وڏو سمراٽ ٿيندو. مهاپدم کي سماليءَ نالي اٺ پٽ ٿيندا جي ان ڪانپوءِ هن پرٿويءَ تي راڄ ڪندا. اتهاس ۾ انهن کي ٩ نند راجائون ڪوٺيو ويندو. ان وقت ۾ هڪ چاڻڪيه نالي برهمڻ پيدا ٿيندو. ان جو ٻيو نالو ڪوٽليه هوندو. چاڻڪيه انهن نون نندن کي ماري ڇڏيندو. انهن نند گهراڻي جي راجائن جي نابود ٿيڻ ڪانپوءِ موريا گهراڻي جا راجائون پرٿويءَ تي راڄ ڪندا. چاڻڪيه پنهنجي راجنيتيءَ جي چالاڪيءَ سان چندرگپت کي راڄ گديءَ تي وهاريندو. چندرگپت نند جو پٽ هوندو جو هڪڙي مرا نالي واريءَ داسيءَ (نوڪرياڻيءَ) مان پيدا ٿيندو. اهو ئي سبب آهي جو ان گهراڻي کي موريه نالي سان سڏيو ويندو.

چندرگپت کي بندوسار نالي پٽ ٿيندو. بندوسار جو پٽ اشوڪ وردن ٿيندو. اهڙيءَ طرح موريه گهراڻي جا راجائون ١٧٣ ورهيه ڀارت ورش تي راڄ ڪندا.

ان ڪانپوءِ شنگ گهراڻي جا راجائون ڀارت ورش تي راڄ ڪندا. ان گهراڻي ۾ پشيه متر نالي سيناپتي پنهنجي مالڪ کي ماري خود راڄ ڪندو. پشيه متر جو پٽ اگنيمتر ٿيندو.

اهي شنگ گهراڻي جا راجائون ١١٢ ورهيه هن ڀارت ۾ راڄ ڪندا.
ان ڪانپوءِ هيءَ پرٿوي ڪنو گهراڻي جي راجائن جي هٿ ۾ اچي ويندي.

شنگ گهراڻي ۾ پيدا ٿيل راجا ديوڀوتيءَ جو منتري وسديو نالي جو ڪڻو ولش مان پيدا ٿيل هوندو، اهو پنهنجي راجا ديوڀوتيءَ کي ماري خود راجا بڻجي راڄ ڪندو. اهڙيءَ طرح ڪڻو گهراڻي جو راڄ ۴۵ ورهيه هلندو.

ڪڻو ولش جو پڇاڙيءَ جو راجا سشرما نالي ٿيندو. جنهن کي سندس نوڪر ماري ڇڏيندو ۽ اهو پاڻ راڄ گديءَ تي ويهي راڄ هلائيندو. اهو نوڪر آنڌر ديش جو هوندو ۽ جلد ئي سندس ڀاءُ ڪرشڻ نالي هن پرٿويءَ جو راجا بڻبو.

اهڙيءَ طرح اهي آنڌر گهراڻي جا راجائون ۴۵۶ ورهيه پرٿويءَ تي راڄ ڪندا.

ان کانپوءِ ست راجائون آڀير ڪل مان ۽ ڏه گردڀل ڪل مان ٿيندا. ان کانپوءِ سورهن راجا شڪ گهراڻي جا هن پرٿويءَ تي راڄ ڪندا. اهڙيءَ طرح ٻين ڪن ڌارين قومن جا سردار ڀارت ۾ اچي راڄ ڪندا. انهن مان ڪي يون، توڪ، منڊ ۽ گرنڊ وغيره قومن مان پيدا ٿيل هوندا.

ڌارين قومون هڪ هزار اوڻي سال هن ڀارت تي راڄ ڪنديون.

مگڌ ديش ۾ وشوسڦٽڪ نالي راجا ٻين ذاتين کي به راڄ ڪرڻ لاءِ همٿائيندو. هو ڪيورت (مهاڻن) ڪڙون، پلند ۽ برهمڻن کي راڄ ۾ مقرر ڪندو.

سمپورڻ ڪتري جاتيءَ کي نابود ڪري پدماوتي پريءَ ۾ ناگا قومن جا ڪي ماڻهو راجا بڻبا. گنگا نديءَ جي آسپاس وارن پرڳڻن پرياگ ۽ گيا ۾ ماگڌ ۽ گپتا گهراڻي جا راجائون راڄ ڪندا.

ان وقت ديورڪشت نالي هڪ راجا ڪوشل، آنڌر، پنڊر، تامرلپت ۽ سمنڊ جي ڪنارن وارن ملڪن جي رکشا ڪندو.

گهه گهراڻي جا راجائون وري ڪلنگ، ماهش، مهيندر ۽ ڀوم وغيره ملڪن تي راڄ ڪندا. اهڙيءَ طرح جدا جدا ملڪن ۾ جدا جدا قومن جا راجائون راڄ ڪندا. انهن مان ڪي شودر ۽ مليڇ جاتين مان پيدا ٿيل راجائون پڻ راڄ ڪندا.

سوراشٽر، اونتي، شودر، آڀير ۽ نرمدا نديءَ جي ڪنارن واري ريگستان تي وراٽ، دوچ، آڀير ۽ شودر وغيره قومن جو راڄ ٿيندو. ڪشمير ۾ گهڻو ڪري مليڇ ۽ شودر قومن جا راجائون راڄ ڪندا. اهي سڀ راجائون ڀارت ڀوميءَ تي ساڳئي وقت تي جدا جدا پرانتن ۾ راڄ ڪندا.

انهن راجائن جو سڀاءُ ۽ هلت-چلت خاص ڪري سٺي نه هوندي. انهن کي تمام گهڻو غصو ٿيندو، جنهن ڪري اهي بي-انصافيءَ جا ڪم ڪندا. انهن کي ڌرم جي پرواهه نه رهندي. اهي ڪوڙ تي ڀاڙيندڙ ۽ ظلمي راجائون ٿيندا. اهي

رعيت کي ڏاڍو ستائيندا. زالن، ٻارن، ٻڍن جي هتيا (خون) ڪندا. ڦرلٽ ڪري خزانو گڏ ڪندا. ان ڪري ديش ۾ انياچار ۽ ڀرشٽاچار پکڙجي ويندو. عام ماڻهو غريبيءَ ۽ بيمارين ۾ مبتلا ٿي ويندا. شاندار آرين-جاتيءَ جي برخلاف انهن جو سڀاءُ ۽ هلت-چلت هوندي. سڄي ڀارت ڀوميءَ تي ظلم جو راڄ قائم ٿي ويندو. سڀ ماڻهو دکي ٿيندا ۽ مٿن ڏاڍا ظلم ٿيندا.

ان وقت کان وٺي ڏينهون ڏينهن مالي حالت بگڙجندي ويندي. مفلسي، بيمارين ۽ ڏڪار جي ڪري ملڪ جي تباهي ايندي. ظالمي راڄائن جي راڄ ڪري عام ماڻهن جو درشٽي ڪوڻ به بدلجي ويندو. ماڻهن ۾ بي-ايماني ۽ ڀرشٽاچار ڦهلجي ويندو. ان وقت جنهن کي نساڻو هوندو ان کي ئي وڏو ڪري مڃيندا. طاقت ئي ڌرم جو ڪارڻ بڻبي يعني طاقت وارا ڪمزورن کي ستائيندا. وواه (شاديءَ جي) بنڌن جو سلسلو ٽٽي پوندو. زال مڙس جو ناتو رڳو هڪ ٻئي جي پيار تي مدار رکندو. ناري رڳو اڀوگ (عيش عشرت) جو ساڌن بڻبي. گرهست ڌرم جا اوچا آدرش ختم ڪري پوندا. ڪوڙ، ڪپٽ، لڄي ۽ دولت تي وهنوار ۾ سڦلتا جا ڪارڻ بڻبا. واپار ۽ وهنوار ۾ ڪوڙ ۽ ڪپٽ گهر ڪري ويندا. جنهن کا ندي يا ڪو تلاءُ ويجهو هوندو، ان هنڌ کي ماڻهو تيرٿ ڪري سمجهندا. يعني پوتر تيرٿن جو مهتو گهٽجي ويندو. جتي جو جل ۽ وايو سٺي هوندي ان هنڌ کي ماڻهو سٺو ۽ پوتر ڪري سمجهندا.

برهمڻپڻي جي نشاني رڳو جڻيي جون ٽي تندون وڃي رهندي. ٻاهريون نشانيون ئي چئن آشرمن جو ڪارڻ بڻبيون يعني ڪرم مکيه نه ٿيندا رڳو ماڻهو ويس-پوشاڪ ۽ ٻاهرين نشانين تي وڌيڪ ڌيان ڏيندا. آجيوڪا جو مدار انياءَ تي ٿيندو. ماڻهو هرڪنهن طرح ڪمزور ٿيندا، جنهن ڪري بيڪاري وڌندي. جيڪو گهڻو ڳالهائيندو ۽ بڪ بڪ ڪندو ان کي هوشيار پنڊت ڪري سمجهيو ويندو. رڳو دان کي ماڻهو وڏو ڌرم ڪري سمجهندا. ڇوڪريءَ کي قبول ڪرڻ تي شاديءَ جو ڪارڻ ٿيندو. (يعني وواه سنسڪار ۾ ڪو به اعتبار نه ڪندو) جيڪو سٺا ويس وڳا ڪري گهمندو ان کي ئي سٺو ماڻهو ڪري سمجهندا. پاکنڊين کي ماڻهو ساڌو ڪري سمجهندا. اهڙيءَ طرح هن ڌرتيءَ تي ڪيترن قسمن جا دوش (اوگڻ) ڦهلجي ويندا. جيڪو طاقتور هوندو اهوئي راڄا بڻجي ويهندو.

- اهڙيءَ طرح هن ڀارت تي لوڀي راڄائون راڄ ڪندا. ماڻهن تي ڳرا ٽيڪس (Tax) پوندا ۽ ڪسانن تي ٻه ڳڻيون ڍلون وڌيون وينديون. جنهن ڪري ماڻهو

دکي ٿي وڃي پربت جي غفائن ۾ يا جهنگلن ۾ رهندا. اهي ويچارا ماکي، پاڇيون ڦل، وڻن جا پن ۽ گل کائي ڏينهن گذاريندا. ماڻهو وڻن جي کلن ۽ پنن سان بدن ڍڪيندا.

اڳتي هلي اهڙو وقت ايندو جو آدمشماري (Population) وڌندي ويندي. ڄم وڌندو ويندو. ماڻهو گهڻو اولاد ڄڻيندا. ڪيترا ماڻهو بي-گهر ٿي ويندا ۽ بيڪاري وڌندي ويندي. ڪي ماڻهو ته رستن تي پيا هوندا ۽ ٿڌ، طوفان، گرمي ۽ برسات جي تڪليف پيا سهندا.

ويدڪ ڌرم پوئتي پئجي ويندو. پيا اوان پنت پيدا ٿيندا. جڏهن ڪلجڳ جي پڇاڙي ايندي تڏهن ڀڳوان ڪلڪي اوتار وٺي هن ڌرتيءَ تي ايندو. هڪ برهمڻ جهنجهو نالو وشڻويشا هوندو، انجي گهر ڀڳوان پنهنجي انشاوتار ۾ پرگهٽ ٿيندو ۽ ڪلڪي اوتار جي نالي سان هن ڌرتيءَ تي اچي مليڇن، دئتن، ڏاڪن، پاپين ۽ دراچارين کي ناس ڪندو ۽ سڀني ماڻهن کي ڌرم جو رستو ڏيکاريندو. سڀني کي سندن فرض ياد ڏياريندو ۽ نيڪ راهه ڏانهن کين وٺي ويندو.

جڏهن ڪلجڳ پورو ٿيندو تڏهن ماڻهن جي بدي نرمل ٿيندي ۽ اهي ائين سجاڳ ٿيندا جيئن ڪو رات جو ننڊ ڪري صبح جو سجاڳ ٿيندو آهي. ان وقت جيڪا نئين پيڙهي (Generation) پيدا ٿيندي، اها وري ستجڳ جي ڌرمن کي اختيار ڪندي. اهو نويگ (نئون زمانو) ايندو جنهن ۾ سڀ، جي پٺ تي هلي اُنتي ڪندا ۽ هن ڌرتيءَ تي اوان خيال ۽ نئين روشني ڦهلجي ويندي.

## ان جي باري ۾ هيئن چيو وڃي ٿو:

جنهن وقت چندرما، سوريه ۽ برهسپتي (Moon, Sun and Jupiter) پشيه لکشتر ۾ اچي هڪ ئي راس ۾ گڏ ٿيندا، ان وقت وري ستجڳ جو آرنڀ ٿيندو. (جيوتشڪ هر ڪنهن ٻارهين ورهيه جڏهن برهسپتي ڪرڪ راس ۾ ايندو آهي ته اماس جي ڏينهن پشيه لکشتر هوندو آهي. ان ڏينهن انهن ٽنهي گرهن جو جوڙ ٿيندو آهي. ان هوندي به ڪلجڳ جي پوري ٿيڻ وقت، جنهن وقت اهي ٽيئي گره هڪ راس ۾ گڏ ٿيندا ته ان وقت کان وٺي ستجڳ جي شروعات ٿيندي.)

هي مئتريه! مون توکي سڀني ونشن جي گذريل، ايندڙ ۽ هلندڙ زماني جي راجائن جو بيان ٻڌايو. راجا پريڪشت جي جنم کان وٺي نند راجا جي راڄ گديءَ تي ويهڻ جي وقت، تائين جيڪو سمو گذريو ان جو تخمينو هڪ هزار پنج سؤ ورهيه سمجهڻ گهرجي.

آسمان ۾ ڇاهي ڏسو ته ست تارا ڏسڻ ۾ ايندا جي "سپت-رشي" ڪري ڄاڻا وڃن ٿا. انهن ستن تارن مان پلستيه ۽ ڪرتوءَ نالي ٻه نکشتر (تارا) آسمان ۾ پورب ڏڪاري ڏسبا آهن. انهن جي وچ واري جي وقت جو ڏکڻ ۽ اتر جي ڪنڌ طرف ريکا (لڪ) ڏسڻ ۾ ايندي آهي. اتي هڪ ٻئي جي برابر گڏ ٻيا جيڪي تارا آهن، اهي اشوني وغيره نکشتر آهن. انهن مان هرهڪ نکشتر تي سپت-رشي هڪ هڪ سؤ ورهيه رهندا آهن. راجا پريکشت جي وقت اهي سپت-رشي مگها نکشتر تي هئا. ان وقت ٻارهن سؤ ورهين جي لخميتي سو ڪلجگ شروع ٿيو هو.

هي مئتريا! جڏهن وقت وشڻو ڀڳوان جو اوتار شري ڪرشڻ پرمڌامي ڌام ڏانهن وڃو هو ان وقت کان وٺي هن ڌرتيءَ تي ڪلجگ جي شروعات ٿي هئي.

جيستائين ڀڳوان جا چرڻ-ڪمل سان هن ڌرتيءَ جو سپرش ڪندو رهيو، تيستائين ڪلجگ ڪي هن ڌرتيءَ تي اچڻ جي همت نه ٿي. ڪرشڻ هن ڌرتيءَ کي ڇڏيو ته ڪلجگ ان اچي واسو ڪيو.

جڏهن ڪرشڻ ڀڳوان سورڳ-لوڪ پڌاريو تڏهن پانڊن سان گڏ مهاراج يڌشٽر ته پرميشور راڄ جو تياڳ ڪيو. ڀڳوان ڪرشڻ چندر جسي هلي وڃڻ ڪانپوءِ کي اپسوڻ ڏسي پانڊون راجا پريکشت کي تخت تي ويهاريو.

جنهن وقت کان وٺي سپت-رشي تارا پورواشاڙا نکشتر تي ايندا، ان وقت راجا نند جو گهراڻو هن ڌرتيءَ تي راڄ ڪندو. ان راجا نند جي وقت کان وٺي ڪلجگ جو زور گهڻو وڌندو. ڪرشن جي پڌارڻ ڪانپوءِ ڪلجگ جي شروعات ٿي. هاڻي تون ڪلجگ جي ورهين جي ڳڻپ ٻڌ.

هي مئتريا! مانوي-ڳڻنا موجب (يعني انسان ماڻهن جي ڳڻپ موجب) ڪلجگ ٽي لک ست هزار ورهيه رهندو. ان ڪانپوءِ ٻارهن سؤ ديوتائن جا ورهيه گذري ويندا، تڏهن ستجگ ايندو.

هي رشي! هرڪنهن جگ ۾ هزارين برهمڻ، کتري، ويش ۽ شودر ٿي ويا آهن. جن ۾ ڪيترائي نه مهاتمائن تي گذريا آهن. اهي اهترا ته ٿي ويا آهن، جنهو ورڻن مان اتو ڪري چاهيان.

پرو ونش ۾ پيدا ٿيل راجا ديواپي ۽ اکشواڪو ڪل ۾ پيدا ٿيل راجا مرو، اهي ٻئي، مهايوگي آهن. انهن کي يوگ جي شڪتي آهي ۽ اجا تائين ڪلاپ نالي ڳوٺ ۾ رهن ٿا.

پوءِ ستجگ جي شروعات ٿيندي تڏهن اهي ورڪي هن مرلو لوڪ ۾ اچي

ڪتري ونش جا پرورلڪ ٿيندا، يعني ڪتري ونش کي شروع ڪندا. اهي ٻئي ايندڙ منو ونش جو ٻج آهن. ستيجڳ، ترتياجڳ ۽ دواپرجڳ الهن ٽنهي جڳن ۾ الهيءَ سلسلي سان منو پٽر پرٿويءَ تي راڄ ڪندا.

ڪلجڳ ۾ به الهيءَ منو سنتان جو ٻج قائم رهندو. جيئن اڄ ديواپي ۽ مرو موجود آهن.

مون توکي سيني راڄ - ونشن جو ورڻن ڪري ٻڌايو آهي پر تمام مختصر نموني ۾. هنجو مڪمل وستار سان بيان ڪرڻ تمام ڏکيو ڪم آهي ڇاڪاڻ ته ان ۾ تمام گهڻو وقت لڳي ويندو.

هيءَ شرير ته ناشونت آهي پر ان شرير جي موه ۾ اندو ٿي ڪيترن ئي راجائن هن پرٿويءَ ۾ ممتا ڪئي هئي، "هيءَ پرٿوي ڪيئن منهنجي وس ٿيندي، ڪيئن هن تي فقط منهنجو ۽ منهنجي پٽن جو راڄ ٿيندو؟" اهڙي قسم جي چنتا ۾ وياڪل ٿي انهن سيني راجائن جو نيٺ انت ٿي ويو. جيتوڻيڪ الهن سمجهيو هو ته سندن اَبا ڏاڏا به آخر هيءَ شرير ڇڏي هليا ويا، تڏهن به رات ڏينهن الهيءَ چنتا ۾ ۽ خيالن ۾ غرق ٿي اهي راجائون موت جي منهن ۾ هليا ويا. هيءَ پرٿوي به ٽڙيل بهار جي گل جي صورت ۾ جڻ ته مٿن کلي رهي هئي. کلي ان ڪري رهي هئي ته پرٿويءَ ڏٺو ويٺي ته، ڪيئن نه ڪيس جيتڻ لاءِ مٿس راڄ ڪرڻ لاءِ راجائن ڏاڍيون ڪوششون ڪيون هيون.

هي مئتريه! هن پرٿويءَ جي چيل شلوڪن کي ٻڌ. اڳاٽي زماني ۾ اَست نالي رشيءَ گياليءَ راجا جنڪ کي اهي شلوڪ ٻڌايا هئا. (الهن شلوڪن جو تاتپرج هيءُ آهي:-)

پرٿوي چوي ٿي:- "اهڙي عقل وارا هوندي به هنن راجائن جو موه ۽ ممتا ته ڏسو. هيءَ زندگي پاڻيءَ جي ٻڙٻڙي وانگر هڪ کن ۾ ناس ٿي ويندي. پر هي راجائون ائين سمجهي رهيا آهن ته هيءَ جيوت ۽ سندن راڄ ڪو هميشه قائم رهندو. جدا جدا ملڪن کٽڻ جي هٻچ الهنکي آهي. سندن هٻچ ڪيترن جنگين جو ڪارڻ ٻڻجي ٿي. جنگين ۾ ڪيترن ئي ماڻهن جي تباهي اچي ٿي. اها شهنشاهت جي هٻچ آخر هن پرٿويءَ تي پائمالي آڻي ٿي. پر افسوس! اهي راجائون سامهون ايندڙ پنهنجي موت کي نٿا ڏسن. اهي راجائون ڪيترائون جنگيون ڪري رت ۾ رڱيل راڄ ڪجهه وقت لاءِ ته ماڻين ٿا پر ائين نٿا سمجهن ته ڪين به هڪ ڏينهن موت جو شڪار ٿيڻو پوندو. اهي راجائون پنهنجي من تي جيت پائي نٿا سگهن. جيڪڏهن پنهنجي من تـي جيت نه پائي ته پوءِ دشمن تـي جيت پائڻ مان ڪهڙو فائدو.

پهريائين هنڪي پهنجي من تي جيت حاصل ڪرڻ گهرجي. من جيتڻ تمام ضروري آهي. من جي جيتڻ مان موڪش پڻ ملندو آهي. جيڪو من کي جيتي اهو جڳ کي جيتي ٿو.

جنهنکي ڇڏي سندن آبا ڏاڏا به هليا ويا. آهي هنکي پاڻ سان کڻي نه ويا. آهي هتين خالي هليا ويا. ان پرٿويءَ کي پهنجي موروثي جي ڪارڻ جيتڻ چاهين ٿا. ان تي راڄ ڪرڻ چاهين ٿا. انين سمجهن ٿا ته سندن راڄ ڪو هميشه قائم رهندو.

اڙي ڏسو ته سهين، مون تي راڄ ڪرڻ جي لئي بہ ڪيڏي نہ هدن راجائن خونريزي ڪئي. ڪڏهن ڪڏهن تہ منهنجي ڪري آهي پهنجن پائون ۽ عزيزن سان بہ وڙهيا. وڏين وڏين جنگين جو ڪارڻ تہ مان ئي آهيان. هاءِ! هاءِ! منهنجي ڪارڻ ڪروڙين ماڻهو قتلام ٿي ويا. اِتهاس ان جي شاهدي ڏئي ٿو.

سندن لشڪ. لشن ڏسي بہ وينو تہ سندس پيءُ بہ هيءَ راڄ ڇڏي هليو ويو. پوءِ بہ هوُ راجائيءَ جي لئي براجي ڪيڏا نہ ظلم ڪري ٿو. پر ووي بہ شڪر آهي تہ انهن مان ڪي ڏاڏا ذرمي راجائون ٿي گذريا آهن، جي پهنجو نالو روشن ڪري ويا. آهي سچ پچ تہ آجر اَمر آهن. پر مان مٿا انهن جي بارءِ پر دک ڪري رهي آهيان جن منهنجي ڪوڙي موه پر ڦاسي وڃي جون ندبون وهايون.

مونکي دک آهي تہ مان جهڳڙن جو ڪارڻ بڻجان ٿي. مونکي هٿ ڪرڻ لاءِ پيءُ پٽ ۽ ڀاءُ ڀاءُ جي وچ جهڳڙا لڳندا آهن. جيڪي بہ راجائون مون تي راڄ ڪري ويا، انهن جي دماغ پر هيءَ غلط خيال گهر ڪري ويو تہ هيءَ پرٿوي منهنجي آهي. مون ڪانپوءِ بہ پشت بہ پشت منهنجي اولاد جو هن پرٿويءَ تي راڄ جو حق رهندو ايندو.“

شري پراشرجيءَ چيو تہ هي مئتريہ! جيڪو مسالهو پرٿويءَ ڪان چيل انهن شلوڪن کي ٻڌي ٿو تہ ان جي من مان ڪوڙو موه ۽ ممتا اهڙيءَ طرح تہ لڪري وڃي ٿي، جهڙيءَ طرح سج جي تپت کان برف پگهري ويندي آهي.

اهڙيءَ طرح مون توکي چڱيءَ طرح منوءَ جي ونش جو ورڻن ڪري ٻڌايو. اِهي راجائون ڀڳوان وشڻوءَ جي انش (وشڻوءَ جي ڪيہ جي حصہ تمام ذري) جا بہ انش هئا.

جيڪو ماڻهو انهن سوريہ ونشي ۽ چندر ونشي راجائن جو ورڻن ٻڌي ٿو، ان کي ڏن پدارٿ تہ ضرور ملي ٿو پر من کي شانتي بہ ملي ٿي. ان سوريہ ونش ۽ سَ پر ڪيترا اهڙا راجائون ٿي گذريا آهن، جنهنجي جون. ڪهاڻي اج تائين بہ

پيئي ڳائجي. اُهي راجائون مهابلوان هئا ۽ انهن جو چرتر به ڏاڍو پوتر هو. پرجا جي هنن ڏاڍي سيوا ڪئي. انهن مان اڪشواڪو، جهدو، مانڌاتا، سگر، آوڪشت (مرت) لهش، ييائي وغيره مشهور هئا. انهن راجائن جون جيون-ڪٿائون اڄ تائين به پيئون ڳائجن. انهن جو استول شرير برابر هن پرٿويءَ تي ڪونه آهي پر سندن سوڪشم شرير اَجر اَمر آهن.

پر انهن جي ڪٿائن مان هڪ وڏي شڪشا هيءَ ملي ٿي ته هيءَ زندگي بي-بقا آهي. وڏا وڏا چڪرورتي راجائون به آخر هن دنيا کي ڇڏي هليا ويا ته پوءِ ساڌارڻ ماڻهن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي.

ڪال (وقت) کي وڏي طاقت آهي. ڪال مهابلوان آهي. هرڪو ماڻهو ڪال جي منهن ۾ ضرور ويندو. پر سندن جس، ناموس ۽ چڱا ڪم ياد رهندا.

ڀڳيرٿ، سگر، ڪڪستھ، رام، لڇمڻ ۽ يدشٽر وغيره جيتوڻيڪ هن وقت اسان وٽ موجود ڪونه آهن پر سندن ڪهاڻيون، جيون چرتر هميشه پيا ڳائبا. اتهاس ۾ اهي امر ٿي ويا.

عقل واري انسان کي گهرجي ته هن ڪن ۾ ناس ٿيندڙ شرير تي موهه-ممتا نه رکي. ڏن-پدارٿ قائم نه رهندو. پر چڱا ڪم ۽ سنا گڻ هميشه ياد رهندا.

چوٿون اڌياءُ سماپت

وشڻو مهاپراڻ جو چوٿون انش سماپت



## پنجون انش

# پهريون اڌياءُ

### وسديو ۽ ديوڪيءَ جو وهانءُ، پرٿويءَ جو دکي ٿي ديوتائن سان گڏ کير-ساگر ڏانهن وڃڻ، ڀڳوان جو پرگهٽ ٿيڻ ۽ ڪيس ڌيرج ڏيڻ، ڪرشڻ اوتار جي شروعات

شري مئتريه چيو:- هي ڀڳوان! اوهان راجائن جي جدا جدا گهراڻن بابت اسان کي سچو اتهاس ٻڌايو ۽ انهن جي چرتر بابت پڻ ٻڌايو.

هي برهم رشي! يادون جي ڪل ۾ وشڻو ڀڳوان اوتار ورتو آيو. ان جيڪي

هن وقت ڪال - ليمي وغيره سڀ دئتيه مرتيولوڪ تي پنهنجو اڌڪار ڄمائي رات ڏينهن جنتا کي تڪليف ڏيئي رهيا آهن.

جنهن ڪال - ليميءَ کي سرو شڪتيوان ڀڳوان وشنوءَ ماريو هو، هن وقت اهو ڪال ليمي اگرسين جي پٽ ڪنس جي روپ ۾ پيدا ٿيو آهي. ٻيا به ڪيترا راڪشس هن پرٿويءَ تي پيدا ٿي ويا آهن. ارشٽ، ڌينڪ، ڪيشي، پرلمب، نرڪ، سند، ٻليءَ جو پٽ باڻاسر ۽ ٻيا به مهابلوان دشٽ راجائن جي گهر ۾ جنم وٺي اچي پيدا ٿيا آهن. انهن جي ڳڻپ مان ڪري نٿي سگهان.

هي ديوتائو! هن وقت منهنجي مٿان مهابلوان ۽ اَيمانــي دئتيه راجا جا تمام وڏا لشڪر جنگي هٿيار کڻي هيڏانهن هوڏانهن چرپر ڪري رهيا آهن. هي ديوتائن جا راجا! مان اوهان وٽ پنهنجي دک جو داستان ٻڌائڻ آئــي آهيان. ڇاڪاڻ ته هن وقت منهنجي مٿان اهترو ته بار آهي جو خود پاڻ کي به سنڀالي نٿي سگهان. ان ڪري منهنجو فرياد ٻڌو. مونکي بچايو. جيڪڏهن هن وقت اوهين مونکي نه بچائيندا ته مان وڃي رساتل ۾ پوندس."

پرٿويءَ جا اهي درد ڀريا لفظ ٻڌي، انجي بار هٽائڻ جي باري ۾ سڀني ديوتائن جي چوڻ تي، برهما اُتي ڀاشڻ ڏنو:- "پيارا ديوتائو! پرٿوي جيڪي به چيو آهي، سو اکر اکر سچ آهي. حقيقت ۾ مان، شنڪر ۽ توهين سڀ وشنو ڀڳوان جا روپ آهيون. هن سڄي جڳت ۾ وشنوءَ جون وڀوتيون موجود آهن. انهن وڀوتين (شڪتين) مان ڪڏهن وقت ڪي شڪتيون زور ٿي وڃن ٿيون ۽ ڪي وري ڪمزور ٿي وڃن ٿيون. انهن جو گهٽجڻ ۽ وڌڻ ٿيڻ ته هڪ ٻئي ۾ جهڳڙي جو ڪارڻ بڻجي ٿو. هاڻي منهنجي اوهان کي صلاح آهي ته هلو ته سڀ گڏجي وشنو لوڪ ۾ کير - ساگر جي اُتر ڪناري تي هلون ۽ اُتي وشنو ڀڳوان جي آراڌنا ڪري، ان کــي هيءُ سڄو ورتانت هلي ٻڌايون. هو سڄي وشو ۾ ته وياپت آهي، پر هن پرٿويءَ تي جنتا جي هت لاءِ اوتار وٺي پرٿويءَ تي ڌرم جي استاپنا يگ يگ ۾ ڪندو آهي."

شري پراشرجيءَ چيو- ائين چئي برهما ديوتائن سان گڏ کير - ساگر جي ڪناري تي ويو ۽ من کــي هڪ اَگر ڪري شري وشنو ڀڳوان جي اُستتي ڪيائين. ڀڳتيءَ ڀرئير سان ڪيل اُستتي ٻڌي ڀڳوان پنهنجو وشو روپ پرگهٽ ڪيو ۽ مشڪي برهماجيءَ کي چوڻ لڳو:

شري وشنو ڀڳوان چيو:- "ديوتائن سان گڏ توکي مون کــان جيڪا به وستو گهرڻي هجي، اها مونکي ٻڌاءِ پوءِ ائين سمجهه ته توکي اها وستو ملي چڪي هوندي."

شري پراشرجيءَ چيو- تڏهن شري وشنو ڀڳوان جي ان ورات روپ کي ڏسي

سڀ ديوتائون ڏجي ويا. تڏهن برهماجي وري ڀڳوان جي اُستتي ڪرڻ لڳو:-

برهماجيءَ چيو- هي اننت مک ۽ چرڻن وارا اوهان کي هزار بار نمسڪار آهي. اوهين سوکيم کان به سوکيم آهيو ۽ وڏن کان به وڏا آهيو. ڀڳوان مون لــي پرسن ٿيو. هي ڀڳوان هيءَ پرٿوي ڏاڍي ڏکي آهي. دئتن هن پرٿويءَ تي ڏاڍا ظلم ڪيا آهن. هيءَ پرٿوي اوهان جي شرڻ ۾ آئي آهي. هي سوامي! اسين ۽ هيءَ اندر ديوتا، اشوني ڪمار ۽ ورڻ ديوتا، هي رد رگڻ ۽ وسوگڻ، سورج، وايــو ۽ اگني وغيره ٻيا ديوتائون به هتي حاضر آهن ۽ انهن ديوتائن کـــي ۽ مونکي جيڪو به ڪجهه ڪرڻ واجب ٿيندو، ان سڀ لاءِ آگيا ڪريو. اوهان جي آگيا پالن ڪري اسين سڀني ڪليشن کان ڇٽي وينداسين. هن پرٿويءَ تان به بوجهو لهندو.

شري پراشرجيءَ چيو- هي مهامني! اهڙيءَ طرح اُستتي (پرارٿنا) ٻڌي وشڻو ڀڳوان پنهنجو شيام (ڪارو) ۽ شويت (اڇو) وار چڪي ڪڍيو ۽ ديوتائن کي چيو:- ”منهنجا هي ٻه وار پرٿويءَ تي اوتار وٺي ايندا ۽ پرٿويءَ جو ڪشٽ دور ڪندا. سڀ ديوتائون پنهنجي پنهنجي انش سان پرٿويءَ تي اوتار وٺي انهن پاڳلن دئتن سان جنگ ڪندا تڏهن فقط منهنجي نگاه سان انهن دئتن جو خاتمو ٿيندو ۽ ڪو دئتن جو ٻل ڪنڊ ٿي ويندو. وسديو کي جيڪا ديويءَ جي برابر ديوڪيءَ نالي استري آهي، ان جي اٺين گرڀ ۾ منهنجو هيءُ شام وار اوتار وٺندو. اهڙيءَ طرح اُتي اوتار وٺي ڪالنميءَ جي اوتار ڪنس کي ماريندو.“ ائين چئي شري هري اُتي ئي انترڌيان (غائب) ٿي ويو.

هي مهامني! ڀڳوان جي غائب ٿيڻ تي ان کي نمسڪار ڪري سڀ ديوتائون سميرو پربت تي هليا ويا ۽ پوءِ سڀني ديوتائن وڃي هن پرٿويءَ تي اوتار ورتو.

ان سانڍي وقت ناردمنيءَ ڪنس کي اچي چيو ته ديوڪيءَ جي اٺين گرڀ مان ڀڳوان جنم وٺندو. نارد کان اها خبر ٻڌي ڪنس غصي ۾ اچي وسديو ۽ ديوڪيءَ کي محل ۾ بند ڪري ڇڏيو. وسديو به جيڪو انجام ڪيو هــو ان موجب پنهنجو هرهڪ پٽ ڪنس کي سونپيو.

ائين ٻڌو ويو آهي ته اهي ڇهه ٻار اڳئين جنم ۾ هرڻ ڪشيپوءَ جا پٽ هئا. ڀڳوان وشڻوءَ جي پريرڻا سان يوگ- نندرا هنن کي هڪ ٻئي پٺيان واري سان گرڀ ۾ رکندي ويئي.

(اهي ٻالڪ اڳئين جنم ۾ هرڻ ڪشيپوءَ جي ڀاءُ ڪالنميءَ جا پٽ هئا، ان ڪري ٿي چيو ويو ته اهــي هرڻ ڪشيپوءَ جا پٽ هئا. انهن راڪشس ڪمارن ــــ جو انادر ڪري ڀڳوان جي ڀڳتي ڪئي هئي، ان ڪري غصي ۾ اچي

ان هيئڪي سراپ ڏنو هو ته اوهين پنهنجي پتا جي هٿان ئي مارِيا ويندا. اها ڪٿا هر واش پراڻ ۾ اچي ٿي.)

اها يوگ-ندرا ڀڳوان وشڻوءَ جي مها مايا آهي. جنهنجي ڪري سڄو جڳت موهه ۾ ڦاٿل آهي. اها اَوديا آهي. ان يوگ-ندرا کي ڀڳوان وشڻوءَ چيو، ”هي يوگ-ندرا وڃ! منهنجي حڪم سان تون پاتال ۾ رهندڙ ڇهن گرڀن کي هڪ هڪ ڪري ديوڪيءَ جي گرڀ ۾ استاپت ڪر. جڏهن ڪنس انهن ڇهني کي ماري ڇڏيندو تڏهن ’شيش‘ نالي منهنجو اَنش ديوڪيءَ جو ستون گرڀ ٿيندو.“ هي ديوي! گوڪل ۾ وسديو جي ٻي زال روهڻي نالي رهندي آهي. ان جي پيٽ ۾ ان ستين گرڀ کي وٺي اهڙيءَ طرح وڃي داخل ڪر جيئن اهو اُن جي گرڀ مان سلامتيءَ سان ڄمي: ان جي باري ۾ دنيا ائين ئي چوندي ته جيل ۾ ڪنس جي ڀؤ کان ديوڪيءَ جو ستون گرڀ ڪري پيو. اهو ويرِ پرش گرڀ مان ڪيئجي وڃي روهڻيءَ جي گرڀ ۾ داخل ٿيو. انهيءَ ڪري ان جو ”سنڪرشڻ“ نالو پيو.

ان ڪالپوءِ هي يوگ ندرا! ديوڪيءَ جي اٺين گرڀ ۾ مان اچي موجود ٿيندس. ان وقت اون ۾ تولت يشودا مان پيدا ٿيندين. ساوڻ جي مهني ۾ اونداهي اٺهن تٿ ۾ مان ته جنم وٺندس ۽ تون ورڇ ٻئي ڏينهن نائين تٿ تي جنم وٺندين. ان وقت منهنجي شڪتيءَ سان وسديو مونکي يشودا جي گود ۾ سمهاري ايندو ۽ توکي ڪڻي وري ديوڪيءَ وٽ ايندو. تڏهن هي ديوي ڪنس توکي اڇليندو ۽ ان جي اڇلائڻ تي تون آڪاش ۾ وڃي پهچندين.

ان وقت منهنجي شڪتيءَ سان اِندر به سر جهڪائي توکي پرڻام ڪندو ۽ توکي پنهنجي ڀيڻ ڪري سمجهندو. تون به شمڀ، نشمڀ، وغيره هزارن دئتن کي ماري پنهنجن انيڪ آستانن تان سمست پرٿويءَ کي سندر بڻائيندين. تون ئي ڀوتي (ڌن پدارٿ) شانتي ۽ ڪانتي (چمڪندڙ) آهين؛ تون آڪاش، پرٿوي، ڌرتي (ڌيرج) لڄا (لڄ)، پشٽي (طاقت) ۽ اُشا (پراتهه ڪال) آهين.

جيڪي ماڻهو صبح ۽ شام جو تمام نمرتا سان توکي آريا، درگا، ويد گرڀا، امبڪا، ڀدرا، ڀدر ڪالي، ڪشيمدا (ڪلياڻ ڪندڙ) ۽ ڀاڳيدا (ڀاڳ وراٽيندڙ) چئي ڪري انهنجي اُستتي ڪندا، انهجون سڀ ڪامنائون منهنجي ڪرپا سان پوريون ٿينديون. هي ديوي! هاڻي تون منهنجي ٻڌايل آستان ڏانهن وڃ.

پهريون انڌياءُ سماپت

## ٻيون اڌياءُ

### ڀڳوان جو ديوڪيءَ جي گرڀ ۾ پرويش ڪرڻ ۽ ديوتائن دوارا ديوڪيءَ جي اُستتي

شري پراشر جيءَ چيو- هي مئتريه! شري وشنو ڀڳوان جهڙيءَ طرح چيو هو ان موجب يوگ-مايا ڇهن ٻارن کي هڪ ٻئي پٺيان واري واري سان ديوڪيءَ جي گرڀ ۾ داخل ڪيو ۽ ستون گرڀ ان مان ڪڍي، روهڻيءَ جي گرڀ ۾ داخل ڪيو. ان ڪانپوءِ شري هري ڀڳوان ٽنهي لوڪن جي ڪلياڻ جي اڇا سان ديوڪيءَ جي گرڀ ۾ پرويش ڪيو. جيئن وشنو ڀڳوان يوگ-مايا کي آگيا ڏني هئي، يوگ-مايا به ان موجب اُن ڏينهن يشودا جي گرڀ ۾ اچي موجود ٿي.

هي مئتريه! وشنوءَ جو انش جڏهن هن پرٿويءَ تي پڌارڻ لڳو، تڏهن آڪاش ۾ گرهه-تارا ٺيڪ ٺيڪ گتيءَ (Movement) سان هلڻ لڳا ۽ سڀ رتيون (موسمون) منگل-مه نظر شوڀايمان لڳيون. ان وقت ديوڪي ايتري سان اهڙو ته چمڪڻ لڳي جو ڪو به ان ڏانهن نهاري نٿي سگهيو. ان وقت ديوتائون ادرشت ٿي (يعني ڏسڻ ۾ نه اچي گپت روپ سان) ديوڪيءَ جي رات ڏينهن اُستتي ڪرڻ لڳا. ڇاڪاڻ ته ديوڪيءَ گرڀ روپ ۾ وشنوءَ ڀڳوان کي ڌارڻ ڪيو هو.

ديوتائن چيو- هي ديوي! تون ئي پرڪرتي آهين ۽ تون جڳت جي وڌاتا ۽ ويدن جي واڻي آهين. تون ڌنيه آهين جو وشنو ڀڳوان تنهنجي گرڀ ۾ داخل ٿيو آهي.

هي ديوڪي! سچ پچ ته تون ئي سرشٽيءَ جو روپ آهين. تون ئي سڀني کي الهي ڪرڻ واري شڪتي آهين. تون ئي ديو-ماتا ادتي آهين ۽ دتين کي جنم ڏيندڙ دتي آهين. تون ئي ڏينهن جي روشني آهين ۽ تون ئي گيان ڏيندڙ گرو شسروشا (گروءَ جي سيوا) آهين. تون ئي ڪام-مٺي اڇا آهين ۽ تون ئي سنتوش ميه نشٺي (پرسنتا) آهين.

هي ديوڪي! سڀ ويڌيون (مکيه پدارٿ) تو ۾ ئي موجود آهن.

هي ديوڪي! وشنو ڀڳوان تنهنجي گرڀ ۾ استٿت (موجود) آهي. وشنو ڀڳوان هن سڄي وشو جو روپ آهي. هو پرٻرهم پرماتما آهي. هي سڀ ندائون، پربت، دويپ، ٻن ۽ نگر، ڳوٺ ۽ اگني، جل، وايو، گرهه، نکشتر تارن سان جٽيل هيءَ ۽ پور لوڪ، پدر لوڪ، سور لوڪ ۽ مهه، جن، تپ ۽ برهم لوڪ ۽ سڄو هيءَ

ڀوت، برهماڻڊ ۽ ان جي انترگت ديو، اسر، گندرو، چارڻ، ناگ، يڪش، راڪشس، گهيڪ، منشيه، پشو ۽ جيڪي به ٻيا جيو آهن اهي سڀ وشڻو ڀڳوان جي ورات سروپ ۾ موجود آهن. اهو وشڻو ڀڳوان هن وقت تنهنجي اُدر (پيٽ) ۾ موجود آهي. تون سڀني لوڪن جي رکشا لاءِ هن پرٿويءَ تي اوتار ورتو آهي. هي ديوي! تون پرسن ٿيءُ، تون سمپورڻ جڳت جو ڪلياڻ ڪر.

جنهن هن سڄي سنسار کي ڌارڻ ڪيو آهي اُن پرڀوءَ کي تون وڏي پريم سان پنهنجي گرڀ ۾ ڌارڻ ڪري رهي آهين!

ٻيون اڌياءُ سماپت

---

# ٽيون اڌياءُ

## ڀڳوان جو پرگهٽ ٿيڻ ۽ يوگ-مايا دوارا ڪنس کي مونجهاري ۾ وجهڻ

شري پراشرجيءَ چيو:- هي مئتريه! ديوتائن اهڙيءَ طرح ديوڪيءَ جي اُستتي ڪئي ۽ پوءِ ديوڪيءَ ڀڳوان پنڊري ڪاڪشيه کي (وشڻو ڀڳوان کي) پنهنجي گرڀ ۾ ڌارڻ ڪيو.

جئين سوريه ديوتا ڪملن جي گلن کي وڪسيت ڪرڻ لاءِ (ٽڙائڻ لاءِ) پراتهه ڪال جو پورب دشا ۾ اُڀرندو آهي، اهڙيءَ طرح وشڻو ڀڳوان به سنسار کي روشن ڪرڻ لاءِ ديوڪيءَ جي گرڀ ۾ پرگهٽ ٿيو.

چندرما جي چانڊوڪيءَ وانگر ڀڳوان پنهنجي جنم جي ڏينهن سڄي جڳت کي شانتي ڪيو. ان ڏينهن سڀئي دشائون (طرف) نرمل ٿي ويئون.

شري نارائڻ ڀڳوان جي جنم وٺڻ تي سادن ۽ سنتن کي آنند ٿيو، سخت طوفان بند ٿي ويو ۽ ندين جو پاڻي ڏاڍو اوجل ڏسڻ ۾ آيو. سمنڊ جو آواز انين پئي ٻڌڻ ۾ آيو، جيئن قدرت باجا وڄائي رهي هئي. گندرو مٺو، راڳ ڳائڻ لڳا ۽ اپسرائون نچڻ لڳيون. شري ڀڳوان جي پرگهٽ ٿيڻ تي ديوتائون آسمان مان زمين تي ڦول ورسائڻ لڳا. يگيه جون اگنيون جي شانت ٿي ويون هيون اهي وري پرجولت ٿي ويئون (يعني ٻرڻ لڳيون).

هي برهمڻ! اڌ رات جي وقت شري وشڻو ڀڳوان جي پرگهٽ ٿيڻ تي پشپ ورکا ڪندي ميگهه گجڻ لڳا.

ڪمل-دل وانگر سندر، چترڀج (چئن ٻانهن واري)، ۽ ڇاتيءَ ۾ شري وتس

جي نشان سان گڏ اُهين ليئدڙ ڀڳوان کي ڏسي وسديو، استولي ڪرڻ لڳو.

وسديو چيو:- هي ديو د يويشور! جيتوڻيڪ اوهين ساڪيات پاڻ پرگهٽ ٿيا آهيو، تڏهن به هي ديو! مون تي ڪرپا ڪري هٿيارن شنک، چڪر گدا ڌاري دي- روپ کي سميٽي ڇڏيو. هي پرماتما! جڏهن ڪنس کي اها خبر ملندي ته اوهان منهنجي گهر ۾ اوتار ورتو آهي ته ڪنس هڪدم هن وقت تي منهنجو خاتمو ڪري ڇڏيندو.

ديوڪيءَ چيو:- جيڪو اصلي روپ آهي ۽ جو اڪل وشو جو سروپ آهي. جيڪو گربه ۾ واسو ڪري به سمپورڻ سنسار کي جهلي بيٺو آهي ۽ جنهن پنهنجي مايا سان بالڪ جو روپ اختيار ڪيو آهي. اهو وشنو ڀڳوان شل اسان تي پرسن ٿئي

هي پرماتما! هاڻ اوهين هن پنهنجي روپ جي ليلا کي سميٽي ڇڏيو، جئين هن راڪشس ڪنس کي ان جو پتو نه پوي.

شري ڀڳوان چيو:- هي ديوي! پورب جنم ۾ جو پت جي ڪامنا سان مون کي پرارٿنا ڪئي ته مان پٽ جي روپ ۾ اوهان وٽ پيدا ٿي اچان. اج مون تنهن جي گربه مان جنم ورتو آهي. ان ڪري تنهنجي اها ڪامنا پورڻ ٿي ويئي.

شري پراشر جيءَ چيو ته ائين چئي ڀڳوان چپ ٿي ويو ۽ وسديو به ان رات اوقت ئي ڪنس ڪٺي ٻاهر نڪتو. وسديو جي ٻاهر وڃڻ وقت جيل جي سنترين، متّرا جي پهريدارن کي يوگ ندرا جي پرڀاءَ سان گهري ننڊ ڪٺي ويئي - اهي ننڊ ۾ بيهوش ٿي ويا. آڪاش مان رم جهم بوندون وسڻ لڳيون. شيش ناگ پنهنجي ڦڻ ٻاهر ڪڍي ڀڳوان جي مٿان بوندڙ برسات کي روڪڻ لڳو. جمنا ۾ ته تار پاڻي لي وهيو. وسديو ڪرشڻ کي مٿي تي کڻي جڏهن ندي پار پئي ڪئي ليڪن جڏهن پاڻي وڌي سندس منهن تائين پهتو تڏهن شري ڪرشڻ ڀڳوان پنهنجا ڪومل چرڻ جل سان ڇهايا ته پاڻي لهي گوڏن تائين ٿي ويو ۽ وسديو سلامتيءَ سان ڪرشڻ کي ڪٺي جمنا جي ٻيءَ پر وڃي پهتو. هن اُلي جمنا جي ڪناري تي ڪنس کي ڏل ڏيڻ لاءِ آيل، نند وغيره پهن گوپن کي به ڏٺو.

هي مئتريه! ان وقت يوگ ندرا جي پرڀاءَ سان سڀني ماڻهن تي جڏهن ته ڇايا پورڻ ڪري ۽ يشودا کي به گهري ننڊ ڪٺي ويئي. يشودا به ڪنيا (ڇوڪريءَ) کي جنم ڏنو.

پوءِ وسديو به ان ٻار کي سمهاري ۽ ڇوڪريءَ کي کڻي تڪڙ يشودا جي ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو.

جڏهن يشودا سجاڳ ٿي ڏٺو ته هنکي هڪ لال- ڪمل دل وانگر شام ورڻ

پٽ پيدا ٿيو آهي ته هنکي ڏاڍي خوشي ٿي. هيڏانهن وسديو به ڇوڪريءَ کي کڻي پنهنجي سمهڻ واري ڪمري ۾ ديوڪيءَ جي هنج ۾ سمهاري ڇڏيو ۽ اڳي وانگر جيل ۾ بند ٿي ويو.

هي برهمڻ! ان ڪاڻپوءِ ٻار جي روئڻ جو آواز ٻڌي جيل جا پهريدار جلد اٿي کڙا ٿيا ۽ ديوڪيءَ جي ٻار ڄمڻ جي خبر وڃي ڪنس کي ٻڌايائون.

اهو ٻڌنديئي ڪنس جلدئي اُتي وڃي، ديوڪيءَ جي گهٽيل گلي ٿان نڪتل لفظن "ڇڏ ڇڏ" جي ڪن لاٿار ڪري ان ڇوڪريءَ کي هٿن ۾ پڪڙي هڪ پٿر جي ڇپ تي زور سان ڦٽو ڪيو. ان جي ڦٽي ڪرڻ سان هوءَ هڪدم وڃي آسمان ۾ بيٺي ۽ اشٽ-ڀڄ (اٺن ٻانهن واريءَ) ديويءَ جو روپ ڌارڻ ڪري هٿن ۾ هٿيار کڻندي وڏي آواز ۾ چيو، "اڙي ڪنس! مونکي اُڇلڻ مان توکي ڇا ڪو حاصل ٿيو؟ جيڪو توکي ماريندو ان ته پهريائين جنم ورتي ڇڏيو آهي. اڳئين جنم ۾ به اهو هري ڀڳوان تنهنجو ڪال هو. ان جي هٿان ئي تنهنجو موت ٿيو هو. هاڻ مان توکي خبردار ٿي ڪريان ته جلد وڃي ڪو پنهنجي ڀلاءَ جو رستو ڳولهه." ائين چئي ان ديويءَ آسمان ۾ پنهنجي شڪل ميٽي ڇڏي ۽ غائب ٿي ويئي.

ٽيون اڌياءُ سماپت

# چوٿون اڌياءُ

## وسديو ۽ ديوڪيءَ جو جيل مان ڇوٽڪارو

شري پراشرجيءَ چيو- تڏهن ڪنس دکي ٿي پرلمب ۽ ڪيشيءَ وغيره راڪشسن کي ڪوٺائي چيو:- هي پرلمب! اڙي ڪيشي! او پوتنا! ۽ اڙي ارشٽ! مان جيڪي چوان تو اُهو ڌيان سان ٻڌو. هيءَ ڳالهه چوڌاري ڦهليجي ويئي آهي ته نامراد ديوتائن منهنجي مارڻ لاءِ ڏاڍيون ڪوششون ڪيون آهن پر مونکي انهن جي پرواه نه آهي. اندر، وشنو ۽ شو وغيره ديوتائون مونکي ڪڏهن به ماري نه سگهندا. انهن ۾ ايتري همٿ ڪٿان آئي. ان ڪري منهنجو ڪو به نقصان نٿو ٿي سگهي.

ڇا اوهان ڏٺو نه هو ته مون سان گڏ جنگ جي ميدان ۾ اچي ديوتائن جو راجا اندر ڇاتيءَ ۾ نه پر پٺيءَ تي ٻاڻن جا وسڪارا سهندي ڀڄي ويو هو؟ جنهن وقت منهنجي راڄ ۾ اندر برسات وسائڻ بند ڪري ڇڏي هئي، ان وقت بادلن منهنجن تيرن سان زخمجي ڇا برسات نه وسائي هئي؟ ڇا منهنجي سهري جراسند کان سواءِ

اهو ٻڌي گوپن جي من ۾ ڏاڍو عجب لڳو ۽ نند گوپ هڪدم ڪرشڻ کي هنج ۾ کنيو. يشودا دنگ ٿي ويئي.

ان وقت وسديو جي چوڻ سان گرگاچاريه به اڪيلو ئي آيو جيئن ڪنهن کي سندس اچڻ جي خبر نه پوي. اچي گرگاچاريه ٻنهي ٻالڪن جي نالي رکڻ جو (نام ڪرڻ) سنسڪار ڪيو. گرگاچاريه وڏي جو نالو "ٻلرام" رکيو ۽ ننڍي جو نالو "ڪرشڻ" رکيو.

هي مترييه! اهي ٻئي ٻالڪ ٻهراڙين ۽ ٻڙهيون پائڻ لڳا ۽ پوءِ گوڏن ڀر اٿي ڊوڙو هلڻ لڳا. اهڙيءَ طرح اهي ٻالڪ ڳائين جي وڇڙن ۾ پلجي ڊوڙو وڏا ٿيا. ٻڙهيون پائيندي سندن بدن جهڄي سان ڀرجي ويو ئي ۽ رک ۽ مٽيءَ ۾ سڄو بدن ميرو ٿي ويو ئي ته هيڏانهن هوڏانهن گهمندڙن ٻارن کي يشودا روهڻي روڪي نه ٿي سگهيون. ڪڏهن ڪڏهن اهي ڳائين جي ننڍڙن وڇڙن جي وچ ۾ هليا ويندا هئا، ته ڪڏهن نازو ويالن وڇڙن جي پڇن کي پڪڙي انهن کي پيا ڇڪيندا هئا.

هڪ ڏينهن جڏهن يشودا انهن چنچل ٻالڪن کي ٻاهر راند ڪندي اٿڪي روڪي نه سگهي تڏهن لاچار ٿي هن ڪرشڻ جي چيله ۾ رسوڙي ٻڌي ۽ ان کي اکريءَ سان ٻڌي ڇڏيائين ۽ غصي ۾ اچي چوڻ لڳي، "اڙي حرڪتي! هاڻ تو ۾ طاقت هجي ته ڀڄي وڃ، ڏسان ته سهڻ ڪيئن ٿو ڀڄي سگهين." ائين چئي يشودا وري پنهنجي گهر جي ڪمن ۾ مشغول ٿي.

ماءُ کي گهر جي ڪمن ڪارين ۾ رڌل ڏسي ڪرشڻ اکريءَ کي گهليندي گهليندي ٻملاءِ ارجن نالي وڻن جي وچ ويو. اهي ٻئي وڻ هڪ ٻئي جي ويجهو بيٺل هئا. اکري انهن ٻنهي جي وچ اچي اٽڪي پئي. ڪرشڻ جيئن جو وڻن ۾ اٽڪي اکريءَ کي ڇڪ ڏني تيئن اهي ٻئي وڻ وڃي هيٺ ڪريا. انهن وڻن جي زمين تي ڪرڻ جو آواز ٻڌي، برج-واسي ڊوڙي آئي آيا ۽ انهن ٻنهي وڏن وڻن کي زمين تي ڪريل ۽ ٻالڪ ڪرشڻ کي ننڍڙن ۽ نازڪ اڇن ڏندن سان کلندي ڏٺائون. ان وقت کان ڪرشڻ جو "دامودر" نالو پيو. دامودر لفظ جي معنيٰ آهي ته اهو جنهن کي پيٽ ۾ رسي ٻڌل هجي. دام معنيٰ نوڙي ۽ اُدر معنيٰ پيٽ. دام ۽ اُدر اهي ٻئي لفظ گڏجي دامودر لفظ ٿيو.

ان گهٽنا کانپوءِ سيني ٻڍا گوپ پاڻ ۾ گڏ ٿيا ۽ صلاح ڪيائون ته هاڻي هتي گوڪل ۾ وڌيڪ وقت رهڻ نه گهرجي ڇاڪاڻ ته هتي ڪي مصيبتون سامهون آيون ان ڪري پوتنا جي موت، ڇڪڙي جي ڪرڻ ۽ طوفان لڳڻ کانسواءِ وڻن جي هيٺ ڪرڻ وغيره گهٽنائن کي ڏسي، انهن سڀني

بندرابن وڃڻ جو پڪو خيال ڪيو. پوءِ تہ جلدئي سڀيئي برج ۾ رهڻ وارا گوپ ان جڳهہ کي ڇڏي، سڀ سامان گاڏين ۾ ڪڻي، سڀ سنهري ورنداون (بندرابن) ڏانهن روانا ٿيا. انهن جي روانگي ٿيڻ کانپوءِ هڪ ڪن ۾ اها برج-ڀومي ماڻهن کان خالي ٿي ويئي. اُتي رڳو ڪانءُ ۽ سرڙيون وغيره پکي پئي اُڏامندا.

ان وقت ليلا وهاريءَ ڀڳوان ڪرشڻ گائين جي واڌاري ۽ رکشا جي اڇا سان پنهنجي من ۾ لنبہ-ورنداون-ڌام جو ڌيان ڪيو. ان ڪري هي ارهمڻ! اهو ورنداون گرميءَ جي موسم ۾ بہ برسات جي موسم وانگر سائو ٿي ويو ۽ چوڌاري ساوڪ لڳي وئي. اوان گل ڦل اُتي پيدا ٿيا. برج واسين پنهنجن ڇڪڙن کي اَڌ چنڊ وانگر اَڌ گول ۾ بيهاريو ۽ سڀيئي اُتي رهي پيا. ورنداون جي ڀومي ڏاڍي وسي ويئي، گوپن گوالن جي ڪري خوشنما ڏسڻ ۾ آئي.

ان کانپوءِ رام ۽ ڪرشڻ بہ ان ۾ گائيون چارڻ لڳا ۽ گائين جا رکشڪ بڻجي گائين جي ڏاڍي سنڀال ڪرڻ لڳا ۽ اُهي اُتي رهي بال ليلا ڪرڻ لڳا.

مٿي ۾ گهنڊيدار وار رکي هنن مورن جي کنڀن جو مڪٽ ڪٽي پاتو هو. ان طرح ڪرشڻ ۽ بلرام مور-مڪٽ ڌاري بڻجي پيا. وري جو هنن بن ۾ پيدا ٿيل گلن سان پاڻ کي سينگاريو هو ۽ ڪنن ۾ بہ کي زيور پاتا هئائون ان ڪري ڏاڍا وڻيا ٿي، من موهيندڙ بڻجي پيا. ڪرشڻ بنسي وڄائڻ لڳو. ان جو مڌر سر جڏهن ٿي پڌو اهو مست بڻجي ٿي پيو. ڪرشڻ بلرام ۽ سڀ گوپ گوال بندرابن ۾ گهمڻ لڳا ۽ رانديون روانداون ڪرڻ لڳا.

اهڙيءَ طرح ان مهابرج ۾ رهندي رهندي ڪجهہ وقت گذرڻ کانپوءِ گوپال ڪرشڻ ستن ورهين جو ٿي ويو.

تڏهن سڀئي آسمان کي ميگهن سان ڍڪيندي ۽ سخت پاڻي وسائيندي، برسات جي موسم آئي.

ان وقت تازو سائو گاهہ پيدا ٿيو، جڏهن سڄي زمين کي سائي رنگ جي چادر سان ڍڪي ڇڏيو ۽ چوڌاري ڳاڙها ميهن-وسارا ۽ ڪڙ ڪپيتا ڏسڻ ۾ آيا. ان ڪري زمين ائين پئي ڏسڻ ۾ آئي جيئن سائي چادر ۾ کي ڳاڙها موتي چمڪيل هجن.

جيئن گهڻو ناڻو هٿ ڪري ڪميڻن ماڻهن جو من قبضي کان ٻاهر هليو ويندو آهي تيئن ندين جو پاڻي ڪنارن کان اُڇل کائي ٻاهر پئي وهيو.

جيئن مورک ماڻهن جي نڪتہچيني ڪرڻ سان هوشيار وڪتا جي واڻي بہ ملين ٿي ويندي آهي تيئن ملن (ڪارن) ميگهن سان ڍڪيل رهڻ ڪري اُجل چندرما

۽ جهٽڪو اچي ويو.

جهڙيءَ طرح آووانڪيءَ راڄا جي سنگ ۽ اُوگهي مسافرن ۽ عزت پاڻي ٿو، اهڙيءَ طرح آڪاش منڊل ۾ تڪڙي کان خالي اندر ڏنش (الداٿ) موجود ٿي ويو. دراچاري ماڻهن ۽ شاندار خاندان ۾ پيدا ٿيل ماڻهن جهڙي ڪڏهن ۽ ڪمت ڪالسواءِ ڪوشش وانگر بادلن ۾ پڪلن (سڱبد پکين) جي نرمل قطار سهڻي ڏسڻ ۾ پئي آئي، ننڍڪ ماڻهن سان پڙهن ماڻهن جي صحبت وانگر تمام چنچل اڄلي آسمان ۾ استر نه رهي سگهي. مهان ۾ مورن جا آواز پئي آيا. چاتڪ پکين سان آسمان سهڻو پئي لڳو. ان وقت ڪرشڻ ۽ رام خوشيءَ سان گوپ ڪمارن سان گهمڻ لڳو.

اهي پئي ڪڏهن ڳائين چاريندي ما راڳ ڳائڻ لڳا ۽ ڪڏهن مٺي مرلي وڄائڻ ۽ ڪڏهن وڻن جي ٿڌيءَ ڇانو هيٺ گهمڻ لڳا.

ڪڏهن ڪڏهن انهن گلن جي پوشاڪ ٺي پائي ۽ ڪڏهن مورن جي ڪنبن جا مڪٽ ٺي پاتا ۽ ڪڏهن جبل جي ڏالن سان پنهنجي بدن کي ٺي سينگاريو. ڪڏهن آرام ڪرڻ جي ارادي سان پن جي بستري تي ٺي ليٽيا ۽ ڪڏهن بادلن جي گجڻ تي "ها، ها" ڪري گوڙ شور ڪرڻ لڳا.

ڪڏهن بن گوپن جي راڳ ڳائڻ تي رام ۽ ڪرشڻ انهن جي ساراه ڪرڻ ٿي لڳا ۽ ڪڏهن ورب ٻاڻ انهن کي تان ڏيڻ جي خيال کان بانسري وڄائڻ ٿي لڳا. ڪڏهن ته بسري وڄائي مورن جي مست ڪوڪ جو نقل ڪرڻ ٿي لڳا.

اهڙيءَ طرح اهي انهي مزي سان ڪيترن نمونن سان دل کي خوش رکي بن سير ڪرڻ ٿي لڳا. شام جي وقت اهي پئي پنهنجن سالن سان گڏ ڳائين جي ٽولي سان گڏ خوب سير ڪري برج ۾ موٽي ايندا هئا.

اها هئي گوپال ڪرشڻ جي گوپ گوالن سان گڏ بندرابن ۾ بال ليلا.

چوون اڌياءُ سمايت

---

## ستون اڌياءُ

### ڪاليہ ناگہ جو دمن

شري پراشرجيءَ چيو ته هڪ ڏينهن بلرام کانسواءِ ڪرشڻ اڪيلوئي ورنداون (بندرابن) ويو ۽ اتي بن ۾ ٽيدا ٿيل ٽلن مالهائن سان ٻاڻ کي خوب سينگارياڻين پوءِ پنهنجن سالن گوپين سان گڏ بن ۾ گهمڻ لڳو. گهمندي گهمندي هو جمنا نديءَ ڪناري تي وڃي پهتو. اتي ڏسائين ته جمنا ۾ خوب ڇوليون پئي لڳيون.

پاڻيءَ جي اڇي ڦيڻ ڪناري تي ڪني تيل هئي. ائين پئي معلوم ٿيو ڄڻ ته جمنا ڪلي رهي هئي. جمنا ندي‌ءَ ۾ هن هڪ هنڌ اولهو پاڻي ڏٺو. ان جو پاڻي نانگ جي زهر ڪري ڏاڍو گرم ٿي ويو هو. زهر جي چوڌاري ڦهلجڻ جي ڪري ڪناري جي پاسي وارا وڻ سڙي ويا هئا. هوا جي ڪري نديءَ ۾ وڏيون وڏيون ڇوليون پيدا ٿي رهيون هيون، اڇي پاڻيءَ جي ڦڙن جي مٿي اڏامڻ ڪري پکي به جلي ڀسم ٿي ويا.

ڀڳوان ڪرشن ڏٺو ته اهو ڄڻ ته خوفناڪ موت جو هنڌ هو. ڀڳوان ڪرشڻ کي پڪ ٿي ويئي ته هتي هن گهري پاڻيءَ جي ڪڏ ۾ ضرور ڪارو واسينگ نانگ رهي ٿو. ڀڳوان سمجهو ته ڪاليه نانگ ڪالسواءِ ٻيو ڪو نانگ ٿي نٿو سگهي. اهو نانگ ڀڳوان جي سواريءَ گرڙ جي ڊپ ڪان سمنڊ ڇڏي اچي ان نديءَ ۾ رهيو هو. هن ڌرتي پوتر جمنا نديءَ کي زهريلو بڻائي ڇڏيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو اڄايل ڳائيون به هنجو پاڻي پيئڻ کان هٻڪن ٿيون. هاڻي مونکي گهرجي ته هن زٻردست نانگ تي قبضو ڪري، ان کي هن نديءَ مان ڪيان. ائين ڪرڻ سان ماڻهن جو ڀلو ٿيندو. اڄ ۾ رهندڙ ماڻهو ٻيڏيا ٿي هن نديءَ جو پاڻي پي سگهندا. پاڻيءَ جي تڪليف سڀ کان وڏي آهي. پاڻي نه ملڻ ڪري ماڻهو دکي آهن. ماڻهن جي اپڪار لاءِ ته مون اوتار ورتو آهي. هن دشت نانگ کي سزا ڏيڻ سان پاڻيءَ جي تڪليف دور ٿي ويندي. چڱو هاڻي مان هن تمام ڏگهي ڪدمب جي وڻ تي چڙهي جمنا جي پاڻيءَ ۾ ٽپو ٿو ڏيان. ڇاڪاڻ ته اهو ڪاليه نانگ هتي ئي رهي ٿو.

شري پراشر جيءَ چيو، ”هي مئتريه! اهو خيال ڪري ڀڳوان ڪرشڻ ان وڏي وڻ جي چوٽيءَ تي چڙهي زور سان جمنا جي پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏنو. ان جي ٽپو ڏيڻ سان جمنا جي پاڻيءَ ۾ هلچل پيدا ٿي. پاڻيءَ جون ڇوليون ڪناري سان ٽڪرائڻ لڳيون. لهرن جي پاڻيءَ جا ڦڙا ڪناري تي بيٺلن ڪن وڻن کي وڃي لڳا، جنهن ڪري اهي وڻ زهر جي ڪري سڙي خاڪ ٿي ويا. چوڌاري خوفناڪ زهر جو اثر ٿيڻ لڳو.

ڪرشڻ پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏيئي زور سان تاڙي وڄائي. انجو آواز ٻڌي نانگن جو راجا جلدئي ڪرشڻ جي سامهون آيو. نانگ جون اکيون غصي ۾ ڳاڙهيون ٿي ويون. انهي منهن مان باھ جا الا نڪري رهيا هئا. ان نانگ جي چوڌاري ٻيا به ڪيترائي نانگ ڦهليل هئا. انهن سان گڏ ناگ-پتنيون (نانگن جون زالون) به هيون جنکي قيمتي زيور به پهريل هئا. زيورن ۾ قيمتي هيرا هئا جن جي روشني چوڌاري ڦهلجي رهي هئي.

ان وقت سيئي نانگن گڏجي گول ٿي ڪرشڻ کي چوڌاري ويڙهي ڇڏيو. ڪرشڻ کي ولي پنهنجي بدن سان سوگهو ٻڌائون. پوءِ گڏجي ڪرشڻ کي ڏنگ هڻڻ لڳا. نانگن جو خوفناڪ زهر بدن ۾ باه وانگر ڦهلجي ويو.

جڏهن ڪرشڻ جي ساٿين گوپن ڪرشڻ کي نانگن جي ڪنڊ ۾ ڪريل ڏٺو ۽ ڏٺائون ته ان جي چوڌاري نانگ ويڙهجي ويا آهن تڏهن اهي ٻرج ۾ موٽي ويا ۽ روئڻ لڳا.

گوپن چيو- اهو، اچو، ڏسو ته ڪرشڻ جمنا ۾ ڪري پيو آهي ۽ اُتي بيهوش ٿي ويو آهي. ڪالبه نانگ ڪرشڻ کي ڏنگيو آهي.

يشودا ۽ نند اهي ٻراون خبرون ٻڌي ڪالبه نانگ وٽ ڊوڙي آيا. جود ٻلرام به جمنا نديءَ جي ڪناري تي آيو. سڀيئي ڏاڍي چنتا ۾ پئجي ويا. يشودا سان گڏ گوپيون به ڪرندڙ ٿابا ڪانپنديون اُسي آيون. اتي وڃي سڀني ڏٺو ته ڪرشڻ براٻر نانگن جي جنجي ۾ ڦاسجي ويو هو. اتان نڪري اڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هو. نانگ ڪرشڻ جي سڄي بدن ۾ ويڙهيل هو. ڪرشڻ کي ان حالت ۾ ڏسي سڀ روئڻ لڳا. گوپين چيو ته ڪرشڻ ڪانسواءِ اسين ٻرج ۾ موٽي نه هلنديونسين. اسين به هن نانگن جي ڪنڊ ۾ ٽپو ڏيئي پنهنجي جان ڏينديونسين. سج ڪانسواءِ ڏينهن ڪهڙا! چنڊ ڪانسواءِ رات وري ڪهڙي!! ڪرشڻ ڪانسواءِ اسانجو جيئڻ اجايو آهي.

ڪي وري چوڻ لڳيون ته "اڙي ڏسو، ڪهڙي مصيبت ۾ ڦاسي به ڪرشڻ جو چهرو خوش پيو ڏسڻ ۾ اچي. هو مشڪي اسان ڏانهن نهاري رهيو آهي. ان حالت ۾ هو ڪهڙو نه سهڻو پيو نظر اچي."

شري پراشرجيءَ چيو- ٻلرام ڏٺو ته هاڻي سڀ ڏاڍي چنتا ۾ پئجي پيا آهن. ان ان ڪري هن اشاري ۾ ڪرشڻ کي چيو- هي ديو-الله ڀڳوان، ٻراوي تان ڪشٽ دور ڪرڻ لاءِ تي اوهان اوتار ورتو آهي. مان به اوهانجوئي انش آهيان. هي ڀڳوان! ديوتائن جون ڳالهون گوپين جي روپ ۾ اوتار ورتي آيون آهن. هن وقت گوپ ۽ گوپيون اسان جا سچا مترُ آهن. ڏس! اهي سڀ هن وقت ڪهڙو نه دکي آهن. انهن جو اوهين ڌيان رکو. انهن ڏانهن بيپرواهي نه ڪريو. هاڻي هن دشت نانگ کي پنهنجي طاقت ۾ آڻي، ڪمس پنهنجي وس ڪر."

شري پراشرجيءَ چيو ته- جڏهن ٻلرام ڪرشڻ کي اهي لفظ چيا تڏهن ڪرشڻ هڪدم ٻانهن کي نانگ جي گهيري کان آزاد ڪيو. پوءِ پنهنجن ٻنهي هٿن سان ڦڻ کي هيٺ جهڪائي ان نانگ جي ڦڻ تي چڙهي بيٺو ۽ اُتي ناچ ڪرڻ لڳو.

ڀڳوان ڪرشڻ جي پيرن جي دٻاءَ ڪري ان نانگ جو ساهه مٺ ۾ اچي پيو.

جيڪا جيڪا ڦڻا ان مٿي ٿي ڪڍيائين، ان تي ڪرشڻ ڀڳوان چڙهي ٿي بيٺو ۽ انجي مٿان ناچ ڪرڻ ٿي چاهيو. ڪرشڻ ان نانگ تي مرلي وڄائيندي ڏاڍو سهڻو ناچ ڪيو. رچڪ ۽ دڪڙپات ناني ناچ جي ڪري اهو مهاسرپ (وڏو نانگ) بيهوش ٿي ويو. ان جي وات مان رت وهڻ لڳو. نانگ جون زالون پنهنجي پتيءَ جي اها حالت ڏسي ڪرشڻ وٽ آيون.

ناگ-پتنيون چوڻ لڳيون ته - هي ديويشور! اسان اوهانکي سڃاڻي ورتو آهي؛ اوهين پورڻ-برهم پرماتما آهيو. ديوتائون به جنهنجو بيان نٿا ڪري سگهن، انجو ورڻن اسين مورک زالون ڪيئن ڪري سگهنديونسين. اوهين هرهنڌ موجود آهيو. هيءَ سڄو برهمانڊ اوهان جو هڪ ننڍڙو جزو آهي. اوهان جي استتي اسين ڪيئن ڪري سگهنديونسين. يوگي جن به اوهان جي سروپ کي ڪوشش ڪندي نٿا ڄاڻي سگهن. اوهين اڻوءَ کان به اڻو آهيو ته استول کان به استول آهيو. اوهانکي نمسڪار آهي. هن ڪاليه-نانگ کي پنهنجي وس ڪرڻ ۾ ۽ ان تي قبضو ڪرڻ ۾ اوهان جو غصو نه آهي، پر رڳو لوڪ-ڪلياڻ لاءِ اوهان ان جو دمن (قبضو) ڪيو آهي. هي ديالو، اسان جو عرض اگهايو. هنجو گناهه معاف ڪريو. هن مهاسرپ ۾ ڪهڙي طاقت آهي جو اوهان سان مقابلو ڪري. اوهان جي پيٽ ۾ هي هڪ خسيس آهي. هي پرماتما! هڪ جهڙي سان پريم ڪبو آهي ۽ پاڻ کان وڌيڪ بل واري سان دشمني ٿيندي آهي. پر هيءَ نربل نانگ ڪٿي ۽ سڄي جڳت جا آڌار اوهين ڪٿي. هاڻي هنکي ماريو نه، اسين اها اوهان کان ڀيک پنون ٿيون. هي ڪرپانڌ! پتي-ڀڪشا اسان کي ڏيو."

شري پراشرجيءَ چيو ته - جڏهن ناگ-پتنين اها وينتي ڪئي، تڏهن اها ٻڌي نانگن جو راجا وشواس رکي آهستي آهستي چوڻ لڳو، هي ناٿ! اوهانکي نمسڪار آهي. مان اوهان جي شرڻ ۾ آيو آهيان. اوهين مونکي معاف ڪريو. منهنجي زبان ۾ شڪتي ڪونه آهي جو مان اوهانجي استتي ڪريان. اوهين پرم-پتا آهيو. سڄي جڳت جا رکشڪ آهيو. برهما، وشنو ۽ مهيش به اوهين ئي آهيو. اوهان جي پوڄا اندر وغيره ديوتائون نندن بغيچي جي گلن سان ڪندا آهن. اوهان جي پوڄا مان ڪهڙيءَ طرح ڪري سگهان ٿو. اوهين مون داس تي ڪرپا ڪريو. اوهان منهنجو زهر ته ناس ڪري ڇڏيو. هاڻ مان ڪنهن به ڪم جو آهيان. مون ۾ هاڻي ڪابه شڪتي نه رهي آهي. هاڻ ڪرپا ڪري مونکي پراڻ-دان ڏيو يعني منهنجي حياتيءَ کي بچايو. اوهين آگيا ڪريو ته مان ڇا ڪريان.

شري ڀڳوان چيو- "هي نانگن جا راجا! هاڻ تون هن جمنا نديءَ ۾ نه رهه

پيا ۽ ذات ڀائي گڏ اُتي آيا. ڪرشڻ ۽ بلرام انهن کي ٻه ماڙي ڇڏيو. ان ڏينهن
کان وٺي ڳائيون ۽ بيدپيون ٿي ان بن ۾ چڱيءَ طرح گاهه چرنديون هيون. هيڪاڻ اڳ
ڪڏهن انهن کي اُن بن جو سائو گاهه نصيب نه ٿيو هو.

اٺون اڌياءَ سماپت

## نائون اڌياءُ

### پرلمب جو موت

شري پراشرجيءَ چيو- جڏهن کان وٺي گڏه راڪاس ۽ انجا ساٿي گڏه مري
ويا تڏهن کان وٺي اهو سهڻو تال- بن گوپن ۽ گوپين لاءِ آرام- گاهه بڻجي پيو.
ڪرشڻ ۽ بلرام پنهنجن سائين سان گڏ ان بن ۾ اڪثر ڪري ايندا هئا. گوپ
ٻارن جي ٽولي ان بن ۾ گڏ ٿيندي هئي ۽ سڀيئي گوپ گوال ڪرشڻ سان گڏ قسمين
قسمين رانديون ڪندا هئا ۽ خوشيون ملهائيندا هئا. ڪلهن تي ڳائين ٻڌڻ جون
رسيون رکي، ٻاڻ کي ڳلن جي هارن سان سينگاري، مستيءَ ڀريا راڳ ڳائيندا وڻن
تي چڙهي ويندا هئا. پوءِ ٻري ڪان ڳائين کي جدا جدا نالا وٺي سڏيندا هئا. ڪرشڻ
۽ بلرام سوڻهري ۽ ڪاري رنگ جي ڪپڙن سان سهڻا پيا لڳندا هئا. اهي جڏهن
بن ۾ ٽورو ٻري هليا ويندا هئا ته اندلٺ سان گڏ ڪارن ۽ اڇن بادلن والگر پيا
ڏسڻ ۾ ايندا هئا. ان بن ۾ ٻال گوالن جون ڪيترن ئي قسمن جون ليلائون (کيل ۽
رانديون) ٿينديون هيون. ڪڏهن راڳن ۽ ڳالن جي مجلس ته ڪڏهن ناچ ۽ ناٽڪن
جا رنگ لڳي ويندا هئا. ڀڳوان هن پرٿويءَ تي اوتار وٺي ڪيترن قسمن جون ليلائون
ڪيون. اهو بن گوپن گوالن جي وندر جو هنڌ هو. اتي راس ليلائون ٿينديون هيون
۽ مني مرليءَ جي تان من کي موهي وجهندي هئي.
ڀڳوان منشيه جي روپ ۾ اچي هن منشيه لوڪ ۾ مانؤ ڌرم جو سهڻو ۽ شاندار
آدرش اڳيان رکيو. هنشيتا (ماٿهپي) جو سنمان ڪيو. منش جاتيءَ جي ڳڻن جون
ليلائون ڪيون.
اهي ٻئي ٻالڪ ڪڏهن پنهنجن سائين سان گڏ جهولڻ ۾ پيا جهوليندا هئا ته
ڪڏهن ڪشتيون ۽ ڪرتون ڪندا هئا.
هڪ ڏينهن جيئن اهي راند ڪري رهيا هئا، تيئن اوچتو پرلمب نالي
هڪ راڪاس گوپن جي پوشاڪ ۾ ٻاڻ کي لڪائي اچي آيو. هنجي مرضي ڪرشڻ
۽ بلرام کي ڦاهائي کڻي وڃڻ جي هئي. هو ٻارن جي گروه ۾ گهسي ويو. جڏهن هن

ڏلسو ته ڪرشڻ کي پڇاڻي وڄڻ ڪو سولو ڪم نه هو سو هن ٻلرام کي مارڻ جو ارادو ڪيو.

ان وقت گوال ٻال هوٽا ڪوڙڻ (هوٽڻ وانگر ٽپا ڏيڻ) نالــي هڪ قسم جي راند ڪري رهيا هئا. واري وٽيءَ سان جوڙيءَ ٻارن جي اندي هئي. ان وقت ٻه ٻار اڳي ٻيا. ڪرشڻ شريداما سان گڏ حوڙيدار ٿيو هـو، پرلمب سان گڏ وري ٻلرام ٻيلي هو. اهڙيءَ طرح ٻاڻ ٻ ٻه ٻه ڄڻا شرط لڳائي ٽپا ڏيئي ڊوڙڻ لڳا. آخر شريداما کان ڪرشڻ شرط کٽي ته پرلمب کان ٻلرام. اهڙيءَ طرح ڪرشڻ جي طرف وارن کٽيو. ان راند ۾ شرط هيءَ لڳل هئي ته هارائيندڙ ٻار جيتيندڙ ٻار کي ڪلهي تي کڻي هڪ اڙ جي وڻ وٽ پهچندو هو، جنهنجو نالو ڀانڊير اڙ هو.

ان راڪاس پرلماسر راند جو فائدو ورتو. هو ٻلرام کي ڪلهي تي کڻي تمام تيز رفتار سان آڪاش-مارگ ڏانهن منهن اڏامي وڃڻ لڳو. راڪاس ڏٺو ته ٻلديو جو بدن ڳرو ٿيندو وڃي ٿو ۽ هو ان جو بوجهه سهي نٿو سگهي. ان ڪري هن ٻه پنهنجو بدن وڌائڻ شروع ڪيو ۽ آخر هو پنهنجي سچي راڪاس جي شڪل ۾ ظاهر ٿي پيو. ٻلديو هاڻي چڱيءَ طرح ڪيس سڃاتو، ته هيءُ راڪاس آهي جو مونکي کڻي وڃي رهيو آهي. ٻلديو ڪرشڻچندر کي چيو ته- "ڀاءُ ڪرشڻ! ڏس ته هن راڪاس نگي ڪري گوپ جي پوشاڪ پهري هئي ۽ ٻاڻ کي لڪايو هئائين. هاڻي پرسعه هيڏو راڪاس مونکي کڻي وڃي رهيو آهي. هي مڌسودن! هاڻي مونکي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ اهو مونکي ٻڌايو. ڏس هيءُ دشٽ تمام تيز رفتار سان ڊوڙي رهيو آهي."

ڪرشڻ ٻلرام کي ان جو جواب ڏيندي ٻڌايو ته "هي ٻلديو توهان پنهنجي عجيب شڪتيءَ کي ياد ڪر، توهان هن سڄيءَ دنيا کي ٻاڻ تي کڻي سگهو ٿا. توهان شيش ناگ جو اوتار آهيو. توهان آتما آهيو. تو وساري ڇڏيو ڇا ته اسان ٻنهي سنسار جي ڀلي لاءِ اوتار ورتو آهي. توهان وراٽ سروپ آهيو. سڄي وشو ۾ وياپڪ آهيو، ڇا توکي معلوم نه آهــي ته پرلئه جي وقت هيءُ سڄو جڳت تو ۾ ٿي وري لئه ٿي ويندو. توهان هن ترلوڪيءَ کــي جهلي بيٺو آهيو. هيءُ ترلوڪ ويڪ وري سڄي جڳت کي جهلي اڀي آهي. ان ڪري هي آتما! توهان پنهنجي شڪتيءَ کي نه وسار. جلدي هن دانت کي ماري پنهنجن مترن ۽ رشتيدارن جو دک دور ڪر. هو سڀئي ڏاڍي چنتا ۾ آهن."

پراشرمنيءَ چيو ته- اهڙيءَ طرح ڪرشڻ جي چوڻ تي ٻلرام کي پرلماسر تي ڏاڍو غصو آيو ۽ ٻلرام هڪ مڪ اهڙي ته زور سان ان جي مٿي تي هنئي جو اهو هيٺ زمين تي ڪري پيو ۽ ان جي منهن مان رت وهڻ لڳو ۽ مغز ڦاٽي

پيس ۽ مري ويو. پرلمباسر کي مئل ڏسي سڀيئي گوپ ڏاڍو خوش ٿيا ۽ بلرام جي ساراهه ڪرڻ لڳا.

پوءِ بلرام، ڪرشڻ ۽ ٻين گوپن ۽ گوالن سان گڏ گوڪل ۾ موٽي آيو.

ڏاهون اڌياءُ سماپت

---

# ڏهون اڌياءُ

## شرد رتو (Autumn) جو بيان ۽ گووردن پهاڙ جي پوڄا

شري پراشرجيءَ چيو- اهڙيءَ طرح رام ۽ ڪرشڻ جي برج ۾ راس-ڪريڙائون ۽ سڙو سپائن ڪندي برسات جي مند پوري ٿي ويئي ۽ ٽڙيل ڪلن ۽ ڪملن سان سان گڏ شرد رت (سرءُ جي مند) اچي ويئي. جهڙيءَ طرح گرهستي ماڻهو پٽن ۽ پوٽن جي موهه ۾ ڦاسي دکي ٿئي ٿو ۽ چنتائن ۾ ڦاسي وڃي ٿو اهڙيءَ طرح تلائن جو پاڻي سڪي وڃڻ تي مڇيون ننڍڙن تلاون جي پاڻيءَ ۾ تمام دکي ٿيون. جيئن يوگ-ابياس ڪندڙ يوگي سنسار کي اسار (ڪوڙو ۽ جوڙو) سمجهي شانت ٿي ويندا آهن. مايا ممتا ۽ موهه جو تياڳ ڪري ڇڏيندا آهن. اهڙيءَ طرح مور به مستيءَ کي ڇڏي مؤن (مانن ۾) اچي ويا. بادل آسمان کي ڇڏي ڏنو. جهڙيءَ طرح گيالي ماڻهو مايا ۽ ممتا جو تياڳ ڪري گهر کي ڇڏي ويندا آهن، هيج، آشا ۽ ترشنا ۾ ڦاسي جيئن ماڻهن جا هردا ڪمزور ٿي ويندا آهن، منجهن ڪو به سار (ٻل) نه رهندو آهي، اهڙيءَ طرح شرد رتوءَ ۾ سج جي تابش ۽ گرميءَ جي ڪري تلاءَ سڀ سڪي ويا. جيئن ساڌن سان گڏ يوگي-پرش سهڻو ۽ شوڀنيڪ ڏسڻ ۾ ايندو آهي تيئن نرمل آڪاش ۾ پورڻماسيءَ جو پورڻ چندرما تارن جي منڊل ۾ اچي براجمان ٿيو.

جيئن وويڪي ۽ گيالي پرش گهر گرهستي ۽ پٽن ۾ وڌندڙ ممتا ۽ موهه کي آهستي آهستي تياڳ ڪري ڇڏيندا آهن، اهڙيءَ طرح تلاون جو پاڻي آهستي آهستي پنهنجي ڪناري جو تياڳ ڪرڻ لڳو.

جهڙيءَ طرح انترائن * (وگهن) جي اچڻ ڪري يوگ-ابياس مان پرشٽ ٿيل

---

* انترايه (وگهن) ۹ قسمن جا آهن: وياڌي (بيماري)، ساڌن کي ڇڏي ڏيڻ، سنشيه (سنسو ۽ ڀرم)، پرماد (گهمنڊ يا نشو)، آلس، وڙاڳ جو نه هئڻ، ڀرانتي (من جو مونجهارو)، لکشيه (منزل، مقصد) کي حاصل نه ڪرڻ ۽ پنهنجي آدرش (aim) تي قائم نه رهڻ.

۽ ڪري اوڳي * ڪلپن ۾ وڃي ڦاسندا آهن، اهڙيءَ طرح هنس جي پرين لاءِ ٻاهرين ڳالهين کي ڇڏي ڏنو هو. اُهي هن سرءُ جي موسم ۾ وري وڃي انهن ڳالهين ۾ پيا (ڦاٿا).

ڏاڍي ڏيري مهاٻوڳ (سماڌي) پراپت ڪرڻ ڪانپوءِ يوڳي نشچل-آتما (اسٿر من وارو) ٿي ويندو آهي يعني پرماتما ۾ سمائجي ويندو آهي، تيئن جل (پاڻي) جي اسٿر ٿيڻ ڪري سمنڊ به نشچل (شانت) ٿي ويو.

جيئن ڀڳوان کي پائي سادڪ (يوڳي) جو من صاف ۽ شانت ٿي ويندو آهي، تيئن سڀني تلاون جو پاڻي به هن موسم ۾ صاف ۽ شانت ٿي ويو.

يوڳ-اگنيءَ دوارا جن جا ڪلبش ڀسم (دور) ٿي ويا آهن، انهن يوگين جي من وانگر، شرد رتوءَ جي اچڻ تي بادلن جي غائب ٿيڻ ڪري آسمان نرمل (صاف) ٿي ويو.

جهڙيءَ طرح وويڪ (وچار شڪتي) اهنڪار مان پيدا ٿيل مهاڏکن کي دور ڪري ڇڏي ٿو اهڙيءَ طرح سج جي ڪرڻن مان پيدا ٿيل گرميءَ کي چنڊ دور ڪري ڇڏيو.

شرد رتو آئي. آڪاش نرمل ٿي ويو. شري ڪرشڻ ڏٺو ته ورج واسي گوپ ۽ گوال اندر جو اُتسو ملهائڻ لاءِ تياريون ڪري رهيا آهن. ان وقت ورج ۾ رهندڙن گوپن ۾ رواج هوندو هو ته برسات جي موسم پوري ٿيڻ تي هو اندر جي پوڄا ڪندا هئا. هو اُتسو ملهائيندا هئا. ڪرشڻ ڏٺو ته گوپن جي من ۾ اُتسو ملهائڻ لاءِ ڏاڍو جوش، اُمنگ ۽ اُتساهه هو. تڏهن عجب ۾ پئجي ڪرشڻ ڪن بزرگن کان پڇيو، ”جنهن لاءِ اوهان کي هيڏو اُتساهه ۽ خوشي آهي، اهو اندر جو يگيه ڇا آهي ۽ اهو يگيه ڇو اُو ڪيو وڃي؟“ ڪرشڻ متبون سوال باعزت نند کان پڇيو.

نند جواب ڏنو ته- ”بادلن ۽ پاڻيءَ جو ديوتا اندر آهي. ان جي پريرڻا سان آڪاش مان برسات پوي ٿي. برسات جي ڪري پوک ٿئي ٿي. اَن پيدا ٿئي ٿو، پاڻي ملي ٿو، جوڏاري خوشحالي حاصل وڃي ٿي. گاهه پيدا ٿئي ٿو. ڪانيون گاهه چرن ٿيون، کير گهڻو ٿئي ٿو.

هيءَ برسات جو ديوتا اندر زمين جي پاڻيءَ کي سورج-ڪرڻن دوارا ڇڪي پوءِ سڀني ساهوارن جي حياتي لاءِ، اهو پاڻي هن پرٿويءَ تي وسائي ٿو. اهو ئي سبب آهي، جو سڀ راجائون ۽ پرجا ۽ اسين ورج ۾ رهندڙ گوپ داراح اندر کي

* يوڳ درشن ڏالي پستڪ ۾ پنجن قسمن جي ڪلشن جو بيان ٿيل آهي، اهي آهن- اوديا، اسمتا (اهنڪار)، راڳ (وشين ۾ پريم هئڻ)، دويش ۽ اڀنويش (ڀو).

يوگ درشن ٢-٣

يگيه ڪري خوش ڪندا آهيون ۽ ان جي شردا سان پوڄا ڪندا آهيون. جنهن سال بسال هو برسات وسائيندو رهي.

اندر جي پوڄا جي باري ۾ نند جو وايو پڌي شري ڪرشڻ نند کي چيو ته "پتاجي! اسين اڪو ڪسان آهيون ۽ اڪو ڪو واپاري آهيون. اسانجون ديوتائون ڳائيون آهن، ڇاڪاڻ ته اسين ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي ٻن ۾ (جهنگل ۾) پيا گهمندا آهيون. چار وديائون آهن: هڪ ترڪ شاستر (Logic)، ان کي آنويڪشڪي ڪري چئبو آهي. ٻيءَ جو نالو آهي ترئي يعني ڪرم-ڪانڊ، ٽين وديا آهي ڊنڊ-نيتي (Law and Ooder)، چوٿينءَ وديا جو نالو آهي "وارتا". انهن مان فقط "وارتا" بابت ٻڌايان ٿو.

وارتا جا ٣ قسم آهن: (١) کيتي (٢) واپار (٣) پشو پالن (چوپايو مال پالڻ).

وارتا جي انهن ٽن قسمن مان اسان جي روزگار جو وسيلو آهي ڳائيون پالڻ. جدا جدا ڌنڌن جا جدا جدا اشٽ-ديوتا آهن. ان ڪري پنهنجي ڌنڌي سان لاڳاپو رکندڙ اشٽ ديوتا جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. جو ماڻهو پنهنجي اشٽ ديوتا کي ڇڏي ٻئي جي پوڄا ڪري ٿو، ان کي ڪو لاڀ نه ٿيندو يعني فائدي جي بجاءِ الٽندو نقصان ٿيندو. هر ڪنهن ٻنيءَ کي حدون آهن. حدن جي پڇاڙيءَ ۾ ٻن ۽ ٻيلا ۽ جهنگل آهن. ان جي پڇاڙيءَ ۾ وڏي پربت آهن، حقيقت ڪري اهي جبل، پربت اسانجو وڏو آڌار آهن. اسين ڪن پٽڻن جي اندر رهڻ وارا نه آهيون ۽ اسان جا ڪي مقرر گهر گهاٽ به نه آهن. اسين * چڪر چاري مثين وانگر جتي وڃون اتي جي ماڻهن سان رلي ملي جلي هلندا آهيون.

ٻڌو ويو آهي ته هن ٻن جا پربت پنهنجي مرضيءَ موجب جدا جدا شڪلين ۾ ايندا آهن ۽ اهي پنهنجن چوٽين تي پيا سير ڪندا آهن. جڏهن ڪي ان ۾ رهندڙ جهنگلي قومون انهن کي ڪو نقصان رسائينديون آهن تڏهن اهي شينهن جي شڪل ۾ اچي، انهن کي ماري ڇڏيندا آهن. انهيءَ ڪري اڄ کان وٺي هميشه ان اندر-يگيه جي جڳهه تي گري-يگيه (پهاڙ جي پوڄا) يا گئو-يگيه (ڳائين جي پوڄا) ٿيندي رهندي. اندر سان اسان جو ڪهڙو واسطو؟ برهمڻ منتر-يگيه ۽ ڪسان سير-يگيه يعني هر جي پوڄا ڪندا آهن، انهيءَ ڪري پربتن ۽ ٻن ۾ رهندڙن اسان کي پهاڙن جي پوڄا ڪرڻ گهرجي ۽ ڳائين جي پوڄا ڪرڻ گهرجي.

---

* چڪر چاري مثي انهن کي ٿو چئجي جي ٻڪي ڳاڏين ۾ يا ڪن ڳاڏن ۾ پيا سير ڪندا آهن. انهن جو ڪو خاص مقرر رهڻ جو هنڌ نه ٿيندو آهي. گهمندي گهمندي جتي به سج لهي ويندو آهي اتي ئي رهي پوندا آهن.

اهڙيءَ جي ڪري اوهين وڏيءَ سان پوڄا، سامگريءَ سان گووردڌن پربت جي پوڄا ڪريو. اڄ سڀ ارج ۾ جيڪي به کير هجي، ان کي گڏ ڪريو ۽ ان مان برهمڻن کي ۽ ٻين گهرجائون غريبن کي به ڀوڄن ڪرايو. اهو پڪو فيصلو آهي، ان باري ۾ وڌيڪ سوچ ويچار ڪرڻ جي ضرورت نه آهي. گووردڌن-پوڄا، هوم-هون ۽ برهمڻ-ڀوڄن پورو ٿيڻ ڪانپوءِ ڳائين کي شرد رتوءَ جي گلن سان سينگاريو. پوءِ انهن سڄاڻل ڳائين کي وٺي گووردڌن پربت جي چوڌاري پردکشڻا ڪريو پوءِ جبل جي چوڌاري پرڪرما ڏيو.

هي پيارا مهنجا سالوا! گوپ-گڻو!! اوهين پريم سان مهنجي هن راءِ موجب ڪاربه ڪندا ته ان مان ڳائين کي، گرراج گووردڌن پربت کي ۽ مونکي به ڏاڍي خوشي ٿيندي.

شري پراشرجيءَ چيو ته- ڪرشڻچندر جي اها راءِ ٻڌي سڀئي نند وغيره ارج واسين خوشيءَ سان وڏي آواز ۾ ”لبڪ آهي، لبڪ آهي، اسان کي قبول آهي“ ائين چيو ۽ چيائون ته ”پيارا ڪرشڻ! تو جيڪي به پنهنجو رايو ظاهر ڪيو آهي، اهو تمام لبڪ آهي. اسان کي منظور آهي. اسين ائين ڪنداسين.“

ان ڪانپوءِ سڀئي ارج ۾ رهندڙ گوپ گوالن گڏجي گري-يگيه ڪيو ۽ کير، ڏڌ وغيره جا پرساد گرراج اڳيان رکيائون. هزارين برهمڻن کي ڀوڄن ڪرايائون ۽ ڳائين سان گڏ پربت راڄ جي پرڪرما ڪيائون.

هي مترئيه! ان وقت ڪرشڻچندر پربت جي چوٽيءَ تي چڙهي، پنهنجي روپ کي بدلائي ٻيءَ شڪل ۾ ظاهر ٿي، ائين ڏيکاريو ڏني ته مان ئي سچو پچو گرراج آهيان، انهن گوپن جي رکيل ڪيترن قسمن جي پرساد کي سوئيڪار ڪيو. ان وقت ڪرشڻ به روپ اختيار ڪيا هئا. هڪ اهو جو جبل جي چوٽيءَ تي پرساد سوئيڪار ڪري رهيو هو. ٻيو اهو روپ جو ڪرشڻ ڀڳوان جو پنهنجو آهي. ان روپ ۾ گوپ گوالن سان گڏجي پربت-راڄ جي چوٽيءَ تي چڙهي پنهنجي ئي ٻئي سروپ جو پوڄن ڪيو. ان ڪانپوءِ ان جي غائب ٿيڻ ڪانپوءِ گوپ گوال من چاهيو ور کي حاصل ڪري گري-يگيه سماپت ڪري ورڻ پنهنجي ان هنڌ موٽي آيا جتي ڳائيون ۽ گاڏا بيهاري ڇوسيل هئا.

ڏهون اڌيائي سماپت

---

# ٻارهون اڌياءُ

## اِندر جو ڪوپ (ڪاوڙ) ۽ شري ڪرشڻ جو گووردن پربت کڻڻ

شري پراشرجيءَ چيو تہ۔ هي مترييہ! پنهنجي يگيہ جي روڪ تي اِندر ڏاڍو ڪاوڙيو. هڪدم پنهنجن بادلن (ميگهہ) کي حڪم ڏنائين، "اڙي * سنورتڪ نالي وارا ميگهو! توهين برج ڀوميءَ جي مٿان زبردست برسات وسايو جيئن سڀ گوپ، گوال ۽ ڳايون ٻڏي وڃن. مان اُهن کي سخت سزا ڏيندس."

شري پراشرجيءَ چيو۔ اِندر جي اها آگيا ٻڌي بادل سخت برسات وسائڻ لڳا. برسات سان گڏ سخت طوفان پڻ لڳو. ان وقت اهڙي سخت برسات پيئي جو زمين ۽ آسمان هڪ ٿي ويو. زبردست پوڙ ٿي. پرٿويءَ تي چوطرف رڳو پاڻيءَ جو سمنڊ نظر پئي آيو. اهڙيءَ طرح رات ڏينهن برسات جي وسڻ ڪري چوطرف اونده ڇانئجي وئي ۽ زمين تي لوڙي آسمان ہر جل مئي ٿي وئي.

برسات ۽ طوفان جي ڪري ڳائين کي ڏاڍي تڪليف ٿي، اُهي ٿڌ ہر ۽ پاڻي جي ڪري ڏڪڻ لڳيون. ڪي مري ويئون تہ ڪي وري زمين تي بيهوش ٿي ڪري پيئون. ڪيترن جا وڇڙا مري ويا. ويچاريون ڳايون ڏک ہر ڪرشڻ ڏانهن نهارڻ لڳيون. ڄڻ تہ ائين چئي رهيون هيون تہ "هي ڪرشڻ اسانجي رکيا ڪر."

هي مترييہ! سڄي گوڪل کي هن اوچتي نازل ٿيل مصيبت ہر ڦاٿل ڏسي ڪرشڻ خيال ڪيو تہ "هيءَ سڀ تڪليف اِندر ڏني آهي. ان ڪري هاڻي موالڪي برج جي رکيا ڪرڻ گهرجي."

شري پراشرجيءَ چيو تہ اهو خيال ڪري شري ڪرشڻ گووردن پربت کي زمين کان اکاڙي الڳ ڪري، پوءِ پنهنجي هٿ تي جبل کڻي ورتو ۽ پوءِ کلي ڪري گوپن کي چوڻ لڳو، "اچو، جلدي هن جبل جي هيٺان اچي پاڻ کي برسات کان بچايو. هيءُ پربت ڇڻ تہ هڪ قسم جي ڇٽي آهي، جا اوهانکي برسات کان بچائي ٿي. جبل جي هيٺان بيهو. جبل جي ڪرڻ جو ڏپ نہ ڪريو."

شري ڪرشڻ جي ائين چوڻ تي سڀ گوپ ڳائين کي وٺي جبل جي هيٺان وڃي بيٺا. شري ڪرشڻ بہ جڏهن ڏٺو تہ سڀني گوپن ۽ ڳائين پربت جي هيٺان اچي

---

* پرلئہ جي وقت جيڪو مينهن زبردست پوڙ ڪندو آهي، ان کي سنورتڪ ڪري چئبو آهي.

آجھو ورلو آھي، تنھن جبل کي پنھنجي ھٿن لسي کڻي ڦاڙو جھلي سڄي گوڪل جي رکشا ڪئي.
اندر بہ لاچار ٿي بادلن کي روڪيو. آسمان مان سڀ بادل ھٽي ويا. آسمان صاف ٿي ويو. برسات ختم ٿي. ميٽھن بند ٿي ويو ۽ سڀ گوپ ۽ گوال جبل مان نڪري پنھنجن پنھنجن گھرن ڏانھن ھليا ويا.
شري ڪرشڻ بہ جبل کي وري اڳ طرح پنھنجي جاءِ تي رکي ڇڏيو.
ٻارھون اڌياءُ سماپت

---

# ٻارھون اڌياءُ

## اندر جو اچڻ ۽ شري ڪرشڻ جو ابشيڪ (پوڄا اشنان)

شري پراشر جيءَ چيو- جڏھن گووردن پربت ڪرشڻ ڀڳوان کنيو ۽ گوڪل جي رکشا ڪئي، تنھن اندر جي مرضي ڪرشڻ جي درشن ڪرڻ جي ٿي. انھيءَ ڪري ديوراج اندر ايراوت نالي ھاٿيءَ تي چڙھي گووردن پربت تي آيو ۽ اتي ھن ڏٺو تہ ٽنھي لوڪن جي مالڪ ڀڳوان ڪرشڻ گائيون پيو چاري. ھن اھين بہ ڏٺو تہ پکين جو راجا گرڙ پنھنجن کنڀن سان ڪرشڻ تي ڇانو ڪري رھيو ھو ۽ اھو گرڙ لِڪل روپ ۾ ھو. اندر ڪالسواءِ پنھنجي ڪنڌ کي ڏسڻ ۾ ٿي آيو، تنھن اندر ايراوت تان ھيٺ لٿو ۽ ڪرشڻ کي نمسڪار ڪيائين.

اندر چيو- ”ھي شري ڪرشڻچندرا! مونکي ھاڻي ڇڪيءَ طرح پڪ ٿي آھي تہ اوھان پرٿويءَ تان بوجھو لاھڻ لاءِ اوتار ورتو آھي. مونکي پڪ ٿي آھي تہ اوھان ڪولہ ھڻي تہ اوھين پرماتما آھيو. ٻيو جڏھن گووردن پربت اوھان ھٿ تي کنيو تنھن سمجھيم تہ پرماتما ڪالسواءِ ٻئي ڪنھن ۾ بہ ايڏي طاقت نہ آھي.

مون غصي ۾ اچي گوڪل کي نبس نابود ڪرڻ جو پڪو خيال ڪيو ھو پر اوھانجي عجيب شڪتي ڏسي منھنجو نہ رڳو غصو ڪافور ٿي ويو پر اوھانجي درشن ڪرڻ جي اچا من ۾ پيدا ٿي. مان اوھان کان معافي وٺڻ آيو آھيان. مان ديوتائن جو راجا ”اندر“ آھيان پر اوھين ڳالھين جا اندر آھيو، ان ڪري مان اوھان کي ”گويندر“ جو پد عطا ڪريان ٿو. مان اوھان جي اپيندر جي پد طور پوڄا ڪندس. اوھانجو ھڪ نالو ”گوولند“ پڻ آھي ۽ چاڪاڻ تہ اوھين ڳائين جا اندر (سوامي) آھيو.
شري پراشر جيءَ چيو- ان ڪانپوءِ اندر پنھنجي سواريءَ ھاٿين جي راجا ايراوت

جو گهڻو همٿ ۾ ڪيو. ان ۾ پوءِ جل پري ڪرشڻچندر جو اڀشيڪ ڪيو. جيئن ڪرشڻ جو اڀشيڪ ٿي ويو ليئن ڳائين ۾ پنهنجن ٿڻن مان ٽپڪندڙ کير سان پرٿويءَ کي آلو ڪري ڇڏيو.

شچيءَ جي پتيءَ اندر شري ڪرشڻ کي 'اپيندر' جو پد ڏنو ۽ پوءِ تمام نمرتا ۽ پريم سان چيائين، "هي وڏي ڀاڳ وارا ڀڳوان ڪرشڻ! هيءَ سڀ مون ڳائين جي پرارٿنا سان ڪيو. هاڻي هن پرٿويءَ جي ڀار لاهڻ لاءِ ڪجهه، اوهان (عرض) ڪرڻ چاهيان ٿو. 'منهنجو انش ارجن آهي.' ان ۾ پرٿويءَ تي اوتار ورتو آهي. اوهين ڪرپا ڪري ارجن جي رکشا ڪريو، ارجن منهنجوئي انش آهي. هي مڌسودن! هو به پرٿويءَ جو ڀار لاهڻ ۾ اوهانکي ساٿ ڏيندو. انهيءَ ڪري اوهين پنهنجي شريرَ وانگرئي ان جي رکشا ڪجو."

شري ڀڳوان چيو، "مونکي خبر آهي ته ڀرت ونش جي پٽ ارجن تنهنجي انش مان ئي اوتار ورتو آهي. مان جيستائين پرٿويءَ تي رهندس تيستائين انجي رکشا ڪندس. جيستائين مان هن پرٿويءَ تي رهندس تيستائين ڪنهن کي به طاقت ڪونه آهي جو ارجن کي جنگ ۾ جيتي سگهي. هي اندر! ڪنس وغيره دئتن جي ناس ٿيڻ کان پوءِ مهاڀارت جي جنگ لڳندي، هي سهسراکيه! (هزار اکين وارا اندر) ان وقت ائين سمجهجو ته هن پرٿويءَ تان بوجو لهي ويندو. هاڻي تون خوشيءَ سان وڃ، پنهنجي پٽ ارجن لاءِ تون ڪنهن به قسم جي چنتا نه ڪر، منهنجي موجودگيءَ ۾ ارجن جو ڪوبه دشمن سڦل نه ٿيندو. مهاڀارت جي پڄاڙيءَ ۾ مان ارجن ۽ يڌشٽر وغيره کي ڪنتي کي باسلامت سونپيندس."

شري پراشرجيءَ چيو ته- شري ڪرشڻ جي ائين چوڻ تي ديوراج اندر انکي ڀاڪر پائي ايراوت هاٿيءَ تي چڙهي سورڳ ڏانهن روانو ٿيو.

ان کانپوءِ ڪرشڻ به گوپين جي ليڻن جي نگاهن سان پوتر ٿيل رستي تان گوپن گوالن ۽ ڳائين سان گڏ برج ڏانهن موٽي آيو.

ٻارهون اڌياءُ سماپت

---

## تيرهون اڌياءُ

### گوپن جو ڀڳوان جي شڪتيءَ ۽ مهما جو ورڻن ۽ گوپين سان راس- ڪريڙا ڪرڻ

جڏهن گوپن ڏٺو ته ڀڳوان ڪرشڻ پنهنجي ڇيچ تي هيڏو سارو وڏو پربت

ڪيو ۽ زبردست طوفان ۽ برسات کان ڳائين ۽ گوپن جي رکيا ڪئي. تڏهن انهن کي
پڪ ٿي وئي ته ڪرشڻ پڪ وشڻو ڀڳوان جو اوتار آهي.

گوپ ڀڳوان جي ساراهه ڪرڻ لڳا. اهي چوڻ لڳا ته ”هي ڪرشڻ! ڪٿي
اوهانجي هيءَ ٻال ليلا ۽ ڪٿي هيءَ هيڻي ڪرڙ گوپ-جاتي ۽ ڪٿي اوهان جا
هيءَ عجيب ڪم ۽ ليلائون؟ اهو سڀ ڇا آهي، اسين اڻڄاڻ آهيون، ڪرپا ڪري
ٻڌايو. سچ پچ ته اوهان جا عجيب ڪم ڏسي هاڻي اسين اوهانکي منش مڃي نٿا
سگهون. اوهين هن انساني چولي ۾ پاربرهم-پرماتما آهيو. پر اوهين ڪير به هجو،
ديوتا هجو يا دانو، يڪش هجو ڀلي گنڌرو! مطلب ته ڀلي اوهين جيڪو ڪجهه هجو
پر اسان لاءِ ته اوهين اسانجا مِتر ۽ اسان سان گڏ رهندڙ ساٿي آهيو.

شري پراشر جيءَ چيو، ”گوپن جي اهڙي چوڻ تي ڪرشڻ ته ڪجهه وقت چپ
رهيو پوءِ پاڻيءَ ۽ مترتا جي نموني غصو ڪري چوڻ لڳو، ”اوهين منهنجي ساراهه
نه ڪريو. جيڪڏهن اوهانجو مون سان پيار آهي ته اوهين مونکي هميشه پنهنجو
ساٿي سمجهو. اوهان سان منهنجو ناتو دوستاڻو آهي. مان نه ديو آهيان نه گنڌرو،
نه يڪش ۽ نه دانو آهيان. مان ته اوهان وٽ اوهان جي مِتر روپ ۾ پيدا ٿيو آهيان.
اڄ کان وٺي ان بابت اوهين منهنجي باري ۾ ڪجهه به نه سوچجو.“

شري پراشر جيءَ چيو ته ڪرشڻ جا اهي پيار ڀريا مٺا لفظ ٻڌي، سڀ گوپ
گوال خوش ٿي پنهنجن گهرن هليا ويا. ان کانپوءِ شرد رتو (سرءَ جي موسم) آئي. ان
وقت نرمل آڪاش، شرد رتوءَ جي چنڊ جي چانڊاڻ ۽ چوڌاري ٽڙيل ڪمل جا گل
ڏسي، اهڙي خوشبودار ۽ سهڻي وايومنڊل ۾ ڪرشڻ جي گوپين سان راس-ڪريڙا
ڪرڻ جي مرضي ٿي.

ڪرشڻ مڌر مرليءَ جي تان ڇيڙي ۽ مٺي آواز ۾ ڳائڻ شروع ڪيو. ان مٺي
گيت جو آواز ٻڌي گوپيون پنهنجن پنهنجن گهرن کي ڇڏي هڪدم شري ڪرشڻ
وٽ هليون آيون.

اتي اچي ڪا گوپي ته ان جي سر ۾ سر ملائي آهستي آهستي ڳائڻ لڳي ۽
ڪا وري من ئي من ۾ انکي ياد ڪرڻ لڳي. ڪا وري ”هي ڪرشڻ! هي ڪرشڻ!“
ائين چئي ورڪ شرمائجي وئي. ڪا وري پريم جي نشي ۾ مست ٿي جلد انجي
پاسان وڃي بيٺي. ڪا گوپي گهر ۾ ئي پنهنجن وڏن کي ڏسي ٻاهر نه نڪتي مگر
اکيون ٻوٽي ڪرشڻ جي ڌيان ۾ مگن ٿي وئي ۽ ڪا گوپ-ڪماري پاربرهم-سروپ
ڪرشڻچندر جو چنتن ڪندي بيهوشيءَ جي حالت ۾ ساهه جي روڪجي
ي مڪت ٿي وئي.

شري ڪرشڻ پوءِ راس ليلا شروع ڪئي. چوڌاري گوپيون به راس جي ترتيب ۾ تنميه ٿي ويئون. شرد رات جو چنڊ چمڪي رهيو هو. مڌر مرليءَ جي سنگيت ۾ ۽ راس جي ترتيب ۾ ڪرشڻ ۽ گوپيون لئه ٿي ويا. تن بدن جي سڌ نه رهي.

ان وقت اوچتو ڪرشڻ ڪٿي هنڌ هليو ويو. پر گوپيون ڪرشڻ ليلا ۾ مست ٿيل هيون. اهي سڀ بندرابن ۾ وڻن جي جهنگن اندر ۽ ولين جي ڪنج ۾ هيڏانهن هوڏانهن گهمڻ لڳيون. انهن مان هڪ گوپي چوڻ لڳي، ”مان ئي ڪرشڻ آهيان. ڏسو ڪيئن نه ترتيب ڪري رهيو آهيان.“

ٻي گوپي وري ٻانهن مٿي ڪري چوڻ لڳي، ”ڪرشڻ مان آهيان منهنجو راڳ نه ٻڌو.“

ڪا ٻي وري گوپي ڪاليه ناڳ تي ڪرشڻ جي ترتيب جو نقل ڪرڻ لڳي. ڪنهن گوپيءَ گووردن پربت جي ڪاٺ جو ناٽڪ ڪيو ۽ چوڻ لڳي، ”اڙي گوپ گوالو! ڏسو مون گووردن پهاڙ کنيو آهي. ٻڌو نه، توهين بيدپا ٿي هنجي هيٺان هليا اچو. برسات کان مان اوهان کي بچايان ٿو.“

اهڙيءَ طرح گوپيون ڪرشڻ جي ليلائن جو نقل ڪرڻ لڳيون.

گهمندي گهمندي هڪ گوپيءَ ڪرشڻ جي ڪومل پيرن جا نشان زمين تي اُڪريل ڏٺا. هوءَ چوڻ لڳي، ”اڙي گوپيون، هيءُ ڪرشڻ جي پيرن جا نشان ته ڏسو. هن پيرن ۾ ڏسو ته ڪمل-وَجر ۽ آڪش ۽ جهنڊين جا نشان چٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اڙي پر ڏسو ته سهين ڪا ٻاڳ واري گوپي به ان سان گڏ آهي. چاڪاڻ ته ڪرشڻ جي پيرن جي نشانن سان گڏ ان گوپيءَ جا ننڍا ۽ پتلا پيرن جا نشان پڻ ڏسڻ ۾ اچي رهيا آهن. هتي ڪرشڻ مٿي ٻيهي گل چونڊيا آهن ۽ چاڪاڻ ته هتي پيرن جا رڳو اڳيان پاڳا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. وري هتي ويهي هن ڪنهن خوش نصيب گوپيءَ کي گلن سان سينگاريو آهي ۽ ضرور ان گوپيءَ اڳئين جنم ۾ وشنو ڀڳوان جي اُپاسنا ڪئي هوندي ۽ وري هتي ڏسو ته ان گوپيءَ ۽ ڪرشڻ جا پير الڳ ٿي ويا آهن. ڪرشڻ جو ان جي چوٽيءَ ۾ گل ٻڌا هوندا، اُن مان ملڻ ڪري هوءَ پڪ اَيمانڻ ٿي هوندي. جڏهن هن ڪرشڻ جي اڳيان ماٿا ڪيا هوندا تڏهن ڪرشڻ ان کي اڪيلو ڇڏي هن رستي تان هليو ويو تو ڏسجي. اڙي سکيو ڏسو، اها سهڻي گوپي به ڪرشڻ جي پنيان ويئي آهي. پر هوءَ تڪڙو هلي نه سگهي آهي. جيتوڻيڪ ڪوشش تڪڙي هلڻ جي ڪئي اٿس، اهو انڪري ٿي سمجهان جو انجي پيرن جا اڳيان پاڳا ڪجهه هيٺ ڏيکاري ڏيئي رهيا آهن. ان کان اڳتي هوءَ پنهنجو ڪومل هٿ ڪرشڻ جي هٿ ۾ ڏيئي هلي آهي ان ڪري ان جا چرڻ-چنهه پراڌين وانگر

پيا ڏسڻ ۾ اچن. ڏسو، هتان وري ان جي لاش ۾ موت جا پير پيا ڏسڻ ۾ اچن، معلوم ٿئي ٿو ته ان ڪٺور ڪرشڻ ان جو ايمان ڪيو آهي. هتي ڪرشڻ ضرور ان گوپيءَ کي چمو هوندو، ”اون هتي ويهه، مان جلدي وڃي هن بن ۾ رهندڙ راڪشس کي ماري ٿو وٺي موٽي ٿو اچان.“ ان ڪري اڳتي پيرن جا نشان ٽڪرا ٽڪرا ڪيل پيا ڏسڻ ۾ اچن. هتان وري ڪرشڻ ڪنهن گهاٽي ٻيلي ۾ ويو هليو آهي. ان ڪري ان جي پيرن جا نشان ڏسڻ ۾ نٿا اچن ۽ هاڻ هلو ته سڀ موٽي هلون، هن هنڌ ته چنڊ جا ڪرڻا به نٿا پهچن.

ان کانپوءِ گوپيون ڪرشڻ درشڻ کان نراس موٽي آيون ۽ جمنا ندي جي ڪناري تي اچي ان جون-جولو کي راڳن ۾ ڳائڻ لڳيون، ان وقت گوپين مشڪندڙ چهري سان ڪرشڻ کي اتي ايندو ڏٺائون. ان وقت ڪا گوپي ته خوشيءَ ۾ صرف ڪرشڻ! ڪرشڻ!!! پڪاريندي رهي ٻي وڌيڪ ڪجهه چئي نه سگهي. ڪا وري پيار ڀرئي غصي وچان ڪرشڻ ڏانهن اکين نهارڻ لڳي جڻ ته سندس اکيون ٻولي رهيون، جي ڪرشڻ جي مک-ڪمل جي منيءَ رس کي پي رهيون هجن. ڪا گوپي وري ڪرشڻ کي ڏسي وري اکيون بند ڪري ان جي روپ جو ڌيان ڪندي انهن مگن ٿي وئي جيئن ڪو يوگي يوگ-ابهياس جي سماڌيءَ ۾ مگن ٿي ويندو آهي.

تڏهن شري ڪرشڻ به ڪنهن سان مٺو ڳالهائي ته ڪنهن ڏانهن وري پيار ڀرين نظرن سان نهاري ۽ ڪنهن جو وري هٿ هٿ ۾ جهلي، انهن گوپين جي ڪاوڙيل من کي ٿڌي ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو.

پوءِ شري هري پگوان گوپين سان راس منڊل ٺاهي راس رچائڻ لڳو.

هر ڪا گوپي چاهڻ لڳي ته مان ڪرشڻ جي پرسان اهيان، ان ڪري هڪ ٻئي جو هٿ ڪري راس جو منڊل (گولائي) نهي ٺهي سگهيو. تڏهن ڪرشڻ انهن گوپين مان هڪ هڪ جو هٿ پڪڙي راس-منڊل جي رچنا ڪئي. ان وقت اُنهي هٿ جي ڇهڻ ڪري هر هڪ گوپيءَ جون اکيون خوشيءَ جي ڪري بند ٿي ٿي ويون.

ان کانپوءِ راس-ليلا شروع ٿي. ان وقت گوپين جي پايل جي جهنڪار جو مٺو آواز ٻڌڻ ۾ آيو ۽ پوءِ شرد رتوءَ بابت گيت ڳائڻ ۾ آيا. ان وقت ڪرشڻ چنڊ، چانڊاڻ ۽ چندر-وڪاسي ڪملن بابت راڳ ڳائڻ لڳو، ٻيو گوپين نه رڳو ڪرشڻ-نام جا گيت مڌر ڪري ڳائي ڳايا. پوءِ هڪ گوپي نـ ناچ ڪندي ڪندي اڳتي پيٺي پوءِ ٻي ڪنگڻ جو جهنڪار ڪري پنهنجي ڪومل ٻانهن شري مڌسودن جي وڌي. ڪنهن چالاڪ گوپيءَ ته وري ڀڳوان جي راڳ جي ساراه ڪرڻ جي

ڀهاني پاڻهن ٿهلائي ڪرشڻ کي آلنگن ڪيو ۽ چميو.

ڪرشڻ جيتري وڏي آواز سان راس جا گيت ٿي ڳايا ته گوپين وري ان کان اڌڪي آواز ۾، ”ڌنيه ڪرشڻ! ڌنيه ڪرشڻ!!“ جي ڌن ٿي اڀاري. ڀڳوان ترنيه ڪندي اڳتي ٿي ويو ته گوپيون ان جي پنيان ٿي وڃون ۽ اڳي موٽڻ ٿي هنجي سامهون ٿي هليون. اهڙيءَ طرح انهن جي پيرن جي چال اللوم گيت لئه سان ڪرشڻ جو ساٿ ٿي ڏنو.

شري مدشودن بہ گوپين سان اهڙيءَ طرح راس - ليلا ٿي ڪئي جو ڪرشڻ کانسواءِ هڪ پل بہ گوپين کي ڪروڙن ورهين وانگر ٿي گذريو. اهي راس - رسڪ گوپانگنائون (گوپن جون زالون) پتي، ماءُ پيءُ، ڀائرن وغيره جي منع ڪندي بہ رات جي وقت ان بن ۾ آيون هيون. جتان ڪرشڻ اسري وڃائي هئي. ڪرشڻ جي ان وقت ڪشور اوستا (١٥ يا ١٦ ورهين جي عمر) هئي. رات جي وقت ان ڪشور ڪرشڻ گوپين سان راس ليلا ڪئي. ان ۾ اهڙو تہ دلڪش نرتيه ۽ سنگيت ٿيو جنهن ديوتائن کي بہ موهي وڌو.

هو سرو وياپي ايشور ڀڳوان ڪرشڻ تہ گوپين ۾، ان جي مڙسن ۾ ۽ سڀني ساهوارن ۾ آتم - سروپ سان هوا وانگر وياپت هو. هو تہ هرهنڌ موجود هو. جهڙيءَ طرح آڪاش، اگن، پرٿوي، جل، هوا ۽ آتما سڀني ساهوارن ۾ وياپت آهي اهڙيءَ طرح هو بہ سڀني ۾ وياپڪ آهي.

تيرهون اڌياءُ سماپت

---

# چوڏهون اڌياءُ

## ورشڀاسر وڌ

هڪ ڏينهن شام جي وقت جڏهن ڪرشڻچندر راس - ليلا ۾ مشغول هو، ارشٽ نالي هڪ راڪشس ڍڳي جي شڪل ۾ سڀني کي ڊيڄاري برج ۾ آيو. ان جو رنگ پاڻيءَ سان پرپل بادل جي رنگ جهڙو هو ۽ سنگ تمام تکا هئس. اکيون سورج وانگر ڳاڙهيون ۽ چمڪندڙ هيون ۽ پڌهڙن کرن جي چوٽ سان هن جڻ تہ پرٿويءَ کي چيري ڦاڙي ٿي ڇڏيو. ان کي ڏاڍو غصو هو. هنجو ڪلهو وڏو هو ۽ ڏاڍو خوفناڪ ڍڳو هو. هو گائين کي ڊيڄاري رهيو هو. هو لپسيا ڪندڙن سادن سنتن

ڪي ۽ تڪليف ڏيئي رهيو هو. اوچتو ان خوفناڪ ٻلَ ڪي ڏسي گوپ ۽ گوپيون ٻڌي "ڪرشڻ! ڪرشڻ!" ڪري رڙيون ڪرڻ لڳيون. انهن جو آواز ٻڌي شري ڪرشڻ وڏو آواز ڪيو ۽ تاڙي وڄائي. انڪي ٻڌي هو دامودر وٽ آيو. اهو دشت ٻڍو سڱن سان ڪرشڻ سان وڙهڻ لڳو. ڪرشڻ جي ڇاتيءَ ۾ هن سڱن ڇپائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ڪرشڻ ٿورو به نه ڏنو ۽ نه وري ڪو پنهنجي جڳهه تان هٽيو. جڏهن ٻڍو ڪرشڻ جي تمام ويجهو آيو تڏهن ان کي قابو ڪري مڪون هڻڻ لڳو. پوءِ ان ٻڍي جي ڳچي زور سان موڙي ڇڏيائين. پوءِ ان جو سڱ پٽي ان سان هن تي حملو ڪيائين. ٻڍي جي بدن مان رت وهڻ لڳو.

اهڙي زماني ۾ جيئن جمب جي مرڻ تي اندر جي اُستتي ڪئي هئي اهڙيءَ طرح ارشٽاسر راڪشس جي مرڻ تي گوپ به ڪرشڻ جي ساراه ڪرڻ لڳا.

چوڏهون اَڌياءُ سماپت

---

# پندرهون اڌياءُ

## ڪرشڻ کي ڪوٺائڻ لاءِ ڪنس جو اڪروُر کي موڪلڻ

پراشرجيءَ چيو- هڪ ڏينهن نارد ڪنس وٽ ويو. نارد ڪرشڻ جي ٻهادريءَ جون سڀ ڳالهيون وڃي ڪنس کي ٻڌايون. ديوڪيءَ جي ستين گرڀ جي بدل سدل ۽ انهن گرڀ کان وٺي ويندي پوتنا جهڙي موت، گاڏي جو اُٿلوٿي وڃڻ، گووردن پربت جو کڻڻ، ڪاليه ناڳ کي پنهنجي وس ۾ رکڻ ۽ ان تي قبضو ڪرڻ، ٻڍي جي شڪل ۾ ارشٽاسر کي مارڻ وغيره سڀ ڪرشڻ جون عجيب لبلائون ورڻن ڪري ٻڌايون.

نارد کان اهي سڀ ڳالهيون ٻڌي ڪنس کي ڪرشڻ تي ڏاڍي ڪاوڙ آئي. ڪنس هڪ ڏمعي غصي ۾ اچي يادون جي هڪ ميٽنگ ۾ واسديو کي گهٽ وڌ ڳالهايو هو ۽ ڏاڍو هنکي چيندو هئائين. ان وقت ڪنس سڀني يادون جي گلا ڪئي. ان وقت ڪنس من ۾ خيال ڪرڻ لڳو ته رام ۽ ڪرشڻ اجا ننڍا ٻار آهن. انهيءَ ننڍڙيءَ ٻاراڻيءَ اوستا ۾ ئي هنکي مارڻ ڇڏڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته جوان ٿيڻ کان پوءِ اهي اهڙا ته ٻلوان ٿيندا جو انهن کي مارڻ مشڪل ٿي پوندو. مون وٽ سگهارا پهلوان چاڻور ۽ مشٽڪ موجود آهن. اهي ڪشتيءَ ۾ تمام هوشيار آهن. مان ڪرشڻ سڏارائي انهن سان ملهه وڙهائيندس ۽ پوءِ انهن کي مارائي ڇڏيندس.

ڏاش يگيه جي ڀاڱي لينبڻ ڏني، هٿ مٿرا ۾ انهن کي گهرائي، هنن کي مارائي ڇڏيندس. الهندي آڻڻ لاءِ مان شوفلڪ جي پٽ يادون ۾ بهادر اَڪروڙ کي موڪليان ٿو. پوءِ ان کان اڳي بندرابن ۾ گهمندڙ ڪيشيءَ کي بہ حڪم ڪندس تہ اهو ٻلوان دانمڻ ڪرشڻ کي ناس ڪري ڇڏيندو. پر ڪيئن بہ جيڪڏهن اتان بہ بچي مون وٽ ايندا تہ منهنجو ڪوليا پيڙ نالي هاٿي انهن کي چيپاٽي ماري ڇڏيندو.

ڪنس اَڪروڙ کي ڪوٺائي، ان کي ڪرشڻ ۽ ٻلرام وٽ گوڪل ۾ موڪليو. وڃڻ وقت ان کي سمجهائي ڇڏيائين تہ چوڏس ڏينهن ڪشتيءَ ۽ راندين جو وڏو جلسو ٿيندو. ان جلسي ۾ ٻيا بہ ڪيترا بهادر شامل ٿيندا. جيئن تہ ڪرشڻ ۽ ٻلرام بہ وڏا پهلوان آهن، ان ڪري انهن کي بہ ان جلسي ۾ شريڪ ٿي، پنهنجي مل-وديا جي هوشياري ڏيکارڻ گهرجي.

اَڪروڙ هڪ سندر رٿ تي چڙهي، ڪنس جي پاران نينڊ ڏيڻ لاءِ ڪرشڻ ۽ ٻلرام وٽ گوڪل ڏانهن روانو ٿي ويو.

پندرهون اَڌياءُ سماپت

---

# سورهون اڌياءُ

## ڪيشي وڌ (ڪيشيءَ جو موت)

شري پراشرجيءَ چيو- هي مئتريہ! ڪنس اَڪروڙ کي ڪرشڻ ۽ ٻلرام کي ڪوٺائڻ لاءِ موڪليو، پر اَڪروڙ اُتي پهچي ئي ڪونہ، ان کان اڳ هن ڪيشي نالي راڪشس کي بہ ڪرشڻ ۽ ٻلرام کي مارڻ لاءِ موڪليو. اهو راڪشس خوفناڪ گهوڙي جي شڪل ۾ بندرابن ۾ اچي وڏي هڻڪار ڪري سڀني کي ڏيڄارڻ لڳو. گوپ ۽ گوپيون ڊڄي ڪرشڻ جي شرڻ ۾ آيا. ڪرشڻ سڀني کي دلاسو ڏنو تہ "اوهان کي هن طرح ڊڄڻ نہ گهرجي. هيءُ راڪشس گهوڙي جي روپ ۾ هراس ڦهلائڻ آيو آهي."

پوءِ ڪرشڻ ڪيشي کي جنگ ڪرڻ لاءِ للڪاريو. گهوڙو بہ ان ڏانهن ڊوڙيو. ڪرشڻ بہ هن جي منهن ۾ پنهنجو هٿ وجهي هنجا ڏند ڪڍي ڇڏيا. گهوڙي جي منهن مان رت وهڻ لڳو. گهوڙي جون اکيون بہ نڪري آيون. گهوڙو زمين تي وڃي ڪريو ۽ بيهوش ٿي ويو. زور سان ڪرڻ ڪري هن جي بدن جا بہ اڌ ٿيا ۽ اتي ئي مري ويو.

اهڙيءَ طرح گهوڙي جي روپ ۾ ڪرشڻ ڪيشي کي ماري مصيبت دور

ڪئي. گوپ گوال ڏاڍو خوش ٿيا. سڀني ڪمل-لوچن شيام سندر جي استتي ڪرڻ لڳا. آڪاش ۾ ويٺل نارد به خوش ٿي چوڻ لڳو، "هي جڳنناٿ! هي ڪرشڻ ڀڳوان! اوهين ڌنيه آهيو، اوهين ڌنيه آهيو. اوهان کي نمسڪار آهي. مان هن ڪنڀي ۽ اوهان جي وچ ۾ شروع ٿيل جنگ ڏسڻ لاءِ سورڳ مان آيو آهيان. هي ڪرشڻ! اوهان جون ليلائون عجيب آهن. هي ڪرشڻ! هيءُ ڪنڀي ڏاڍو زبردست هو. اندر به هن کان ڊڄندو هو. هن راڪشس ديوتائن کي ڏاڍو ڏکاريو هو. هي ڪرشڻ! اوهان هن ڪنڀي کي ماريو آهي، ان ڪري اڄ کان وٺي اوهين "ڪيشو" جي نالي سان مشهور ٿيندا. هي ڪيشو! هاڻي مان وڃان ٿو. پرهينءَ ڪنس سان اوهان جو مقابلو ٿيندو. اها جنگ ڏسڻ لاءِ مان وري به ايندس.

هي ڪرشڻ! ڪنس جي مرڻ کانپوءِ اوهين هن ڌرتيءَ جو بار ٻرو ڪندا. اوهين ڪيترن راجائن کي ناس ڪندا جن ڏاڍا ظلم ڪيا آهن. اهڙن اناچاري ۽ ظلمي راجائن سان اوهان جون جنگيون ٿينديون. مونکي انهن جنگين ڏسڻ جي ڏاڍي انتظاري آهي.

هي گووند! هاڻ مان وڃان ٿو. اوهان ديوتائن جو وڏو ڪم ڪيو آهي. هيءَ ڌرتي ڏاڍو ستايل آهي. ظالمن غريبن کي ڏاڍو پيڙيو آهي. اهڙن ظالمن کي سزا ڏيئي اوهان غريبن ۽ ڏکويلن جي ڏاڍي مدد ڪئي آهي. اوهين ته سڀ ڪجهه ڄاڻو ٿا. مان وڌيڪ ڇا چوان، مان هاڻي وڃان ٿو. جيءُ! جيءُ!!"

ان کانپوءِ نارد مني هليو ويو. پوءِ شري ڪرشڻ گوالن ۽ گوپين سان گڏ گوڪل ۾ پرويش ڪيو.

سورهون ادياءُ سماپت

## سترهون ادياءُ

### اڪرور جي گوڪل-ياترا

شري پراشرجيءَ چيو- اڪرور به متڙا کان نڪري هڪ تمام تيز رفتار واري رٿ ۾ چڙهي ڪرشڻ درشن جي چاهه رکي گوڪل روانو ٿيو.

رستي ۾ ويٺي اڪرور سوچڻ لڳو، "اڄ مون جهڙو وڏڀاڳي ٻيو ڪوبه نه هي، ڇاڪاڻ ته وشڻو ڀڳوان جي اوتار ڪرشڻ جو درشن ڪندس، ان کي مان پنهنجي اکين سان ڏسندس. اڄ منهنجو جنم سڦل ٿيو. يوگي، سنت ۽ ٻيا مهاپرش

۽ جنهنجي درشن لاءِ آسائتا آهن، اڄ مان انهن پرم پرش کي ڏسندس. ڀڳوان جي سروپ کي برهما وغيره ديوتائون به نٿا ڄاڻن. اڄ اهو هري منهنجي اکين اڳيان هوندو. هو اوتاري ۽ نراڪار آهي. نام ۽ روپ کان پري آهي. پر ڀڳتن جي رکشا لاءِ، ڌرم جي استاپنا ڪرڻ، اڌرم کي دور ڪرڻ لاءِ، هو ڌرتيءَ تي اوتار ولي آيو آهي. اڄ هو مون سان ڳالهيون ٻوليون ڪندو. جنهن متسيه، ڪورم، وراهه، هيه-گريو ۽ نرسنگهه وغيره روپ ڌارڻ ڪري جڳت جي رکيا ڪئي آهي، اڄ اهوئي مون سان وارتالاپ ڪندو.

جنهنجو ناسو ولڻ سان پاپي به تري وڃي، جنهنجي مايا به عجيب آهي، مايا کي پار ڪرڻ ۾ هيءَ سنسار به اسمرٿ آهي، ان مايا پتيءَ کي نمسڪار آهي.

شري پراشرجيءَ چيو ته- هي مئتريه! اڪروڙ اهڙيءَ طرح رستي تي خيال ڪندو، سج لٿي کان ڪجهه اڳ گوڪل ۾ پهچي ويو.

اتي پهچندي پهريائين هن ڪرشڻ کي ڏٺو جو ڳائين ڏهڻ جي وقت ڳائين ۽ وڇڙن جي وچ ۾ بيٺو هو. ڪمل-نين ڪرشڻ جي سونهن عجيب هئي. نيل ڪمل جهڙي مکڙي واري ڪرشڻ جو اڪروڙ پهريون دفعو درشن ڪيو. اکيون هنجون ڪمل جهڙيون سندر هيون، ڇاتيءَ تي 'شري وتس' جو نشان ڏاڍو سهڻو پئي لڳو. ٻانهون وڏيون ڇاتي چوڙي ۽ ويڪري ۽ منهن ڏاڍو وڻندڙ ۽ ڪشش ڪندڙ هو. منهن تي مشڪ هئس، ڳاڙهن نهن وارن چرڻن سان ڌرتيءَ تي براجمان هو. هنکي پيتامبر (پيلا ڪپڙا) پهريل هئا. وار گهنڊيدار هئس ۽ مور مڪٽ مٿي تي هوس. بن-مالائن سان سينگاريل هو. اڇا ڪمل زيورن والکر پهريل هئس. ۽ شيام شرير هوس. سانوري رنگ جو ڪرشڻ من موهيندڙ هو.

ڪرشڻ کانپوءِ ان جي پنيان بيٺل بلديو کي به اڪروڙ ڏٺو. بلديو کي اڇا وستر پهريل هئا. هنجو رنگ گورو هو جيئن چنڊ چمڪندو آهي. ان جون ٻانهون به وشال هيون، ڪندا ويڪرا ۽ مضبوط، ٿڙيل منهن، هو ڪيلاس پربت والکر پئي لڳو، جو ميگهه-مالائن سان هميشه گهيريل هوندو آهي.

هي مئتريه! انهن ٻنهي ٻالڪن کي ڏسي اڪروڙ جو چهرو ٽڙي پيو. خوشيءَ ۾ وار ڪڙا ٿي ويس ۽ هو من ئي من ۾ چوڻ لڳو ته هن ٻن شڪلين ۾ جيڪو ڀڳوان واسديو جو انش موجود آهي، اهوئي پرم-ڌام آهي ۽ اهوئي پرم پد آهي.

اڄ جڳت جي رچيندڙ پرڀوءَ جو درشن حاصل ڪري اڄ منهنجون اکيون سڦل ٿي ويون؛ پر ڇا هنجو انگ-سنگ (شرير جو اسپرش) پائي منهنجو شرير سڦل ٿي سگهندو؟ جنهنجو درشن ڪرڻ سان يوگي موکيه-پد پراپت ڪندا آهن.

هزارين ورهيه تپسيا ڪرڻ سان، گهڻن جنمن کانپوءِ وڏي ڀاڳ سان جنهنجو درشن ٿيندو آهي، اڄ ان جو درشن مونکي مليو آهي. ڪ مون پورب جنم ۾ ڪي وڏا يڳ ڪيا آهن، ته ڪيو درشن ٿيندم پيو. هوءِ ڀڳوان پنهنجو ڪرڪمل (هٿ) منهنجي پٺيءَ تي رکندو. هوءِ ڀڳوان سدرشن چڪرڌاري آهي. ان چڪر سان ڪيترن دئيتن جي سينا ناس ٿي ويئي. جڏهن ان چڪر سان وشنو ڀڳوان اسرن جو سنگهار ڪيو تڏهن اسر سندرين جي اکين جو سرمو ڳوڙهن جي پاڻيءَ سان ڌوپجي ويو. اهو وشنو ڀڳوان مون نردوش کي به ڪنس جي سنگت جي ڪري ڏوهي ٺهرائي ڇا منهنجي بيعزتي ڪندو؟ پر ائين ڪڏهن نه ڪندو. هو جاڻي جاڻڻهار آهي. پريو هردي ۾ به موجود آهي. منهنجي من کي به ڄاڻي ٿو. مان خوش نصيب آهيان جو ڀڳتيءَ سان ڪرشڻ جي بلڪل نزديڪ وڃي پهچندس.

ستر هون اڌياءُ سماپت

---

# ارڙهون اڌياءُ

## ڀڳوان جو متڙا ڏانهن روانو ٿيڻ، گوپين جي وڇوڙي جي ڪهاڻي ۽ اڪرور جو منجهڻ

شري پراشرجيءَ چيو- يادون جي ڪل ۾ پيدا ٿيل اڪرور انهيءَ طرح خيال ڪندي ڪرشڻ وٽ پهتو ۽ ان جي چرڻن ۾ سر نمائي "مان اڪرور آهيان" اهي لفظ چئي پرڻام ڪيائين. ڀڳوان ڪرشڻ ان کي پنهنجن هٿن سان جن تي ڌوجا (جهنڊي) وڄر ۽ ڪمل جا نشان هئا، ڪٺي پريم سان پاڻ ڏانهن ڇڪي زور سان ڀاڪر پاتو. ان کانپوءِ اڪرور وڏيءَ عزت سان بلرام سان ۽ ٻين گوپن سان پڻ گڏيو. ڀڳوان ڪرشڻ ۽ بلرام ڏاڍا خوش ٿي ان کي پاڻ سان وٺي پنهنجي گهر آيا. اڪرور جو سواگت ڪيو ويو. ان کانپوءِ ڀوجن (کاڌي) کان فارغ ٿي اڪرور انهن کي سموري خبرچار ڏني ته ڪيئن ڪنس بلرام ۽ ڪرشڻ وٽ موڪليو آهي. اڪرور کين اهو به ٻڌايو ته ڪنس وسديو ۽ ديوڪيءَ سان سٺي هلت نه هلي آهي. انهن کي ڏکائي رهيو آهي ۽ پنهنجي پتا اگرسين سان به سٺي هلت نٿو هلي.

ڀڳوان ڪرشڻ اهو سمورو ورتانت وستار سان ٻڌي چيو، "هي دان-پتي! ڳالهيون مونکي اڳ ئي معلوم ٿي چڪيون آهن. هي وڏڀاڳي وارا! ان لڪي جيڪي به واجب سمجهڻ ۾ ايندو، ان موجب قدم کڻندس. هاڻي

تون ائين سمجھ، تہ منھنجن ھٿن سان ڪنس جو موت ٿيڻو آھي. پاڻ بلرام ۽ مان، ٻئي ڄڻا سڀاڻي توھان سان گڏ مترا ھلنداسون.“ اسان سان گڏ پيا بہ ڪي بزرگ گوپ ڪيترين سوکڙين ۽ پيٽارون پاڻ سان کڻي ھلندا. اڄوڪي رات بي فڪر ھت اسان وٽ رھو. ٽن راتين کان پوءِ مان ڪنس کي ۽ سندس لشڪر کي ضرور ماريندس. پوءِ اھا رات اڪروڙ نند جي گھر رھيو. سڀني کي ڪنس جو حڪم ٻڌايو ويو تہ ڪنس حڪم ڪيو آھي تہ چوڏس جي ڏينھن ڪرشڻ ۽ بلرام ڪشتيءَ جي جلسي ۾ ضرور شامل ٿين.

ٻئي ڏينھن صبح جو سوير رام ۽ ڪرشڻ کي اڪروڙ سان گڏ وڃڻ جي تياري ڪندو ڏسي گوپيون اکين ۾ ڳوڙھا آڻي تمام دکي ٿي اُيا ساھ کڻي ھڪ ٻئي ۾ چوڻ لڳيون، ”ھاڻي ڪرشڻ مترا وڃي وري گوڪل ۾ ڇو ايندو؟ مترا وڏو شھر آھي، وڏن شھرن جون ناريون ڏاڍيون چالاڪ ٿينديون آھن. آھي ڪرشڻ کي پنھنجي وس ڪري ڇڏينديون. ڪرشڻ اُنھن جي چالبازيءَ ۽ اُنھن جي مٺين ڳالھين ۾ ڦاسي ويندو. اڄ قسمت اساڄي برخلاف آھي. اڄ اسان وٽان ڪرشڻ کسجي ويندو.

اڙي ڏسو تہ سھين ظالم ۽ بيرحم اڪروڙ ڪرشڻ کي ٻرغلائي ڪيئن نہ رٿ ۾ چاڙھي مترا وٺي وڃي رھيو آھي. ھيءُ نردئي اڪروڙ اساڄي تڪليفن جو احساس نٿو ڪري. ھيءُ برھمڻ جي ھردي کي لٽو جاڻي. ”اَن-راڳ“ ڇا ٿيندو آھي. ان جي ھنکي خبر نہ آھي. ٻيءَ صورت ۾ ھيءُ ڪرشڻ کي اسان کان جدا نہ ڪري ھا. ڪرشڻ بہ نٺر آھي، سخت دل آھي. ھيءُ ڪيئن نہ رام سان گڏ رٿ ۾ ويھي وڃي رھيو آھي. اڙي گوپيو! جلدي ھلي اُنکي روڪيو. (ھڪ گوپي جنھنکي اڄ وڃان وڏن جي اڳيان وڃي ڪرشڻ کي روڪڻ جي ھمت نٿي ٿي، ان ڏانھن اشارو ڪري ان گوپيءَ وري چيو) اڙي! تون ڇا چئي رھي آھين تہ وڏن جي سامھون اسين ائين نہ ڪري سگھنديونسين؟ سچي پريمڪا لوڪ جي پرواہ نہ ڪندي آھي. برھ جي باھ ۾ ڀسم ٿيل اسان کي اسان جا وڏا ڇا ڪندا؟ ڏسو تہ نند ۽ پيا گوپ بہ ڪرشڻ سان گڏ وڃڻ جي تياري ڪري رھيا آھن. اُنھن مان ڪو بہ ڪرشڻ کي موٽائڻ جي ڪوشش نٿو ڪري. اڄ جي رات مترا جي زالن لاءِ سھڻي خوشنما صبح واري ٿيندي ۽ ڇاڪاڻ تہ اُنھن جون اکيون ڪرشڻ جي مک-ڪمل جي مٺي رس جي پيئڻ جو مزو وٺنديون. جيئن ڀونئر گلن جي رس جو سواد وٺندا آھن. اڄ متراواسين لاءِ وڏو اُتسو ٿيندو جو اُھي ڪرشڻ جو درشن ڪندا. خبر نہ آھي تہ اڄ مترا جي نارين ڪھڙو سٺو سپنو ڏٺو آھي جو اُھي وشال اکين سان ھڪ ٽڪ ٻڌي روپ جي ڪرشڻ ڏانھن نھارينديون؟ اڙي سروداتا اسان جون اکيون ڪسي ٿيو وڃي. اسان

ڏاڍو ڏکي آهيون. اسان لاءِ هاڻي ڪرشڻ کي ايترو پيار ڪرڻ آهي. ڏسو ته * اسان جي ٻانهن جا ڪنگڻ ڪيڏو نه ڍرا ٿي ويا آهن. ڀلا اسان ڏکي ابلائن لئي ڪير دَيا ڪندو؟ پسو ته هيءُ ڪروڙ هردي وارو (سخت دل) اڪروڙ ڪيئن نه تيزيءَ سان گهوڙا هڪلي رهيو آهي. هيءُ ڪرشڻچندر جي ڌوڙ ڏيکاري پئي ڏئي. پر هاءِ! هاڻي نه هري ايترو نه پري نڪري ويو آهي جو اها ڌوڙ به ڏسڻ ۾ نٿي اچي.

شري پراشرجيءَ چيو ته- اهڙيءَ طرح آلواڪ ڀريل اکين سان گوپين جي نهار پيندي نهاريندي شري ڪرشڻ ٻلرام سان گڏ ورج-ڀوميءَ کي لباڳ ڪري ڇڏيو. پسوءِ رام، ڪرشڻ ۽ اڪروڙ تيز گهوڙن واري رٿ ۾ هلندي هلندي منجهند جي وقت جمنا نديءَ جي ڪناري تي اچي پهتا. رٿ کي ٻهاري اڪروڙ ڪرشڻ ۽ رام کي چيو ته اوهو وقت اوهين رٿ ۾ ترسو ته مان جمنا ۾ اشنان ۽ پوڄا پاٺ ڪريان.

شري پراشرجيءَ چيو ته- هي مئتريا! تڏهن ڪرشڻ چيو ته ”ٺيڪ آهي.“ ڪرشڻ جي اُتر چوڻ تي اڪروڙ جمنا نديءَ ۾ گهڙيو ۽ ان ۾ ٽٻيون ڏئي سنان ڪرڻ لڳو. جنهن مهل پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻي، اندر پاربرهم جو ڌيان ڪرڻ لڳو ته اندر جل ۾ هڪ عجيب اسرار ڏٺائين. هن ڏٺو ته ڪرشڻ هزار ڦڻن سان شيش ناگ تي آهي. ۽ هو ڏاڍو سندر ڏسڻ ۾ اچي رهيو هو. هڪڙي سهڻي اڇي گلن جون مالائون پيل هيون. هنجون اکيون ڪمل-ڏل وانگر ڏاڍيون سهڻيون پئي لڳيون.

ووري شيش ناگ جي گود ۾ ڪرشڻ کي ويٺل ڏٺائين جو هو چئن ٻانهن وارو (چترڀج) وشڻو ڀڳوان هو. مينگهه وانگر شيام-ورڻ وارو، ڪجهه ڳاڙهين ۽ وشال اکين وارو، منوهر روپ سان شنک، چڪر، گدا ۽ پدم ڌارڻ ڪري رهيو هو. پيتامبر پهريل هوس ۽ بن مالائن سان وڀوشت هو. هنجي ڇاتيءَ تي شري وتس جو نشان هو ۽ ڪنن ۾ مڪراڪرتي (مانگرمڇ جي شڪل وانگر) ڪنڊل پراجمان هئا. (اڪروڙ اهو به ڏٺو ته) سنڪادي مني، سڌ ۽ يوگي به نديءَ جي اندر بيهي هٿ جوڙي ڪرشڻ جي استتي ڪري رهيا هئا.

اهڙيءَ طرح اڪروڙ اتي رام ۽ ڪرشڻ کي ڏسي ۽ ڪين سڃاڻي ڏاڍي عجب ۾ پئجي ويو. هو سوچڻ لڳو ته هتي ايترو جلدي رٿ مان ڪيئن لهي آيا آهن؟ جڏهن هن ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو ته ڀڳوان ان جي واڻي (زبان) روڪي ڇڏي. پوءِ هو جمنا نديءَ مان نڪري ٻاهر رٿ جي ڀرسان آيو ۽ ڏٺائين ته اُتي به ٻلرام ۽

* ڪنگڻ ڍرو ٿيڻ، پڌائي ٿو ته ڪرشڻ جي ڇڏڻ وڇوڙي جي ڪري پيون ڳري ويئون هيون.

ڪرشڻ موجود هئا. وري اڪروڙ جمنا جي جل ۾ ٽٻي هڻين ته وري ڀڳوان جو وراٽ سروپ ڏٺائين. تڏهن اڪروڙ ڀڳوان جو سچو ڀيو رهسيه ڄاڻي اُستتي ڪرڻ لڳو. اڪروڙ چيو، ”هي پرماتما! مان اوهان کي نمسڪار ڪريان ٿو. اوهانجا اَنيڪ روپ آهن. اوهان جو اَنت پائڻ مشڪل آهي. اوهين اِي اننت آهيو. جل ۾ وشنو آهي ته ٿل ۾ به وشنو آهي. جت نهاريان اُت وشنوئي وشنو پيو ڏسڻ ۾ اچي. اوهين وشو روپ آهيو. اوهين وشنو ڀڳوان آهيو. اوهان کي وارم وار نمسڪار آهي.

هي پڀو! اوهين ئي برهما، مهاديو، اريما، وڌاتا، داتا، اندر، وايو، اَگني، ورڻ، ڪبير، ۽ يم آهيو. اهڙيءَ طرح اوهين هڪ ئي جدا جدا پنهنجن شڪتين جي ڀيدن سان هن سڄي جڳت جي رکشا ڪري رهيا آهيو. هي وشو جا ايش! سوريه جي ڪرڻن جي روپ ۾ اچي اوهين ئي برسات وسائي وشو جي رچنا ڪرائو ٿا. هيءَ سڄو پرپنچ، سنسار به اوهانجوئي روپ آهي. ”ست“ پد (اوم تت ست) ان جي معنيٰ وارو پيو پد آهي ”اوم“ اُهو اوم اوهانجو پرم سروپ آهي، اوهان جي ان گيان آتما سدآنند سروپ کي نمسڪار آهي. هي پڀو! واسديو، سنڪرشڻ، پرديمن ۽ انرڌ انهن نالن سان به اوهين سڏيا وڃو ٿا. اهي اوهانجا چار نالا پرسڌ آهن. اوهان کي نمسڪار آهي.

ارڙهون اڌياءُ سماپت

---

## اُڻويهون اڌياءُ

### ڀڳوان جو مٿرا ۾ پرويش، رجڪ وڌ (ڌوٻيءَ کي مارڻ) ۽ ماليءَ تي ڪرپا ڪري

شري پراشرجيءَ چيو ته- يادوڪل ۾ پيدا ٿيل اڪروڙ پاڻيءَ جي اندر شري وشنو ڀڳوان جي اُستتي ڪئي ۽ مانسڪ ڪلپنا ڪري ڌوپ، ديپ ۽ پشپ وغيره سان پوڄن ڪيو. ان ڪانپوءِ سنسار جي وشين مان من هٽائي پرماتما ۾ من لڳايو ۽ ڇگوئي وقت هو پرماتما جي ڌيان ۾ مگن رهيو. ان ڪانپوءِ پاڻ کي سڦل سمجهي جمنا جي پاڻيءَ مان ٻاهر نڪري رٿ وٽ آيو. اچي هن اڳ ۾ رام ۽ ڪرشڻ کي رٿ ۾ ويٺل ڏٺو. ان وقت شري ڪرشڻ اڪروڙ کي چيو، ”اوهان ضرور جل ۾ ڪو اسرار ڏٺو هوندو ڇاڪاڻ ته اوهانجون اکيون عجب ۾ پيل آهن.“ اڪروڙ چيو، ”هي ڀڳوان! مون پاڻيءَ ۾ جيڪو اسرار ڏٺو سو هاڻي به مان

اکين سان ڏسي رهيو آهيان. هي ڪرشڻ! هيءَ عجيب دنيا جنهن پيدا ڪئي آهي اهو منهنجي سامهون رٿ ۾ ويٺو آهي. هاڻي ان اسرار کي مان پنهنجي زبان سان بيان ڪري نٿو سگهان. جيئن ته ڏسان ٿو اهو وشڻو ڀڳوان مونکي نظر اچي رهيو آهي. مان نصيب وارو آهيان جو ان پرماتما کي رٿ ۾ وٺي وڃي رهيو آهيان. هاڻي جلد هلو ته متوا هلون. اسانکي اتي جلد پهچڻو آهي. پوءِ اڪروڙ رٿ ۾ چڙهي ويٺو ۽ اهڙي ته زور سان گهوڙا هڪليائين جو شام جي وقت اچي رٿ متوا پهتو. پوءِ اڪروڙ اڪيلو رٿ ۾ چڙهي ڪنس وٽ ويو ۽ رام ۽ ڪرشڻ اتي ئي لهي پيا ۽ پوءِ نگر ۾ پرويش ڪري راج-مارگ وٽ اچي پهتا ۽ متوا ۾ گهمڻ لڳا. متوا جي نر نارين هنن کي ڏاڍو خوشيءَ سان ڏٺو ۽ اهي ٻئي بهادر رام ۽ ڪرشڻ مست هاٿين جي متوالي چال سان ان شاهي رستي تان اڳتي وڌي رهيا هئا.

رستي ۾ هنن هڪ ڌوٻيءَ کي ڏٺو. هن کان قيمتي ڪپڙا گهرڻ لڳا. اهو ڪنس جو خاص ڌوٻي هو. ڪنس هن کي ڏاڍو پاڻبندو هو. ان ڪري هو ڏاڍو مغرور هو. رام ۽ ڪرشڻ کي ڪپڙا گهرندو ڏسي هن رام ۽ ڪرشڻ کي برا لفظ ڳالهايا. ان تي ڪرشڻ غصي ۾ اچي پنهنجي سدرشن چڪر سان هنجي سسي ڪپي ڇڏي. ڌوٻي زمين تي ڪري پيو ۽ هنجي سسي ڌڙ کان ڌار هئي. اهڙيءَ طرح ان ڌوٻيءَ کي ماري پنهنجا دلپسند ڪپڙا حوالي ڪيا. اڳتي وڌيا ته هڪ درزيءَ جو دڪان نظر آيو. دڪان تي چڙهي هن درزيءَ کان ڪپڙا ٺيڪ طرح سبايا ۽ اهي قيمتي ڪپڙا جي نيلي ۽ پيلي رنگ جا هئا، ٺيڪ طرح پاتا. پوءِ سٺي پوشاڪ پهري اڳتي وڌيا ۽ خوش ٿي ماليءَ (گلن واري) جي گهر ويا.

هي مترييه! هنن کي ڏسي ماليءَ جون اکيون خوشيءَ ۾ ٽڙي پيون ۽ هو عجب ۾ پئجي سوچڻ لڳو ته "هي ڪنهنجا پٽ آهن ۽ ڪٿان آيا آهن؟" پيلي ۽ نيلي پوشاڪ ۾ انهن سهڻن ٻالڪن کي ڏسي هن سمجهو ته ڄڻ ته ديو بالڪ مان پرٿويءَ تي آيا آهن. ٽڙيل سهڻن ڪنول جهڙي مکڙي وارن ٻارن جڏهن ماليءَ کان گل گهريا ته هن پنهنجا ٻئي هٿ زمين تي رکي پنهنجي مٿي سان پرٿويءَ کي ڇهي نمسڪار ڪيو. پوءِ ان ماليءَ انهن ٻنهي ٻالڪن کي چيو، "هي ناٿ! اوهين ۾ ڏاڍا ديالو آهيو جو منهنجي گهر آيا آهيو. مان به ڌنيه آهيان، ڇاڪاڻ ته اڄ مونکي اوهانجي ستڪار ڪرڻ جو موقعو مليو آهي. ان کانپوءِ هن چيو، "ڏسو ته هيءَ نهايت سهڻا گل آهن؛ هيءَ تمام خوشبودار گل آهي"، اهي لفظ چئي هنن کي سهڻا ۽ خوشبودار گل ڏنا. پوءِ هن ڀڳتيءَ سان انهن ٻنهي ٻالڪن رام ۽ ڪرشڻ کي پرڻام ڪيو. تڏهن ڪرشڻچندر به خوش ٿي ان ماليءَ کي هيءَ ور ڏنو ته "منهنجي ۾

آڌار تي رهندڙ لڪشمي توکي ڪڏهن به ڇڏي نه ويندي. هي مالهي! تنهنجي اِل ۽ ڏن جي ڪڏهن به هاڃي نه ٿيندي ۽ جيستائين هي سورج پيو چمڪندو تيستائين تنهنجو ونش (اولاد) قائم رهندو. تون به هن دنيا ۾ ڪيترن قسمن جا سک ڀوڳي، اَنت ۾ منهنجو سمرڻ ڪري ديولوڪ کي پراپت ڪندين. تنهنجو من هميشه ڌرم ۾ لڳو رهندو ۽ تنهنجي وَنش ۾ جنم وٺڻ وارا وڏي عمر وارا ٿيندا ۽ تندرست رهندا.“

شري پراشرجيءَ چيو- هي مئتريه! ائين چئي شري ڪرشڻ ٻلديو سان گڏ مالهيءَ جي گهر مان روانو ٿي ويو. وڃڻ وقت به مالهيءَ ڀڳتيءَ سان انهن جي پوڄا ڪئي.

اُڻويهون اَڌيائُ سماپت

---

# ويهون اَڌيائُ

## ڪبڙيءَ (ڪبجا) تي ڪرپا، ڌنش ٽوڙڻ، ڪوليا پيڙ ۽ چاڻُو وغيره بهادرن جو موت ۽ ڪنس جو موت

شري پراشرجيءَ چيو- ان ڪانپوءِ راج مارگ تان ويندي شري ڪرشڻچندر هڪ نوجوان ڪبجا (ڪبڙي) استريءَ کي ڏٺو. ان جي هٿ ۾ هڪ چندن جو ٿانءُ هو. تڏهن شري ڪرشڻ ان کي چيو، ”هي ڪمل-لوچن ناري! تون سچ سچ ٻڌاءِ ته هيءُ چندن ڪنهن جي لاءِ کڻي وڃي رهي آهين؟“ ڀڳوان ڪرشڻ جي انهن مٺن لفظن کي ٻڌي، هن جي سهڻيءَ شڪل تي موهجي، پيار ڀريءَ نگاه سان نهاري ان ڪبڙي (ڪبجا) چيو، ”ڇا اوهين مونکي نٿا سڃاڻو؟ مان * اَنيڪ-وڪرا نالي سان هن متُرا شهر ۾ مشهور آهيان. راجا ڪنس مونکي چندن جي ليپ لڳائڻ جي ڪم ۾ مقرر ڪيو آهي. راجا ڪنس منهنجي پيئل چندن ڪانسواءِ ٻيو ڪنهن جو به چندن پسند نه ڪندو آهي. مان هر روز ان کي چندن لڳائيندي آهيان. اهو ئي سبب آهي جو هن جي مون تي ڏاڍي دیا آهي ۽ هو مونکي ڏاڍو ڀائيندو آهي.“

شري ڪرشڻ چيو: ”هي سندر نار! هيءُ خوشبودار چندن ته برابر راجا جي لائق آهي پر اسان جي بدن لائق به ڪو چندن تو وٽ هجي ته اسان کي ڏي.“

شري پراشرجيءَ چيو ته- اهو ٻڌي ڪبجا چيو: ”هيءُ چندن اوهان لاءِ آهي“ ۽ پوءِ ڏاڍي عزت ۽ پيار سان انهن کي چندن لڳائڻ لڳي. ان وقت اهي ٻئي

---

* اَنيڪ-وڪرا جي معنيٰ آهي جنهن کي گهڻا ڏنگ هجن.

بلرام ۽ ڪرشڻ چندن جي ليپ لڳائڻ ڪري ڏاڍو سهڻا پئي لڳا. ڪبڙيءَ به ڏاڍي ڪاريگريءَ سان هنن جي منهن تي چندن لڳايو هو. جيئن اندلٺ سان شيام ۽ شويت ميگهه سهڻو ڏسڻ ۾ ايندو هي، تيئن شيام ڪرشڻ ۽ شويت (گورو) بلديو ٻه ان چندن جي رچنا سان ڏاڍا دلڪش پئي لڳا. ان ڪانپوءِ ڀڳوان ڪرشڻ جنهنکي جاڻ هئي ته ڪبڙيءَ کي به سڌو ڪري سگهجي ٿو تنهن جا ڪبو جو پهريان پير هنجي پيرن تي رکي ۽ هٿن کاڏيءَ کي آڱرين سان اهڙي ته ڇڪ ڏنائين جو هوءَ برابر سڌي سنئين ٿي وئي. هنجا ڪب ۽ ڪُڪ سڀ هليا ويا. تڏهن سڌي هٿڻ ڪري هوءَ سڀني استرين ۾ وڌيڪ سندر ٿي وئي.

تڏهن هوءَ ڪرشڻ جي دپٽي جو پلئه پڪڙي پريم-ڀاوَ سان چوڻ لڳي، ”اوهين منهنجي گهر هلو.“ تڏهن ڪرشڻ بلرام ڏانهن نهاري مشڪي چيو: ”هائو، تنهنجي گهر به اينداسين.“ ائين چئي ڪرشڻ کيس ان کان موڪلايو.

ان کانپوءِ هو ٻئي يگيه-شالا تائين آيا. اتي پهچي يگيه شالا جي پهريدارن کان ڌنش جي باري ۾ پڇيو. پوءِ انهن جي ٻڌائڻ تي ڪرشڻ هڪدم ڌنش کڻي، ڌنش تي ڏوري چاڙهي، زور سان اهڙي ته ڇڪ ڏني جو اهو ڌنش تمام وڏو آواز ڪري ٽٽي پيو. ان آواز جي ايڏي وڏي گونج هئي، جو سڄي مترا پوريءَ ۾ اهو آواز ٻڌڻ ۾ آيو.

ان ڌنش جي ٽٽڻ تي، ڌنش جي رکپالن ڪرشڻ تي حملو ڪيو پر بلرام ۽ ڪرشڻ انهن کي ماري ڌنش-شالا مان ٻاهر نڪتا.

ڪنس کي اڪرور جي اچڻ جون خبرون مليون ۽ ان مهان ڌنش ڀڳڻ جي خبر ٻڌي ۽ ان جو وڏو آواز ٻڌي ان چاڻور ۽ مشٽڪ نالي ٻن نامبارن ڪشتيبازن کي گهرائي چيو: ”هتي ٻئي گوپ-ٻالڪ اچي ويا آهن. اهي منهنجي مارڻ لاءِ هتي آيا آهن. انهيءَ ڪري توهين ٻئي هنن سان مله وڙهي، هنن کي منهنجي سامهون ماري ڇڏيو. انهن کي مارڻ جو اوهان کي وڏو انعام ملندو.“

ان کانپوءِ ڪنس پنهنجي مهاوت (هاٿيءَ جي پيلوان) کي گهرائي حڪم ڏنو ته ڪولياپيڙ نالي هاٿي رنگ-ڀوميءَ جي دروازي تي بيهاري ڇڏجانءِ. جڏهن ڪرشڻ ۽ بلرام اندر گهڙن ته انهن کي هاٿيءَ کان لتاڙائي ماري ڇڏجانءِ.“

ان کانپوءِ ڪنس ٻئي ڏينهن جي صبح اڀرڻ جي انتظاري ڪرڻ لڳو.

صبح ٿيڻ تي سڀ نگرواسي رنگ ڀوميءَ جي سينگاريل شامياني هيٺ اچي ويهڻ جاين تي ويهي رهيا. جيڪي جايون راڄن لاءِ سرڪسته رکيون هيون، انهن تي جدا جدا نگرن جا راجائون اچي ويهي رهيا. رنگ ڀوميءَ

جي وچ واري هنڌ پنهنجن ڪرمچارين کي وهاري ڇڏيو هو ته اُهي ملهه يڌ جي
جاچ ڪندا رهن ۽ پوءِ پاڻ مٿي ٿلهي تي رکيل سنگهاسن تي وڃي ويٺو. ان ٿلهي
تي ئي زنانخاني جي زالن لاءِ جدا ويهڻ جو بندوبست ڪيو ويو ۽ شهر جي معزز
زالن لاءِ پڻ اُتي ئي ڀر ۾ الڳ ويهڻ لاءِ جڳهيون مقرر ڪيون ويون هيون ۽ مکيه مکيه
نرتڪين ۽ اَيڪٽرين (ائڪٽريسن) لاءِ پڻ ويهڻ جو تحسين جوڳو بندوبست ڪيل
هو. اهڙيءَ طرح شهر جا سڀ مکيه نر ناريون ان جلسي کي ڏسڻ لاءِ اچي پنهنجون
پنهنجون جايون والاري ويهي رهيا.

ٻئي طرف وري نند، گوپ ۽ ٻيا ڪرشڻ جا سائي گوپ گوال به اچي ويٺا.
انهن جي پرسان اَڪروڙ ۽ وسديو به اچي ويٺا.

نگر جي نارين جي وچ ۾ ديوڪي به پنهنجي پٽ ڪرشڻ جي منهن ڏسڻ لاءِ
اچي ويٺي هئي ۽ دل ۾ پنهنجي پٽ لاءِ منگل-ڪامنا ڪري رهي هئي. سڀ
درشڪ ڪرشڻ ۽ بلرام جي اچڻ جي انتظاريءَ ۾ ويٺا هئا.

ان وقت جنگ جا باجا ۽ تريون وغيره وڄي رهيون هيون. چاڻور ۽ مشٽڪ
به وڙهڻ لاءِ تياري ڪري رهيا هئا. ان وقت گوپن جي پوشاڪ ۾ بلرام ۽ ڪرشڻ
به کلندا ۽ خوش ٿيندا رنگ ڀوميءَ جي مکيه دروازي وٽ آيا جتي ڪوليپيڙ هاٿي
بيٺو هو. اجا اُهي اڳيان آيائي مس ته مهاوت هاٿيءَ کي اشارو ڏنو. اُنجي برابر
سان اُهو زبردست طاقت وارو هاٿي انهن ٻنهي گوپ ڪمارن کي مارڻ لاءِ ڊوڙيو.
ان وقت بلرام ڪرشڻ کي چيو ته ”دشمن هيءَ هاٿي اسانجي مارڻ لاءِ هتي بيهاريو
آهي. ان ڪري جلدئي هن هاٿيءَ کي ماري ڇڏڻ گهرجي.“ وڏي ڀاءُ بلرام جي
ائين چوڻ تي شيام سندر وڏي زور سان آواز ڪري هاٿيءَ کي للڪاريو. پوءِ هاٿيءَ
جي سونڊ پڪڙي ان کي گهلڻ لڳو. ڀڳوان ڪرشڻ جيتوڻيڪ هن سڄي جڳت جو
ته مالڪ آهي، تڏهن به هن ڀرپائين هاٿيءَ کي موقعو ڏنو ته ڀلي هاٿي مٿس حملو
ڪري ۽ هاٿي به ڪرشڻ کي سونڊ ۾ پڪڙي چوڌاري گهمائڻ لڳو. پر ڪرشڻ پنهنجي
ساڄي هٿ سان اُن جو ڏاڍ جهلي ڏاڍي ڇڪ ڏئي ٻاهر ڪڍيو. ان ڏند
سان وري ڪرشڻ هاٿيءَ جي مهاوت تي حملو ڪيو. مهاوت جي بدن مان رت
ريلا ڪري وهڻ لڳو ۽ هن جي بدن جا ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويا ۽ اليتي ڪري مري ويو.
بلديو به غصي ۾ اچي هاٿيءَ جي مٿي تي زور سان ڌڪ هنيا. اهڙيءَ طرح
بلديو وري ان زبردست طاقتور هاٿيءَ جو انت آندو.
جيئن اندر جي وڄ سان پربت ڪري پوندو آهي تيئن بلرام جي ڌڪن ۽
لتن لڳڻ سان هاٿي ڪري پيو ۽ مري ويو. مهاوت ۽ هاٿيءَ سان وڙهڻ ڪري انهن

وڃي ٻالڪن جي بدن تي رت جا ڇنڊا به ڇهڻ لڳا. پوءِ اهي ٻئي وير ٻالڪ هاٿيءَ جي ڏندن کي کڻي، فخر سان ۽ پنهنجن سهڻين نگاهن سان نهاري ان رنگ ڀوميءَ ۾ اهڙيءَ طرح ٿي آيا جيئن شينهن جانورن جو شڪار ڪري بن ڀوميءَ ۾ گهمندو آهي.

ان وقت رنگ ڀوميءَ ۾ وڏو گوڙ شور مچي ويو. سڀ ماڻهو چوڻ لڳا "هيءُ ڪرشڻ آهي، هيءُ بلرام آهي." اهڙيءَ طرح ماڻهن ۾ اُچرج ڇانئجي ويو.

ماڻهو هڪ ٻئي ۾ چوڻ لڳا: "جنهن پوتنا راڪسياڻيءَ کي ماريو، گاڏيءَ کي اُٿلو ڪري ڇڏيو ۽ يملارجن ڪي ٻئي ڇڏيو اهو هيءُ ڪرشڻ آهي. جنهن ٻالڪ ڪاليه-ناڳ جي ڦڻن تي چڙهي ناچ ڪيو هو ۽ ان جو اڀمان ٽوڙيو هو ۽ جنهن ست راتيون مهاپرست گوورڌن کي پنهنجي هٿ تي کنيو هو، اهو هيءُ ڪرشڻ آهي. هن ڪرشڻ جي اڳيان مهاپلوان بلديو بيٺو آهي. پراڻن جا ڄاڻون ودوان چون ٿا ته هيءُ گوپال ڪرشڻ يادون جي ونش کي مٿي کڻندو. هيءُ پرٿويءَ تان پاپن کي ناس ڪندو ۽ ڌرم جو بچاءُ ڪندو. هيءُ وشڻو ڀڳوان جو اوتار آهي. هن پرٿويءَ جو بار هٽائڻ لاءِ ٿي هن ڀارت ڀوميءَ ۾ اوتار ورتو آهي." جيئن ماڻهو ڪرشڻ جي عجيب و غريب بهادرين جو ورنن ڪري رهيا هئا، تيئن ورک هوڏانهن ديوڪيءَ جي من ۾ پٽ جي پيار جو ساگر اُڀري رهيو هو. پٽن جي منهن ڏسڻ جيءَ خوشيءَ ۾ وسديو جڻ ته آيل ٻڍاپي کي ڇڏي ورپ جوان وانگر ٿي ويو هو.

راجا جي انتهپر جون راڻيون ۽ نگرواسي مهلائون سڀ ڪرشڻ کي هڪ ٽڪ نهارڻ ڪان نه ڇڪيون. اهي هڪ ٻئي ۾ چوڻ لڳيون ته "سهڻين اکين واري ڪرشڻ جو خوبصورت منهن ته ڏسو. تازو هيءُ بهادر هاٿيءَ سان جنگ ڪري آيو آهي. هنجو بدن پگهر جي ڦڙن سان اهڙو سهڻو لڳي رهيو آهي جيئن شرد رتوءَ ماڪ جي ڦڙن سان ڪمل سهڻو پيو لڳندو آهي. اڙي سکيون! هنجو درشن ڪري پنهنجن نيترن کي سڦل بڻايو."

ٻيون ڪي نگرواسي ناريون چوڻ لڳيون ته، "هن جلسي ۾ انصاف ڪونه آهي. هتي ته انڌير و ظلم آهي. ڏسو ته هيءُ نازڪ بدن ٻار ڪٿي ۽ ورپ ڪٿي هي پٿر جهڙا پهلوان چاڻور ۽ مشٽڪ."

نگر جون استريون اهڙيءَ طرح پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيون هيون ته ان وقت ڀڳوان ڪرشڻ ۽ سندرو بڌي ملهه وڙهڻ لاءِ تيار ٿي سيني دشمنن جي ـــ رنگ ڀوميءَ ۾ ٽپي پيو. بلديو به پنهنجي مست چال سان لما ڏيندو اچي آيو.

١ اها ڏيڻ تي زمين ۾ ڏڪ تيو بو عجب آهي جو زمين ڦاٽي نه.

ان ڪالپوءِ ڪرشڻ چاڻوُر سان ۽ ٻلرام مشٽڪ سان ملھ يڌ ڪرڻ لڳو. ٻنھي جا
جوڙا چيلھين ۾ ٻانھون وڪوڙي ملھ جا عجيب داءَ ۽ پيچ شروع ڪرڻ لڳا. ان وقت
انھن ۾ زبردست جنگ شروع ٿي ويئي.

اھا ان ان جوڙن جي ملھ ھٿيارن کانسواءِ ھڪ قسم جي جنگ ھئي. چاڻوُ
۽ پنھنجي ڏاڍي بھادري ڏيکاري ڪرشڻ کي مٿي کڻي ڦيرائڻ لڳو. پر چاڻوُ جيئن
ڪرشڻ سان وڙھندو ويو تيئن تيئن سندس جسماني طاقت گھٽجندي ويئي. ڪرشڻ
۽ ھاڻ بھادري ڏيکارڻ شروع ڪئي. ان وقت جنگ جا باجا زور سان وڄڻ لڳا.
ان ريت چاڻوُر جي شڪتيءَ جي کيٽتا ۽ ڪرشڻ جي ٻل جو وادارو ڏسي ڪنس
ترين وغيره باجا بند ڪرائي ڇڏيا. رنگ ڀوميءَ ۾ ته باجن جو وڄڻ بند ٿي ويو
پر آڪاش ۾ ديوتائن ڪان وڄايل ترين ۽ باجن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ديوتائون تمام
خوش ٿي آڪاش مارگ ۾ چوڻ لڳا: ”گووند! توھانجي جيءُ ٿئي. ھي ڪيشو!
اوھين جلدي ھن چاڻوُر کي ماريو.“ شترو وجئي ڪرشڻ ان ڏئتيہ ملھ کي سوين
دفعا مٿي کڻي زور سان گھمائي گھمائي زمين تي کڻي ڦٽو ڪيو. ھو ته گھمائڻ
وقت ئي ختم ٿي ويو ھو. زمين تي ڪرڻ سان ھنجو بدن ذرا ذرا ٿي ويو. ھنجي
رت سان زمين ڳاڙھي ٿي ويئي. ھيڏانھن جھڙيءَ طرح ڪرشڻ چاڻور کي ماري
ڪيرايو، اھڙيءَ طرح ٻلديو وري مشٽڪ کي زمين تي ليٽايو. ان جو ۽ پراڻ ڇڪي
اڏامي ويو.

ان ڪالپوءِ وري ھڪ ٻئي زبردست جوڌي ملھن جي راجا توشل جو وارو آيو.
اھو ۽ ڪرشڻ سان ڏاڍو وڙھيو. پر ان کي ۽ ڪرشڻ زمين تي ڪيرائي ماري ڇڏيو.

زبردست بھادرن چاڻوُر ۽ مشٽڪ جي مارجي وڃڻ کانپوءِ ۽ ملھن جي راجا
توشل جي ناس ٿي وڃڻ کانپوءِ باقي رھيل ملھ وڙھندڙ ميدان ڇڏي ڀڄي ويا. ان
وقت ڪرشڻ ۽ ٻلرام پنھنجن ھم-عمر ساٿي گوپن کي زبردستيءَ پاڻ ڏانھن ڇڪي
(ڀاڪر پائي) خوشيءَ ۾ رنگ-ڀوميءَ ۾ اڇڻ ٽپڻ لڳا.

ڪنس ڪاوڙ ۾ اکيون ڳاڙھيون ڪري اتي حاضرين ماڻھن کي چيو: ”اڙي
ھن مجلس مان ھنن ٻنھي ڌنارن جي ٻارن کي زبردستيءَ ٻاھر ڪڍي ڇڏيو. پاپي
نند کي لوھ جي زنجيرن ۾ ٻڌي گرفتار ڪريو ۽ وسديو کي ته ھڪدم اتي ماري
ڇڏيو. منھنجي اڳيان ھي گوپن جا ڇوڪرا ٽپي ٽپي رھيا آھن. انھن کي ۽ ماري
ختم ڪري ڇڏيو ۽ ھنن پاڻ سان گڏ جيڪي ڳايون ۽ ٻيو سامان آندو آھي اھو
ضبط ڪري ڇڏيو.“

جنھن وقت ڪنس ان قسم جا حڪم ڏئي رھيو ھو، ان وقت مڌسوڌن

ڪرشڻ ڪلندي ڪلندي ٽپو ڏيئي ٿلهي تي چڙهي ويو ۽ سڌو ڪنس جي تخت جي ڀرسان وڃي ڪنس کي ڦاهو پڪڙيو ۽ هنکي وارن کان جهلي زمين تي ڪيرائي ڇڏيو ۽ ان جي مٿان ڪرشڻ پاڻ چڙهي ويٺو. ان وقت اگرسين جي پٽ پاپي ڪنس پڄاڙيءَ جو دم ڪيو. هنجو مڪٽ مٿي مٿان لهي وڃي پري پيو هو. ان وقت مهابليءَ ڪرشڻ ڪنس کي وارن کان گهلي رنگ ڀوميءَ جي ميدان ۾ ڦٽو ڪيو. ڪنس جو بدن تمام ڳرو هو، ان ڪري هنکي گهلڻ جي ڪري، جيئن پاڻيءَ ۾ هڪ ڪاهي ڏسڻ ۾ ايندي آهي ليڪن زمين تي به ڪاهي ڏسڻ ۾ آئي. هڪ وڏي ليڪ ڏسڻ ۾ آئي.

ڪنس جي مرڻ تي سندس ڀاءُ سماليءَ، غصي ۾ اچي ڪرشڻ تي اوچتو حملو ڪيو پر وچ ۾ ئي بلرام ان کي ماري ختم ڪري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح متراجي راجا ڪنس کي مئل ڏسي رنگ ڀوميءَ ۾ ايستائين حيتا وڏو آواز ڪرڻ لڳي. ان وقت مهاٻلوان ڪرشنچندر بلديو سان گڏجي وڃي وسديو ۽ ديوڪيءَ جا چرڻ پڪڙيا. ماءُ پيءُ کي پيري پئي مٿو نوايائون. تڏهن جنم جي وقت جيل ڀڳوان جي لفظن کي ياد ڪري وسديو ۽ ديوڪيءَ ڪرشڻ کي زمين تان اٿاريو ۽ انهن جي اڳيان نمرتا سان بيٺي اچي رهيا.

شري وسديو چيو: "هي پربو! اوهين اسان تي پرسن ٿيو. هي ڪيشو! اوهان ديوتائن کي جيڪو ڪر ڏنو هو اهو اوهان اسان ٻنهي تي مهرباني ڪري پورو ڪيو. دشٽن ۽ پاپين کي سزا ڏيڻ لاءِ جو اوهان اساڻي گهر ۾ اچي جنم ورتو، ان ڪري اسان جي ڪل (خاندان) کي اوهان پوتر ڪيو.

هي ڀڳوان! اوهين ڪڻ ڪڻ ۾ موجود آهيو. اوهين پسار ۾ ساما آهيو. اوهان هن جڳ ۾ آوتار وٺي هن پرٿويءَ تان بار لاٿو آهي. نه اوهان جو آد آهي نه انت، اوهين نه آناديءَ آهيو، اوهين اوناشي آهيو. اهڙو ڪهڙو منش آهي، جنهنجي زبان اوهان کي "پٽ" چئي پڪاريندي؟ اوهين منهنجا پٽ نه آهيو بلڪ هيءُ سڄو وشو اوهان مان ئي اُتپن ٿيو آهي. اوهين نه جڳت پتا آهيو. مونکي نه اڄاڻو موه پيدا ٿيو هو جو مان اوهان جي مايا ۾ موهجي، اوهان کي پنهنجو پٽ ڪري سمجهيو ۽ مان ان وقت ڪنس کان ڊڄي رهيو هوس ۽ ان دشمن جي ڊپ کان مان اوهان کي گوڪل وٺي ويس.

— جڳ ايش! اوهين الي رهي وڏا ٿيا، ان ڪري اوهان ۾ منهنجي ممتا نه رهي ئي منهنجو موه دور ٿي ويو آهي. هاڻي مونکي ڀروسو وشواس ٿيو

ويو آهي تہ اوهان ساڪيات شري وشڻو ڀڳوان آهيو ۽ جڳت جي اُپڪار لاءِ هتي پرگهٽ ٿيا آهيو."

ويهون آڌياءُ سماپت

---

# ايڪيهون اڌياءُ

## اگرسين جو راجيہ-اڀشيڪ ۽ ڀڳوان جو وديا اڀياس

شري پراشرجيءَ چيو تہ- ڀڳوان ڏٺو تہ وسديو ۽ ديوڪيءَ کي سندس باري ۾ ايشوريہ ڪرمن جو گيان پيدا ٿيو آهي ۽ هو کيس ايشور جو اَوتار سمجهي رهيا آهن، انهيءَ ڪري سيني يادوَن کي ۽ سندس پيءُ ۽ ماءُ کي موهت ڪرڻ لاءِ پنهنجي وشڻويہ مايا جو وستار ڪيو ۽ چوڻ لڳو: "هي ماتاجي! هي پتاجي! ڪيترن ڏينهن کان ڪنس جي ڀپ ڪري اسين ٻئي ڀائر اوهانجو درشن نہ ڪري سگهياسين، جيتوڻيڪ اسانکي اوهان جي درشن ڪرڻ جي تمام گهڻي مرضي هئي، پر اڄ اوهان جو درشن ٿيو آهي. جو وقت ماتا پتا جي شيوا ڪرڻ کان سواءِ گذري ٿو اُهو عمر جو وئرٿ ڀاڱو آهي. انهيءَ ڪري اسانجو اَپراڌ ڪميا ڪندا."

شري پراشرجيءَ چيو تہ اهڙيءَ طرح ڪرشڻ پنهنجي ماءُ پيءُ ۽ ٻين ٻزرگ يادوَن کي عزت ڏني.

ان وقت ڪنس جون زالون پنهنجي مرڪ پتيءَ جي چوڌاري ويهي روئي رهيون هيون. تڏهن ڪرشڻچندر بہ تمام پڇتاءَ سان وياڪل ٿي خود اکين ۾ ڳوڙها آڻي هنن کي دلاسو ڏنو.

ان کانپوءِ شري ڪرشڻ اگرسين کي جيل مان آزاد ڪيو ۽ ان کي ئي مٿرا جي راڄ گديءَ تي ويهاريو. اگرسين پنهنجي پٽ ڪنس ۽ ٻيا بہ جيڪي ماريا ويا هئا انهن جا اگني سنسڪار وغيره ڪريا ڪرم ڪرايا. ان کانپوءِ ڪرشڻ اگرسين کي چيو تہ: "هي راجا! اسان جي لائق ڪا شيوا هجي تہ اها ٻيشڪ ٻڌايو. يياتيءَ جي سراپ ڪري جيتوڻيڪ اسان جو ونش راڄ جو اڌڪاري ڪونہ آهي، ان هوندي بہ هن وقت مون داس جي موجود هوندي راجائن کي تہ ڇڏيو پر اوهين ديوتائن کي بہ آگيا ڏيئي سگهو ٿا."

شري پراشرجيءَ چيو- اگرسين کي ائين چئي ڌرم کي قائم ڪرڻ جي خيال کان منشيہ روپ ۾ اَوتار وٺندڙ ڀڳوان ڪرشڻ وايو ديوتا جو سمرڻ ڪيو ۽ هوُ ان وقت ئي اچي حاضر ٿيو. تڏهن ڀڳوان ان کي چيو: "هي وايوُ! تون وڃي اِندر کي

# ٻاونجاهون اڌياءُ

## جراسنڌ جي هار

شري پراشر جي چيو- ڪنس جراسنڌ جي ڌيئرن اَستي ۽ پراپتيءَ سان شادي
ڪئي هئي. ڪنس جي مرڻ کانپوءِ جراسنڌ ڪرشڻ کان وير وٺڻ لاءِ تمام وڏي
لشڪر سان حملو ڪيو. هو ڪرشڻ کي مارڻ لاءِ متُرا تي ڪاهي آيو. جراسنڌ مگڌ
جو راجا هو. هو تيويهه اکشوهڻي سيناڻون وٺي آيو هو ۽ هن چوطرف متُرا تي
گهيرو ڪيو.

ان وقت مهاٻلي ٻلرام ۽ ڪرشڻ پنهنجي تمام ٿوريءَ سينا سان جراسنڌ جي
زبردست سنڌڪن (جوانن) سان جنگ ڪئي. ان وقت رام ۽ ڪرشڻ پنهنجن جهونن
هٿيارن سان جنگ ڪئي.

هي مئتريه! ڪرشڻ رکُو پنهنجن هٿيارن کي ياد ڪيو ته هڪدم اُنهو شارنگ
نالي ڌنش ۽ ٻه ترڪش ۽ ڪومودڪي نالي واري گدا، آڪاش جي رستي کان
اچي ڪرشڻ وٽ پهتي. ٻلديو جو جهولو هٿيار وري هر هو ۽ ٻيو هٿيار هوس هڪ
مهرو. اهي هٿيار ٻئي آڪاش مان اچي ويا.

ڏاڍي خوفناڪ لڙائي لڳي. پر ان ۾ جيت ٿي رام ۽ ڪرشڻ جي ۽ هار ٿي
مگڌراج جراسنڌ جي. جراسنڌ جنگ مان ڀڄي پنهنجي جان بچائي. پر ان وجهه تي
به ڪرشڻ خوش نه ٿيو. ڇاڪاڻ ته جراسنڌ نه جيئرو ڀڄي ويو.

وري ٻيو دفعو به جراسنڌ وڏي سينا وٺي آيو. ان دفعي به سندس اڳيءَ
طرح هار ٿي. اهڙيءَ طرح جراسنڌ رام ۽ ڪرشڻ سان ۱۸ دفعا لڙائي ڪئي. انهن
سڀني جنگين ۾ جراسنڌ پنهنجي وڏي لشڪر هوندي به ڪرشڻ جي ٿوري لشڪر
کان هار کاڌي. هر ڪنهن دفع هو جنگ جي ميدان مان ڀڄي ويو.

اهو سڀ پراڻ ۽ وشڻو ڀڳوان جي اوتار شري ڪرشڻچندر جو هو. جيڪو ڀڳوان
فقط سنڪلپ (خيال) ڪرڻ سان هن جڳت کي رچي ٿو ۽ وري ناس به ڪري ٿو.
پوءِ ان کي دشمن کي ناس ڪرڻ ۾ ڪهڙي دير لڳندي. ان هوندي به ڀڳوان ان
ڪري جنگ ڪئي جو هنکي مانو ڌرم جي پيروي ڪرڻي هئي. ڪرشڻ کي ڏيکارڻو
هو ته منشيه جو ڪرتويه ڇا آهي.

شري ڪرشڻ سام، دان، دنڊ ۽ ڀيد نيتيءَ کان ڪم ورتو.

انساني چولي ۾ اچي ڀڳوان به هڪ سريشٽ پرش جي روپ ۾ پنهنجا فرض

پاليا. هن ڌرم جي رکيا ڪئي ۽ اڌرم کي دور ڪيو. جڳت جي ليلا جڳت-پتيءَ
هري ڀڳوان جي اڇا سان ٿي لئي اي.

ٻارهون اڌياءِ سماپت

---

# ٽيويهون اڌياءُ

## دوارڪا ۾ قلعي جو ٺهڻ، ڪال يون جو ڀسم ٿيڻ ۽ مچڪند جو ڀڳوان کي پرارٿنا ڪرڻ

شري پراشرجيءَ چيو- هڪ دفع مهرشي گارگيہ کي ان جي سالي ياد ون جي هڪ سڀا ۾ ”نامرد“ ڪري ڪوٺيو ان وقت سڀني ياد ون کي کل اچي ويئي. ان تي گارگيہ کي پنهنجيءَ بيعزتيءَ تي ڏاڍو غصو آيو. ايتري قدر ته اُنکي ڪاوڙ آئي جو هو وڃي ڏکڻ سمنڊ جي ڪناري تي تپسيا ڪرڻ لڳو. تپسيا ڪرڻ جو مقصد اهو هوس ته هن کي هڪ اهڙو پٽ پيدا ٿئي جو ياد ون جي لشڪر کي شڪست ڏئي. هن مهاديو جي اُپاسنا ڪندي ٻارهن ورهيه لوه جو چورڻ کاڌو. تڏهن مهاديو تپسيا ڪرڻ ڪانپوءِ ڀڳوان شنڪر خوش ٿي هنکي سندس خواهش موجب ور ڏنو.

هڪ يونن جو راجا هو، ان مهرشي گارگيہ جي ڏاڍي سيوا ڪئي. ان تي گارگيہ ڏاڍو خوش ٿيو. پٽ کي حاصل ڪرڻ لاءِ هن گارگيہ جي سيوا ڪئي هئي. ان کي سندس استريءَ مان هڪ ڪارو رنگ جو ٻار ڄائو. ان جو رنگ ڪارو ڀنور جهڙو هو. ان جي ڇاتي وڄر جهڙي سخت هئي. ان جو نالو ڪال يون رکيو ويو هو. جڏهن اهو وڏو ٿيو تڏهن سندس پيءُ کيس تخت تي ويهاريو ۽ پاڻ بن هليو ويو.

ڪال يون کي پنهنجي طاقت ۽ جوانيءَ جو ڏاڍو نشو هو. هن هڪ دفعي ... کان پڇيو ته ”پرٿويءَ تي طاقت وارا راجائون ڪير ڪير آهن؟“ نارد ان ... ياد ون تي ٻلوان آهن. اهو ٻڌي ڪال يون هڪ وڏو لشڪر تيار ڪري ... ڪرڻ لاءِ متيرا تي ڪاهه ڪئي.

... شري ڪرشڻ خيال ڪيو ته ”ياد ون کي ان دشمن سان مقابلو ڪرڻو ... راجا جراسنڌ ۽ ٻيو آهي جيءَ مليڇ ڪال يون. جڏهن ... ته ڪيترو ئي لشڪر مارجي ويندو ۽ ... شڪتي ... راجا جراسنڌ کي جيتڻ ناممڪن اي ٿيندو. پر

جيڪڏهن پهرين يَوَن سان جنگ ڪبي ته به يادون جي سينا جي شڪتي گهٽي گهٽ ٿي ويندي. اهڙيءَ طرح يادون تي ساڳئي ئي وقت ٻن دشمن جي مصيبت اچي پيئي آهي. ان ڪري مان اهڙو ته مضبوط دُرگ (قلع) ٿو تيار ڪريان جو ڪنهن به دشمن کي طاقت نه ٿيندي ان قلع تي ڪاهه ڪرڻ جي. پوءِ لشڪر جا جوان نه هجڻ پر زالون به اندر قلع مان ويهي دشمن کي منهن ٽوڙ جواب ڏيئي سگهنديون. ان قلع جي باوجود ڪابه طاقت يادون کي شڪست ڏيئي نه سگهندي. ان قلع جي هوندي منهنجي غيرحاضريءَ ۾ يا ڪيڏانهن ٻاهر وڃڻ تي به يادوَ دشمن سان لڙائي ڪري ان کي جيتي سگهندا.“

اهو خيال ڪري شري ڪرشڻ ڀڳوان سمنڊ کان ١٢ يوجن زمين گهري ۽ ان ۾ هن دوارڪاپريءَ جو نرماڻ ڪيو. دوارڪاپري اهڙي ته عاليشان نگري هئي جا اندر جي امراوتي نگريءَ کان به وڌيڪ سهڻي ۽ شاندار پئي لڳي. ان ۾ ڪيترا باغ ۽ پارڪ هئا. نگرواسين جي سهوليت ۽ آرام جي خيال کان هر ڪنهن قسم جا بندوبست ان نگريءَ ۾ موجود ڪيا ويا. ان ۾ سندر تلاءَ هئا ۽ ڪيتريون اوچيون عمارتون هيون ۽ محلات هئا. قلع جي چوڌاري وڏي کاهي هئي. اها نگري قلع اندر اڏيل هئي. چوڌاري هڪ وڏو قلع هو.

جڏهن ڪال يون مترا نگريءَ تي حملي ڪرڻ لاءِ اچي پئي وڌيو ته ان جي پهچڻ کان اڳ ۾ ئي شري ڪرشڻچندر سڀني نگرواسين کي مترا مان ڪڍي سلامتيءَ سان دوارڪا ۾ وٺي آيو. سڀني شهرواسين يادون کي قلع جي اندر پهچائي ڀڳوان ڪرشڻ پاڻ مترا ۾ موٽي آيو. جڏهن ڪال يون جي لشڪر مترا کي گهيرو ڪيو، ان وقت شري ڪرشڻ بنا هٿيارن جي مترا کان نڪري ٻاهر آيو. ان وقت ڪال يون ڪرشڻ کي ڏٺو. جنهن ڀڳوان جو درشن مهايوگيشورن لاءِ به مشڪل آهي، ان واسديو ڀڳوان کي ڪال يون خالي هٿين هٿيارن کانسواءِ ڏٺو ۽ هو ان جي پٺيان ڊوڙيو.

ڪال يون جي پٺ وٺندي شري ڪرشڻچندر هڪ وڏيءَ غفا ۾ گهري ويو. ان ۾ راجا مچڪند آرام سان ننڊ ۾ سمهيو پيو هو. مورک ڪال يون به ان غفا ۾ گهڙي ويو ۽ سمهيل مچڪند کي هن ڪرشڻ سمجهيو. هن سمجهيو ته ڪرشڻ مڪر ڪري سمهي پيو آهي. سو ولي ان کي زور سان لت هنيائين. لت لڳڻ سان مچڪند ننڊ مان اٿي ڪڙو ٿيو ۽ سامهون ڪال يون کي ڏٺائين. هي مترين! مچڪند جي ڏسندي ئي اهو يَوَن مچڪند جي ڪروڌ جي اگني ۾ سڙي ڀسم ٿي ويو.

تمام گهڻو اڳي راجا مچڪند ديوتائن جي طرفان ديو- اسر سنگرام ۾ (ديوتائن ۽ دئتن جي جنگ ۾) ويو ۽ هو ان جنگ ۾ ڏاڍي بهادريءَ سان لڙيو هو. هن

دلتن کي ماريو ۽ ان ديو-اسر سنگرام ۾ وجيه پراپت ڪيائين. پر لڪ جي ڪري تمام لڏاڪڙو هو انڪري هن ديوتائن کان گهڻي وقت تائين لڪ ڪرڻ جو ڪر گهريو. ان وقت خوش ٿي ديوتائن ان کي چيو ته توڻ وجي ان وڏي غفا ۾ لڪ ڪر. ڪو به ماڻهو اچي جيڪڏهن تنهنجي لڪ ۾ رخنو وجهندو ۽ لڪ مان توکي اٿاريندو ته تنهنجي غصي جي اُگن ۾ سڙي ڀسم ٿي ويندو.

اهڙيءَ طرح پاپي ڪال يون جي جلي ڀسم ٿي وڃڻ ڪانپوءِ راجا مچڪند شري ڪرشڻ کي ڏسي پڇيو "اوهين ڪير آهيو؟" تڏهن ڀڳوان چيو ته "مان چندر ونش ۾ پيدا ٿيل يادو ڪل ۾ وسديو جي گهر جنم وٺي پيدا ٿيو آهيان. مان وسديو جو پٽ آهيان. منهنجو نالو ڪرشڻ آهي." اهي لفظ ٻڌي مچڪند کي ٻڍي گارگيءَ مني جا وچن ياد آيا. ان کي ياد اچڻ تي ٿي هن ڀڳوان ڪرشڻ کي پرڻام ڪيو ۽ چيو "هي پرميشور! مون اوهان کي سڃاتو. اوهين وشڻو ڀڳوان جا اوتار آهيو. وشڻو ڀڳوان جنم وٺي اوهان جي روپ ۾ پرگهٽ ٿيو آهي. تمام گهڻو اڳي مونکي گارگيه منيءَ چيو هو ته اٺاويهن يُگ ۾ دواپر جي پڇاڙيءَ ۾ شري وشڻو ڀڳوان جو جنم ٿيندو. سو اوهين اُهي وشڻوءَ جا اوتار آهيو ۽ منشن کي اپڪار ڪرڻ لاءِ ٿي اوهان هن پرٿويءَ تي اوتار ورتو آهي. ان هوندي به مان اوهان جو تيج سهي نٿو سگهان. هي ڀڳوان! اوهان جو آواز سڄل ميگهه جي گوڙ وانگر تمام گنڀير آهي، انهيءَ ڪري اوهان جي چرڻن جي ڪري پرٿوي به جهڪيل آهي.

هي ديو! ديواسر مهاسنگرام ۾ دلتن جي سينا جا وڏا وڏا جوڌا جوان به [illegible] تيج نه سهي سگهيا هئا ۽ مان اوهان جو ايڏو پرڪاش سهڻ ۾ اسمرٿ آهيان. [illegible] سنسار ۾ پتت جيون جا اوهين ئي آڌار آهيو. اوهين پتت-پاون آهيو. اوهين [illegible] ٿيو ۽ مون تي ڪرپا ڪريو.

[illegible] شري ڪرشڻ! هي سنسار چڪر ۾ ڀٽڪندي مونکي ڪڏهن به شانتي [illegible] آهي.

[illegible] ملڻ جي [illegible] وٽي مرگ ترشنا وانگر مون دکن کي سک سمجهي [illegible] سنسار جا سک ۽ ڀوڳ منهنجي دک ۽ اشانتيءَ جا ڪارڻ بڻيا.

[illegible] اوهان جي آڌار ڪنسواءِ ڪوبه شانتي پراپت ڪري نٿو سگهي.

[illegible] مورک اوهان جي سروپ کي نه سڃاڻي يا اوهان ۾ وشواس [illegible] آهي اهي ڪيترن ڪلپن ۾ ڦاسي ڏاڍو دک ڀوڳين ٿا.

[illegible] پاپي آهيان، اوهان جي مايا ۾ موهت ٿي مون [illegible] [illegible] آهيان.

اوهان جي مان شرڻ آيو آهيان، اوهين مهنجي رکيا ڪريو. هر مان وڏي ڀاڳ وارو آهيان جو اوهان جو درشن ٿيو آهي.

ٽيويهون اڌياءُ سماپت

---

# چوويهون اڌياءُ

## مچڪند جو تپسيا لاءِ روانو ٿيڻ ۽ ٻلرام جي برج لاءِ ياترا ڪرڻ

شري پراشرجيءَ چيو- هي مئتريا! راجا مچڪند جڏهن اهڙيءَ طرح ڀڳوان کي پرارٿنا ڪئي تڏهن ڀڳوان شري ڪرشڻچندر چيو ته ”هي راجا مچڪند! تون هاڻي ديوتائن جي لوڪن ۾ وڃي نواس ڪر. مهنجي ڪرپا سان اُتي ديولوڪ جا سک وڃي ماڻيندين ۽ توکي ايترو ڌن دولت ملندي جو اُها ڪڏهن به نه کٽندي. ديولوڪ جا سک ڀوڳي آخر ۾ تنهنجو جنم هڪ شاندار گهراڻي ۾ ٿيندو. ان وقت توکي اڳين جنمن جي يادگيري رهندي ۽ پوءِ مهنجي ڪرپا سان توکي موکش پد ملندو.

شري پراشرجيءَ چيو- ڀڳوان جي اِئين چوڻ تي مچڪند شري وشڻو ڀڳوان کي نمسڪار ڪيو ۽ غفا کان ٻاهر نڪري ڏٺائين ته ماڻهو تمام قد ۾ ننڍا ٿي ويا آهن. ان مان هن سمجهيو ته ڪل يُگ اچي ويو آهي. ڪل يُگ کي آيل سمجهي هُو گند مادن پربت تي هليو ويو ۽ شري نرنارائڻ جي آستان تي وڃي تپسيا ڪيائين.

اهڙيءَ طرح ڀڳوان ڪرشڻ پنهنجي دشمن ڪال يَوَن کي ناس ڪيو ۽ ان جي تمام وڏي لشڪر تي جنهن ۾ گهڻيئي هاٿي ۽ گهوڙا هئا، قبضو ڪيو. ان جو سڄو لشڪر دوارڪا ۾ اگرسين کي ارپڻ ڪيائين. ان وقت کان وٺي يادون جي سينا جي شڪتي تمام گهڻو وڌي وئي. ايتري قدر جو يادون جو لشڪر ڪهڙي نه زبردست دشمن سان مقابلو ڪري سگهيو ٿي. اها هئي ڀڳوان ڪرشڻ جي راج-نيتي جي هوشياري جنهن ڪري يادوَ ان وقت هڪ شڪتشالي قوم هئي.

هي مئتريا! جنگين جي جهنجهٽ دور ٿيڻ کان پوءِ ٻلديو پنهنجي مٽن مائٽن سان گڏجڻ لاءِ نندجيءَ جي گوڪل ۾ ويو.

اتي پهچي ٻلديو تمام گهڻي عزت ۽ پريم سان گوپن ۽ گوپين کي نمسڪار ڪيو. پنهنجن هم-سالين گوپن سان ڀاڪر پائي مليو. گوپين کي مشڪي ڪيڪاريائين. گوپيون ٻلرام سان مليون ڳالهيون ڪيون ۽ حال احوال اوريا. گوپين مان ڪن ٻلرام کي ڏاڍا ڏورابا ڏنا پر اهي پريم جا ڏورابا هئا.

ڪرشڻ جي ٻاري ۾ گوپن جيو ته ڪرشڻ ته اسان کي وساري ڇڏيو آهي. ڪرشڻ جي خوش ڇگهاليءَ بابت گوپن گهڻو ٻلرام کان پڇيو. ڪن گوپن چيو ته ڪرشڻ هاڻي اسان وٽ ڇو ايندو. نگر جي نارين جو وڏو ڀاڳ آهي جو هاڻي هر روز ڪرشڻ جا درشڻ ڪن ٿيون.

اسين ته ڳوالڻيون ۽ سادي سڀاءَ جون آهيون ان ڪري ڪرشڻ اسان جي خبر چار ڇو لهندو. اسان کي ته ڇڏيو پر هو هڪ دفعو به پنهنجي ماءُ يشودا کي ڏسڻ آيو آهي؟ ڇگو هاڻي ڪرشڻ جي ٻاري ۾ ڳالهيون ٻوليون ڪرڻ مان ڪو به مطلب نه نڪرندو. جڏهن هنکي اسان جي غرض نه آهي ته اسين به هنجي پرواه ڇو ڪريون. اسان ته ڪرشڻ لاءِ ڏاڍيون قربانيون ڪيون. اسان پنهنجن گهر وارن مٽن مائٽن جي پرواه نه ڪئي. ڪرشڻ لاءِ اسان پنهنجي ماتا پتا، ڀاءُ پتي وغيره سڀني کي تياڳ ڪيو. پر ڪرشڻ ته احسان فراموش نڪتو. اساڻي سڪ ۽ پريم جو هن قدر نه ڪيو.

ٻلرام! توهين سچ ٻڌايو ته ڪڏهن هو اسان کي ياد به ڪندو آهي. هتي اچڻ جو ڪڏهن هو خيال به ڪندو آهي؟ اسانکي هاڻي پڪ ٿي وئي آهي ته ڪرشڻ جو من نگر جي نارين ۾ وسي ٿو. اسان ۾ هن جو پريم هاڻي اصل ڪونه آهي. هاڻي هن جو درشن اسان لاءِ دُرلڀ آهي.

شري پراشر جيءَ چيو- گوپن جو من ڪرشڻ کسي ورتو هو. ڪرشڻ جي پريم ۾ گوپيون پاڳل ٿي ويون ۽ هنن پاڻ کي وساري ڇڏيو. ايتري قدر جو ٻلرام کي ڪرشڻ سمجهي، هي دامودر! هي ڪرشڻ! چئي ان کي سڏ ڪرڻ لڳيون.

ان تي گوپين کي وياڪل ڏسي ٻلرام گوپين کي ڪرشن جو ”پريم- سنديش“ ٻڌايو. اهو سنديش (نياپو) ٻڌي گوپن جي من کي ڪجهه آلت آئي. ڪجهه شانتي مِلي.

اهڙيءَ طرح ڪجهه ڏينهن ٻلرام گوڪل ۾ رهي پيو ۽ پنهنجن سالين سان ۽ گوپن سان ڳالهيون ٻوليون ڪري برج ڀوميءَ ۾ اليڪ ليلائون ڪيون.

چوويهون اڌياءُ سماپت

---

## پنجويهون اڌياءُ

### ٻلرام جو برج- وهار ۽ جمنا نديءَ کي ڪيلجڻ

هڪ ڀيري جي اوتار ٻلرام کي گوپن سان گڏ بن ۾ گهمندو ڏسي ان جي اپيوڪ

لاءِ ورڻ ديوتا وارڻي (شراب) کي چيو: ”هي مدري! (شراب) تون بلرام کي ڏاڍي پياري آهين. ان ڪري تون ان جي خوشيءَ لاءِ ان وٽ وڃ.“

ديوتا ورڻ جي اهڙي آگيا ملڻ تي وارڻي ٻندرابن ۾ پيدا ٿيل ڪدمب وڻ جي پور ۾ وڃي رهڻ لڳي. جيئن بلرام ٻن ۾ گهمندو پئي ٿيڻ ان کي وارڻيءَ (شراب) جي خوشبوءِ آئي. بلرام کي وارڻي پيئڻ لاءِ دل ٿي. ان وقت ڪدمب وڻ جي پور مان وارڻيءَ جي ڌارا ڪري وهندو ڏسي هلڌاري (هر ڌاريندڙ) بلرام ڏاڍو خوش ٿيو. ان وقت ٻن ۾ گوپن ۽ گوپين جي مجلس شروع ٿي ويئي. گوپ ۽ گوپيون ڏاڍي مٺي آواز ۾ گيت ڳائڻ لڳيون. راڳ جي مٺي آواز ۾ بلرام انهن سان گڏ مزي سان شراب پيتو.

ان وقت ڏاڍي گرمي هئي. بلرام پگهر ۾ ٻڏجي ويو هو. پگهر جا ڦڙا ان جي بدن تي چڻ نه موتين وانگر سهڻا پئي لڳا. بلرام کي ان وقت جمنا نديءَ ۾ سنان ڪرڻ جي خواهش ٿي. هن جمنا (يمنا نديءَ) کي چيو، ”هي يمني! اچ، مان سنان ڪرڻ چاهيان ٿو.“ ان جي ان لفظن کي جمنا ڪوبه ڌيان نه ڏنو. جمنا ان هنڌ نه آئي. ان تي بلرام غصي ۾ اچي، پنهنجو هٿيار هر هٿ ۾ کنيو ۽ شراب جي نشي ۾ اچي جمنا نديءَ کي هر جي نوڪ سان ڪيرائڻ شروع ڪيو. ان وقت بلرام چيو، ”اڙي پاپڻ! تون نٿي اچين. چڱو هاڻ جيڪڏهن تو ۾ شڪتي هجي ته بيشڪ پنهنجي وهڪري جو رخ ٻئي پاسي ڪر.“ اهڙيءَ طرح هر سان جمنا کي گهاڻ ڪري ۽ ان وهڪري جو رخ ٻئي پاسي ڪر.

جي چڪ لي. اوچتو جمنا پنهنجو وهڪرو بدلي ڇڏيو. هوءَ ٻئي طرف هئي ٻ-ر جي چڪ لي. بلرام جي زور آڻڻ تي پنهنجي وهڪري جو رخ بدلي اتان اچي وهڻ لڳي جتي بلرام بيٺو هو. جنهن ٻن ۾ بلرام بيٺو هو ان ٻن کي جمنا پنهنجي وهڪري جي پاڻيءَ سان ٽمٽار ڪري ڇڏيو.

ان وقت جمنا نديءَ جي ديوتا انساني روپ ۾ اچي بلرام جي پرسان بيٺي. ڏپ ۾ اکين ۾ پاڻي آڻي چوڻ لڳي، ”هي هر جهڙي هٿيار وارا بلرام! اوهين مون تي راضي ٿيو. مونکي هاڻي ڇڏي ڏيو.“ ان جي انهن مٺن لفظن کي ٻڌي بلرام چيو، ”اڙي ندي! ڇا تون منهنجي شڪتيءَ کي نٿي ليکين. منهنجي حڪم جي ڀڃاوري نه ڪئي. ڏس، هن هر سان تنهنجا هزارين ٽڪرا ڪري ٿو ڇڏيان.“

بلرام جڏهن غصي ۾ اهي لفظ چيا تڏهن جمنا ڏڄي ان ٻرج ڀوميءَ ۾ وهڻ لڳي ۽ پنهنجي پاڻي سان ٻندرابن جي ان ميدان کي سرسبز بڻائي ڇڏيو. بلرام ان تي خوش ٿيو ۽ کيس ڇڏي ڏنائين. ان وقت جمنا جي نڊي جل ۾ اشنان ڪرڻ لي بلرام ڏاڍو سندر پئي لڳو. ان وقت ان جي منهن ۾ عجيب سونهن پئي لڳي.

ان وقت لڪشمي پرگهٽ ٿي هنکي هڪ سهڻو گل ۽ ڪنڊل (ڪنن ۾ پائڻ جو ملهو) ڏنو ۽ هڪ ڪمل پشپن جي، ڪڏهن به نه ڪومائجڻ واري، مالا ڏني ۽ ان سان گڏ ساموندي رنگ جا ٻه (نيري رنگ جا) ڪپڙا ڏنا. سمنڊ ڪنڊل ڪنن ۾ ۽ گلي ۾ ورڻ جي گلن جي هار (پشپ مالا) ۽ نيري رنگ جي ڪپڙن (نيلامبرن) کي پائي ٻلرام ڏاڍو سهڻو ٿي لڳو. اهڙيءَ طرح ٻلرام ان ٻن ۾ ڪيتريون ئي ليلائون ڪيون. راس ڪرڙا ڪئي. اهڙيءَ طرح ٻه مهينا اتي رهي دوارڪا پريءَ ۾ هليو آيو.

دوارڪا ۾ اچي ٻلرام راجا ريوت جي ڌيءَ ريوتيءَ سان شادي ڪئي. ان مان هنکي ٻه پٽ پيدا ٿيا. هڪ جو نالو نشت ۽ ٻئي جو نالو الڪ رکيو ويو هو.

پنجويهون اڌياءُ سماپت

## چوويهون اڌياءُ

### رڪمڻي هرڻ

شري پراشرجيءَ چيو- ودرڀ پرڳڻي ۾ ڪنڊنپر نالي هڪ شهر آهي. اتي ڀيشمڪ نالي راجا راڄ ڪندو هو. ڀيشمڪ راجا کي رڪميءَ نالي هڪ پٽ هو ۽ رڪمڻيءَ نالي هڪ ڌيءَ هئي. شري ڪرشن رڪمڻيءَ کي چاهيو ٿي ۽ رڪمڻيءَ پڻ ڪرشن کي پنهنجو پتي بنائڻ چاهيو ٿي. ڀڳوان ڪرشن راجا ڀيشمڪ کي پرارٿنا ڪئي. ان هوندي به رڪميءَ، رڪمڻي ڪرشن کي ڏيڻ نه قبوليو ڇاڪاڻ ته رڪمي ڪرشن جو دشمن هو.

رڪميءَ جي زور آڻڻ تي راجا ڀيشمڪ رڪمڻيءَ جو مڱڻو ششوپال سان ڪري ڇڏيو. ششوپال کي رڪمڻي ڏيڻ لاءِ جراسنڌ پڻ رڪمي تي زور آندو هو. رڪمي جراسنڌ جو متر هو. وهانءَ جو ڏينهن مقرر ڪيو ويو. ششوپال پنهنجي متر جراسنڌ کي ۽ ٻين جي ڪيترن راجائن سان ڪنڊنپر ۾ جمع ٿي ويا. پاڻ سان گڏ وڏو لشڪر وٺي ويو هو ته متان ڪو دشمن اوچتي ڪاهه نه ڪري.

رڪمڻيءَ ٻين- پتر لکي ڪرشن کي خبر ڏني ته هو جلد اچي کيس وٺي وڃي. هڪ برهمڻ ڪرشن وٽ کڻي ويو هو. اهيءَ ڪري ڪرشن، ٻلرام ۽ ٻين [illegible] گڏ وڏي سينا وٺي ڪنڊنپر ۾ ويا.

ڪن هڪ ڏينهن اڳ جڏهن رڪمڻي، ديويءَ جي مندر ۾ پوڄا ڪري نڪتي شري ڪرشن کيس رٿ ۾ چاڙهي ڀڄائي کڻي ويو.

دشمن کي مڌهن ڏيڻ لاءِ هن ٻلديو کي ڪم رکيو هو. انهن پونڊرڪ، دنتوڪر، ودورٿ، شسوپال، جراسنڌ ۽ شالو وغيره راجائن غصي ۾ اچي شري ڪرشڻ کي مارڻ جي ڪوشش ڪئي.

پر اهي سڀ ٻلرام وغيره يادون سان مقابلو ڪندي جنگ ۾ هار کائي ڀڄي ويا. ان وقت رڪمڻيءَ جي ڀاءُ رڪم پرتگيا ڪئي ته جنگ ۾ ڪرشڻ کي جيسين ڪين ماري نه سگهيس، تيسين پنهنجي شهر ڪنڊنپور ۾ موٽي نه ايندس." پوءِ هن ڪرشڻ جي پٺ ورتي. پوءِ رڪميءَ ۽ ڪرشڻ جي ڏوهندو سخت لڙائي لڳي. جنهن ۾ ٻنهيءَ طرح رڪميءَ جي هار ٿي. شري ڪرشڻ رڪميءَ کي جيئري پڪڙيو ۽ زمين تي ڪيرائي ڇڏيو.

اهڙيءَ طرح رڪميءَ کي جنگ ۾ شڪست ڏيئي شري ڪرشڻ راڪشش-وهانءَ جي نموني ۾ حاصل ڪيل رڪمڻيءَ سان ويدن ۽ شاسترن ۾ بيان ڪيل ريت سان شادي ڪئي. رڪمڻيءَ مان ڪرشڻ کي پرديمن نالي پٽ ڄائو. پرديمن ڪامديو جو اوتار هو ۽ ڏاڍو سهڻو ۽ ٻلوان هو. ان کي شمبراسر ڇپائي کڻي ويو هو ۽ پوءِ گهڻي وقت کان پوءِ هن شمبراسر کي ماري ڇڏيو هو.

ڇويهون اڌياءُ سماپت

## ستاويهون اڌياءُ

### پرديومن کي ڇپائي وڃڻ ۽ شمبر جو موت

شري مئتريه چيو- "هي مني! بهادر پرديمن کي شمبر ڪيئن ڇپايو؟ ۽ وري ان مهاٻلوان شمبر کي پرديمن ڪيئن ماريو؟ جنهن کي ٻهراڙين هن ڇپايو هو ان پوءِ هن کي ڪيئن ماريو؟ اهي سڀ ڪٿا مان ٻڌڻ چاهيان ٿو."

شري پراشرجيءَ چيو- هي رشي! جنم وٺڻ کانپوءِ پرديمن اڃا فقط ڇهن ڏينهن جو معصوم ٻار هو، تڏهن ڪال وانگر خوفناڪ شمبر ان کي ويم-گهر مان ڇپائي کڻي ويو هو. شمبر کي من ۾ شڪ هو ته هيءُ منهنجي مارڻ وارو پيدا ٿيو آهي. ڇهن ڏينهن جي معصوم ٻار کي شمبراسر کڻي وڃي کاري ۾ ڦٽو ڪيو. ڦٽي ڪرڻ وقت سمنڊ ۾ وڏيون لهرون پيدا ٿي رهيون هيون ۽ ان ۾ ڪيترائي خوفناڪ مانگرمڇ هئا. اِلي ان ٻار کي هڪ وڏو مڇ ڳهي ويو، پر هو ان جي پيٽ ۾ وڃي به نه مئو. ڪجهه وقت کانپوءِ مهاڻن ان مڇ کي ٻين مڇن سان گڏ ڦاسايو ۽ اهو مڇ وڃي شمبراسر کي ڏنائون. ان جي زال مايا وتيءَ انتهپر (زنان خانه) جي پٽ راڻي هئي ۽

سڄي محل جو ڪاروبار ٻاڻ هلائيندي هئي. رڪمڻي جا رسوئا هنجي حڪم هيٺ رهي رسوئي ڪندا هئا. وڏي مڇ جو پيٽ چيريندي جڏهن ان مان هڪ سهڻو ٻار نڪري آيو تڏهن ان کي ڏسي هوءَ عجب ۾ پئجي وئي. هوُ ڄڻ ته جلبل ڪام روپي وڻ جو ساو هو.

اجا هن خيال پئي ڪيو ته "هيءُ ڪير آهي؟ ۽ مڇيءَ جي پيٽ ۾ ڪيئن وڏو ٿيو؟" ته ايتري ۾ ديورشي نارد اچي ٻڌايس ته "هي سندري! هيءُ ڀڳوان وشنوءَ جو پٽ آهي، هنکي شمبراسر ويم-گهر مان چورائي سمنڊ ۾ ڦٽو ڪيو هو. ان کي هيءُ وڏو مڇ ڳهي ويو. اڄهو ان رستي هيءُ تنهنجي گهر پهچي ويو آهي. تون هنکي خبرداريءَ سان پالي وڏو ڪر."

شري پراشرجيءَ چيو ته نارد جي ائين چوڻ تي مايا وتيءَ ان ٻار جي سونهن تي مست ٿي ان کي ڏاڍي پيار سان پاليو. جڏهن اهو ٻار ٻاڄي وڏو ٿيو تڏهن جوانيءَ جي اچڻ ڪري هي ڏاڍو خوبصورت ڏسڻ ۾ آيو. هنجي سونهن تي مايا وتي موهجي وئي. پريمڪا جيئن هڪ پريميءَ سان هلت چلت ڪندي آهي، اهڙيءَ طرح هوءَ به پنهنجو پيار ظاهر ڪرڻ لڳي. هن پنهنجو من پرديمن کي ارپڻ ڪري ڇڏيو. هن ڏاڍي پيار سان نهارڻ لڳي. تڏهن پرديمن مايا وتيءَ کي چيو، "اي تون ماءُ جي ڀاوناڻ کي ڇڏي هيءَ ڪهڙي قسم جي ڀاونا ظاهر ڪري رهي آهين؟"

تڏهن مايا وتيءَ چيو، "تون منهنجو پٽ نه آهين، تون ڀڳوان وشنوءَ جو پٽ آهين. توکي ڪال شمبر ٻچائي سمنڊ ۾ ڦٽو ڪيو هو. تون مونکي هڪ مڇ جي پيٽ مان مليو آهين. هي پيارا! تنهنجي ماءُ اڃ به روئندي هوندي."

شري پراشرجيءَ چيو ته مايا وتيءَ جي ائين چوڻ تي پرديمن غصي ۾ اچي شمبراسر کي جنگ لاءِ للڪاريو ۽ هن سان لڙائي ڪرڻ لڳو. پرديمن ان دئتيه جو سڄو لشڪر ماري ڇڏيو. شمبراسر ست دفعا هن تي هٿيار هلايا ۽ پنهنجي مايا پرگهٽ ڪئي. اها مايا هڪ قسم جو جادو هو. ان جي ظاهر ٿيڻ تي وري نئون لشڪر ۽ اوزار هٿيار تيار ٿي ٿي ويا پر پرديمن به وڏو بهادر هو ۽ هنکي مايا پرگهٽ ڪرڻ جي وديا جي ڄاڻ هئي. هن ستن ئي دفعا ان جي لشڪر کي ماري ڇڏيو ۽ هٿيارن، استرن، شسترن کي ناس ڪري ڇڏيو. مايا وتي، پيار ۾ انڌي ٿي، هنکي سڀ مايا سيکاري ڇڏي هئي. اهو ئي سبب هو جو هن شمبراسر جي مايا کي دور ڪري ڇڏيو. پرديمن ستن مايائن کي جيتي پوءِ وري اٺين مايا جو پرايوگ ڪيو. ان مايا (جادوءَ) سان هن شمبراسر کي ماري ڇڏيو ۽ پوءِ مايا وتيءَ سان گڏ (ومان تي ڏواران) اڏامي آڪاش مارگ مان پنهنجي پيءُ جي نگر ۾ پهچي ويو.

مايا وتيءَ سان گڏ هوءُ انتهپر (زنانه خانه) ۾ ٿي لٿو. شري ڪرشڻ جي راڻين هن کي ڏسي ڪيس ڪرشڻ ٿي سمجهيو. پر رڪمڻيءَ پيار وچان اکين ۾ ڳوڙها آڻي چيو، ”ضرور هيءَ ڪنهن ڀاڳ واري ماءُ جو پٽ آهي. هن وقت جي پنهنجي جوانيءَ ۾ آيو آهي. جيڪڏهن منهنجو پٽ پرديمن جيئرو هجي ها ته اڄ به عمر ايتري ئي هجي ها. هي پٽ! تون سچ سچ ٻڌاءِ ته تون ڪنهن جو پٽ آهين؟ پر جيئن ته منهنجي اندر ۾ تنهنجي لاءِ هيڏي جا سڪ پيدا ٿي آهي ۽ جهڙي تنهنجي شڪل آهي، ان مان مونکي ائين معلوم ٿئي ٿو ته تون شري ڪرشڻ جو ئي پٽ آهين.“

ان وقت شري ڪرشڻ سان گڏ نارد به اچي نڪتو. ان رڪمڻي ديويءَ کي خوشخبر ٻڌائيندي چيو ته ”رڪمڻي ديوي! هيءَ تنهنجو ئي پٽ آهي. هيءَ شمبراسر کي ماري هتي آيو آهي. جنهن شمبراسر هنکي وير-گهر مان ڇهين ڏينهن ڀڄايو هو. هيءَ ستي مايا وتي به تنهنجي پٽ جي زال آهي. هيءَ شمبراسر جي زال نه آهي. ان ڳالهه ۾ به هڪ راز آهي، اهو راز مان توکي ٻڌايان ٿو.

تمام گهڻو آڳاٽو جڏهن پيار جو ديوتا ڪام-ديو ڀسم ٿي ويو هو، تڏهن اُن جي زال رتيءَ اُن جي ٻيهر جنم جي انتظاري ڪئي هئي. هيءَ مايا وتي اڳئين جنم ۾ ڪام ديو جي پتني هئي. هنجو نالو رتي هو. پنهنجي پتيءَ جي انتظاريءَ ۾ هن پنهنجي مايا جي روپ سان شمبراسر کي موهت ڪيو هو. پنهنجي سچي روپ کي ۽ پنهنجي شرير کي لڪائي، گپت رکي، مايامئي روپ سان ٻاهريان روپ هنکي ڏيکاريندي هئي.

ڪام ديو پٽ جي روپ تومان جنم ورتو. هيءَ پرديمن اڳئين جنم ۾ ڪام ديو هو. هيءَ مايا وتي اُن جي زال رتي آهي.

هي رڪمڻي! اها آهي هن مايا وتيءَ ۽ پرديمن جي اڳئين جنم جي ڪهاڻي.

هيءَ تنهنجي نوهن آهي، تون ان ۾ ڪو به شڪ نه آڻ. هيءَ پوتر آهي ۽ ستي آهي. هن شرير ۾ هنجو شمبراسر سان ڪو به واسطو ڪو نه هو.

اهو ٻڌي ڪرشڻ ۽ رڪمڻي ڏاڍو خوش ٿيا. دوارڪا جا رهواسي به ڏاڍو خوش ٿيا.

ستاويهون اڌياءُ سماپت

---

# اٺاويهون اڌياءُ

## رڪمڻي کي مارڻ

شري پراشرجيءَ چيو- هي مترييه! رڪمڻيءَ کي پرديمن سميت ڏهه پٽ ۽

هڪ ڌيءَ ڄائي. وڏو پٽ پردمن هو ۽ سڀ کان ننڍي پٽ جو نالو چارو هو. ڌيءَ جو نالو چارمتي هو.

رڪمڻيءَ کانسواءِ ٻين ڪرشڻ کي ٧ ٻيون زالون هيون. انهن جا نالا هئا: ڪالندي، مترو ندا، ستيا، روهڻي ديوي، ڀدرا، ستيه ڀاما ۽ لڪشمڻا. انهن کانسواءِ هنکي ٻيون به سورهن هزار زالون هيون.

پردمن رڪميءَ جي سهڻي ڌيءَ سان شادي ڪئي. رڪميءَ جي ڌيءَ سويمبر ۾ پردمن کي پنهنجو پتي ڪري چونڊيو هو. ان مان پردمن کي انرڌ نالي پٽ ڄائو. انرڌ مهاپلوان هو. ڪو به بهادر جوڌو انکي جنگ ۾ جيتي نه سگهندو هو.

ڪرشڻ وري انرڌ لاءِ رڪميءَ جي پوٽي چونڊي هئي ۽ ان سان انرڌ جو وهانءُ ٿيو. جيتوڻيڪ رڪمي ڪرشڻ جو دشمن هو، ان هوندي به هن پنهنجي ڏوهٽي کي پنهنجي پوٽي ڏني.

انرڌ جو وهانءُ ڏاڍي ڌام ڌوم سان ڪيو ويو. ڪرشڻچندر سان گڏ بلرام وغيره ۽ ٻيا يادو به ان وهانءَ ۾ شامل ٿيا هئا ۽ سڀئي جڻ وڃي رڪميءَ جي راڄڌانيءَ ڀوڄ ڪٽ نالي نگر ۾ رها هئا.

جڏهن پردمن جي پٽ انرڌ جي وهانءَ جو سنسڪار پورو ٿيو تڏهن ڪلنگ ديش جي راجا ۽ ٻين ڪن راجائن رڪميءَ کي بلديو سان جوئا کيڏڻ جي صلاح ڏني. هنن صلاح ڏيندي رڪميءَ کي ٻڌايو ته جوئا ۾ بلرام ڪچو آهي ۽ تون ان کي جوئا ۾ سولائيءَ سان جيتي سگهندين.

رڪميءَ پوءِ بلرام سان جوئا جي راند شروع ڪئي. رڪميءَ پهرئين ئي داءَ ۾ بلرام کان هڪ هزار سون جون گينيون جيتيون. تڏهن بلرام ڏهه هزار سون جي سڪن (نشڪن) جو داءُ رکيو. پڻ جوآريءَ رڪميءَ اهو داءُ به کٽيو. بلرام جي ڏاڍي هار ٿي. ان تي ڪلنگ ديش جو راجا ڏند ڪڍي ٽهه ٽهه ڪري بلرام تي کلڻ لڳو. ان وقت رڪميءَ چيو ته ”بلرام کي راند جي ڪهڙي خبر. هنکي ڪوڙن ٻارن جي راند جو ايمان آهي ۽ هميشه هيءُ ٻارن جي راند ۾ هوشيار راندڪن جي بيعزتي ڪندو رهندو آهي.“

انهن جي ان روش تي بلرام کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. ان ڪاوڙ وچان بلرام هڪ ڪروڙ سون جي سڪن جو داءُ لڳايو. ان ۾ بلديو جي جيت ٿي ۽ رڪمي جي هار ٿي. بلديو زور سان چيو، ”مون جيتيو.“ ان تي رڪمي ڪوڙ ڪري چوڻ لڳو ته ”نه، هيءَ راند به مون ئي کٽي آهي.“ اهڙيءَ طرح ٻئي هڪ ٻئي ۾ وڙهڻ لڳا ... ان وقت آڪاش واڻي ٻڌڻ ۾ آئي ته حقيقت ۾ اهو داءُ بلرام ئي کٽيو ... ئي ڪوڙ ٿو ڳالهائي.“

ان تي غصي ۾ لال ٿي بلرام آئي ٿي جوئا جي پاڙن سان رڪميءَ کي ماري
وڌو ۽ پوءِ ڪلنگ راج کي پڪڙي انجا ڏند ڀڃي ڇڏيائين.

ان حادثي کي ڏسي رڪميءَ جي طرف جا ٻيا ڪيترا راجائون بلرام سان
وڙهڻ لڳا پر بلرام هڪ سون جو ٿنڀو اکاڙي، ان سان سڀني کي ماري ڇڏيو.

هي مئتريه! بلديو جي اهڙيءَ طرح غصي ۾ اچڻ تي سڀ سپا ۾ هاءِ-دوس
ٿي ويو. ڪي راجائون ته ڊپ ۾ ڀڄي ويا.

هي مئتريه! ان واردات کي ڏسي ڪرشڻ خاموش رهيو. ڇاڪاڻ ته هڪ طرف
هو. ٻئي جي ڊپ کان ڪرشڻ ڪجهه به نه ڪيو!
هنجي سامهون رڪميءَ جي ڀيڻ رڪمڻي هئي ته ٻئي پاسي وري سندس ڀاءُ بلرام

پوءِ ڪرشڻ يادوَن سان گڏ ۽ پنهنجي پتنيءَ رڪمڻيءَ سان گڏجي اَنرڌ کي
وٺي دوارڪا ۾ هليو ويو.

اٺاويهون اَڌياءُ سماپت

# اُڻٽيهون اَڌياءُ

## نرڪاسر جو موت

شري پراشر چيو- هي مئتريه! هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته جڏهن ڪرشڻ
دوارڪا ۾ هو ته ٽنهي لوڪن جو مالڪ ديوتائن جو راجا اِندر اڀراوت هاٿيءَ تي
چڙهي، ڪرشڻ سان گڏجڻ آيو. دوارڪا ۾ اچي هو ڪرشڻ سان مليو ۽ هنکي اچي
نرڪاسر جي ظلمن جو بيان ڪيائين. هن چيو ته "هي ڀڳوان ڪرشڻ! هنوقت اوهين
منشيه جي روپ ۾ آهيو، ان هوندي به هن پرٿوي لوڪ ۾ رهي به اوهان اسان
ديوتائن جي دکن ۽ تڪليفن کي دور ڪيو آهي. اوهان هٿ پرٿوي لوڪ ۾ اچي
ڪيترن ڏيٽڪ ۽ ڪيشي وغيره کي ماريو آهي. جن رشين ۽ منين کي ۽ سادن
سنتن کي ڏاڍو ستايو هو. ڪنس جهڙي پاپيءَ کي به اوهان ناس ڪيو جنهن ڏاڍا
ظلم ڪيا هئا. ان ڪانسواءِ ٻارن جي هتيا ڪندڙ پوتنا ۽ ڪوليا پيڙ وغيره کي به ناس
ڪري ڇڏيو. انهيڪري ماري اوهان پرٿويءَ تان بار لاٿو.

هي جناردن هن وقت اسان تي هڪ مصيبت نازل ٿي آهي، ان ڪري مان
اوهان وٽ آيو آهيان. اسانجي ڪشٽن جي ڪهاڻي ٻڌي، اوهين اسانجي ڪشٽن
کي دور ڪرڻ جو ڪو تدارڪ ڪريو.

هي ڪرشڻ! هيءُ پرٿويءَ جو پٽ نرڪاسر پراڳ، جيوتش-پر جو مالڪ آهي،

هن وقت هو سڀني جيون کي ماري رهيو آهي. هي ڪرشڻ! هن ديوتائن، سڌن، اسر ۽ راجائن جي ڌيئرن کي زوريءَ پڪڙيو آهي ۽ انهن ڪنوارين ڪنيائن کي وچ پنهنجي انتهپر (زنانه خانه) ۾ بند ڪري رکيو آهي.

هن ورڻ ديوتا جي ميهن وسائڻ واري ڇتر (ڇٽي) ۽ مندراچل جو مٿي-پربت تاڻي ڇڏيو آهي، ۽ ڪسي پاڻ وٽ رکي ڇڏيو آهي.

هي ڪرشڻ! هن منهنجي ماءُ ادتيءَ جا ٻه ڪنڊل به کسي ورتا آهن جن مان هميشه امرت جي ورکا ٿيندي رهندي آهي. هاڻي ته هو هن منهنجي ايراوت هاٿيءَ کي به وٺڻ چاهي ٿو.

هي گووند! مون اوهان کي هن جا هي سڀ ڪارناما ٻڌايا آهن. هاڻي ان نرڪاسر کي دفع ڪرڻ جو ڪو اپاءُ سوچيو.

شري پراشر چيو ته- اندر جا اهي لفظ ٻڌي شري ڪرشڻ مشڪيو ۽ اندر جو هٿ وٺي، پنهنجي آسڻ تان اٿي کڙو ٿيو. پوءِ فقط ياد ڪرڻ سان ئي حاضر ٿيندڙ، آسمان ۾ دور اڏامندڙ گرڙ تي ستيڀاما کي چاڙهي، پاڻ به ان تي چڙهيو ۽ پراڳ-جيوتش-پر ڏانهن روانو ٿي ويو. ان کانپوءِ اندر به ايراوت هاٿيءَ تي چڙهي پنهنجي ديو لوڪ ڏانهن روانو ٿي ويو ۽ ڀڳوان ڪرشڻ سڀني دوارڪاواسين جي ڏسندي ڏسندي نرڪاسر کي مارڻ لاءِ هليو ويو.

هي متريه! پراڳ-جيوتش-پر جي چوڌاري هڪ سؤ يوجن تائين ڪن رسين سان وڪوڙيل هئي. اهي رسيون (نوڙيون) لکن ڪين وانگر هيون. حقيقت ۾ اهي رڪ وانگر مضبوط هيون. ڪنهن کي به طاقت نه هئي جو انهن رسن کي ڪپي سگهي. ڀڳوان انهن رسن کي سدرشن چڪر سان ڪپي ڇڏيو. اهي رسيون مر نالي دئيت جون ٺهيل هيون ۽ انهن جي حفاظت لاءِ مر دئيت اتي هميشه حاضر رهي پهرو ڏيندو هو. نوڙين جي ڪپجڻ تي هو ڪرشڻ سان وڙهڻ لاءِ آيو. تڏهن ڪرشڻ ان مر دئيت کي به ماري ڇڏيو.

ان کانپوءِ شري هريءَ مر جي ستن هزارن پٽن کي پنهنجي چڪر جي ڌار سان اهين ماري ڀسم ڪري ڇڏيو جيئن پتنگن کي باه جلائي ڀسم ڪندي آهي.

هي متريه! اهڙيءَ طرح ڀڳوان ڪرشڻ مر، هيوگريو ۽ پنچجن وغيره دئيتن کي ماري تمام جلدي پراڳ-جيوتش-پر ۾ پرويش ڪيو. اتي پهچي ڀڳوان ڪرشڻ جي نرڪاسر سان جنگ شروع ٿي. نرڪاسر جي سينا تمام گهڻي هئي. ان جنگ ۾ نرڪاسر جا هزارين دئيت مارجي ويا.

۽ ڪرشڻ ڀومي-پتر نرڪاسر جا سدرشن اڇلي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيا.

ڪنس جي مرڻ وقت ڪالپوءِ ڀڳوتي اديتيءَ جا ٻه ڪنڊل هٿ ۾ کڻي اچي حاضر ٿي.

ڀڳوتيءَ چيو: ”هي ناٿ! آڳاٽي وقت ۾ اوهان ورآهه اوتار وٺي مونکي بچايو هو. ان وقت اوهان جي سپرش (ڇهڻ) سان مونکي هيءُ پٽ پيدا ٿيو هو. اهڙيءَ طرح اوهان ئي مونکي هيءُ پٽ ڏنو هو ۽ هاڻ اوهان ئي هن کي ناس ڪيو. هاڻ اوهين هي ڪنڊل وٺو ۽ هنجي اولاد جي رکيا ڪريو.“

”هي ڪرشڻ! مون تان بار لاهڻ لاءِ ئي ته اوهان اوتار ورتو آهي. هي ڀڳوان! اوهين مون تي پرسن ٿيو. مان وڏيڪ اوهان جي ڪهڙي اُستتي ڪريان. هاڻ هن نرڪاسر جا گناه معاف ڪريو. اوهان هنکي پاڻ کان چوٽڪارو ڏيڻ لاءِ ئي هنکي ماريو آهي.“

ڀڳوان ڪرشڻ ڀڳوتيءَ کي چيو، ”تنهنجي اڇا پوري ٿيندي.“

اُهين چئي ڪرشڻ نرڪاسر جي محلات سان ڪيترائي رتن ۽ هيرا جواهر هٿ ڪيا. پوءِ شري ڀڳوان نرڪاسر جي انتهپر ۾ پرويش ڪري قيد ۾ پيل سورهن هزار هڪ سؤ ڪنياڻن (ڇوڪرين) کي آزاد ڪيو.

پوءِ ڪيترائي قيمتي شيون ڪرشڻ کي مليون. اُهي سورهن هزار ڇوڪريون ۽ هاٿي گهوڙا وغيره جي ڪرشڻ کي نرڪاسر کي مارڻ کانپوءِ مليا، سي سڀ هن دوارڪا ۾ موڪلي ڇڏيا.

ان کانپوءِ ڀڳوان ورڻ جو ڇٽ ۽ مڻي-پربت اُن ڏٺو. اهو کڻي هن گروڙ تي رکيو ۽ ستيڀاما سان گڏ گروڙ تي چڙهي، اديتيءَ کي سندس ڪنڊل ورتائڻ هٿون هٿ ڏيڻ لاءِ سرڳ لوڪ ڏانهن روانو ٿي ويو.

اُنتيهون اڌياءُ سماپت

---

# ٽيهون اڌياءُ

## پارجات کي سرڳ لوڪ مان آڻڻ

شري پراشرجيءَ چيو- پکين جو راجا گروڙ، ورڻ جي ڇٽ، مڻي-پربت ۽ ستيڀاما سان گڏ ڪرشڻ کي کڻي آسمان ۾ اڏامڻ لڳو.

شري ڪرشڻ جڏهن سرڳ جي دروازي تي پهتو تڏهن هن پنهنجو شنک وڄايو. شنک جو آواز ٻڌي ديوتائون ارگهيه کڻي ڀڳوان جي سواگت ڪرڻ لاءِ اُنجي اڳيان

اچي حاضر ٿيا. ڪرشڻ جو سرڳ جي دروازي تي ڀيڪيدار سواڳت ڪيو ويو. پوءِ ڪرشڻ سڌو ديو-ماتا اديتيءَ جي درشن ڪرڻ لاءِ سندس محل ۾ ويو. سندس گهر سفيد بادلن وانگر صاف، اڇو ۽ سنڌو هو. شري ڪرشڻ ديو-ماتا اديتيءَ کي پرڻام ڪيو ۽ کيس سندس تمام سندر ڪنڊل ڏنائين ۽ کيس نرڪاسر جي موت جي خبر چار ٻڌايائين. ان کانپوءِ تمام خوش ٿي ڀڳوان ۾ ڌيان لڳائي، ڀڳوان جي استتي ڪرڻ لڳي. استتيءَ ۾ ڀڳوان جي سرو وياپڪتا جو ورڻن ڪيائين. هن چيو ته هن ساري جڳت ۾ وشڻو ڀڳوان وياپڪ آهي. هيءَ سڀ تارا، چنڊ، سورج، هوا، باهه ۽ پاڻي سڀ هي جڳت ئي ڀڳوان جو ئي روپ آهي. ڀڳوان ساڪار به آهي ته نراڪار به آهي، ان کان پوءِ اديتيءَ ڀڳوان جي مايا جو وستار سان ورڻن ڪيو. اها مايائي آهي جنهن سڀني کي موهت ڪري ڇڏيو آهي. پڇاڙيءَ ۾ اديتيءَ ڀڳوان جي چرڻن ۾ سر نوائيندي چيو ته "هي ڀڳوان! اوهين مون تي پرسن ٿيو. مان اوهان جي واستوڪ روپ کي ڪڏهن به ڄاڻي سگهان. اوهين مون تي ڪرپا ڪريو ۽ پرسن ٿيو."

جڏهن اديتيءَ ڀڳوان جي اهڙيءَ طرح استتي ڪئي تڏهن ڀڳوان کلي اديتيءَ کي چيو، "هي ديوي! تون ته اسان جي ماتا آهين. تون خوش ٿي اسان جي لاءِ ور دائي (ور ڏيندڙ) ٿيءُ."

اديتيءَ چيو، "هي ديوا! تنهنجي اڇا پوري ٿيندي. تون مرتيو لوڪ ۾ دئتن تي وجئه پائيندي. سر ۽ اسر ۾ توکي ڪير به جيتي نه سگهندو."

ان کانپوءِ ڪرشڻ جي پتني، ستيه ڀاما به اديتيءَ کي نمسڪار ڪيو ۽ چيائين ته "ماتا! اوهين پرسن ٿيو."

اديتيءَ چيو، "سلڀڻي، سهڻين اکين واري ستيه ڀاما! منهنجي ڪرپا سان ڪڏهن به توکي ٻڍاپو نه ايندو. تون هميشه جوان رهندينءَ ۽ تنهنجي شڪل ۾ ڪڏهن به ڦيرڦار نه ايندي. هميشه تنهنجو چهرو پيو ٽهڪندو."

شري پراشر جيءَ چيو ته اديتيءَ جي آگيا سان ديوراج اندر وڏي عزت، نمرتا سان ڪرشڻ ڀڳوان جو پوڄن ڪيو. ان وقت اندراڻيءَ شچيءَ کي ڪلپ ورڪش جي گلن جي ونئي پيل هئي. اندراڻيءَ ستيه ڀاما کي مانشي (منش جي جوڻ ۾) ڏسي ڪلپ ورڪش جا گل نه ڏنا.

ان کانپوءِ ڪرشڻ ستيه ڀاما سان گڏجي ديوتائن جو بغيچو، جنهنجو نالو "نندن ون" هو، ڏسڻ ويو. اتي ڪرشڻچندر "پارجات" نالي وڻ ڏٺو. ان جي گلن جي سرهاڻ چوڌاري ڦهليل هئي ۽ پارجات جي پنن جو رنگ ٽامي جي رنگ جو. اهو پارجات ورڪش امرت-منٿن جي وقت پرگهٽ ٿيو هو.

هي مترييا! اهو تمام دلڪش پارجات جو وڻ ڏسي ستيه ڀاما ڏاڍي خوش ٿي ۽ شري ڪرشڻ کي چوڻ لڳي، ”هي ڪرشڻ! هيءُ وڻ دوارڪا پريءَ ۾ ڇو ڪو نہ ٿا کڻي هلو؟ جيڪڏهن توهانجي مون ۾ سڪ ۽ پيار آهي تہ اوهين هيءُ وڻ ضرور دوارڪا ۾ کڻي هلو. توهان جا مولڪي اهي لفظ ياد آهن تہ اوهان مولکي چيو هو تہ ”تون ئي مولکي وڏيڪ پياري آهين.“ هيءُ وڻ مان پنهنجي گهر جي باغيچي ۾ لڳائڻ چاهيان ٿي. هنجا گل تمام سهڻا ۽ خوشبوئدار آهن. هيءُ پارجات منهنجي باغ جو سينگار ٿيندو. هاڻ اوهانجي پيار جي پريکشا آهي. هيءُ وڻ ضرور کڻي هلو. منهنجي مرضي آهي تہ هن ورکش جي گلن جي وڻي ٿاهي پنهنجن وارن کي سينگاريان. انهن گلن جي سينگار سان مان پنهنجن پاڃن ۾ سهڻي لڳنديس.“

شري پراشرجيءَ چيو تہ ستيه ڀاما جا اهي لفظ ٻڌي شري ڪرشڻ هڪدم پارجات کي کڻي گرڙ تي رکيو. اهو ڏسي نندن بن جي رکيڪن، مالهين ڪرشڻ کي چيو، ”هي ڪرشڻ! هيءُ وڻ اندر جي زال شچيءَ کي ڏاڍو پيارو آهي. جڏهن امرت منٿن جي وقت هيءُ پارجات سمنڊ مان نڪتو هو، ان وقت کان وٺي ديوتائن هيءُ وڻ شچيءَ کي سوکڙيءَ طور ڏنو هو. ان وقت کان وٺي هيءُ وڻ شچيءَ جي هن باغ ۾ ٿڙندو رهيو آهي ۽ پنهنجي گلن جي سرهاڻ سان هن نندن بن کي خوشبوئدار بڻائي رهيو آهي. هيءُ وڻ اندراڻيءَ شچيءَ جو چڻ تہ هڪ قسم جو خزانو آهي. اوهين هيءُ وڻ هن طرح زوريءَ ٻيا موڪلائڻ جي کڻي وڃي نٿا سگهو. اندر کي بہ هيءُ وڻ ڏاڍو پيارو آهي. هنجي هٿان کڻي وڃڻ جي اوهين ڪلپنا بہ نہ ڪريو. ڪنهن کي همت نہ آهي جو هن وڻ کي هٿ بہ لائي. هي ڪرشڻ! جيڪڏهن هيءُ وڻ هتان کڻي اڳتي وڌندا تہ اندر پنهنجو هٿيار وڄر کڻي اچي اوهان سان جنگ ڪندو. اجايو هن وڻ تان وڏي جنگ ڇڙي پوندي. ان ڪري هن پارجات جو اوهين خيال بہ نہ ڪريو. هي ڪرشڻ! سڀني ديوتائن سان اوهان جي دشمني ٿي پوندي. ان ڪري ان جو آخر نتيجو سٺو نہ نڪرندو.“

شري پراشرجيءَ چيو تہ هي مترييا! باغيچي جي سنڀاليندڙن مالهين جا اهي لفظ ٻڌي ستيه ڀاما کي غصو اچي ويو. هوءَ ڪاوڙ وچان چوڻ لڳي، ”هن جا مالڪ ڪير شچي ۽ اندر ڪير آهن. هن تي اسان جو بہ ادڪار آهي. چاڪاڻ تہ هيءُ امرت منٿن مان نڪتو آهي. هيءُ اسان سڀني جي هڪ جهڙي سمان سمپتي آهي. اڪيلو اندر هن کي ڪيئن کڻي سگهندو؟ جهڙيءَ طرح سمنڊ مان پيدا ٿيل مدرا، چندرما ۽ لڪشمي سڀ سمانتا سان اپڀوگ ڪن ٿا، اهڙيءَ طرح پارجات وڻ بہ سڀني جي سمپتي آهي. جيڪڏهن پتيءَ جي طاقت جو فخر اندراڻي شچيءَ کي آهي ۽ شچيءَ پنهنجو ادڪار هن تي قائم ڪري رکيو آهي تہ هنکي وڃي چئو

نه ستيه ڀاما هيءَ وڻ کڻي وڃي رهي آهي. لوڪن ان جي پڇڻ جي به ضرورت نه آهي. شچيءَ ڪسي وڃي چيو ته ستيه ڀاما ڪڙن لفظن ۾ ۽ فخر سان چوري ٿي ته جيڪڏهن منهنجو پتي ديوتائن جو راجا آهي، ته منهنجو پتي وشنو ڀڳوان جو اوتار آهي. جيتوڻيڪ هينئر مان مانوي (منش جنم ۾ پيدا ٿيل) آهيان. ان هوندي به منهنجو هن پارجات لاءِ وڏو اڌڪار آهي ۽ مان هن پنهنجي پارجات ورکش کي کڻي وڃي رهي آهيان."

شري پراشرجيءَ چيو- هي مترئيه! مالهين هڪدم اها خبر وڃي شچيءَ کي ٻڌائي. اهو ٻڌي شچيءَ پنهنجي پتيءَ ديوراج اندر کي ڀڙڪايو. اندر ديوتائن جي سينا وٺي پارجات وڻ جي موٽائي وٺڻ لاءِ شري ڪرشڻ سان جنگ ڪرڻ لاءِ ويو. ان وقت ڪرشڻ سان وڙهڻ لاءِ اندر پنهنجو خوفناڪ هٿيار وجر هٿ ۾ کنيو ۽ سڀني ديوتائن جي فوج به پنهنجا پنهنجا هٿيار تيار ڪيا. اندر ايراوت هاٿيءَ تي چڙهيل هو. شري ڪرشڻ ان وقت پنهنجو شنک وڄايو ۽ هڪدم هزارين، لکين تکا ٻاڻ ڇڏيا. زبردست جنگ لڳي شري ڪرشڻ جي ٻاڻن، ديوتائن جي هٿيارن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو. ناڳن کي کائيندڙ گرڙ ورڻ جي پاش کي پنهنجي چهنب سان چڪي ٽوڙي ڇڏيو. شري ڪرشڻ يم ديوتا جي ڊنڊ (ڏنڊي) کي پنهنجي گدا سان پٽي ٻه اڌ ڪري ڇڏيو. ڪبير جي وِمان کي به ڪرشڻ سدرشن چڪر دوارا هيٺ ڪيرائي ڀڙا ڀڙا ڪري ٽوڙي ڇڏيو. سورج جي تيج کي جهڪو ڪري ڇڏيو. ان کانپوءِ ڀڳوان ٻاڻن جي برسات وسائي اگنيءَ (باهه) کي ٺڌو ڪري ڇڏيو. سڀني وسن کي ڀڄائي ڇڏيو. شري ڪرشڻ سان گڏ گرڙ به ان جنگ ۾ ڪمال ڪري ڏيکاريو. ان کانپوءِ اندر ۽ ڪرشڻ جي هڪ ٻئي ۾ آمهون سامهون خوفناڪ جنگ لڳي. اندر وجر سان جنگ ڪرڻ لڳو ته ڪرشڻ وري سدرشن چڪر سان. چوڌاري هاهاڪار مچي ويو. ٽنهي لوڪن ڏٺو ته ڪرشڻ اندر جو وجر ڪسي پنهنجي هٿ ۾ کڻي ۽ سدرشن چڪر به ڪرشڻ جي هٿ ۾ هو. ان وقت ڪرشڻ اندر کي چيو، "اڙي اندر، ترس، ترس." اندر جڏهن جنگ جي ميدان مان ڀڄڻ تي هو ته ستيه ڀاما اندر کي چيو، "هي ديوتائن جا راجا! تون شچيءَ جو پتي آهين، هن طرح ڪائر وانگر جنگ مان ڀڄي پٺ ڏيکارڻ توکي واجب نه آهي. تون ڀلي نه پارجات جي گلن سان سينگاريل شچي تو وٽ ايندي هئي ۽ ڏاڍي پريم وچان آڌر شچيءَ کي، اڳي وانگر پارجات جي گلن سان سينگاريل نه ڏسي توکي اندر پد جو سک نه ملندو. هي اندر! هاڻي توکي وڌيڪ ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت نه آهي. تون هيڪ نه، هي پارجات وڻ کي کڻي وڃ، هنکي حاصل ڪري ديوتائن کي

خوشي ٿيندي. مان جڏهن انهن جي زال شچيءَ وٽ ٻه ڀيرا ويس ته هن مون ڏانهن نهاريو به نه. منهنجو سواگت ڪرڻ ته پري رهيو پر مون کي عزت به نه ڏنائين. چاڪاڻ ته هنن کي انهن جي طاقت جو گهمنڊ هو. ليڪن مان به زال ذات آهيان. مون به پنهنجي پتيءَ جي طاقت ڏيکارڻ لاءِ، توسان لڙائي ڪرڻ جو اڇيا ڪئي. حقيقت ۾ مون کي پرائي وستو کڻي وڃڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. شچيءَ کي پنهنجي سونهن ۽ طاقت جو ايمان آهي پر هر ڪنهن عزت واريءَ زال کي هن طرح جو فخر ضرور ٿيندو.“

شري پراشر جيءَ چيو– هي مئتريه! ستيه ڀاما جا اهي لفظ ٻڌي ديوراج موٽي آيو ۽ چيائين، ”هي ستيه ڀاما! مان توهان جو مِتر آهيان. منهنجي من ۾ اوهان جي لاءِ عزت آهي. سڀ وشو (جڳت) جي مالڪ پرڀوءَ کان هار کائڻ ۾ مون کي ذرو به ڏک نه آهي. هيءُ سڄو جڳت جنهن کان رچيو ويو آهي ۽ جو هن جڳت جي پالنا ڪري رهيو آهي ۽ وري آخر هن جڳت جو سنگهار به ان کان ئي ٿيندو. ان پاربرهم پرماتما جي اڳيان مان سر نوايان ٿو. سرو شڪتيوان پرماتما کي جيتڻ ۾ ڪير سمرٿ آهي؟“

ٽيهون اڌياءُ سماپت

## ايڪٽيهون اڌياءُ

### ڀڳوان جو دوارڪا پريءَ ۾ موٽي اچڻ ۽ سورهن هزار هڪ سؤ ڪنيائن سان شادي ڪرڻ

شري پراشر جيءَ چيو– هي براهمڻ ۾ اتم براهمڻ مئتريه! اندر جڏهن اهڙيءَ طرح ڀڳوان جي استتي (ساراهه) ڪئي، تڏهن ڪرشڻچندر کلي هيٺيان لفظ چيا: ”هي جڳت-پتي! اوهين ديوتائن جا راجا آهيو ۽ اسين منشيه آهيون! اسان جي هڪ ڏينهن مرتيو ضرور ٿيندي. منشيه جو جنم مرڻ هڪ قدرتي نيم آهي. اسان اوهان جو جيڪو هيءُ اپراڌ ڪيو آهي، اهو اوهين ڪشما ڪريو. هيءُ پارجات ورکش کڻي وڃو، وڃي پنهنجي ’نندن ون‘ ۾ رکو. هي اندر! مون ته ستيه ڀاما جي ڳالهه رکڻ لاءِ ئي هنن کي کنيو هو ۽ اوهان جو وڄر اڇليو هو، اهو پڻ موٽائي وٺو. چاڪاڻ ته دشمن کي ناس ڪندڙ هيءُ اوهان جو ئي هٿيار آهي.“

اندر چيو، ”هي پرماتما! ’مان منش آهيان‘ اهي لفظ چئي مون کي شرمندو ڇو ٿا ڪريو. مان اوهان جي هن سڳڻ اوتار ولڻ کي ڄاڻان ٿو. اوهان پاپين کي سزا

ڏيڻ لاءِ منشيءَ لوڪ ۾ اوتار ورتو آهي. اوهان جو اوتار ڀولوڪ لوڪ ۾ شانتي آڻڻ ۽ ڌرم جي استاپنا ڪرڻ خاطر ٿيو آهي. اوهان لوڪ رکشا لاءِ جڳهه جڳهه ۾ اوتار ولو ٿا. هي ڪرشڻ! هيءُ پارجات ورکش اوهين دوارڪا پوريءَ ۾ کڻي وڃو. جيستائين اوهين ان ڀولوڪ لوڪ ۾ آهيو اوستائين هيءُ پارجات به ڀولوڪ لوڪ ۾ رهندو. اوهين جڏهن ڀولوڪ لوڪ کي ڇڏيندا پوءِ هيءُ پارجات پرلوڪ (ڀولوڪ لوڪ) ۾ رهندو. هي ديون جا ديو! هي جڳت ناٿ! هي ڪرشڻ! هي وشنو! هي شنک، چڪر، گدا، پدم ڌاري! منهنجيءَ هن بيهوديءَ هلت کي معاف ڪندا."

شري پراشرجيءَ چيو- سرڳ لوڪ مان موٽڻ وقت اندر ۽ سڀني ديوتائن ڪرشڻ کي ڏاڍي پيڪدار موڪلائي ڏني. پوءِ ڪرشڻ هن ڀولوڪ لوڪ ۾ لهي آيو. هي مئتريه! دوارڪا وٽ پهچڻ سان ڪرشڻ پنهنجو شنک وڄايو. شنک جو آواز ڪرشڻ جي پهچڻ جي دوارڪا واسين کي سوچنا هئي. دوارڪا واسي ڏاڍو خوش ٿيا. ان کانپوءِ ستيڀاما سان گڏ ڪرشڻ گرڙ تان لٿو ۽ پارجات ورکش کي ستيڀاما جي باغيچي ۾ لڳايائين. پارجات ۾ اها خاصيت آهي ته جيڪو به منشيه ان جي اڳيان اچي بيهي ٿو ته ان کي پورب جنم جي يادگيري اچي ٿي ۽ ان جي گلن مان نڪتل خوشبوءِ سان ١٢ ڪوهن تائين ڀولوڪ خوشبودار ٿيندي پوي ٿي. يادو جڏهن پارجات ورکش جي نزديڪ ويا تڏهن انهن ڏٺو ته سندن مهانڊو ديوتائن جهڙو ٿي ڏسڻ ۾ آيو. آهي منشيه ته پر ديوتا ٿي لڳا.

ان کانپوءِ شري ڪرشڻ نرڪاسر وٽان آندل هاٿين، گهوڙن ۽ ڌن کي پنهنجي مٽن مائٽن ۾ ورهائي ڇڏيو ۽ نرڪاسر جيڪي ڇوڪريون پڪڙيون هيون، جن کي ڪرشڻ آزاد ڪري پاڻ سان گڏ وٺي آيو هو، انهن کي هن پاڻ سويڪار ڪيو.

شڀ مهورت ۾ شري ڪرشڻ انهن ڪنيائن سان وهانءُ ڪيو.

هي مئتريه! هن لاءِ شري ڪرشڻ دوارڪا ۾ جدا جدا محلات اڏرايا، پر هڪ ئي وقت وڌيءَ سان ڪرشڻ سڀني جو پاڻي گرهڻ (هٿيالي ٻڌڻ جو) سنسڪار ڪيو. انهن سورهن هزار هڪ سؤ استرين سان پاڻي-گرهڻ (هٿ وٺندي) ڪندي شري ڪرشڻ پنهنجا اوترائي روپ اختيار ڪيا. هڪ ئي ڪرشڻ، ساڳئي وقت سڀني جي محلاتن ۾ موجود ڏٺو ويو.

هي مئتريه! عجب جي ڳالهه ته اها هئي جو هر هڪ ڇوڪري ائين سمجهي [illegible] ته ڪرشڻ رڳو مون سان ئي شادي ڪئي آهي. هي مئتريه! جڳت جو [illegible] روپ ڌاري شري ڪرشڻ انهن سڀني جي گهرن ۾ رهندو هو.

ايڪٽيهون ادياءِ سماپت.

# ٻنيهون اڌياءُ

## اُشا جي ڪهاڻي

شري پراشرجيءَ چيو- رڪمڻيءَ مان ڀڳوان ڪرشڻ کي پردمن نالي پٽ پيدا ٿيو جنهنجو ورڻن اسين پهريائين ڪري چڪا آهيون.

ستيڀاما جي پٽ جو نالو ڀانوڀوميرڪ هو. ان کي ٻه پٽ ڄاوا. اهڙيءَ طرح ٻين استرين جهڙوڪ مترونداه سيتاه مادري، لڪشمڻاه ڪالندي وغيره مان به پٽ پيدا ٿيا. اهڙيءَ طرح ٻين استرين مان به، ڪل اَٺاسي هزار اَٺ سؤ (٨٨٨٠٠) پٽ پيدا ٿيا.

اُنهن سڀني پٽن ۾ رڪمڻيءَ جو پٽ پردمن وڏو هو. پردمن کي وري انرڌ نالي پٽ ڄائو. اَنرڌ مهابلي هو. جنگ ۾ هنکي ڪوبه جيتي نه سگهندو هو. هن راجا بليءَ جي پوٽيءَ ۽ ٻاڻاسر جي ڌيءُ اُشا سان شادي ڪئي.

اُن شاديءَ ۾ شري ڪرشڻ ۽ ڀڳوان شنڪر جي ٻاڻ ۾ خوفناڪ لڙائي لڳي هئي ۽ ڪرشڻچندر ٻاڻاسر جون سڀ ٻانهون ڪپي ڇڏيون هيون.

مترابيه چيو- هي براهمڻ! اُشا جي لاءِ مهاديو ۽ ڪرشڻ جي وچ ۾ لڙائي ڇو لڳي؟ ۽ شري هريءَ ٻاڻاسر جون ٻانهون ڇو ڪپي ڇڏيون؟ اوهين مونکي اها سڀ ڪٿا ٻڌايو. مونکي ڀڳوان ڪرشڻ جي هن ڪٿا ٻڌڻ جو ڏاڍو چاهه ٿي رهيو آهي.

شري پراشرجيءَ چيو- هي مترييه! هڪ دفعي ٻاڻاسر جي ڌيءُ اڪيلائيءَ ۾ شري شنڪر سان گڏ پاروتيءَ کي ڏٺو. اُهو ڏسي هن کي به اِڇا ٿي ته هوءَ به پنهنجي پتيءَ سان گڏ گرهست آشرم جي جيون گذاري. اُن وقت هن جي من جي ڳالهه ڄاڻي پاروتيءَ اُن سڪماري ڇوڪريءَ اُشا کي چيو، ”تون ودڪ دکي نه ٿيءُ، پنهنجي وقت پوري ٿيڻ تي تون به پنهنجي پتيءَ سان گرهست ڌرم جو جيون گذارجانءِ.“ پاروتيءَ جي ائين چوڻ تي اُشا خيال ڪرڻ لڳي ته ”خبر نه آهي ته منهنجي شادي ڪڏهن ٿيندي؟ ڪير منهنجو پتي ٿيندو؟“ ان ٻاري ۾ هن پاروتيءَ کان پڇيو. ان تي پاروتيءَ هنکي جواب ڏنو ته ”هي راج-ڪنيا! ويساک مهني جي سهانيءَ ٻارس جي رات جو جيڪو پرش سپني ۾ توکي پيار ڪندو ڏسڻ ۾ ايندو، اُهوئي تنهنجو پتي ٿيندو.“

شري پراشرجيءَ چيو ته- ان ڪانپوءِ ان ساڳي رات جو اُشا کي سپنو آيو. سپني ۾ هن ڏٺو ته هڪ تمام سهڻو جوان ساڻس پيار ڪري رهيو آهي ۽ ٻنهي جو

هڪ ٻئي ۾ پيار ٿي ويو آهي. جڏهن هنجو سپنو ٽٽو ۽ ننڊ مان جاڳي تڏهن ان
پنهنجي پياري انرُڌ کي نه ڏسي اُشا ڏاڍي وياڪل ٿي. هن کي ڏسڻ لاءِ هنجو من
ڏاڍو دکي ٿيڻ لڳو. ان وقت پنهنجي ساهيڙيءَ جي اڳيان لڄ شرم ڇڏي روئڻ
ڪري چوڻ لڳي ته ”هي انرُڌ! تون ڪيڏانهن هليو وئين.“

ٻاڻاسر جي پڌان منتريءَ جو نالو ڪمڀاند هو. هن کي هڪڙي ڌيءَ هئي،
جنهن جو نالو چترليکا هو. چترليکا اُشا جي ساهيڙي هئي. اُشا ٻڌايس ته هن کي
ڪجهه ٻڌائڻ ٿي چاهيو پر چترليکا وشواس ڏياريس ته هوءَ ڪنهن سان به هيءَ ڳجهو
حال نه ڪندي. ان ڪري اُشا شروعات کان وٺي پڇاڙيءَ تائين ڪيس سڄي ڳالهه
ڪري ٻڌائي ۽ پڇاڙيءَ ۾ ڪيس ونتي ڪيائين ته ڪيئن به ڪري اها ڪوشش ڪري
جنهن سان ورَ هن جو سماڳم ٿئي!

چترليکا چيو- هي پياري سکي! تو سپني ۾ جنهن جوان کي ڏٺو آهي، ان
کي ڄاڻڻ ته ڏاڍو مشڪل آهي، پوءِ اُن جو پتو ڪيئن لڳائي سگهبو. ان ڪري ان
کي حاصل ڪرڻ هڪ وڏي سمسيا آهي، ان هوندي سان ڪوشش ڪريان ٿي.
تون هڪ هفتو ان لاءِ انتظار ڪندي رهه.“ ائين چئي چترليکا پنهنجي گهر وئي
۽ ان جوان کي ڳولهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. ستن ڏينهن کان پوءِ چترليکا
چترپٽ تي مکيه ديوتائن، گنڌرون ۽ منشن (ماڻهن) جا چتر ڪڍي کڻي آئي.

چترليکا چتر ڪڍڻ ۾ وڏي هوشيار ڪلاڪار هئي. هوءَ ڪنهن به وِيڪتيءَ
جو چتر ڪڍي وٺندي هئي. هن اُهي سڀ چتر (تصويرون) اُشا کي ڏيکاريون.
ان کان پوءِ اُشا ديوتائن، گنڌرون ۽ ناگ-لوڪ وغيره جي تصويرن کي ڇڏي ماڻهن
جي تصويرن تي نظر ڊوڙائي. منشين ۾ به هن خاص ڪري يادو خاندان جي ماڻهن
جي تصويرن کي چڱيءَ طرح غور سان ڏٺو. يادون ۾ شري ڪرشن ۽ بلرام جا چتر
ڏسي ڪجهه شرمائجي وئي. پردمن کي ڏسي لڄ وچان هوءَ هيٺ ڪنڌ ڪري
بيهي رهي. ان کان پوءِ پردمن جي پٽ انرُڌ جي تصوير جڏهن ڏٺي ان وقت هنجي
لڄ ڪيڏانهن هلي وئي. هوءَ چوڻ لڳي، ”هي اهو ئي، هي اهو ئي آهي.“
هنجا اُهي لفظ ٻڌي، يوگ-وديا ۽ چتر وديا ڄاڻيندڙ چترليکا هن کي چيو، ”هيءَ
شري ڪرشن جو پوٽو آهي. ديوي ماتا توتي خوش ٿي هيءَ تنهنجو پتي نشچت
ڪيو آهي. هيءَ پتي توکي ملي ويندو ته ائين سمجهه، ته تو سڀڪجهه حاصل ڪيو.
پر دوارڪاپريءَ ۾ پرويش ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، ڇاڪاڻ ته دوارڪا تي سخت
پهرو هلي رهيو آهي. ان هوندي به هي سکي! ڪيئن به ڪري، ڪنهن به اُپاءَ
سان تنهنجي پتيءَ کي کڻي ايندس. تون هيءَ ڳجهه ڪنهن کي به نه ٻڌائج.

مان جلدئي موٽي ايندس. اسرو وقت توُن منهنجو انتظاري ڪندي رهه.“
پنهنجي ساهڙي اُشا کي دلاسو ڏيئي چترليکا دوارڪاپريءَ ڏانهن هلي وئي.
پنجهون اڌياءُ سماپت

---

# ڇهون اڌياءُ

## شري ڪرشڻ ۽ باڻاسر جي جنگ

شري پراشرجيءَ چيو- هي مترييه! هڪ دفعي باڻاسر ڀڳوان ترلوچن کي نمسڪار ڪري چيو، ”هي ڀڳوان شنڪر! جنگ ڪانسواءِ هنن هزار ٻانهن ۾ مونکي سور ٿي رهيو آهي. ڪڏهن اهو وقت ايندو جو هيءَ منهنجون هزار ٻانهون جنگ ڪري سڦل ٿينديون. جنگ ڪانسواءِ هيءَ هزار ٻانهون مون ٿي وڏو بوجو آهن.“

شري شنڪرجيءَ چيو- هي باڻاسر! جنهن وقت مور جي نصوير واري هيءَ تنهنجي جهنڊي ڪري پوندي، ان وقت تنهنجي اڳيان هڪ وڏي جنگ لڳندي جنهن ۾ ماس کائيندڙ پشاچن ۽ ڀڪين کي ڏاڍو مزو ايندو.

شري پراشرجيءَ چيو- ته ان کان پوءِ ڀڳوان شنڪر کي پرڻام ڪري باڻاسر پنهنجي گهر آيو ۽ پوءِ ڪجهه ڏينهن گذرڻ بعد ان جهنڊيءَ کي ڪرندو ڏسي هوُ ڏاڍو خوش ٿيو. ٺيڪ ان وقت چترليکا ناني اپسرا پنهنجي يوگ جي شڪتيءَ سان انرڌ کي کڻي آئي آئي. انرڌ کي اُشا جي ڪمري ۾ ڏسي زنانه-خانه جي پهريدارن سڄي خبر وڃي دئيتن جي راجا باڻاسر کي ٻڌائي. تڏهن مهاويرُ باڻاسر پنهنجن نوڪرن کي هن سان جنگ ڪرڻ جي آگيا ڏني ۽ پر دشمن کي ناس ڪندڙ انرڌ پنهنجي اڳيان ايندڙن سڀني سپاهين کي هڪ لوهه جي ڏنڊي سان ماري وڌو.

پنهنجي ڪجهه لشڪر جو خاتمو ڏسي باڻاسر انرڌ کي مارڻ جي ارادي سان رٿ تي چڙهي هن سان آمهون سامهون جنگ ڪرڻ لڳو. پر پنهنجي سموري طاقت لڳائي جنگ ڪرڻ ڪانپوءِ به باڻاسر جي زبردست هار ٿي. پوءِ هن پنهنجن وزيرن جي صلاح سان ٺڳيءَ ۽ ڪپٽ سان جنگ شروع ڪئي ۽ يادون جي اُن جوان کي ناگ-پاش ۾ ٻڌي ڇڏيو.

هوڏانهن دوارڪاپريءَ ۾ سڀني يادون ۾ ان ڳالهه تي بحث ٿيئي ٿيو ته انرڌ ڪيڏانهن هليو ويو آهي. انرڌ جي اوچتي لاپته ٿيڻ تي سڀ حيرت ۾ هئا ته اوچتو نارد اچي خبر ڏني ته انرڌ کي باڻاسر ناگ-پاش ۾ ٻڌي قيد ۾ رکيو آهي. نارد

اهو ٻه ٻڌائڻ ته پوڪ-ودپا ۾ هوشيار چترليکا انرڌ کي شوڻتپور ۾ کڻي وئي هئي.
اهو ٻڌي يادون کي پڪ ٿي ته ديوتائن انرڌ کي ته چورايو آهي، ڇاڪاڻ ته يادون
کي شڪ هو ته پارجات جي کڻي اچڻ ڪري ديوتائن اهو بدلو ورتو آهي.
ان وقت فقط ياد ڪرڻ سان حاضر ٿيندڙ گرڙ تي چڙهي شري ڪرشڻ ۽ بلرام پرديمن
سان گڏ ٻاڻاسر جي راڄڌانيءَ ۾ آيا. اچا شهر ۾ گهڙيا ئي مس ته هنن کي شنڪر جي
پارشد ۽ پرمٿ نالي گڻن سان جنگ ڪرڻي پيئي. انهن شنڪر جي گڻن کي ناس
ڪري شري ڪرشڻ اندر شهر ۾ هليو ويو.

ان کانپوءِ ٻاڻاسر جي رکيا ڪرڻ لاءِ ٽن مٿن ۽ ٽن پيرن وارو ماهيشور نالي
وڏو تپ اگيان وڏي ڀڳوان سان وڙهڻ لڳو. ان تپ جي هڪ اها حواءِ هئي جو
هن هڪ ٻاوڙو اڇليو. ان ٻاوڙي جي لڳڻ سان شري ڪرشڻ اهڙو ته گرم ٿي ويو
جو بلرام انکي هٿ ۾ لاهي نٿي سگهيو. هٿ لائڻ سان بلرام جا هٿ ۾ جلي ٿي ۽
اهو ڏسي بلرام ۾ گهبرائجي ويو. ان وقت شري ڪرشڻ هڪ ٻيو تپ پيدا ڪيو
جنهنجو نالو وشڻو جور هو. ان وشڻوجور هڪدم شري ڪرشڻ جي شرير مٿون
ماهيشور جور کي ڪڍي ڇڏيو. شري ڪرشڻ ته ان ماهيشور جور کي ناس ڪرڻ
ٿي چاهيو پر برهماجيءَ اچي شري ڪرشڻ کي عرض ڪيو ته ان ماهيشور جور کي ته
معاف ڪري ڇڏيو. ڀڳوان ڪرشڻ برهماجيءَ جي چوڻ تي ان کي معاف ڪيو ۽
وشڻوجور کي پنهنجي بدن ۾ لڪائي ڇڏيو.

ماهيشور جور (بخار) وڃڻ وقت چيو ته "جيڪو ماڻهو منهنجي اوهان سان
جنگ ڪرڻ جو فقط سمرڻ ڪندو ته ان کي ڪڏهن به تپ هوندو ته اهو لهي ويندو
اسان جي هيءَ ڪٿا ٻڌڻ ته بخار جي هڪ قسم جي آتمڪ اوشڌي آهي."

ان کانپوءِ ڀڳوان ڪرشڻ پنچاگنين کي ۽ ديتن ۽ دانو-سينا کي ناس ڪري
ڇڏيو. ان کانپوءِ وڏي ديتيه سينا سان گڏ ٻليءَ جو پٽ ٻاڻاسر، ڀڳوان شنڪر
۽ سوامي ڪارتڪيه جي اڳيان ٿيڻي گڏجي ڪرشڻ سان يڌ ڪرڻ لڳا. ڪرشڻ ۽
مهاديو جي زبردست جنگ لڳي. ان جنگ ۾ اهڙا ته خوفناڪ استر ۽ شستر ڪم
آندا ويا جو انهن جي گرمائش ۽ خوفناڪ دونهين سان هيءَ سڄي دنيا ڍڪجي
وئي. ته وڳو هيءَ پرلوءِ لوڪ ۾ ٽيئي لوڪ گهبرائجي ويا. ديوتائن ته انهن سمجهو
ته هاڻ پڪ پرلاءِ اچي وئي آهي. شري ڪرشڻ جرمڪا استر ڦٽو ڪيو. ان استر
۾ وري اها حواءِ هئي جو ان جي ڦٽي ڪرڻ سان سڀ دشمن جو لشڪر اوٻاسيون
ڏ[illegible]. خود مهاديو به انڌاڪڙو ٿي اوٻاسيون ڏيڻ لڳو. مهاديو جي اها حالت
ڏسي گڻ ۽ پيا مهاديو جا گڻ ڀڄڻ لڳا. ڀڳوان شنڪر لنڊ ۾ اهڙو ته غلطان

ٿي وئو جو وڃي پنهنجي رٿ ۾ سمهي رهيو ۽ شري ڪرشڻ سان جنگ ڪري نه سگهيو.

گرڙ وري شو جي واهڻ تي حملو ڪيو ۽ پرديمن ۽ ان سان گڏ حملو ڪيو. نتيجو اهو نڪتو جو سوامي ڪارتڪيه ۾ ڀڄي وئو.

ٻاڻاسر ڏٺو ته ڀڳوان شنڪر کي ۽ نند اچي وئي آهي ۽ ڪارتڪيه ۾ ڀڄي وئو آهي. سو ٻاڻاسر هڪ وڏي رٿ تي چڙهي، جنهن کي نند يشور هڪي ڪاهيو، پاڻ خود ڪرشڻ سان جنگ ڪرڻ لاءِ آيو.

ٻاڻاسر جي اچڻ سان ئي ٻلديو سندس لشڪر تي ٻاڻن جي برسات وسائي ۽ ٻاڻاسر جي لشڪر کي حيران ۽ پريشان ڪري ڇڏيو. سندن قطارون ٽٽي پيئون. تڏهن ٻاڻاسر جي لشڪر جا سپاهي ڀڄڻ لڳا. ٻاڻاسر ڏٺو ته هنجي سينا کي ٻلديو ڏاڍي ڦڙتيءَ سان هر سان گهلي مهري سان ماري رهيو آهي ۽ ڪرشڻ وري انکي ٻاڻن سان گهائل ڪري رهيو آهي. ان وقت ڪرشڻ ۽ ٻاڻاسر جي وچ ۾ خوفناڪ جنگ ڇڙي پيئي. اهي ٻئي هڪ ٻئي تي تکا تير اُڇلڻ لڳا. ڀڳوان ڪرشڻ ٻاڻاسر جي تکن ٻاڻن کي پنهنجن ٻاڻن سان ڪاٽي ڇڏيو. پوءِ ڪرشڻ ٻاڻاسر تي ۽ ٻاڻاسر ڪرشڻ تي تير وسائڻ لڳو.

آخر ڀڳوان ڪرشڻ ڏٺو ته هاڻ سڀ ٻاڻ کپي وڃڻ تي آهن، ان ڪري ڪيس مارڻ جو پڪو ارادو ڪيائين. انڪري ڪرشڻ سدرشن چڪر پنهنجي هٿ ۾ کنيو. جنهن وقت ڀڳوان ڪرشڻ ٻاڻاسر کي مارڻ لاءِ سدرشن چڪر سندس ڀنيان ڇڏڻ چاهيو ٿي، ٺيڪ ان وقت ديتن جي ودياس (ڪل ديوي) ڀڳوان جي سامهون نگن (اُگهاڙي) ٿي اچي بيهي رهي. ان کي ڏسي ڀڳوان پنهنجون اکيون هڪدم بند ڪري ڇڏيون ۽ ٻاڻاسر ڏانهن هنجي ٻانهن کي ڪاٽڻ لاءِ سدرشن چڪر ڇڏيائين. ڀڳوان ڪرشڻ جي سدرشن چڪر ٻاڻاسر جي ٻانهن کي ڪپي ڇڏيو فقط ٻه ٻانهون ڇڏي ڏنائين. ڀڳوان شنڪر ڏٺو ته هاڻ سدرشن چڪر ٻاڻاسر جي سسي ۾ ڪپي ڇڏيندو تڏهن ڀڳوان شنڪر پاڻ ڪرشڻ جي اڳيان اچي آيار وينتيءَ نوائي کيس چيو ته "مونکي خبر آهي ته اوهين ڀڳوان وشنوءَ جا اوتار آهيو. هيءَ ته فقط اوهان جي ليلا آهي. هي پريو! اوهين پرسن ٿيو. مون هن ٻاڻاسر کي اڀيه-دان (جيئري رهڻ) جو وچن ڏنو آهي. منهنجي وچن کي ڪوڙو نه ڪرايو. هيءَ اوهانجو ڏوهي آهي. هن کي مون کان ور مليا آهن ان ڪري هيءَ مغرور ٿي وئو آهي. جيئن ته هن ديتيه کي مون ئي ور ڏنو آهي ان ڪري مان ئي هن کي اوهان کان معافي وٺايان ٿو."

شري پراشرجيءَ چيو- ڀڳوان شنڪر جا اهي لفظ ٻڌي ڪرشڻ جو غصو ڪافور ٿي ويو. شري ڪرشڻ خوش ٿي چيو، ”هي شنڪر! جيڪڏهن اوهان هن کي ور ڏنو آهي ته پلي هيءَ هن دنيا ۾ جيئرو رهي. اوشان جي وچن جو مان رکڻ لاءِ ئي مان هن سدرشن چڪر کي روڪيان ٿو. اوهان هن کي اڀيه ڏنو، مان به هاڻ هنکي اڀيه دان ڏيان ٿو يعني موت کان کيس بچايان ٿو. هي ڀڳوان شنڪر! حقيقت ۾ اسين ٻئي هڪ آهيون. وڏو ٿالا الڳ الڳ آهن ۽ روپ الڳ الڳ آهن. پر آهيون ٻئي هڪ.

هي ڀڳوان شنڪر! مورک ماڻهو اسان ۾ ڀيد سمجهندا آهن، انهيءَ من اوديا سان موهت رهندو آهي، اهي اگياني آهن. هي ڀڳوان شنڪر! اوهين پلي هاڻ پنهنجي ڌام ڏانهن وڃو. مان به هاڻي هتان وڃندس.“

شري پراشرجيءَ چيو- انهن چئي ڀڳوان ڪرشڻ انرڌ وٽ ويو. ڀڳوان ڪرشڻ جي گرڙ کي ڏسي انرڌ جا ناگ-پاش ناس ٿي ويا. هو هاڻ بندن کان آجو ٿي ويو. ان کانپوءِ انرڌ کي سندس پتنيءَ سان گڏ گرڙ تي چاڙهي بلرام، ڪرشڻ ۽ پردمن دوارڪاپوريءَ ۾ موٽي آيا.

هي مئترئيه! دوارڪاپوريءَ ۾ ڀڳوان ڪرشڻ، پراوريءَ ٽان وجهو لاهڻ جو ادبش رکي پنهنجي ڪٽنب پريوار سان رهڻ لڳو ۽ پنهنجن واٽين سان سدسار جا سک ڀوڳڻ لڳو.

ٽيٽيهون آڌياءِ سماپت

## چوٽيهون اڌياءِ

### پونڊرڪ کي مارڻ ۽ ڪاشيءَ کي جلائڻ

شري مئترئيه جيءَ چيو- هي گروجي! شري وشڻو ڀڳوان اوتار وٺي جيڪي لبلائون ڪيون ۽ هن اِندر، شنڪر ۽ سمپورڻ ديوتائن کي جيتي جيڪي مهاڪارنه ڪيا هئا اهي مون سب ٻڌا. انهن ڪانسواءِ ٻيا به هن جي پراڪرم جا ڪاره ٻڌايو. مونکي ٻڌڻ جي ڏاڍي اڇا آهي.

شري پراشرجيءَ چيو- ڀڳوان منشيه اوتار وٺي جهڙيءَ طرح ڪاشي پوري اهو مان توکي ٻڌايان ٿو، تون ڌيان ڏيئي ٻڌ.

وقت کي اهڙا به مورک ماڻهو هئا جي هڪ ڀئي پونڊرڪ ولش ۾ پيدا

ٿيل واسديو ناليءَ هڪ راجا کي ڀڳوان جو اوتار سمجهي پوڄيندا هئا. اهي اگيان ۾ اچي چوندا هئا، ”هيءُ واسديو روپ ۾ ڀڳوان ڀرتيءَ تي اوتار وٺي آيو آهي.“ انهن ڳئي هنجي اُستتي ڪندا هئا. آخر هو به پاڻ کي ڀڳوان جو اوتار سمجهڻ لڳو. هن وشڻو ڀڳوان جون سڀ نشانيون پنهنجي بدن سان لڳايون. هن مهاتما ڪرشڻچندر وٽ پنهنجو دوت موڪلي هيءُ نياپو موڪليو ته، ”اڙي مورک! تون پنهنجي واسديو ناليءَ کي ڇڏي ڏي ۽ تو جيڪو سدرشن چڪر هٿ ۾ کنيو آهي، ان جو به تياڳ ڪري ڇڏ. توکي ڪوبه حق ڪونه آهي، انهن نشانين ڌارڻ ڪرڻ جو. مان ئي ڀڳوان جو اوتار آهيان. جيڪڏهن تون جيئرو رهڻ چاهين ٿو ته منهنجي شرڻ ۾ اچ.“

دوت جڏهن ڪرشڻ کي اهي مٿيان لفظ چيا تڏهن ڪرشڻ ڀڳوان مشڪي هي اکر چيا، ”ٺيڪ آهي، مان پنهنجي سدرشن چڪر کي تنهنجي مٿان ڇڏيندس. منهنجي طرفان تون پونڊرڪ کي وڃي چئجانءِ ته مون تنهنجي پيغام جي سڄي معنيٰ سمجهي آهي. توکي جيڪي به ڪرڻو هجي اهو ڪجانءِ؛ مان پنهنجون نشانيون ۽ پوشاڪ پهري تنهنجي شهر ۾ ايندس ۽ پڪ پنهنجو سدرشن چڪر تنهنجي مٿان ڇڏيندس. تو مونکي جيڪا اچڻ جي نيند ڏني آهي، اها مونکي قبول آهي. مان تنهنجي آگيا جو پالڻ ضرور ڪندس. سڀاڻي مان تو وٽ پهچي ويندس دلجاءِ ڪجانءِ. تنهنجي شرڻ ۾ اچي مان اهو اُپاءُ ڪندس جو وري تومان مونکي ڪوبه ڊپ نه ٿيندو.“

شري پراشرجيءَ چيو- شري ڪرشڻ جي انهن چوڻ تي جڏهن اهو دوت هليو ويو تڏهن ياد ڪرڻ سان ئي حاضر ٿيندڙ گرڙ تي چڙهي شري ڪرشڻ ان جي راڄڌانيءَ ڏانهن روانو ٿيو.

ڀڳوان جي اچڻ جو احوال ٻڌي ڪاشيءَ جو راجا به اُنجو مددگار ٿي پنهنجي سڄيءَ فوج سان اچي حاضر ٿيو. پونڊرڪ به پنهنجي سڄيءَ سينا سان ڪرشڻ جي مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ڪرشڻ سان جنگ ڪرڻ لاءِ آيو. ڀڳوان هري ڪانئي ڏٺو ته هو هڪ تمام سٺي رٿ ۾ چڙهيل آهي ۽ هنجي هٿن ۾ چڪر، گدا، شارنگ ڌنش ۽ پدم آهن. شري ڪرشڻ ڏٺو ته هنجي ڳلي ۾ وڃينتي مالها پهريل آهي ۽ شرير تي پيتامبر پهريل اٿس ۽ سندس رٿ ۾ به گرڙ جي نشان واري جهنڊي آهي، هنجي ڇاتيءَ ۾ به شري وٿس جو چنهه (نشان) آهي. هنکي ڪيترن قسمن جا رتن، هيرا ۽ جواهر پهريل آهن. مٿي ۾ ڪريٽ* اٿس ۽ ڪنن ۾ ڪنڊل پهريل اٿس.

* هن جملي جو سنسڪرت شلوڪ موجب ٻيو به ارٿ ٿي سگهي ٿو. ان جو اهو به مطلب ٿي سگهي ٿو ته ”منهنجي موت آڻڻ لاءِ، پنهنجي ٻيءَ جي مارينڊڙ ڪرشڻ وٽ ڪرليا پيدا ٿيڻ گهرجي. ان ڪري ان جو اُهڙو نتيجو نڪتو.

اهي سڀ نظاريون ڏسي ڀڳوان ڪرشڻ کلڻ لڳو. ان ڪانپوءِ شري ڪرشن ڀڳوان
هڪ ڪن ۾ ٽي پنهنجي شارنگ نالي ڌنش سان لڪا ٻاڻ اڇلي هن جي سڄي لشڪر
کي ماري ماس ڪري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح ڪاشيءَ جي راجا جي سينا کي ٻه نيست
نابود ڪري ڇڏيائين. ان وقت ڀڳوان ڪرشڻ پولنڊرڪ کي هيءَ لفظ چيا، ”هي
پولنڊرڪ مون وٽ تو جيڪو دوت موڪليو هو ۽ هن جيڪي ٻه مولکي چيو، ان
پيغام جي مون اکر ٻه اکر ٻجاوري ڪئي آهي. ڏس، اجهو هاڻ مان سدرشن چڪر
ڇڏيان ٿو، هيءَ تنهنجي مٿان ڪدا اڇليان ٿو، هيءَ گرڙ ٻه هاڻي ڇڏي ڏيان ٿو،
هيءَ گرڙ هاڻي تنهنجي جهنڊي تي اچي واهندو.

شري ڀاشوڄيءَ چيو تہ- انهن ڇٽي ڪرشڻ سدرشن چڪر ڇڏيو جنهن پولنڊرڪ
کي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو ۽ گرڙ هن جي جهنڊو ٽوڙي وڌو. ان ڪانپوءِ لشڪر
۾ ڀاڄ پئجي ۽ هاڻي دوس مچي ويو. ٻو پنهنجي دوست جو بدلو وٺڻ لاءِ ڪاشي
نريش ساموهون اچي ڪرشڻ سان جنگ ڪرڻ لڳو. تڏهن ڀڳوان ڪرشڻ شارنگ
ڌنش جي هڪ ٻي ٻاڻ سان هن جي سسي ڪاٽي ڪاشي لڪريءَ ۾ اڇلي ڇڏي. اهو
ڏسي سڀ ماڻهو اچرج ۾ پئجي ويا. اهڙيءَ طرح پولنڊرڪ ۽ ڪاشي نريش کي
ماري ڀڳوان ڪرشڻ دوارڪا ۾ موٽي آيو.

هيڏانهن وري ڪاشيءَ ۾ ڪاشي راج جي سسي ڪرال ڏسي سڀ ڳوٺواسي
عجب ۾ پئجي چوڻ لڳا، ”هيءَ ڇا ٿيو؟ هنکي ڪنهن ڪاٽي ڇڏيو؟ جڏهن هن
جي پٽ کي معلوم ٿيو تہ هنکي شري واسديو ماريو آهي تہ هن پنهنجي گروهڻ
سان گڏجي ڀڳوان شنڪر کي راضي ڪيو. ڪاشي مهاڪيتر ۾ ان راجڪمار تي خوش
ٿي شنڪر کيس وَر گهرڻ لاءِ چيو. هن چيو، ”هي ڀڳوان، هي شو شنڪرا اوهان
جي ڪرپا سان منهنجي پيءُ جو خون ڪندڙ ڪرشڻ جي موت آڻڻ لاءِ ا
مان ڪرتيا پيدا ٿيڻ گهرجي.

شري ڀاشوڄيءَ چيو تہ- ڀڳوان شنڪر چيو تہ ”ائين ئي ٿيندو.“ ڀڳوان
جي ائين چوڻ سان جڏهن اگنيءَ جو هوم ڪيو ويو تہ ان مان ان اگنيءَ
وناش ڪرڻ واري هڪ ڇوڪري پيدا ٿي. هن جي خوفناڪ منهن مان
جيئون پئي نڪتيون، هن جا وار ڇڻ تہ ٻاهه جا الا هئا. انهن جو رنگ ٽا
هو. هوءَ غصي ۾ ”ڪرشڻ! ڪرشڻ!!“ چوندي دوارڪاپوريءَ ۾ آئي.
هي الوپه! ان کي ڏسي ماڻهو ڊڄي ويا ۽ وڃي ڀڳوان وٽ اڪا.
ڀڳوان روئلي چوپڙ راند ڪئي. ڪرشڻ سمجهي ويو تہ هيءَ ڪاشيءَ جي
ناٿ شنڪر ڀڳوان کي خوش ڪري پيدا ڪئي آهي. ڀڳوان ڪرشڻ

پنهنجي سدرشڻ چڪر کي ان کي مارڻ جي آگيا ڏني. ڀڳوان وشڻوءَ جي سدرشن چڪر ان ڀاءِ جي جيئن واري منهن مان ٻاهر نڪري، ان ڇوڪريءَ ڪرتيا جي پٺ ورتي. اهو ڏسي ڊپ ۾ اها ڊوڙڻ لڳي. ڇاڪاڻ نه چڪر جو تجلو ۽ گرمائش هوءَ سهي نه سگهي. چڪر به تمام تيز رفتار سان اُن جي پٺيان ڊوڙڻ لڳو. آخر وشڻو چڪر کان ڇٽڻ لاءِ هوءَ ڪاشي نگريءَ ۾ ئي اچي اٽڪي. ان وقت ڪاشي نريش جي سڄي سينا تيار ٿي، ان چڪر جو مقابلو ڪرڻ لاءِ آئي. چڪر ته پنهنجي تيج سان ان سڄيءَ سينا کي ساڙي ڀسم ڪري وڌو. پوءِ ڪرتيا کي به جلائي اچي سڄي ڪاشيءَ نگريءَ کي جلائڻ لڳو. سڄي رعيت اها روئڪار ڏسي حواس ۾ اچي هاهاڪار ڪرڻ لڳي. ڪاشيءَ ۾ وڏا وڏا محلات هئا، راجا جا ڪيترا گهوڙا هاٿي ۽ رٿ هئا، پر ڪرشڻ جي ان سدرشن چڪر کان لڳايل خوفناڪ باهه جي ڪري سڄي ڪاشي جلڻ لڳي آخر ان سدرشن چڪر سڄي ڪاشي ساڙي ڀسم ڪري وري موٽي ڀڳوان وشڻوءَ جي هٿ ۾ اچي واسو ڪيو.

چوٽيهون اڌياءِ سماپت

---

# پنجٽيهون اڌياءِ

## سانب جو وهانءُ

شري مئتريه شري ٻلرام جي چرترن ٻڌڻ لاءِ شري پراشر جيءَ کي وينتي ڪئي. ان تي پراشر رشيءَ مئتريه کي شيش ناگ جي اوتار مهاٻلوان جون ڪٿائون ٻڌائڻ هيٺينءَ طرح شروع ڪيون: "هي مئتريه! هڪ دفعي جامونتيءَ جو پٽ سانب سوامبر جي موقعي تي وڃي دريوڌن جي ڌيءُ کي زوريءَ ڀڄائي ويو. ان تي ڪورون جي سڀني بهادرن جهڙوڪ ڪرڻ، دريوڌن ڀيشم پتامهه ۽ دروڻ وغيره کي ڏاڍو غصو آيو. ڪاوڙ ۾ هنن سانب جي پٺ ورتي، ساڻس جنگ ڪري ڪيس جنگ ۾ جيتي ٻڌي وٺ ٻڌي قيد ۾ وڌو. اهو سماچار ٻڌي يادون کي به ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. ڪرشڻچندر وغيره سڀني يادون دريوڌن کي مارڻ لاءِ وڏي تياري ڪئي. ٻلرام اُنهن کي منع ڪئي، کين روڪيو ۽ چيو، "مونهنجي چوڻ سان ڪورو سانب کي ڇڏي ڏيندا. ڇو نه هو منهنجا جهونا متر آهن. ان ڪري مان اڪيلوئي اُن وڃان ٿو."

ٻلديو ڪورون جي راڄڌاني هستناپور ڏانهن روانو ٿي ويو. جڏهن شهر جي ڀرسان پهتو تڏهن نگر جي ٻاهر هڪ بغيچي ۾ ترسي پيو. جڏهن دريوڌن وغيره

ڪورون پڻ ته بلرام آيو آهي، تڏهن سڀني وڏس وڃي سندس شاندار آجيان ڪئي.
بلرام ڪِن چيو ته ”راجا اگرسين جي آگيا آهي ته اوهين هڪدم سانب کي ڇڏي
ڏيو.“ بلرام جا اهي لفظ ٻڌي سڀني ۾ جوش ڇانئجي ويو. ڏريوڌن وغيره ڪورون
کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. هُنن يادون جي خاندان کي ڀاڻ ڪان گهٽ ۽ اڻلائق سمجهو
۽ ڪيس غصي ۾ اچي چوڻ لڳا: ”هي بلديو! اون هيءَ ڇا چئي رهيو آهين؟ اگرسين
کي ڪوبه حق نه آهي جو هو اسانکي حڪم ڪري. ان ڪري اسين سانب کي
آزاد ڪرڻ لاءِ بلڪل انڪار ٿا ڪريون. بلرام! تون هاڻي موٽي وڃ. اسين تنهنجي
آگيا يا اگرسين جي آگيا سان سانب کي ڇڏي نٿا سگهون.“ وري هنن چيو ته
”اڳاڻي زماني ۾ اڌڪ ونش ۾ پيدا ٿيل يادو اچي اسان کي پرڻام ڪندا هئا، هاڻي
هو پرڻام نٿا ڪن ته ٻلي نه ڪن پر اوڪو ڪڏهن به مالڪ کي حڪم ڏئي نه ٿا
سگهن. اسان توهان سان گڏ کائي، گڏ ويهي، توهان کي مغرور بڻايو آهي. اسين
سمجهون ٿا ته اها اسان جي غلطي هئي جو اسان توهان کي اتڙو متي تي چاڙهيو.
هي بلرام اسان جا هيءَ تنهنجي آجيان ڪئي، تنهنجو سواگت ڪيو سو فقط پيار
وچان اسان ڪيو. حقيقت ۾ اسان جي خاندان کي اوهانجو سواگت ڪرڻ نه گهرجي.“

شري پراشرجي چيو ته اهي متيان لفظ چئي، ڏريوڌن ۽ ٻيا سڀ ڪورو
هستناپور ڏانهن موٽي ويا. سندن اهي لفظ ٻڌي بلرام کي گهڻي ڪاوڙ لڳي. هن
جوش ۾ پرجي چيو، ”اڙي! هنن ڪورون کي راجائيءَ جو نشو آهي. هنڪي هاڻي
ڏاڍو اڀمان ٿي ويو آهي. هنن اڄ اسان جي بيعزتي ڪئي آهي. اڄ اگرسين راڄ
سنگهاسڻ تي ويهي سڌرما نالي سڀا ۾ اچي براجمان ٿيندو آهي. ان سڀا ۾ اندر به
وهڻ جي همت نٿو ڪري، پر ڪورون کي ڏڪار آهي. هزارن اڳين راجائن جي
جوٺي سنگهاسڻ تي وهڻ جو هنڪي ڪيڏو نه اڀمان آهي. جنهنجي نوڪرن جون
زالون به پارجات وڻ جي گلن سان ٻاڻ کي سينگارين ٿيون، ان يادون جي خاندان
کي ڪورو لڙهه جي نگاهه سان ڏسن ٿا. هنڪي حيف آهي. اگرسين سڀني راجائن
جو به راجا اِي رهندو. هو مهاراجا آهي. اڄ مان اڪيلوئي هن پرٿويءَ تان ڪورون
جو نالو نشان ميٽي پوءِ دوارڪا ويندس. اڄ سڀني ڪورون کي ختم ڪري سانب کي
آزاد ڪري پوءِ ئي مان دوارڪا ۾ داخل ٿيندس. اڄ مان هن هستناپوريءَ کي گنگا
جي ڌارا ۾ ٻوڙي ڇڏيندس.“

شري پراشرجيءَ چيو - مهابلوان بلديو اهي لفظ چئي هل جي نوڪ سان ڌرتيءَ
تي جڙيل هستناپور جي قلعي جي ڀاڙ سميت وڃي کينچيو. ان وقت سڄي هستناپور
جهڙو ڏرلي ڏيڻ ڪري جاڳون لڏنديون آهن. اها حالت ڏسي سڀ

ڪاوڙ ڏکي وئا. اهـي ٻلرام وٽ اچي چوڻ لڳا، ”هي ٻلرامجي! هي مهاجوڌا! معاف ڪرايو معاف ڪريو. پنهنجو غصو شانت ڪريو. اسين سانب ڪـي سندس پتنيءَ سان گڏ توهان کي سونپيون ٿا. اسان اوهان جي طاقت ۽ سچائي هئي، ان ڪري اسان اوهانجو اپراڌ ڪيو آهي، ڪرپا ڪري اساڻو ڏوه گناه معاف ڪريو.“

شري پراشرجيءَ چيو ته هي مئتريه! اهي لفظ چئي هو هڪدم باعزت سانب کي سندس لڇمڻ ڪنوار سميت ولي آيا ۽ انهي ڪـي ٻلرامجيءَ کي ڏنائون. تڏهن ٻلرام جو ڪروڌ شانت ٿيو ۽ ٻلرام ڪين معاف ڪري ڇڏيو.

هي مئتريه! اڄ ڏينهن تائين هستناپور گنگا نديءَ طرف ڪجهه جهڪيل نظر اچي رهي آهي. اهو ٻلرام جو پرڀاو آهي. ڪورون عزت سان ٻلرام کي موڪلائي ڏني. ڏاج ڏاج ڏيڻ ڏيئي کيس دوارڪاپوريءَ روانو ڪيائون.

ٻٽيهون آڌياءُ سماپت

## چٽيهون آڌياءُ

### دِوِد جو موت

شري پراشرجيءَ چيو- هي مئتريه! ٻلرام جـي بهادريءَ جا ڪم اهڙائي هئا. هن جي بهادريءَ جي هڪ ٻي ڳالهه ٻڌ. دِوِد نالـي هڪ زبردست وڏو باندر هو. هو باندرن ۾ هڪ طاقتور هو. هو ديوتائن جي دشمن نرڪاسر جو متر هو. ڀڳوان ڪرشڻ اندر جي پريرڻا سان نرڪاسر کي ماريو هو. اهوئي سبب هو جو ان دِوِد باندر ديوتائن سان دشمني رکي هئي. هن من ۾ پڪو فيصلو ڪري ڇڏيو هو ته هو ڪينئن به ڪري نرڪاسر جـو بدلو ديوتائن کان وٺندو. اهوئي سبب هو جو هو مرتيو لوڪ (ڀوُمي لوڪ) کـي ناس ڪرڻ جون ڪوششون ڪندو رهندو هـو. جيڪي يگيه وغيره ڌارمڪ ڪم ٿيندا هئا، هيءُ اچـي انهن ۾ رڪاوٽون وجهندو هو ۽ انهن کي نـاس ڪرڻ جو ڪوششون ڪندو هو. هو ماڻهن کي بـه تڪليفون ڏيندو هو ۽ سادو سنتن جو ته هو سخت دشمن هو. هو باغ بغيچن، وڏن شهرن ۽ ننڍڙن ڳوٺن ۾ وڃي باهيون لڳائيندو هو ۽ انهن کي جلائيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن تـه وڏن پربتن کي ڪيرائي ننڍڙن ڳوٺن جـي ماڻهن کي چيپائڻ جا خوفناڪ ڪم ڪندو هو. مطلب ته ماڻهن کي تڪليف ڏيندو هو. عام جنتا لاءِ ته هو هڪ وڏو آزار هو. پنهن ۾ جڏهن آن تيار ٿيندو هو ته ان کي بـه نقصان رسائيندو هو. هي مئتريه! هن اهڙا ته خوفناڪ ڪم ڪيا جو سڀي جڳت کي حيران ڪري ڇڏيائين.

وديارٿي ويدن جو ابياس نه ڪري سگهيا ۽ رشي مني يگيه ۽ پوڄا نه ڪري سگهيا. هن جي ڪارنامن جي ڪري هيءُ جڳت دک روپ بڻجي پيو. هڪ دفعي شري بلرام ريوت ناليءَ باغ ۾ خوشبوءِ ماڻي رهيو هو ۽ موج ۾ اچي شراب وغيره پي رهيو هو ۽ ڳائي خوشيءَ ۾ اچي پنهنجين پتنين سان گڏ تلاءُ ۾ سنان ڪري رهيو هو. هوءَ ان وقت تلاءُ ۾ جل ڪريڙا (لوڏ وغيره) ڪري آيو هو. هن سان گڏ سندس پٽ راڻي ريوتي پڻ هئي ۽ ٻيون به سندس راڻيون هيون. ان وقت ڏاڍا مڌر راڳ هلي رهيا هئا. سڄو واتاورڻ سنگيت سان ڀريل هو. بلرام وچ ۾ ويٺل هو. سندس چوڌاري سندر ناريون گيت ڳائي رهيون هيون. هو انهن سان ريوت پربت تي انهن رمڻ ڪري رهيو هو جيئن مندراچل پربت ڪبير (ڌن جو ديوتا) پنهنجين راڻين سان جشن ملهائيندو آهي. تڏهن اهڙي خوشيءَ ۽ موج جي موقعي تي اهو دوِد باندر آيو بلرام وانگر هڪ هٿ ۾ ڪٺي ۽ ٻئي هٿ ۾ موسل کڻي، ان جي اڳيان ٿي نقل ڪرڻ لڳو. اهو دشٽ ۽ پاپي باندر بلرام جي راڻين ڏانهن نهاري کلڻ لڳو. هن شراب جا جڳ ۽ پيالا ٽوڙي پرزا پرزا ڪري ڇڏيا. شراب جا سڀ ٻاٽ ان اڇلي ناس ڪري ڇڏيا.

تڏهن شري بلديو غصي ۾ اچي ان کي ڌمڪايو. ان هوندي به هو ان جي بي عزتي ڪري ٺٺولي آواز ڪرڻ لڳو. اهڙيون اهي حرڪتون ڏسي بلرام سخت به ۽ پوءِ غصي ۾ به آيو ۽ هڪدم هن پنهنجو هٿيار مهرو (موسل) هٿ ۾ کنيو ۽ ان باندر به هٿ ۾ هڪ پهاڙ جي وڏي چٽ کڻي ۽ اها سڌو بلرام جي مٿان اڇلي، پر ٻاڏون ئي وار بلرام پنهنجي مهري سان ان چٽ جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيا. جنهن ڪري اها چٽ بلرام مٿان نه ڪري ۽ سڌي وڃي زمين تي ڪري پيئي. ان تي ان باندر پرسان اچي زور سان بلرام جي ڇاتيءَ تي لوڏو هنيو. بلرام وري ان باندر جي مٿي تي مڪ هنئي، ان ڪري هنجي مٿي مان رت ريلا ڪري وهڻ لڳو. تڏهن اوتشا هٿي بلرام هن کي زمين تي ڪيرائي ڇڏيو ۽ ان پاپي دشٽ باندر جنهن سڀني ماڻهن کي حيران ۽ پريشان ڪيو هو، ان جو ساهه هليو ويو. ان جي زمين تي ڪرڻ تي جبل جي چوٽين جا ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويا. ان وقت ديوتائن بلرام جي مٿان گلن جي برسات وسائي ۽ بلرام جي ساراهه ڪري چيو ته ”اوهان هيءُ وڏو ڌرم جو ڪم ڪيو.“

شري پراشر جيءَ چيو ته هي مئتريه! بلرام جا اهڙا انيڪ ٻيا به بهادريءَ جا ڪم به آهن.

ڇٽيهون اڌياءُ سماپت

# ستٽيهون اڌياءُ

## رشين جو سراپ، يدونش جو وناش ۽ ڀڳوان جو پنهنجي ڌام پڌارڻ

شري پراشر جيءَ چيو- ”مئتريه! شري ڪرشن جي اوتار وٺڻ جو مطلب سڦل ٿيو. سنسار جي اپڪار لاءِ بلديو سان گڏ شري ڪرشڻچندر دئتن ۽ دشٽن کي ناس ڪيو. نه رڳو ايترو پر ڪورون ۽ پانڊون جي مهاڀاري لڙائيءَ جي ٻهاني ارڙهن اڪشوهڻي سينا ماري پرٿويءَ جو ٻار لاٿو. اهڙيءَ طرح سڀني اڀماني راجائن کي ماري پرٿويءَ تان بوجو لاٿو. پڇاڙيءَ ۾ براهمڻ جي سراپ جي ٻهاني پنهنجي ڪل جو به خاتمو آندو. ان ڪانپوءِ دوارڪاپوريءَ کي ڇڏي ۽ پنهنجي منشيه شرير کي ڇڏي شري ڪرشڻچندر پنهنجي انشن بلرام ۽ پردمن، سان گڏ پنهنجي وشنومي، ڌام ۾ پرويش ڪيو.

مئتريه، چيو- هي مني! شري ڪرشن ڀڳوان برهمڻن جي سراپ جي ٻهاني ڪهڙي طرح پنهنجي ڪل جو وناش ڪيو ۽ پنهنجي منشيه- ديهه کي ڪهڙيءَ طرح ڇڏيو؟

شري پراشرجيءَ چيو- هڪ دفعي ڪن يادو- ڪمارن مهاتيرٿ پنڊارڪ کيتر ۾ وشوامتر، ڪڻو ۽ نارد وغيره مهامنين کي ڏٺو. تڏهن جوانيءَ جي نشي ۾ مست ٿيل انهن يادو نوجوانن هونهار جي پريرڻا سان جامونتيءَ جي پٽ سانب کي استريءَ جي پوشاڪ پهرائي انهن منيشورن کي پرڻام ڪري، نمر ڀاوَ سان پڇيو- ”هن استريءَ کي پٽ جي آش آهي، هي منيشورو! ٻڌايو ته هيءَ ڇا ڄڻيندي؟“

شري پراشرجيءَ چيو ته- يادو جوانن جي اهڙي طرح ٺڳڻ تي انهن ترڪال درشي (ٽنهي وقتن جي ڄاڻن) برهمڻ غصي ۾ اچي چيو- ”هيءَ عجيب مهرو ڄڻيندي جو سڀني يادو ڪل جي ناس جو ڪارڻ بڻبو ۽ ان مهري جي ڪري سڄو يادو خاندان هن پرٿويءَ جي تختي تان ميسارجي ويندو.“

يادو جوانن جڏهن ان سانب جي پوشاڪ کي کولي ڏٺائون، ان دران هڪ وڏو لوهه جو مهرو نڪري آيو. سڀ ڇوڪرا ڏاڍو ڊڄي ويا ۽ سڄي ڳالهه اگرسين کي ڪري ٻڌايائون، ۽ پڻ اهو مهرو به ڏيکاريائون. اگرسين جي صلاح سان يادو ڪمارن سمنڊ جي ڪناري تي وڃي لوهه جي مهري کي چورو ڪري سمنڊ ۾ ڦٽو ڪيو. ان لوهه جي چوري مان اتي هڪ قسم جو اهڙو لڪو گاهه پيدا ٿيو. جنهنجا پن ترار جهڙا تکا هئا. ان گاهه کي ”ايرڪا“ نالي سان ڪري سڏيو ويندو آهي. جنهن انهن ڇوڪرن لوهه جي مهري کي پيهي گڏو- تڏهن گسڻ کانپوءِ باقي هڪ ذرو لوهه جو ٽڪرو

ٻيءِ وير جو لوهه جي ٻاڻي جي نوڪ وانگر ڏاڍو تکو هو. انهن ڇوڪرن اهو ٻاقي
بچيل لوهه جو ٽڪرو به جنهن جو ٽين سمنڊ ۾ ڪٽي ڦٽو ڪيو. ان لوهه جي ٽڪري
کي هڪ مڇي ڳهي ويئي. مهاڻن ان مڇي، کي جڏهن مڇين سان گڏ ڦاسايو ۽ جڏهن
ان مڇيءَ کي چيراڻون ٿي ته ان مان اهو ٽڪو لوهه جو ٽڪرو نڪري آيو، جو ڪٽي
انهن وٽ هڪ شڪاريءَ کسي ڏنو. ڀڳوان ڪرشن کي ان سڄي واردات جي خبر
هئي تڏهن به وڌيءَ جي ان وڌان کي (ورلاڻ جي لکيل کي) بدلائڻ نه ٿي چاهيو.
ٻيڪ ان وقت ديوتائن وارو ديوتا کي دوت ٺاهي ڪرشڻ وٽ موڪليو جنهن
اچي شري ڪرشن کي وينتي ڪئي ته توهان کي اوتار ورتي هڪ سو ورهيه ٿي
ويا آهن. توهان ڪالسواءِ سرڳ لوڪ ۾ ديوتائون ٻالڪي اڻاٿ سمجهن ٿا. هاڻي توهان
پنهنجي لِلا سميٽي، سورڳ لوڪ ۾ اچي نواس ڪيو. شري ڪرشن ڀڳوان کي
ديوتائن اهو به چيو ته وري به جيڪا سندس اڄا هجي ان موجب ڪريو. پر جنهن
مراد سان ڀڳوان ڪرشڻ هن پرٿويءَ تي اوتار ورتو اها سندن اڄا پوري ٿي دشٽن
جو ناس ٿيو ۽ ڌرم جي جئه ٿي.

ان تي شري ڪرشڻ ان دوت کي چيو ته جيتوڻيڪ پرٿويءَ تان ٻار لهي ويو
آهي. پر ان هوندي ٻالي ٿورو جيڪو بچيل آهي. اهو به پورو ڪري پوءِ مان
پنهنجي ڌام ايندس. ڪرشڻ ڀڳوان وايو ديوتا کي اهين به چيو، "ته يادون جي سنهار
(خاتمي) کانسواءِ پرٿويءَ جو بوجهو هٽائڻ ۾ ٿورو رهيو آهي. ستن ڏينهن جي اندر
يادون کي ناس ڪري پرٿويءَ جو بوجهو لاهي مان جلدي پنهنجي وشنو ڌام
۾ ايندس."

ڪرشن ڀڳوان دوارڪاپري جي زمين سمنڊ کان گهري ورتي هئي اها امانت
به ڪرشڻ سمنڊ کي موٽائي ڏيڻ ٿي چاهي. شري پراشرجيءَ چيو ته، "هي مئتريا!
وايو ديوتا اهو سنديش وٺي ديوتائن کي ٻڌايو ۽ ڀڳوان ڪرشڻ ڏٺو ته دوارڪاپري
۾ رات ڏينهن، آڪاش ۾ نڪرندڙ پڇڙ تارن وغيره جا اپسوڻ پيا ڏسڻ ۾ اچن. ان
کري ڪرشڻ يادون کي چيو ته، "ڏسو ته هي ڪهڙا نه خوفناڪ اپسوڻ پيا ڏسڻ
۾ اچن. هلو ته جلدي انهن جي شانتيءَ لاءِ پرڀاس ڪيتر ڏانهن هلون."

ان وقت جڏهن ڪرشڻ يادون کي اها صلاح پئي ڏني ته، اڌون ڏٺو ته هاڻي
يادون جي وناش جو وقت ويجهو اچي ويو آهي. تڏهن ان شري ڪرشڻ کي
نمسڪار ڪري چيو ته، "هي شري ڪرشڻ! مونکي ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته اوهين
پنهنجي يادو ڪل جو به خاتمو آڻيندا. ڇاڪاڻ ته هاڻي چوڌاري اهڙا اهڃاڻ ڏسڻ ۾
اچن. هاڻ مونکي آگيا ڪريو ته مان ڇا ڪريان؟" شري ڀڳوان چيو ته، "هي

اُڌو! منهنجي ڪرپا سان توکي ٻوڌ درشٽي پراپت ٿي وئي آهي ۽ تون چاهين
اُلي اِن ٻوڌ، شڪتيءَ سان وڃي سگهين ٿو. پر منهنجي اِڇا آهي تہ تون نارائڻ
جي اواس - آستان گنڌ مادن پراپت ٿي، بدري نارائڻ آشرم (بدرڪا شرم) ڏي هليو
وڃ. هن پرٿويءَ تي اِن کان مٿي ٻيو ڪو بہ پوتر آستان نہ آهي. اُتي تون مون ۾
من لڳائي ڀڳتي ڪندين، تہ توکي اوس سڌي پراپت ٿيندي. مان ٻہ هاڻي پنهنجي
ڪل کي ناس ڪري سورڳ لوڪ هليو ويندس. منهنجي وڃڻ کانپوءِ سمنڊ دوارڪا
کي ٻوڙي ڇڏيندو. سڄي دوارڪا سمنڊ جي جل ۾ ٻڏي ويندي رڳو منهنجو
محلات باقي وڃي رهندو ڇاڪاڻ تہ منهنجي ڊپ کان سمنڊ اُن کي نہ ٻوڙيندو. اُن
ڀُڻ ۾ مان پنهنجي ڀڳتن جي هت ڪامنا لاءِ سدائين سوکيم روپ ۾ نواس
ڪريان ٿو."

شري پراشرجيءَ چيو تہ - شري ڪرشڻ جي اهڙين چوڻ تي اُڌو ڀڳوان کي
پرڻام ڪري سندس ٻڌايل آستان ڏانهن بدري نارائڻ تيرٿ ڏي هليو ويو. اُن کانپوءِ
سڀ يادو، شري ڪرشڻ ۽ بلرام سميت رٿن تي چڙهي پرڀاس کيتر ۾ آيا. اُتي اچڻ
سان سڀني يادون شري ڪرشڻچندر جي پريرڻا سان مهاپان ۽ ڀوڄن ڪيو. مهاپان
جو مطلب تہ خوب اُنهن شراب پيتو. سڀئي يادو شراب جي نشي ۾ چڪناچور ٿي
ويا. جڏهن شراب جو دور پئي هليو تڏهن اُنهن جو پاڻ ۾ ڪنهن ڳالهہ تان اچي بحث
مباحثو شروع ٿيو جو اچي پاڻ ۾ وڏو جهڳڙو لڳن. جهڳڙي جي باهہ ڇوڏاري
وچوري وئي. ۽ اُن کانپوءِ نيٺ يادو جو انت آندو. پاڻ ۾ اهڙا تہ بد لفظ ڳالهايون
هو اُن کان اچي پاڻ ۾ وڙهيا. پهرياتين رڳو لفظن جي جنگ هلي پوءِ اچي هٿيارن
جي جنگ شروع ٿي. جڏهن هٿيار بہ ختم ٿي ويا، تڏهن اُهو ايرڪا گاهہ جو مهري
جي چوري مان پيدا ٿيو هو. پٽي پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا. اُهو گاهہ ترار کان بہ تيز هو.
اُهي ايرڪا لڪا ترار جهڙا ڪانا هڪ ٻئي کي هڻڻ لڳا. نيٺ اُن مهري يادو ڪل جو
انت آندو.

ڪرشڻچندر ماٺ ميٺ
ڏهرو جهڳڙي سڄي يادو جاتيءَ کي ناس ڪري ڇڏيو. ڪرشڻچندر ماٺ ميٺ
۾ هي رلڪ ڏسي رهيو آهي پيا يادو بہ پاڻ ۾ وڙهي هڪ ٻئي کي
مارڻ لڳا.

هي مئتريہ! ڪرشڻچندر جو 'جيتر' نالي رٿ آهي جنهن کي گهوڙا ڪهلي رهيا
هئا. اُهو رٿ داروڪ (ڪرشڻ جي رٿ هلائيندڙ سارٿيءَ) جي ڏسندي ڏسندي
سمنڊ جي وچ ۾ هليو ويو. اُن کانپوءِ ڀڳوان جا هٿيار - شنک، چڪر، گدا، شارنگ
ڌنش، ترڪش ۽ ترار وغيره ڀڳوان جي پردکشا ڪري (ڀڳوان جي چوڌاري ڦري) پاسن

کان ٿري سوريه مارڳ کان هليا ويا. هڪ گهڙيءَ ۾ مهاتما ڪرشڻچندر ۽ ان جي سارٿي دارڪ ڪالسواءِ پيو ڪوبه يدونشي (يادو ڪل ۾ پيدا ٿيل) جيئرو نه رهيو. الهن پنهي آئي کهمندي ڏٺو. ته شري ٻلرام هڪ وڻ جي هيٺان ويٺو هو ته انجي منهن مان هڪ وڏو نانگ وڏي ڦڻ ڪڍي اڪتو لڳن هڪدم سڌ ۽ نانگه ان جي پوڄا ڪرڻ لڳا ۽ پوءِ اهو نانگ سمنڊ ڏانهن هليو ويو. الوقت سمنڊ جو ديوتا هٿ ۾ ارگيه کڻي ان مها سروپ جي سامهون اچي حاضر ٿيو ۽ پوءِ ان جي پوڄا ڪيائين اهو مهاسروپ سمنڊ ۾ گهڙي ويو. اهو ٻلرام جي پراڻ هو يعني ٻلرام هيءَ پرلوڪ لوڪ ڇڏي ڏاو. شري ڪرشڻچندر دارڪ کي چيو ته ”تون اهو سڄو ورتانت اگرسين ۽ وسديو کي وڃي ٻڌائيجان.“ ٻلرام جو پنهنجي لوڪ ڇڏاوڃڻ، يادون جو ناش ۽ مان هاڻ ٻيو ڪ ايپاس دواران هي پنهنجو شرير ڇڏيندس. اهو سڄو سماچار وڃي پڻ يادون کي ٻڌائيجان ۽ جيڪي هاڻي باقي وڃي پيا آهن، ان ڪالسواءِ انهيءَ اها به سوچڻا ڏجان ته جلد ئي دوارڪاپريءَ کي سمنڊ ٻوڙي ڇڏيندو. اوهان وٽ ان وقت ارجن ايندو ان سان گڏجي اوهين دوارڪا مان نڪري وڃجو.

ڪنهن ٻئر ارجن کي منهنجي طرفان چئجان ته ”پنهنجي طاقت آهر تون منهنجي ڪٽنب جي پالڻ رکشا ڪجانءِ.“ ۽ دارڪ تنهنجي لاءِ هي ڪم آهي ته تون به ارجن سان گڏ سڀني ماڻهن کي ولي دوارڪا مان نڪري هليو وڃجانءِ. اسان ڪالهوءِ وجرُ يدونس جو راجا ٿيندو.

شري پراشرجيءَ چيو ته ڀڳوان ڪرشن جي اهڙيءَ طرح چوڻ تي دارڪ ڪرشڻ کي پرڻام ڪيو ۽ ان جي چوڌاري ڪيترائي پرڪرمائون ڏنيون. انهي چوڻ موجب هليو ويو. دوارڪاپري ۾ وڃي دارڪ سڄي خبر آئي ٻڌائي ۽ ارجن کي آئي کهرائي وجر کي راڄ گديءَ تي وهاريو.

هيڏانهن ڀڳوان ڪرشڻ واسديو سو روپ پر برهم کي جو سڀني جيون ۾ وسي رهيو آهي ۽ ڪڻ ڪڻ ۾ وياپت آهي.“ پنهنجي آتما ۾ آروپت ڪيو يعني آتما پر برهم ۾ لڳائي ۽ ان جو ڌيان ڪيو.

هي مئتريه! ڀوڳيشور ڪرشڻ ڀوڳ وديا سان پنهنجي چت کي ان ٻنهي کان هٽائي ٻري ڪيو ۽ ٽرنيه ٻر ۾ وڃي استت ٿيو. شري ڪرشڻ لاءِ دواسا رشي جيڪي چيو هو، ان براهمڻ واڪيه جو مان رکڻ لاءِ پنهنجي گوڏن تي پير رکي يوڳ ايپاس ۾ ويهي رهيو. ان وقت جرا نالي هڪ شڪاري اُن بن ۾ آيو. ان شڪاريءَ مهري جي ٽڪيل نڪري کي پنهنجي تير جي اوڪ ۾ لڳايو هو.

• ڪرشڻ جي پير ۾ هرڻ جي اک جو نشان هو. ٻري ڪان هن سمجهو تہ ڪو هرڻ ويٺو آهي. ڪرشڻ جي پير کي هرڻ سمجهي هن اهو تير اڇليو جنهن ۾ اهو لوهہ جي مصري جو لڪو ٽڪرو لڳل هو. اهو وجي شري ڪرشڻ جي پير ۾ چڀي ويو شڪاري بہ اُتي آيو، هرڻ جي بدران چترڀج (چئن ٻاهن واري) ڪرشڻ کي ڏسي ڏکي ويو ۽ ان جي چرڻن ۾ ڪري روئندي روئندي سڏڪا ڀريندي ڪرشڻ کي چوڻ لڳو تہ ”مون کي ڀلو معاف ڪريو. منهنجو اپراڌ معاف ڪريو، مون لي راضي ٿيو- مون اڻ ڄاڻائيءَ ۾ اوهان کي هرڻ سمجهي هي ٻاڻ اوهان جي پير ۾ هنيو آهي- ڇي مون وڏو اپراڌ ڪيو آهي، ڪرپا ڪري اپراڌ ڪميا ڪريو، مونکي معاف ڪريو. مان پنهنجن پاپن ڪري جلي رهيو آهيان اوهين مون کي بچايو.“

ڀڳوان ڪيس چيو ”لبڌڪ (شڪاري)! تون بلڪل نہ ڊج، منهنجي ڪرپا سان تون هاڻ ديوتائن جي آستان سرڳ لوڪ ڏانهن هليو وڃ.“ ڀڳوان اها اهي لفظ پوراني مس ڪيا تہ آڪاش مان هڪ وِمان آيو، ان ۾ چڙهي اهو شڪاري ڀڳوان جي ڪرپا سان سرڳ لوڪ ۾ هليو ويو. ان جي وڃڻ کانپوءِ ڀڳوان ڪرشڻ پنهنجي آتما کي وشڻو ڀڳوان ۾ لئہ ڪيو جيڪو وشڻو ڀڳوان اوناشي، اجرامر هرڪنهن هنڌ موجود، اجنما ۽ برهم- سوروپ آهي. اهڙيءَ طرح ڀڳوان ڪرشڻ بہ پربرهم ۾ لئہ ٿي ويو. پربرهم ۾ سمائجي ويو. هن منشيہ- چولي کي ڇڏي ڏنو.

پنجين انش جو سٺيهون اڌياءِ سماپت

---

* مها ڀارت ۾ هڪ ڪٿا آهي- دروواسا رشي شري ڪرشڻ وٽ آيو. ڀڳوان سندس ستڪار ڪيو. دروواسا رشيءَ ڪرشن کي چيو تہ منهنجو جوٺو پاٽي پنهنجي شرير کي لڳايو. ڀڳوان الين ئي ڪيو، پر ”برهمڻ جو جوٺو جل پيرن سان ڇهڻ نہ گهرجي.“ اهو سوچي هن پنهنجي پير ۾ نہ لڳايو. ان تي دروواسا ڪرشڻ کي سراپ ڏنو تہ هڪ وقت اهڙو ايندو جو اوهان جي پير ۾ ٽنگر ٿي پوندو.



# اٺٽيهون اڌياءُ

## يادون جو اگني-سنسڪار، راجا پريڪشت جو راڄيه-تلڪ ۽ پانڊون جو سورگ لوڪ ۾ وڃڻ

شري پراشرجيءَ چيو- ”هي مئتريه! ارجن رام ۽ ڪرشن ۽ ٻين مک يادون جي لاشن جي ڳولها ڪرائي ۽ واري واري سان هرهڪ جو اگني سنسڪار ڪيو. ڪرشن جون جيڪي رڪمڻي وغيره اٺ پٽراڻيون هيون، انهن سڀني ڪرشن جي لاش کي ڇنڊي اگنيءَ ۾ پرويش ڪيو. اهي سڀ ستيون ٿيون. ستي ريوتيءَ به بلرام جي مڙهه سان گڏ ستي ٿي. ان درگهٽنا جو احوال ٻڌندي ئي اگرسين، وسديو، ديوڪيءَ ۽ روهڻيءَ به اگنيءَ ۾ پرويش ڪيو. (جبري تي باهه کي جلائي ڇڏيو.)

ارجن انهن جو وڌيءَ سان مرڻ سنسڪار ڪيو. پوءِ ٻار ۽ زالون وغيره باقي جيڪي ڪٽنب جا ماڻهو بچيا هئا، انهن کي پاڻ سان گڏ وٺي دوارڪا ڇڏي نڪري ويو. ڪرشن جون ڇهه هزار زالون هيون. انهن کي ۽ وڄر کي ۽ ٻين ٻالڪن کي خبرداريءَ سان وٺي دوارڪا کان ٻاهر نڪري، ارجن آهستي آهستي هلڻ لڳو. ”هي مئتريه! ڪرشن چندر جي مرتيو لوڪ جي تياڳ ڪرڻ تي سڌرما سڀا ۽ پارجات سورگ لوڪ ۾ هليا ويا. جنهن ڏينهن ڀڳوان ڪرشن پرٿويءَ کي ڇڏي سورگ لوڪ پڌاريو ان ڏينهن کان وٺي ڪلجڳ پرٿويءَ تي اچي واسو ڪيو. اهڙيءَ طرح سنسان دوارڪا کي سمنڊ ٻوڙي ڇڏيو، فقط هڪ ڪرشن چندر جي (محلات) کي سمنڊ نه ٻوڙيو. اڃا تائين به اهو ڪرشن جو محلات سلامت آهي. سمنڊ کي به طاقت نه آهي جو ان کي ٻوڙي؛ ڇاڪاڻ ته ان ۾ ڪرشن چندر هميشه نواس ڪري ٿو. دوارڪا ان ڪري پوتر تيرٿ مڃيو ويو آهي ۽ هزارن يگن تائين مڃيو ويندو. ان جي فقط درشن ڪرڻ سان ئي پاپ ناس ٿي وڃن ٿا.

هي مئتريه! ارجن انهن سڀني دوارڪا واسين کي پنج-ند ديش ۾ (پنجاب) ۾ وسايو. ڇاڪاڻ ته اهو ديش ان-ڌن سان ڀرپور آهي. ارجن جڏهن اناٿ استرين کي اڪيلو وٺي پئي ويو ته ارجن کي زالن سان گڏ ويندو ڏسي ڌاڙيلن ۽ لٽيرن جي من ۾ لوڀ پيدا ٿيو. سڀني گڏجي ارجن تي حملو ڪرڻ جو ارادو ڪيو- جيتوڻيڪ هنن کي خبر هئي ته ارجن تمام وڏو پرش آهي ۽ ڌنش وديا ۾ تمام هوشيار آهي. پر هنن پاڻ ۾ چيو ته ”ڀيشم، درون، جئدرٿ ۽ ڪرڻ وغيره نڪرواسين

کي ماري هيءَ ڏاڍو ايمانيءَ تي وڌو آهي. اسان ڀاڪن جي شڪتيءَ جي هن کي
ڄاڻ نه آهي، اڃا نه هن کي مزو چکايون.“
بس پوءِ ته هزارين ڀاڪو لٺيون هٿن ۾ کڻي انهن اناٿ دواڪا واسين تي ٽٽي
پيا ۽ اوچتو انهن تي حملو ڪيائون. ارجن انهن کي للڪاريو، انهن کي هٽي وڃڻ
لاءِ چيو ۽ چيو ته نه ته توهان کي موت جي منهن ۾ وڃڻو پوندو. پر ڀاڪن ان جي
ڇوڻ تي ڪو به ڌيان نه ڏنو ۽ ڀڳوان ڪرشڻ جو سڄو ڌن ۽ زالن کي کڻي ويا. ان
وقت ارجن پنهنجو گانڊيو ڌنش هٿ ۾ کنيو ۽ ڏوري چڪي ان تي ٻاڻ وکيائين، پر
هو ائين نه ڪري سگهيو. گانڊيو ڌنش جنهن مها ڀارت جنگ ۾ هزارين جوڌن کي
زمين لاءِ ليٽائي ڇڏيو هو اڄ اهو ڀاڪن جي اڳيان وڪوٽ ويو. جيئن تيئن ڪري
ارجن ڌنش تي ڏوري چاڙهي پر وري به اها ڍري ٿي وئي. گهڻو ئي ان شسترن
کي ياد ڪيو پر شسترن جي يادگيري ان کي نه پيئي. تڏهن هو غصي ۾ اچي دشمن
تي ٻاڻن جي برسات وسائڻ لڳو. پر اڄ ارجن جا ٻاڻ به شڪتي-هيڻا ٿي ويا.
ارجن جي شڪتي هاڻ ختم ٿي وئي. ان وقت ارجن خيال ڪيو مون جو هنن ٻاڻن
سان هزارين راجائن کي جيتيو هو اهو سڀ ڪرشڻ جو پرتاءُ هو. ارجن کي ڏسندي
ڏسندي اهي ڀاڪو زالن کي پڪائي زبردستيءَ کڻي ويا. انهن مان ڪي زالون ته
پنهنجي جان بچائي ڀڄي ويون. جڏهن ارجن جا ٻاڻ ختم ٿي ويا، تڏهن ارجن ڌنش
جي نوڪ سان حملو ڪرڻ شروع ڪيو، پر اهي ڀاڪو ان جي حملي تي الٽندو ٺٺولي
ڪري کلڻ لڳا.
هي مئتريه! ارجن اها حالت ڏسي، بيوس ٿي روئڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو- ”اڙي
وڏي مصيبت ۾ ڦاسي ويس. هاءِ منهنجي طاقت اڄ ڪيڏانهن غائب ٿي وئي.
اڙي! مون کي ڀڳوان ڪرشڻ ڇڏي ڇڏيو. ڏسو ته هيءُ اهو ساڳيو ڌنش آهي؟ هي
ساڳيا ٻاڻ ۽ هٿيار آهن، هي ساڳيو رٿ آهي، هي ساڳيا گهوڙا آهن، پر اڄ هي
سڀ ائين ناس ٿي ويا آهن. اڄ هنن جي شڪتي ائين هلي وئي آهي، جيئن
ڪنهن وڻن جي اڻ ڄاڻ-اڻ پڙهيل برهمڻ کي دان ڏيڻ سان، دان جو ڦل ناس ٿي
ويندو آهي. اڄ منهنجي قسمت به خراب ٿي وئي آهي- ڀڳوان ڪرشڻ کان سواءِ
نربل ٿي ويو آهيان. ضرور منهنجي شڪتي ۽ ڀيم جي شڪتي ڪرشڻ جي ڪرپا
هئي. اها سڀ ڪرشڻ جي ڪرپا هئي جو اسان جي مها ڀارت ۾ وجيه ٿي.
شري پراشرجيءَ چيو ته- ارجن اهڙي طرح چوندي پنهنجي راجڌانيءَ اندرپرسٿ
۾ اچي پهتو ۽ اتي يادون جي وارث وجر جو راجيه-ابشيڪ ڪيائين. ان ڪانپوءِ هو
بن ۾ رهندڙ وياس منيءَ وٽ ويو ان جي چرڻن ۾ وڃي متو ٽيڪيائين ۽ تمام گهڻو

وقت وياس منيءَ جي چرڻن ۾ متو رکي ويهي رهيو ۽ ان جي وندنا ڪرڻ لڳو.
اهو ڏسي شري وياس جي چيو- ”اڄ تون اهڙو ڪمزور ڇو پيو لڳين، تنهنجي
شڪتي ڪيڏانهن غائب ٿي وئي آهي، تون تمام نستيج (تيج کانسواءِ) ٿي ويو
آهين، توکي اڄ هيءَ ڇا ٿي ويو آهي. تو اهڙو ڪو برو ڪم ته ڪونه ڪيو آهي.
جنهنڪري تنهنجو بل ناس ٿي ويو آهي. تنهنجي منهن ۾ اهڙا مٺيا هاڻي ڏسڻ ۾
ڪونه ٿي اچي، تو ڪنهن خسيس ماڻهوءَ کان هار ته نه کاڌي آهي. ٻڌاءِ ته تنهنجي
ڪرانتي (منهن جو تجلو) ڪيڏانهن هلي ويو آهي؟“

ارجن ڏکو ساهه کڻي چيو- ”هي ڀڳوان وياس! ٻڌو“ ائين چئي هن پنهنجي
هار کائڻ جو سمورو ورتانت ڪري ٻڌايو، ته ڪيئن نه هنجي ڌاڙيلن کان ٻوڙيءَ طرح
هار ٿي. ارجن ويچارو ٿي چيو ته ”منهنجو بل، منهنجو تيج، منهنجي ويريا ۽ منهنجو
سڀ ڪم شري ڪرشڻ جو هو. اڄ مون وٽان هو هليو ويو آهي. ان ڪرشڻ کانسواءِ
اڄ مان ڪمزور ۽ ضعيف ٿي ويو آهيان مون ۾ ذري به شڪتي نه آهي. ڀڳوان
وشنوءَ جو اوتار ڪرشڻ مون سان ڪلي دوستاڻي نموني ۾ ڳالهيون ڪندو هو، هي
منيءَ! ان هريءَ کانسواءِ مان اڄ گاهه جي پتلي وانگر ٿي آهيان. نه رڳو مون مان پر
منهنجي هٿيارن مان به شڪتي نڪري وئي آهي، اڄ ڪرشڻ پرشوتم اسان کي
ڇڏي هليو ويو آهي. جنهن ڪرشڻ جي بل ۽ شڪتيءَ سان اسان ڀيشم، درونڻ،
ڪرڻ، دريوڌن وغيره. ڪيترن ئي بهادرن کي جيتيو. اهو ڪرشڻ اڄ هن ڌرتيءَ
کي ڇڏي ويو آهي. هن ڌرتيءَ تان تيج ۽ بل نڪري ويو آهي. هاڻ هيءَ ڌرتي
سونهن، لڪشمي ۽ ڪرانتيءَ کان خالي پيئي ڏسڻ ۾ اچي. اڄ ڪرشڻ کانسواءِ مون
خسيس ڌاڙيلن جي هٿان هار کاڌي. هي وياس مهراج! ڪرشڻ جون زالون جي
منهنجي حفاظت هيٺ هيون- انهنکي منهنجي ڏسندي ڌاڙيلو ڀڄائي ويا.
هو رڙيون واڪا ڪنديون رهيون، پر مان انهنکي بچائي نه سگهيس. انهن جي رکيا
جي جوابداري ڪرشڻ مون تي رکي وئي هئي، پر مان ان جي امانت جي سنڀال ڪري
نه سگهيس. هي ويد وياس! انهن لٽيرن ڪرشڻ جو سڄو پروار لٽي ڇڏيو. اهڙيءَ
حالت ۾ منهنجو نربل ٿيڻ ڪو اچرج جي ڳالهه نه آهي پر نيچ ماڻهن کان اپمانت
ٿيندي ۽ بيعزت ٿيندي به مان اڃا جيئرو آهيان. حيف هجي منهنجي اهڙيءَ
زندگيءَ کي.“

شري وياس چيو- هي ارجن! تون اجايو وياڪل نه ٿي. هيئن دک ڪرڻ
تو کي واجب نه آهي. اها سڀ وقت جي تقاضا آهي. ڪال جي گتي وچتر
ٿي ٿيندي! ماڻهن جي انتي ۽ اونتيءَ جو ڪارڻ ڪال (وقت) ئي آهي. انهيءَ

ڪري هي ارجن! هي جيءُ ۽ پراڻي ڪال جي اڌين سمجهي تون من کي ڌيرج ڏي-
من ۾ ضابطو رک. هي انڊون، سمنڊ، پهاڙ، سڀ پرٿوي، ديو، پشو جانور، وڻ ٽڻ
۽ جيو جنتر. اهي سڀ پدارٿ ڪال جا ئي رچيل آهن ۽ وري ڪال کان ئي آهي
کپڻ ٿي ويندا. ناس ٿي ويندا. ان ڪري هن سڀني پر-پنچ کي هن سڀني سنسار
کي ڪال کان پيدا ٿيل سمجهي تون شانت ٿي وڃ. هي ارجن! ڪرشڻ جو جيڪو
تو پرتاپ ۽ جيڪا شڪتي ورڻن ڪئي آهي اهو سڀ سچ آهي، ڇاڪاڻ ته ڪمل-نين
ڪرشڻ ساکيات ڪال-سروپ ئي ته آهي. هن پرٿويءَ تان بار لاهڻ لاءِ ئي هن مرتيو
لوڪ ۾ اوتار ورتو هو. هاڻي سڀ پاپي راجائون مارجي ويا. ان ڪري ان جو ڪارڻ
پورو ٿي ويو. هي پارٿ! ورشڻي، انڌڪ وغيره سڀني يدڪل جو به وناش ٿي ويو،
ان ڪري پرڀوءَ جو هن پرٿويءَ تي ڪوبه ڪرتويه نه رهيو. ان ڪري پنهنجو ڪم
پورو ڪري، ڀڳوان پنهنجي مرضيءَ موجب هليو ويو.

هي ارجن ياد رک ته سرشٽيءَ جي شروعات ۾ پرڀو هن سرشٽيءَ جي رچنا
ڪري ٿو، پوءِ اُستٿيءَ جي وقت ان جي پالنا ڪري ٿو، پڇاڙيءَ ۾ وري ان جو
وناش ڪري ٿو. جيئن هن وقت سيني جو سنگهار ڪري پرڀو ڪرشڻ هن پرٿويءَ
تان هليو ويو. هي ارجن! جنهن وقت تون اڪيلو ئي جنگ ۾ ڀيشم، درونڻ ۽ ڪرڻ
وغيره مهاپرشن کي ماري وڌو هو، اهو ڇا انهن بهادرن جي ڪال کان ڪيل، هڪ
نربل ماڻهوءَ هٿان هار نه هئي؟ جنهن نموني ڪرشڻ جي پرتاپ سان تو انهن سيني
بهادرن کي شڪست ڏني هئي. اهڙي ئي نموني وري ڪرشڻ کان جدا ٿي وڃڻ
تي توکي لٽيرن ڀاڪن شڪست ڏني. تو بهادرن کي ڊاپو ۽ هاڻ توکي ڀاڪن کان
ڏاڍو پيو. هي ڪنتي پٽ! جڏهن تنهنجو نصيب زور هو، ان وقت ڪرشڻ تنهنجو
مددگار هو. وري جڏهن قسمت پلٽو کاڌو ته تنهنجي دشمن ڀاڪن تي ڪرشڻ جي
ڪرپا درشٽي ٿي. تون ڀيشم سميت سيني ڪورون کي ماري وجهندين. ان ڳالهه
کي ڪير مڃي سگهيو ٿي ۽ وري هن ڳالهه جو به ڪنهن کي وشواس ٿيندو ته تون
هڪ خسيس ڌنارن، ڀاڪن کان هارائجي ويندين!

هي ارجن! اهي سڀ ڪال جي ليلا آهي. اهو ڪال جو رهسيه آهي ته تو
اڪيلي ڪورون کي ماري مات ڪيو ۽ وري خود رهسيون کان تنهنجي اريءَ طرح
هار ٿي. هي ارجن! تون جو ڀاڪن جي پڇاڙي زالن لاءِ ڏک ڪري رهيو آهين- ان
جو رهسيه مان توکي ٻڌايان ٿو.

گهڻو آڳاٽي وقت ۾ اشٽاوڪر مني جل ۾ گهڙي تپسيا ڪري رهيو هو. ان
وقت هو سالن برهم جي اُستتي ڪري رهيو هو. ڪيترائي ورهيه هو جل ۾ رهيو.

ان ساڳئي وقت سمورو پربت تي ديوتائون هڪ وڏو اُتسو ملهائي رهيا هئا. اُتسو
ملهائڻ جو سبب اهو هو جو ديوتائن دئتن تي وجيه پائي هئي. هو خوشي ۾ وجيه
جو اُتسو ملهائي رهيا هئا. ان جشن ۾ شامل ٿيڻ لاءِ رميا، ٽلوتما ۽ ٻيون سوين هزارين
ديوتائن جون زالون به وڃي رهيون هيون. رستي ۾ ويندي انهن منيءَ اشٽاوڪر
کي جل ۾ تپسيا ڪندو ڏٺو. رشي سڄو پاڻيءَ ۾ هو فقط هُن جو مٿو ٻاهر هو.
اشٽاوڪر منيءَ کي ڏسي هو ان جي ساراهه ڪرڻ لڳيون ۽ هن جي اُستتي ڪرڻ
لڳيون. پوءِ سڀني نمرتا سان منيءَ کي پرڻام ڪيو. اپسرائن ان خيال کان اشٽاوڪر
جي اُستتي ڪئي ته مني هنن تي پرسن ٿئي.

اشٽاوڪر انهن اپسرائن کي چيو، "توهان وڏي ڀاڳ واريون آهيو. مان توهان
تي راضي ٿيو آهيان. توهان جي جيڪا به اڇا هجي اُهو مون کان ور گهرو. ڪهڙو
به دُرلڀ ور مان توهان کي ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. مان توهانجي منوڪنا پوري ڪندس."

تڏهن رميا ۽ ٽلوتما، جيڪي ويدن ۾ به پرسد آهن ۽ سهڻيون آهن. انهن چيو
ته "هي برهمڻ! اوهين اسان تي پرسن ٿيا آهيو ته اهو ئي اسان لاءِ سڀ ڪجهه آهي.
اسانکي اوهان جي پرسنتا گهرجي." پوءِ ٻين اپسرائن چيو ته "جيڪڏهين
اوهين اسان تي پرسن ٿيا آهيو ته هي رشي! اسان جو پتي ڀڳوان پرشوتم ٿئي. اسين
ڀڳوان پرشوتم کي پتيءَ جي روپ ۾ پراپت ڪرڻ چاهيون ٿيون."

شري ويساس جيءَ چيو ته "اهو ٻڌي اشٽاوڪر خوش ٿي 'ايئا استو' چيو."
انهن ڇتي مني اشٽاوڪر جل کان ٻاهر نڪري آيو. ان جي ٻاهر اچڻ تي اپسرائن
ان جي بدن تي اٺ ڪڪ ڏٺا ۽ ان جي بدشڪل بدن کي ڏٺو. ان کي ڏسي اپسرائن
گهڻوئي پنهنجي کل کي روڪيو پر هو روڪي نه سگهيون. انهن کي کلندو ڏسي،
اشٽاوڪر منيءَ غصي ۾ اچي سراپ ڏنو، "مون کي ڪروپ ڏسي توهان مون تي
کلي منهنجو اپمان ڪيو آهي، ان ڪري مان توهان کي سراپ ڏيان ٿو ته "منهنجي
ڪرپا سان شري پرشوتم ڀڳوان کي پتيءَ جي روپ ۾ حاصل ڪري به، منهنجي سراپ
جي ڪري ڌاڪن جي چنبي ۾ وڃي ڦاسنديون." شري وياس جيءَ چيو ته منيءَ
جا اهي لفظ ٻڌي اپسرائن آزي نيزاري ڪري وري منيءَ کي خوش ڪيو، تڏهن
منيءَ هنن کي چيو ته "ان کانپوءِ وري اوهين سورڳ ۾ هلي وينديون." اهو ئي
وجهه آهي جو اشٽاوڪر جي سراپ سان اهي ديورمڻيون شري ڪرشڻچندر کي
پتي روپ ۾ حاصل ڪري به وري وڃي چورن ۽ ڌاڪن جي هٿ چڙهيون.

هي پانڊوا! "ان باري ۾ توکي ذرو به دک ڪرڻ نه گهرجي، ڇاڪاڻ ته پرماتما ئي
ن جي ڪل جو ناس ڪيو آهي ۽ ٻسي ڳالهه هيءَ به آهي ته هاڻ اوهان جي

ڀاڙي ٻاهي ۽ ٻجهي ٻهتي آهي؛ اهو ئي سبب آهي جو ان سرو شڪتيمان پرماتما ئي تنهنجي ٻل، پرڪرام ۽ تيج کي گهٽ ڪري ڇڏيو آهي. جيڪو ڄائو آهي ان جو موت ٻ ضرور ٿيندو، جيڪي مٿي چڙهندو آهي سو ڪرندو ٻ ضرور آهي. ميلاپ جي پڄاڙي وڇوڙو آهي، سنجوڳ - وڃوڳ ضرور ٿئي ٿو. ائين سمجهي سياڻي ماڻهوءَ کي لاڀ ۽ هاڃيءَ ۾، ڏک، سک ۾ خوشيءَ ۽ غم ۾ هڪڙو رهڻ گهرجي.

”هي ارجن! تنهنجي لاءِ چڱو ائين ٿيندو ته پانڊون سان گڏ هي سڀ راڄ پاٽ تياڳ ڪري تپسيا ڪرڻ لاءِ ٻن ۾ هليو وڃ. هاڻ تون پلي وڃ، هي سڀ ڳالهيون يڌشٽر کي ٻ ٻڌاءِ، جئن تون پانڊون سان گڏ ٻن ۾ هليو وڃين. اهڙي ڪوشش ڪر!

وياس کان موڪلائي ارجن هستناپور ۾ ويو. اتي وڃي هن سڄي اها گهٽنا يڌشٽر کي ٻڌائي جنهن وقت اها ڏک جي ڪهاڻي ٻڌائي رهيو هو، انوقت پيا پاڻ ٻ اها ٻڌي رهيا هئا. انهن سڀني پانڊون ارجن جي منهن مان وياس جو سنديش ٻڌو. راڄيه - سنگهاسن تي پريڪيشت کي وهاريائون. راڄيه گديءَ جو جلسو رواجي طرح ڪيو ويو. ان کان پوءِ سڀ پانڊون ٻن ڏانهن هليا ويا.

هي مئتيري! ڀڳوان ڪرشن يادون جي ڪل ۾ جنم وٺي هن پرٿويءَ تي اوتار وٺي جيڪي ٻ ليلائون ڪيون هيون اُهي سڀ مون توکي وستار سان ٻڌايون.

جيڪو ماڻهو ڀڳوان ڪرشڻ جي هن چرتر کي هميشه نيم سان ٻڌندو رهي ٿو، اُهو سڀني پاپن کان مڪت ٿي آنت ۾ وشڻو لوڪ ۾ وڃي ٿو.

وشڻو پران جي پنجين انش جو اٺٽيهون اڌياءُ سماپت

اتي شري پرشرام مني ورچتر شري وشڻو مها پراڻ پنجون انش سماپت



همیشه جیکو آنند ۾ رهي ٿو، آنند سروپ آهي، جیکو نِربِر وڪار ڪري رهیو آهي، جو اوناشي آهي، میکه، جهڙو جنهنجو سروپ آهي، جو پورڻ آهي، جو انيڪ انيڪ شڪلين ۾ چمڪي رهيو آهي، جيڪو آڌار آهي، ڪمل جهڙاون جنهن جون اکيون آهن، ان وشنوءَ کي مان نمسڪار ڪريان ٿو



# پهريون اڌياءُ

## ڪلجگ جو ورڻن

شري مَتريه چيو :- هي مهامني! اوهان سرشٽي رچنا، ونش ۾ مہرا ۽ منونترن جي مريادا ني ۽ ساڳئي وقت ونشن ۾ جيڪي مکيه راجائون يا مکيه ماڻهو پيدا ٿيا- انهن جي جيون تي روشني وڌي. هاڻي مهرباني ڪري ڪلپ جي انت ۾ جيڪا مها پرلئه ٿيندي ۽ هن جگت جو وناش ٿيندو. اهو مان ٻڌڻ چاهيان ٿو.

شري پراشر جي چيو- هي مَتريه، ڪلپ جي پچاڙيءَ ۾. جهڙي طرح جيون جو خاتمو ٿئي ٿو اُن جو ورڻن ٻڌ. هي مَتريه! پترن جو هڪ مهينو برابر آهي ديوتائن جي هڪ ورهيه جي. اهڙيءَ طرح ماڻهن جا ٻه هزار دفعا چار يگ گذري وڃن ٿا تڏهن برهما جو هڪ ڏينهن رات ٿئي ٿو.

ست جگ، ترِيتا، دواپر يگ، ڪلجگ اهي چار جگ آهن ۽ انهن سڀني جو ملائي ٻارهن هزار ديوتائن جا ورهيه چيا وڃن ٿا.

هي مَتريه! هرهڪ منوانتر جي شروعات ۾ ست جگ اچي ٿو ۽ پچاڙيءَ ۾ ڪلجگ ٿئي ٿو. انهن ٻنهي کان سواءِ وچ جيڪي ٽي جگ اچن ٿا اهي وقت جي ڪاٿائي ۾ هڪ جيترا آهن. جهڙي طرح ڀڳوان ست جگ ۾ برهما جي جگت جي رچنا ڪندو آهي. اهڙي طرح پچاڙيءَ واري ڪلجگ جي انت ۾ وري هن جگت جو نِکوسار (وناش) ڪندو آهي.

مَتريه چيو- هي پراشر جي! ڪلجگ جي سروپ جو وستار سان ورڻن ڪري ٻڌايو. جنهن ۾ چئن چرڻن واري ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي. جنهن لفظن ۾ هيٺين چئجي ته ڌرم جي پائمالي ۽ اڌرم جو واڌارو ٿئي ٿو.

شري پراشر جي چيو- هي مئتريه! اوهان ڪلجڳ بابت ٻڌڻ چاهيو ٿا. ان وقت جيڪي حالتون ٿين ٿيون ان جو ورڻن مختصر نموني ۾ ٻڌايان ٿو.

چار آشرم ٿيندا آهن ۽ چار ورڻ (ذاتيون) ٿينديون آهن. انهن ڪسي ڪڏي ورڻاشرم ڌرم ڇٽبو آهي.

ڪلجڳ ۾ ماڻهن جي پرورتي (هلت چلت) ورڻاشرم ڌرم موجب نه ٿيندي. ان کان سواءِ ماڻهن جي هلت چلت ويدن موجب نه ٿيندي. پراچين ويد مارگ کي ماڻهو ڇڏي ڏيندا. ان وقت وهانءَ جون رسمون، گرو شش جو سمبنڌ ۽ گرهست جيون ۽ يگيه- دان وغيره جو سلسلو ختم ٿي ويندو. زال مڙس جا ناتا ٽٽي پوندا. ڪلجڳ ۾ جيڪو طاقت وارو ٿيندو اهوئي سڀني جو نيتا ٿيندو. جيڪو ماڻهو طاقت وارو هوندو اهو ڪهڙي به ذات مان، ڪهڙي به خاندان مان به شادي ڪندو. فقط ڇوڪريءَ کي قبول ڪرڻ سان ئي شادي سمجهي ويندي آهي.

ان وقت سڀ ڪريا ڪرم ڪم ٿي ويندا. ڌارمڪ نيمن جو ماڻهو پالن نه ڪندا. پنهنجي مرضيءَ موجب جيئڻ وٺدن ليئڻ ڪندا.

هي مئتريه! ڪلجڳ ۾ جنهن جي منهن مان جيڪي لفظ نڪرندا اهوئي انهن جو شاستر ٿيندو. ان وقت اڻيڪ پنٿ اڀري پوندا. ڪوبه انهن جو ديوتا نه رهندو. اهي پنهنجي خيالي ديوتائن جي ڪلپنا ڪندا. پوءِ چاهي اهو ڀوت ڀلا پريت ۽ چور نه هجي. هرهڪ پاڻ کي پنڊت سمجهندو. چار آشرم- برهمچريه، گرهست، وان پرست ۽ سنياس- نه صفا غائب ٿي ويندا. ۽ سڀني جا سڀئي آشرم ٿيندا. آشرمن جو سلسلو نه رهندو. جنهن کي جيڪي وڻندو اهو سندس آشرم ٿيندو. ورت نيم، تيرٿ وڃڻ ۽ ٻيا سڀ دان- ڌرم ۽ تپسيائون به ناس ٿي وينديون. جنهن کي جيڪي به وڻندو ان موجب هو پيو هلندو ۽ ان کي ئي هو برابر سمجهندو.

ڪلجڳ ۾ ناڻي کي سڀ کان وڌيڪ مهتو ڏنو ويندو. جنهن کي اوترو ئي ناڻو ٿيندو نه اهو مغرور ٿي ويندو. فقط وارن جي سجاوٽ سان ئي زالن کي سندرتا جو ايمان ٿيندو. ان وقت زالن جي پوشاڪ جو نمونو به بدلجي ويندو. ان وقت سون، هيرا، جواهر، قيمتي وستر ڪم ٿي ويندا. زالون فقط وارن جي سجاوٽ سان ئي پاڻ کي سينگارينديون. زالن لاءِ هڪ پوشاڪ نه ٿيندي. نيون نيون پوشاڪون پهرينديون ۽ نوان نمونا پاڻ کي سينگارڻ جا ڪم آڻينديون. آخر اهو وقت ايندو جو غريب پتيءَ کي استري ڇڏي ڏيندي. ڪلجڳ ۾ ڏاوان پرش ئي استرين جو پتي ٿيندو. ماڻهو چاهي ڪيترو به دراچاري هوندو. ڪيترو به ظالم ۽ پاپي هوندو پر جيڪڏهن وٽس ناڻو هوندو ته اهوئي عزت وارو سمجهيو ويندو.

ڪلجُڳ ۾ سمورو ناڻو گهر ٺاهڻ ۾ ئي خرچ ٿي ويندو. گهر سينگارڻ ۾ ماڻهو پنهنجو ناڻو خرچ ڪرڻ سڄاڻو سمجهندا پر دان يا چڱن ڪمن ۾ خرچ ڪرڻ واجب نه سمجهندا. هنن جو خيال ۽ ڪوشش رڳو ناڻي گڏ ڪرڻ ۾ لڳل هوندي. آتم-گيان ۾ نه ۽ سچي ملڪيت ۽ ڌن رڳو پنهنجي عيش عشرت ۽ دنيوي مزن ماڻڻ ۾ ئي ناس ٿي ويندن پر الٽي سنتڪار ۾ يا ٻين ڀلي جي ڪمن ۾ خرچ نه ٿيندن.

ڪلجُڳ جي سمي ۾ استريون سندر پرش جي ڪامنا سان سويڇا چارڻيون (يعني پنهنجي مرضيءَ مطابق هلندڙ) ٿي وينديون ۽ مرد بي انصافيءَ سان ناڻو ڪمائڻ جو خيال ڪندا. ڪيئن به ڪري رڳو ناڻو ڪمائڻ چاهيندا ۽ جهٽ پٽ ٻن محنت ناڻي ڪمائڻ جو خيال ڪندا. مرد هڪ هڪ دمڙيءَ لاءِ به لوڀي ٿيندا پر مترن جي پرارٿنا ڪرڻ تي به انهن جي مدد نه ڪندا. ڪلجُڳ ۾ سڀ ذاتيون هڪ ٿي وينديون. شودر براهمڻ جي برابري ڪندا. کير ڏيندڙ ڳائين جي ماڻهو پالنا ڪندا. جڏهن ڳائن کير ڏيڻ بند ڪنديون تڏهن کين گهر مان ڪڍي ڇڏيندا. اُن وقت اَن جي ڏاڍي اڻاٺ ٿي ويندي. برسات نه پوڻ ڪري ماڻهو داڻي لاءِ واجهائيندا. سدائين آسمان ڏانهن پيا نهاريندا ته ڪڏهن ٿي برسات پوي. آخر اهو به وقت ايندو جو اَن نه ملڻ جي حالت ۾ رڳو ڦلن ۽ ميون تي ماڻهو گذران ڪندا. غريبيءَ جي ڪري ڪيترا ماڻهو بک ۾ پاڻ ئي آتم-هتيا ڪندا. زبردست ڏڪار جي حالت ۾ ماڻهو ڏاڍو دکي ٿيندا ۽ ڪيترين بيمارين ڦهلجڻ ڪري مري ويندا.

ڪلجُڳ ۾ ماڻهو سنان ڪرڻ کانسواءِ ڀوڄن ڪندا سنان ڌرم ۽ پراچين مريادا نه رهندي. ان وقت زالون رڳو وشيه واسنا جون غلام ٿينديون، هنن جو ننڍڙو قد ۽ گهڻو کاڌو ٿيندو ۽ گهڻو اولاد پيدا ڪنديون ۽ بدنصيب ٿينديون. اهي ٻنهي هٿن سان مٿو کنهنديون ۽ پنهنجي وڏن جي آگيا نه مڃينديون. وڏن جي ڪا به پرواهه نه ڪنديون.

ڪلجُڳ ۾ راجائون پرجا جي رکشيا نه ڪندا. راڄ هلائيندڙ نيتا سوارٿي ٿي ويندا. رڳو رعيت کان ٽيڪس ۽ ڍلون ورتيون وينديون، پر سندن ڀلائيءَ لاءِ ڪجهه به نه ڪيو ويندو. راجائون پرجا جو ناڻو کسي ويندا. ان وقت جيڪو طاقت ۽ ناڻي ۾ وڏو هوندو اهو ئي راجا ٿيندو ۽ جيڪو غريب هوندو اهو نوڪر ٿيندو.

ڏڪار ۽ غريبيءَ جي ڪري ۽ ماڻهو ظلمن جو شڪار بڻجي هڪ ملڪ ڇڏي ٻئي ۾ ويندا. راڄنيتي حالتون ڏاڍيون خراب ٿي وينديون. ڪا به جان ۽ مال جي سلامتي نه رهندي. هر هنڌ جهيڙا جهڳڙا ۽ فساد ٿيندا. ڪي بدمعاش ماڻهو غريبن کي ڏاڍو ستائيندا.

ان وقت ويدن جي گيان کان ماڻهو محروم ٿي ويندا. ماڻهن ۾ پاکنڊ وڌي ويندو. ادرم جو واڌارو ٿيڻ ڪري ماڻهن جي عمر گهٽ ٿي ويندي. ڪلجڳ ۾ ماڻهو گهٽ عقل وارا ۽ سياه ۾ دشت ليندا. ان ڪري اهي جلدئي موت جو شڪار ٿيندا.

ڪلجڳ ۾ ماڻهو وشنوءَ جو پوڄن نه ڪندا. ماڻهو چوندا ته ڌرم ۾ رکيو ڇا آهي ۽ آخر ڀڳوان مان به انهن جو وشواس لڪري ويندو. ماڻهو ناستڪ ٿي پوندا.

جڏهن ڪلجڳ جو خوفناڪ وقت ايندو. تڏهن گهڻو ڪري زمين مان اَن جي پيدائش گهٽ ٿي ويندي. ڳائو کير نه ماندو. ٻاڪرو کير يا ماهو کير نه سيني ماڻهن کي نه ملندو.

ڪلجڳ ۾ پاڻ پاڻ کي نه پڄندو. وڏو پنهنجي ڪٽنب پالڻ ۾ ماڻهو مشغول رهندا.

هي مترييه! انهي ماءُ ٻيءَ کي پٽ نه ليکيندا. هر ماءُ ٻيءَ جي شيوا کان محروم ٿي ويندا. ماڻهن جو من پاپ ڪرم ۾ لڳو رهندو. ڌرمي ڪمن ۾ ذرو به ڌيان نه هوندن. پنهنجن ڪرمن ڪرڻ ڪري دک ملي ٿو. ماڻهن جا اهڙا ته ڪرم ٿيندا جو ڪين دک ڀوڳڻو پوندو. پر اهڙي ڪلجڳ جي سمي ۾ به ضرور سڀن ۾ ڪو هڪڙو اهڙو ماڻهو هوندو جنهنکي سڀ پرش چئي سگهبو.

اهڙي هوندي به ڪلجڳ مان هڪڙو وڏو اهو فائدو ملندو جو ان سمي ۾ جيڪو ڀڳوان جو ڪيرتن ڪندو. نام جو جاپ ڪندو. ايشور سمرڻ ڪندو. ان کي من جي شانتي ملندي ۽ ايشور جي پراپتي به ضرور ٿيندي. ان ڪري ايشور جو ڪيرتن ڪرڻ ئي ڪلجڳ جي دکن کي دور ڪري سگهي ٿو. ڪلجڳ ۾ ڪيمڻ جو ڪيرتن ئي وڏو سهارو آهي. جو ڦل تپسيا سان پراپت ٿي نه سگهندو هو. اهو ڦل فقط ڀڳوان جي ڪيرتن ڪرڻ ۽ نام جپڻ سان سولائيءَ سان ڪلجڳ ۾ ملندو.

شري وشنو پراڻ جي ڇهين انش جو پهريون اڌياءُ سماپت

---

## ٻيو اڌياءُ

### شري وياس دواران ڪلجڳ، شودر ۽ استرين جي مهتو جو ورڻن

شري پراشر جيءَ چيو- هي مترييه! ان باري ۾ شري وياس جيڪي چيو آهي اهو مان جيئن جو تيئن ورڻن ڪريان ٿو. ڌيان سان ٻڌو:-

هڪ وقت رشين جي وچ ۾ ڳالهه ٿي وارتالاپ هليو ته "ڪهڙي سمي ۾ تپسيا ۽ ٻج جو ڪرم وڏو ڦل ڏئي ٿو ۽ ڪير اهو سولو ڪرم سک سان ڪري سگهن ٿا؟"





هي مئتريه! اهي سڀ رشي مني گڏجي ان سوال جو جواب وياس جيءَ کان پڇڻ ويا. جڏهن اهي پهتا تڏهن ڏٺائون ته منهنجو پٽ وياس گنگاجيءَ ۾ سنان ڪري رهيو هو. هن اڃان اڌ سنان مس ڪيو هو، جيستائين وياس گنگاجيءَ مان سنان ڪري نڪري ٿي نڪري ليستائين هو گنگاجيءَ جي ڪناري تي هڪ وڻ جي ڇانوَ هيٺ ويهي وياس جو انتظار ڪرڻ لڳا.

اُن وقت وياس گنگاجيءَ ۾ ٻڏي هٿي پاڻيءَ مان منهن ڪڍيو تڏهن اوچتو هنجي منهن مان هي لفظ نڪري ويا. "ڪلجگ ئي شريشٽ (سٺو) آهي، شودر ئي شريشٽ آهي." اهي لفظ سيني رشين ٻڌا.

اُن کان پوءِ وياس وري ٻيو ڀيرو ٽٻي ڏني ۽ وري ٻاهر منهن ڪڍي چيائين - "شودر (اڇوت)! تون شريشٽ آهين، تون ڌنيه آهين." ائين چئي وري ٽيون ڀيرو ٽٻي هڻيائين - وري جل ۾ ويهي چيائين - "استريون ئي نيڪ آهن. اهي ڌنيه آهن - ڌانن کان وڌيڪ شريشٽ ڪير آهي؟"

اُن کان پوءِ سنان ڪري نتيه ڪرم مان فارغ ٿي جڏهن وياس آئي آيو ته منين رشين پرسان وڃي وياس کي نمسڪار ڪيو. نمسڪار ڪري سڀ مني وياس جيءَ جي آشرم ۾ پنهنجن جاين تي ويهي ويا. تڏهن ستيه وتيءَ جي پٽ وياس انهن کان پڇيو ته "اوهين ڪيئن آيا آهيو؟"

تڏهن منين ان کي چيو "ته اسان جي من ۾ هڪ سنديهه (شنڪا) پيدا ٿي آهي- ان بابت اسين اوهان کان پڇڻ آيا آهيون. پر هن وقت ان کي ڇڏيو- هڪ ٻي ڳالهه اسان کي ٻڌايو ته اوهان سنان ڪرڻ وقت ڪيترائي دفعا چيو ته "ڪلجگ ئي شريشٽ آهي؛ شودر ئي شريشٽ آهن استريون ئي شريشٽ آهن ۽ ڌنيه آهن." سو اوهان ائين ڇو چيو؟ اسين ان بابت سڀ ٻڌڻ چاهيون ٿا. جيڪڏهن اسان کان ڪا اڪائڻ جي ڳالهه نه هجي ته اسانکي مهرباني ڪري ان بابت کولي ٻڌايو. ان کانپوءِ اسان اوهان کان پنهنجي من جي شنڪا بابت پڇنداسين. آها اسان جي شنڪا اوهين ٿورت ڪجو.

اُن تي وياس جي کلي چيو - "هي رشيو! مون جو هر گهڙيءَ انهن جي ساراهه ڪئي ۽ انهنکي سٺو چيو، ان جو ڪارڻ ٻڌو. جيڪو ڦل ستجگ ۾ ڏهه ورهيه تپسيا ڪندي ملندو هو، برهمچريه، جپ وغيره ڪرڻ ڪري ملندو هو اهو ساڳيو ڦل تريتا جگ ۾ وري هڪ ورهيه ۾ ملندو هو، دواپر يگ ۾ هڪ مهني ۾ ملندو هو. پر ڪلجگ ۾ فقط هڪ ڏينهن رات ۾ اهو ساڳيو ڦل پراپت ڪري سگهجي ٿو." جيڪو ڦل ستجگ ۾ ڌيان، تريتا ۾ ڀگيه ۽ دواپر يگ ۾ داو- پوڄا ڪرڻ سان پراپت ليندو





هو. اهو ساڳيو ڦل ڪلجڳ ۾ ڀڳوان جو نام ڪيرتن ڪرڻ سان ملي ٿو.

هي رشيو! ڪلجڳ ۾ ٿوريءَ محنت ڪرڻ سان ماڻهوءَ کي مهان ڌرم جي پراپتي ٿي وڃي ٿي، اهوئي سبب آهي جو مون ڪلجڳ کي سڀني جڳن کان شريشٽ ڄڻ ڪري سڏيو آهي، مان ڪلجڳ تي تمام راضي آهيان.

هاڻي ٻڌو ته شودر ڇو شريشٽ آهن. برهمڻ، ڪشتريءَ ۽ ويش انهن ٽنهي ذاتين کي پهرائين برهمچريه پالن ڪري پوءِ ويدن جو اڀياس ڪرڻ گهرجي، ۽ ان کان پوءِ ڌرم جي پيروي ڪري نياءَ سان ناڻو ڪٺو ڪرڻ گهرجي. پر ناڻو انهيءَ ڪري ڪٺو ڪرڻ گهرجي ته ان مان ڪي چڱا ڪم ڪجن. يگيه وغيره. دان پڻ جا ڪارڻ ڪجن. پر جيڪڏهن ڪو اڌرم ۽ اڻ نياءَ سان ناڻو گڏ ڪري رڳو عيش عشرت ۾ زندگي گذاري ٿو ۽ اجائي بڙ بڙ ڪري، اڻ وڻندڙ ڳالهه وغيره وڪوٽ جا ڪم ڪري ٿو ۽ خود مطلبي ٿئي ٿو، ته ان جو پتن (ڪراوٽ) ضرور ٿئي ٿي. ان ڪري انهن کي هميشه سنجم ۽ نيم ڌرم ۾ رهڻ گهرجي. اهي ٽئي ورڻ جيڪڏهن ڌرم موجب ۽ نياءَ موجب نه هلندا ته انهن تي دوش لڳندو ۽ اهي پاپ جا ڀاڳي ٿيندا. شاسترن ۾ انهن ٽن ورڻن لاءِ، ڪي نيم ۽ ڌرم ٻڌايا ويا آهن. ان موجب انهنکي ضرور هلڻ گهرجي. انهن تي اهي ڌارمڪ جوابداريون آهن. انهن جا نيم ڏاڍا سخت آهن. ان ڪري هر هڪ نيمن ڪارڻ ۾ انهن کي سنڀالي هلڻو پوي ٿو. ان ڪري تمام گهڻي تڪليف سان اهي پڻ جا ڀاڳي ٿي سگهن ٿا. پر شودر يعني (اڇوت) فقط انهن ٽنهي ورڻن جي رڳو سيوا ڪرڻ سان پڻ حاصل ڪري سگهن ٿا. انهن تي ايترا ڌارمڪ ٻنڌن نه آهن. اهوئي سبب آهي جو مون چيو ته شودر سڀني ورڻن کان شريشٽ آهن. شودرن تي يگين وغيره جو ڪو به ٻنڌن نه آهي. اهي فقط منترن کان سواءِ، پاڪ يگيه (رسوئي تيار ڪرڻ) ڪندا آهن. ان ڪري ٻين ذاتين جي نسبت ۾ شودر شريشٽ آهن. اهي وڏيڪ ذليل آهن. هنن کي کاڌي وغيره جا ڪي به ٻنڌن نه آهن. اهوئي سبب آهي جو مون شودرن کي شريشٽ چيو.

هاڻي مون استرين کي ڇا جي لاءِ شريشٽ چيو. ان جو ڪارڻ ٻڌايان ٿو. پرشن جو اهو فرض آهي ته نياءَ ۽ ڌرم سان ڌن ڪمائين ۽ مٿن اها به جوابداري آهي ته سمپاتر (لائق ماڻهو) کي دان ڪن. مٿي ٻه ٻڌايل آهر آهيان ته پرشن لاءِ وڏيون جوابداريون ۽ ٻنڌن آهن. سچائيءَ سان ناڻو ڪمائڻ ۽ اهو ناڻو سٺن ڪمن ۾ خرچ ڪرڻ. اهي ٻئي ڳالهيون ڏکيون آهن. فرض اداڻيءَ تي قائم رهڻ مردن لاءِ ڏاڍو ضروري آهي. پر استري جاتيءَ تي ايترا مردن جيترا ڪڙا ۽ سخت ٻنڌن نه آهن. انهن پنهنجي پتيءَ ڏانهن ۽ پنهنجي ڪٽنب سان سچو رهڻو آهي. گهر و

جواہداريون پالن ڪرڻيون آهن. پتر ، جي شيوا ئي انهن جو مکيه ڌرم آهي. من، وچن ۽ ڪرم سان پتي شيوا ۾ تتپر رهڻو آهي. پتيءَ ، جي شيوا ۾ ئي انهنجو هت آهي . اهو ئي سبب آهي جو ناري جاتي پرش جاتيءَ کان شريشٽ آهي.

هي رشيو! مون اُن جو رهسيه اوهانکي ٻڌايو. هاڻي ٻڌايو تہ اوهين مون وٽ ڪهڙي ڪم سان آيا آهيو. يا ڪهڙو پرشن ڪڻي آيا آهيو. جنهنجو جواب مان اوهانکي چڱي طرح ڪري ٻڌايان.

رشين چيو تہ - هي وياس ديو جي اهو ساڳيو ئي سوال اسان جي من ۾ اڀريو ئي هو. جنهنجو اُتر اوهان چڱيءَ طرح ڏنو. اسانجي من جي شنڪا مٽجي ويئي. اڪري هاڻي اسانڪي ڪجهہ بہ پڇڻو نہ آهي. اهو ٻڌي ويد وياس رشين کي ڪلي چيو تہ "مان، ڌو، دوشٽيءَ سان اوهانجي من جي ڳالهہ ڄاڻي ويو هوس. اهو ئي سبب آهي جو جڏهن اوهين مون وٽ آيا تڏهن منهنجي اندر مان ازخود اهي لفظ نڪري ويا."

هي رشيو! ڪلجڳ ۾ ٿوري ڪوشش سان ستو قبل ملي ٿو ۽ شود ۽ پاڻ پنهنجي ڌرم ليم ئي پورا آهن. استريون بہ مردن جي پيٽ ۾ وڏيڪ سچار آهن ۽ پتي شيوا ڪرڻ سان بنا تڪليف جي وڏو درجو ۽ ڌرم جي سڌي حاصل ڪري سگهن ٿيون. ان ڪري منهنجي خيال ۾ اهي ٽيئي ڌ نيہ آهن .

ان کان پوءِ رشين وياس جو پوڄن ڪيو ۽ نمسڪار ڪري موڪلائي هليا ويا.

ڇهين اَنش جو ٻيو اَڌياءُ سماپت

---

## ٽيون اڌياءُ

### اڪ چڪر وغيره وقت جي ڪٽپ ۽ نيمتڪ پرلئہ جو ورڻن

شري پراشر جيءَ چيو تہ - پرلئہ جا ٽي قسم آهن . هڪ نيمتڪ ٻي پراڪرتڪ ۽ ٽين آتيمتڪ. انهن ٽن مان جيڪا ڪلپ (سرشٽيءَ) جي پڇاڙيءَ ۾ پرلئہ ٿيندي آهي اُن کي نيمتڪ پرلئہ ڪري چئبو آهي. ان جو ٻيو نالو برهم-پرلئہ پڻ آهي. جيڪا موڪش نالي سان پرلئہ آهي اها آتيمتڪ پرلئہ آهي ۽ جيڪا سرشٽيءَ ۾ ٻن پرارڌن جي اُلت ۾ پرلئہ ٿيندي آهي ان کي پراڪرتڪ پرلئہ ڪري چئبو آهي.

شري مئتريہ چيو- " تہ هي پراشر جي مني! اوهين مونکي پرارڌ جو عدد ٻڌايو. جنهنکي ٻيڻو ڪرڻ سان پراڪرتڪ پرلئہ جي ڪٽپ سمجهي سگهجي.

شري پراشر جيءَ چيو- هي مئتريہ ! هڪ کان وٺي لمبرواز ڏهوڻا ڏهوڻا اڳہ

ڳڻيندي ڳڻيندي جيڪا • ١٨ دفعا ڳڻي وڃي ٿي. ان سنکيا (عدد) کي "پرارڌ"
نالي سان سڏجي ٿو. ان سنکيا پرارڌ جي اڌ عدد واري پراڪرت پرلئه آهي،
ان وقت سمورو جڳت پنهنجي ڪارڻ اويڪت ۾ لين ٿي وڃي ٿو. ويڪت جي
معنيٰ آهي - درشيه جڳت جيڪو ڏسڻ ۾ اچي رهيو آهي يعني اسٿول؛ اويڪت
جي معنيٰ ادرشيه يعني جيڪو ڏسڻ ۾ نه اچي، يعني اويڪت معنيٰ سوکشم.

منشيه جو نميش (اک ڇنڀڻ جيترو وقت) برابر آهي هڪ مالترا واري اکر
جي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته هڪ مالراداري اکر جي اچار ڪرڻ ۾ جيڪو
وقت لڳي ٿو اهو نميش ڪري چئجي ٿو. ١٥ نميش برابر آهن هڪ ڪاشٺا جي.
ٽيهه ڪاشٺائون برابر آهن هڪ ڪلا جي.

پندرهن ڪلائن جي هڪ ناڙڪا ٿيندي آهي. اها ناڙڪا ٽامي جي ٿلهي جل-
پاتر جي ذريعي ڄاتي وڃي ٿي. اهڙي طرح ٻن ناڙڪائن جو هڪ مهورت ٿيندو
آهي، ٽيهه مهورت برابر آهن هڪ ڏينهن رات جي. ٽيهن ڏينهن جو هڪ مهينو ٿيندو
آهي. ٻارهن مهينا هڪ ورهيه ۾ ٿيندا آهن. انسان جو هڪ ورهيه برابر آهي ديو لوڪ
جي هڪ ڏينهن رات جي. اهڙي طرح اسانجي ٣٦٠ ورهين جو ديوتائن جو هڪ
ورهيه ٿيندو آهي. اهڙي طرح جڏهن ديولوڪ جي ديوتائن جا ٻارهن هزار ورهيه
گذري ويندا آهن ته هڪ چترپگ ٿيندو آهي. چترپگ معنيٰ چار جڳ. هڪ هزار
چترپگ برابر آهن برهما جي هڪ ڏينهن جي.

هي مهامني! برهما جي هڪ ڏينهن کي ڪلپ جي نالي سان سڏبو آهي.
جڏهن برهما جو هڪ ڏينهن پورو ٿيندو آهي. تڏهن برهما جي نميتڪ پرلئه
ٿيندي آهي.

هي مئتريه! هاڻ، مان ان نميتڪ پرلئه جي ڀيانڪ روپ جو ورڻن ڪريان ٿو.
ان کان پوءِ مان توکي پراڪرت پرلئه جو ورڻن ڪندس.

هڪ هزار چترپگ گذرڻ تي جڏهن هي ڌرتي گهڻو ڪري کيڻ ٿي ويندي
آهي تڏهن هڪ سو ورهين تائين برسات نه پوندي آهي. هڪ سو ورهيه سوڪ تي
سوڪ. ان وقت هن ڌرتيءَ جا جيو (ساهه وارا) ڪمزور ٿي ويندا آهن. اهي
برسات جي نه پوڻ ڪري دکي ٿي آخر ناس ٿي ويندا آهن. ان کان پوءِ رڌر روپ
(خوفناڪ روپ) ڌارڻ ڪندڙ اويه - آتما ڀڳوان وشنو سنسار کي ناس ڪرڻ لاءِ،

• وايو پراڻ ۾ اهي ١٨ عددن جا هيٺيان نالا آهن:-
هڪ، ڏهه، سؤ، هزار، ڏهه هزار، لک، ڏهه لک، ڪروڙ، ڏهه ڪروڙ، ارب، ڏهه ارب، پدم، ورند، کرو، شنکه، مڌيه، انت؛ پرارڌ.

سمپورڻ پرجا کي (ماڻهن کي) پاڻ ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اُن وقت ڀڳوان وشڻو سوريه، جيڪي سٺن ڪرڻن ۾ موجود ٿي سڄي جڳت کي سڪائي ڇڏيندو آهي.

هي مئتريه! هن پرٿويءَ تي جيڪو به پاڻي آهي ۽ جيڪي به ساهوارا آهن انهن سڀني کي وشڻو ڀڳوان سوريه جي سٺن ڪرڻن ۾ موجود رهي سڪائي ڇڏي ٿو. پوءِ هن پرٿويءَ تان پاڻي هلي وڃڻ ڪري پرٿويءَ جو جيون ختم ٿيو وڃي. پرٿويءَ جو جل پي سوريه جون ڪرڻاڻون طاقت واريون ٿين ٿيون ۽ ڀڳوان جي شڪتيءَ سان اهي به شڪتيوان ٿي وڃن ٿيون ۽ اهي ست ڪرڻاڻون ست سوريه ٿيو پون. انهن ۾ اڀري ٿي گرمائش اچي وڃي ٿي جو اهي ڌاڻو ۽ چمڪي سڄي ٽرلوڪيءَ کي ڀسم ڪري وجهن ٿيون. انهن سڀن جي تابش ڪري سڄي پرٿوي جڻ جلي وڃي ٿي ۽ پربتن، ندين ۽ سمنڊن سميت نيرس ٿي وڃي ٿي- يعني پاڻيءَ جو ڦڙو به اُن ۾ نه ٿو رهجي. اُن وقت هيءَ زمين ڪميءَ جي پٺ وانگر سخت ٿي وڃي ٿي.

تڏهن هري ڀڳوان سڀني کي ناس ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ڪال-اگني رڊر روپ سان. شيش ناگ جي مک مان پرگهٽ ٿي پرٿويءَ جي هيٺ پاتالن کي جلائڻ شروع ڪري ٿو. اها ڪال جي اگني سڀني پاتالن کي جلائي پرٿويءَ تائين پهچي وڃي ٿي ۽ سڄي ڀوتل کي ڀسم ڪري ڇڏي ٿي. ڀوُ لوڪ کي (پرٿويءَ کي) جلائڻ کان پوءِ اها خوفناڪ باهه ڀوُر لوڪ ۽ سورگ لوڪ کي جلائي ڇڏي ٿي ۽ اها تمام وڏي باهه جي ڄڀي باهه جي واچوڙي جي صورت ۾ چوڌاري چڪر لڳائڻ شروع ڪري ٿي. اهڙي طرح اگنيءَ جون جوالائون ڦرنديون ڦرنديون سمپورڻ وشو کي گهيري وڃن ٿيون ۽ پوءِ سڀ چر (چرندڙ ۽ هلندڙ ساهوارا) ۽ اچر (هڪ هنڌ بيٺل ساهه وارا يعني وڻ ٽڻ) ناس ٿي وڃن ٿا ۽ ٽيئي لوڪ تتل تئيءَ وانگر ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اهڙيءَ خوفناڪ حالت ڀوُر لوڪ ۽ سوُر لوڪ ۾ رهندڙ ديوتائن جا اڌڪاري- باهه جي گرمائش ۽ تابش سهي نٿا سگهن ان ڪري اهي اُتان ڀڄي مهرلوڪ ۾ هليا وڃن ٿا پر اتي به هيتڪي باهه جي لپٽ ستائي ٿي. انڪري اُتان به ڀڄي اهي جن لوڪ ۾ هليا وڃن ٿا.

هي مئتريه! اُن کان پوءِ ڀڳوان وشڻو رڊر جو روپ اختيار ڪري ٿو ۽ سڄي سنسار کي جلائي ڀسم ڪري پنهنجي منهن جي سواس مان بادلن کي پيدا ڪري ٿو. اُن وقت بجليءَ جي چمڪاٽن ۽ گجگوڙ سان هڪ قسم جا خوفناڪ بادل آسمان ۾ ڇانئجي وڃن ٿا. انهن بادلن کي ”سنورتڪ“ ڪري چيو وڃي ٿو. اهي تمام وڏا ميگهه آهن. هاٿين جي ميڙ وانگر پيا معلوم ٿين. انهن بادلن مان ڪن جو رنگ ڪارو

آهي لـــ ڪن جو اچو، ڪن جـــو ولڪ نيل ڪمل والگو ڪن جـــو ورڻ ڪمد (اڇن ڪملن) وانگر آهي، ڪي ورڻ پيلا لـــ ڪي ڏولهي جي ولڪ جهڙا لين ٿا. ڪي ڪي ورڻ سومي جهڙا ڪارا. مطلب ته ڪيترن رنگن وارا بادل چوڌاري آسمان ۾ پکڙجي وڃن ٿا. ڪي ته ايڏا وڏا آهن جو جڻ ته ڪنهن وڏي لکو وانگر پيا ڏسڻ ۾ اچن. ڪي ورڻ وڏن جلن وانگر ته ڪي ورڻ زمين وانگر ٿواکڙا ۽ پکڙيل ڏسڻ ۾ ايندا آهن. اهي زور سان گجگوڙ اهڙي لـــ ڪندا آهن جو جڻ ته آسمان ۽ زمين اجهو ڦاٽي ڪي ڦاٽي. اهڙي طرح سڄو آسمان اهڙن بادلن سان ڇانئجي وڃي ٿو ۽ وڏين وڏين مهري ڦڙن بوندن وارو زوردست مينهن پوڻ ٿو. چوڌاري ٻوڏان ٻوڏ ٿي وڃي ٿي ۽ ان پاڻيءَ سان خوفناڪ ٻاھ وسامي وڃي ٿي. هاڻي ٻاھ جي جڳهه پاڻي والاري ٿو. ٿورو وقت اڳ هتي چوڌاري خوفناڪ ٻاھ جون لاٽون پئي ڏسڻ ۾ آيون ۽ ٽيئي لوڪ پئي ٻاھ ۾ جليا ته ان ڪاڻ هوه چوڌاري ٽيئي لوڪ جل ۾ ٻڏل نظر ايندا آهن.

هي متريه! اهي بادل واسه ڏينهن پيا جڳمس تـي جل ۾ ٻوڙي ڇڏيندا آهن. پڻهنجي خوفناڪ وڏين ڌارائن سان ڀورلوڪ (ڀولوڪ لوڪ) کـي جل ۾ ٻـوڙي ٻوھ ڀؤ لوڪ کي ٻوڙيندا آهن. اهڙيءَ طرح رفتہ رفتہ مٿي چڙهي سؤر لوڪ کـي ٻوڙيندا ان کان مٿين لوڪن تائين ٻڏجي جل مٿي ڪري ڇڏيندا آهن. اهڙيءَ طرح سڄي سنسار ۾ اوندهه الڌوڪار ڇانئجي ويندو آهي ۽ سڀ چرندڙ ٻوڙي هڪ هنڌ اينئل ساهوارا جيو سڀ ناس ٿي ويندا آهن. اهڙي طرح سيدي ساهوارن جي ناس اڻ ڪاڻهوه ٻ. هڪ سو ورهين تائين پڪساهيءَ اهي بـادل ٻرسات وساٽيندا ٿـي وهندا آهن.

هي مني شريشٺ! سنالن ٻرماتما واسديو جي مهام سان ڪاٺ جي پڄاڙيءَ ۾ اهڙي قسم جو ويلو (پرلئيه) ٿيندي آهي.

ڇهون انش جو ٽيون اڌياءَ سماپت

# چوٿون اڌياءُ

## پراڪرت پرلئيه جو ورڻن

شري پراشر جيءَ چيو - هي متريه! جڏهن اهو پرلئيه جو حل سپت رشن کي پڄرڪري وڃي ٿو، اڏهن هيءَ سڄي ٽرلوڪيءَ ۾ مها سمندر وانگر ڏسڻ ۾ ايندو آن ڪاڻهوءَ ڀڳوان وشنوءَ جي مک مان وايو (هوا) نڪري ٿي جا انهن بادلن

کي ناس ڪري هڪ سؤ ورهين تائين لڳندي رهي ٿي. ان وقت اُن لوڪ ۾ رهندڙ سڌ گڻ ۽ سڌڪ وغيره رشي هري ڀڳوان جي اُستوتي ڪن ٿا. انهن جي پرارٿنا ڪرڻ تي وشڻو ڀڳوان وري ان وشڪر جي وايوءَ کي پي وڃي ٿو. پوءِ هوُ يوگي نندرا جي سماڌيءَ ۾ لين ٿي وڃي ٿو. ان سماڌيءَ ۾ وسديو جي سروپ جو چنتن ڪمزور رهي ٿو ۽ ان مها سمنڊ ۾ شيش ناڳ جي سيج تي سمهي ٿو.

هي مئتريه - الهيءَ پرلئه ۾ هري ڀڳوان جو سمهڻ تي نمت آهي. ان ڪري انکي نيمتڪ پرلئه ڪري چوندا آهن. جنهن وقت سرو آتما وشڻو ڀڳوان جاڳندو رهي ٿو ان وقت سنسار جا سڀ ڪاريه هلندا رهندا آهن. جڳت جي چرپر جاري رهي ٿي. پر جنهن وقت وشڻو ڀڳوان مايا جي سيج تي سمهي ٿو ان وقت هيءُ سنسار به ان ۾ سمائجي وڃي ٿو. جهڙيءَ طرح برهما جو هڪ ڏينهن هڪ هزار چوڪڙي جڳت جو ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح سڄو سنسار هڪ مها سمنڊ جي روپ ۾ ٿي وڃي ٿو ته اها برهما جي رات به اوتري ئي وڏي ٿئي ٿي. جڏهن اها رات پوري ٿئي ٿي ته وشڻو ڀڳوان جاڳي ٿو ۽ برهما جي روپ ۾ اچي هن سرشٽيءَ جو نرماڻ ڪري ٿو.

هي مئتريه! اهڙيءَ طرح مون توکي ڪلپانت ۾ ٿيندڙ پرلئه جو ۽ اوانتر پرلئه جو ورڻن ڪري ٻڌايو. هاڻي ٽئي قسم جي پراڪرت پرلئه جو ورڻن ٻڌ. هي منِي! جڏهن برسات نه پوڻ ڪري سمپورڻ لوڪ ۽ پاتال ناس ٿي وڃن ٿا تڏهن ڀڳوان جي اڇا سان پرلئه ڪال اچي ٿو، تڏهن مهت تتوءَ کان وٺي پرٿوي وغيره پنج تتو ڪڻ ٿي وڃن ٿا. پرٿويءَ جو گڻ گنڌ (خوشبوءِ) آهي. ان وقت جل ان پرٿويءَ جي گڻ گنڌ کي پاڻ ۾ سميٽي ڇڏي ٿو. گنڌ جي ناس ٿيڻ تي پرٿوي جل مئي ٿي وڃي ٿي. اُن وقت وڏو آواز ڪري سڄي وشو ۾ جل ڦهلجي وڃي ٿو. جل جو گڻ رس آهي. ان رس کي وري تيج پاڻ ۾ سميٽي ٿو. نتيجو اهو نڪري ٿو ته جل ۾ ناس ٿيو وڃي. تڏهن رس جي هلي وڃڻ ڪري جل اگنيءَ جي روپ ۾ بدلجي وڃي ٿو. پوءِ سڄي وشو ۾ اگن (باهه) ڦهلجي وڃي ٿي. آهستي آهستي هيءُ سڄو جڳت باهه جي چپيٽ ۾ اچي وڃي ٿو. اگنيءَ جو گڻ (خاصيت) آهي پرڪاش. اُن پرڪاش کي وري وايو (هوا) پاڻ ۾ لين ڪري ڇڏي ٿو. وايوءَ ۾ جڏهن اگن لين ٿي وڃي ٿي ان وقت دنيا ۾ اونده ڇانئجي وڃي ٿي. اگن شانت ٿي وڃي ٿي ۽ خوفناڪ طوفان لڳي ٿو. اهو طوفان چوڌاري سڄي جڳت ۾ ڦهلجي وڃي ٿو. وايوءَ جو گڻ آهي "سپرش" (ڇهڻ) اُن "سپرش" کي آڪاش پاڻ ۾ لين ڪري ڇڏي ٿو. تڏهن وايو شانت ٿي وڃي ٿو ۽ آڪاش آورڻ هين (يعني پور آڪار ڪالسواء)

ٿي وڃي ٿـو. اُن وقت روپ، رس، سپرش، گنڌ ۽ آڪار جي نـه هئڻ ڪري ـ الهيءَ جي غالب ٿيڻ ڪري فقط هڪ مهان آڪاش ٿي سڀ کي وياپت ڪري ظاهر ٿئي ٿـو. چوڌاري رکو آسمان ٿي نظر اچي ٿـو. آڪاش جو گڻ (خاصيت) آهي ”شبد“ (آواز) ان وقت چئني طرف گول آڪاش سڀني کي ڍڪي ڇڏي ٿـو. اُن ڪالبوءِ آڪاش جي گڻ شبد کي پنج ڀوت (تتو) ڳِهي وڃن ٿا. يعني پاڻ ۾ سميٽي ڇڏين ٿا. آخر پنجن تتن ۽ اِندرين حي ته ٿي وڃڻ تي فقط ”اهنڪار“ وڃي بچي ٿو. ان جو ٻيو نالو ”تامس“ آهي. تامس جي معنيٰ آهي جنهن ۾ رکــو تمو گڻ هجي. ٻوءِ الهن ٻولن کي نـه هڏي روپ مهت تتو ڳهي وڃي ٿو. هن برهمانڊ جي انتر جگت جي آدي (شروعات) سما آهي پرلوي ۽ انتم سيما (پڇاڙيءَ جي حد) آهي مهت تتو. ستو گڻ، رجو گڻ ۽ تمو گڻ اهي ٽي گڻ آهن. اهي ٽئي سامي اوستا يعني هڪجهڙائيءَ جي حالت ۾ رهن ٿا. اهي ٽيئي ٽئي هڪ جيترا آهن نه گهٽ نه وڌ، تڏهن اُنکي ”پرڪرتي“ جي نالي سان سڏجي ٿو. اُن جو ٻيو نالو ”پرڌان“ پڻ آهي. اهو پرڌان سمپورڻ جگت جو مکيه ڪارڻ آهي. هن پرڪرتيءَ جا ٻه روپ آهن. هڪ آهي ”ويڪت“ (يعني جيڪو ڏسڻ ۾ اچي ٿــو ساڪار) سو آهي. ”اويڪت“ (يعني جيڪو ڏسڻ ۾ نـه اچي) الهيءَ ٻن روپن جي ڪري پرڪرتي سروَمئي آهي. يعني سڀ هنڌ موجود آهي. هي منتريه! الهيءَ ڪري اويڪت ۾ ويڪت لين ٿي وڃي ٿو. اُن کان جدا جو هڪ شڌ، اڪشر (اوناشي) نتيه (هميشه قائم) ۽ سرو وياپڪ پرش آهي. اهو نه سرو وياپڪ پرماتما جو انش آهي. سڀني جو آسرو ۽ آڌار پرماتما آهي. اُن ۾ نام ۽ روپ جي ڪلپنا ڪونه آهي. اهو ڪيان سروپ آهي ۽ اُن سان گڏ گيائو ۾ (جاڻڻ لائق) پڻ آهي. اهو ٿي ايشور آهي. اهو وشنو آهي. هو سچي وشو روپ ۾ اوستت (موجود) آهي. اُنکي پراپت ڪري يوگي ورپ هن سنسار ۾ نه ٿا موٽن. جنهن ويڪت ۽ اويڪت پرڪرتيءَ جو موڻ ورڻن ڪيو آهي. اُها پرڪرتي ۽ پرش اهي ٻئي پڻ اُن پرماتما ۾ سمائجي وڃن ٿا. اهو پرماتما سڀني جو آڌار ۽ ايڪ ماتر اڌيشور آهي. اُنکي ويد ۽ ويدانت ۾ ”وشنو“ نالي سان سڏيو ويو آهي.

ونڪت ڪرم ٻن قسمن جو آهي ـ هڪ پرورتي روپ (ڪرم يوگ) ۽ ٻيو نورتي روپ (سانکيه يوگ) الهيءَ ٻنهي قسمن جي ڪرمن سان ان سرواڌار پرشوتم جي پوڄا ڪئي وڃي ٿي. ماڻهن ڌوارا رگويد، يجرويد ۽ سامويد ۾ ٻڌايل پرورتي مارگ سان ان يگيه پتي پرشوتم يگيه پرش جو پوڄن ڪيو وڃي ٿو. نورتي مارگ ۾ يوگي رهندا آهن. اهي گيان يوگ دوارا ”وشنو“ جو پوڄن ڪندا آهن.

هي مئتريه! اڻ سروو ياپڪ پرماتما وياپڪ ۽ ا ويڪت روپ واري پرڪرتي ۽ پرش ليِن ٿي (سمائجي) وڃن ٿا.

هي مئتريه! مون توکي ڏو پرارڌ ڪال بابت ٻڌايو هو. اهو ان (پرهم ڏاري) وشڻو ڀڳوان جو فقط هڪ ڏينهن آهي. ويڪت جڳت جو اويڪت پرڪرتيءَ ۾ سمائجي وڃڻ ني ۽ پرڪرتيءَ جو پرش ۾ سمائجي وڃڻ ني جيڪو وقت لڳي ٿو اوتري وقت جي وشڻو ڀڳوان جي رات ليکبي آهي.

هي مئتريه! حقيقت ۾ نه ان پرماتما جو ڪو ڏينهن ٿئي ٿو نڪا رات. ان هوندي به اهو هڪ وهنوار ٿي ويو آهي. ان ڪري ائين چوڻ ۾ اچي ٿو ۽ ٻاڌائو ڪيو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح مون توکي هيءَ پراڪرت پرليه جو ورڻن ڪري ٻڌايو. هاڻي مان توکي آتينتڪ پرليه جو ورڻن ڪري ٻڌايان ٿو. تون اهو ڌيان سان ٻڌ.

ڇهين انش جو چوٿون اڌياءُ سماپت

---

## اڌياءُ پنجون

### آڌياتمڪ وغيره (آتما سان واسطو رکندڙن) ٽن قسمن جي تاپن (ڪشٽن) جو ورڻن، "واسديو" لفظ جي وياکيا ۽ ڀڳوان جي پارمارٿڪ (واستوڪ) سوروپ جو ورڻن

شري پراشر جيءَ چيو - هي مئتريه! آڌياتمڪ، آڌديوڪ ۽ آڌڀوتڪ- انهن ٽن قسمن جي تاپن کي ڄاڻي گيان ۽ وئراڳيه پيدا ٿيڻ تي گياني پرش آتينتڪ پرليه کي پراپت ڪن ٿا. آڌياتمڪ تاپ جا ٻه قسم آهن- (١) شاريرڪ (بدني) ۽ (٢) مانسڪ (من جو) انهن مان شاريرڪ تاپ جا ڪيترائي ڀيد آهن. اهي ٻڌ:- مٿي جو سور، زڪام (نڪ ليس)، بخار، پيٽ جو سور، ڀواسير ۽ ڀواسير ۽ پيٽ ۾ ڳوڙهو ٿيڻ، سرج، دم، اکين جون بيماريون، سوري اتيسار، ڪوڙهه وغيره بيماريون بدني ڪشٽ آهن.

هاڻي مانسڪ تاپن بابت ٻڌ- ڪام، ڪروڌ، ڀپ، دويش (دشمني رکڻ)، لوڀ، موهه، وشاد (من جو دک)، شوڪ، اسوُيا (چڱي انسان کي به برو چوڻ)، اپمان، ايرشا (حسد) ۽ ماتسريه (اپمان - وڏائي) وغيره، مانسڪ تاپ آهن. انهن شاريرڪ ۽ مانسڪ تاپن کي آڌياتمڪ تاپ ڪري چيو آهي. اهڙيءَ طرح انهن جا ڀيا ٻه ڪيترا قسم آهن. ماڻهن کي جيڪي تڪليفون جانورن، پکين، ٻين ماڻهن، پشاچ (راڪشسن) ۽ زهري جيتن جهڙوڪ وڇن ۽ نانگن کان ملن ٿيون انهن کي آڌيڀوتڪ تاپ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

هي مئتريا! سيءَ، لُڪ، گرمي، هوا، برسات، پاڻي، باهه، بجلي وغيره کان
جهڙيون اڪليفون ملن ٿيون انهن دکن کي آڌ ڀوتڪ ڪري چئجو آهي. هن دنيا ۾
انهن دکن کان سواءِ گرڀ، جنم، ٻڍاپو، اگيان (ڄاڻ نه هئڻ) ۽ موت ۽ نرڪ کان پيدا
ٿيل دکن جا به هزارين قسم آهن. ٻار جڏهن ماءُ جي گرڀ ۾ پيل آهي ته مل سان
ڀريل گرڀاشيه ۾ اوڙ سان لپيٽيل هئڻ ڪري ڪومل شرير وارو جيو انيڪ دک سهي ٿو ان جي
دکن جو ورڻن ڪري نٿو سگهجي. ان وقت جيو کي پورب جنم جي ڪرمن جي
ڄاڻ ٿئي ٿي. پر هو ڄڻ نه هڪ دک جي اولاهيءَ ۾ ڍڪيل واريءَ ڪوليءَ ۾ بند
رهي سور سهندو رهي ٿو. ڄمڻ جي وقت به هنکي ڏاڍي ڀڙا سهڻي پوي ٿي ۽
ماءُ کي ويم جا سور سهڻا پون ٿا. هو ڏاڍي اڪليف سان گرڀاشيه مان ٻاهر نڪري
ٿو. پيدا ٿيڻ کانپوءِ هنکي هن دنيا جي هوا لڳي ٿي. پوءِ هو بيهوش ٿي ٿو وڃي - سڌ
ٿي پئو هڄي ٿو. اهو جيو گرڀ مان نڪري جنم وٺي جڏهن گرڀاشيه مان نڪري ٿو
تڏهن هنجي حالت ان ڪيڙي وانگر آهي جو ڪنهن پداوءَ پس ۽ رت سان ڀريل
ڦوڙي جي ڦاٽڻ کانپوءِ ٻاهر نڪري زمين تي ڪري ٿو. اهو ٻارو وائيل ٻار اسمرٿ
۽ اشڪت ٿي پيو رهي ٿو. هنکي سنان ڪرڻ يا ٿڃ وغيره پيئڻ ۾ به ماءُ جي سهايتا
جي ضرورت آهي. ان صورت ۾ ٻار نه اسمرٿ آهي جنم وٺڻ کانپوءِ جڏهن ٻار
ٿورو وڏو ٿئي ٿو ته هنکي انيڪ ڪشٽن جو مقابلو ڪرڻو پوي ٿو. اگيان جي اولاد
۾ موڪر انسان اهو نٿو ڄاڻي ته مان ڪٿان آيو آهيان؟ مان ڪير آهيان؟ مان ڪٿي
ويندس؟ ۽ منهنجو سروپ حقيقت ۾ ڪهڙو آهي؟ مان ڪهڙي ٻڌڻ ۾ ٻڌل آهيان؟
ان ٻڌڻ جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ يا اهو بنا ڪارڻ پراپت ٿيو آهي ڇا؟ مونکي ڇا
ڪرڻ گهرجي؟ . مون کي ڇا چوڻ گهرجي ۽ ڇا نه چوڻ گهرجي؟ ڌرم ڇا آهي؟
اڌرم ڇا آهي؟ ڪهڙيءَ اوستا ۾ مونکي ڪهڙيءَ طرح رهڻ گهرجي؟ منهنجا ڪهڙا
فرض آهن؟ مونکي ڇا نه ڪرڻ گهرجي؟ يا ڪهڙي ڪم ۾ فائدو آهي ۽ ڪهڙي
ڪم ۾ نقصان آهي ۽ گڻ ڇا آهي ۽ دوش ڇا آهي؟ اهڙيءَ طرح جانور وانگر
وويڪ کانسواءِ رڳو پيٽ پالڻ ۾ پوندڙ ۽ وشيه واسنا ۾ غلطان ٿيل اگيان جي ڪري
وڏا دک ڀوڳين ٿا.

هي مئتريه! اگيان ناستڪ وڪار آهي، اهو ئي سبب آهي جو اگياني پرشن
جو ناستڪ ڪرمن ڏانهن لاڙو ٿئي ٿو. پاپ ڪرم ۾ انهن جي پرورتي ٿئي ٿي ۽
اهي اگياني پرش ونديڪ ڪرمن کي صفا ڇڏي ڏين ٿا. يعني وئديڪ ڪرمن جو
لوپ (گم ٿي وڃڻ) ٿئي ٿو. ودوان پرشن ڪرم لوپ جو ڦل نرڪ ٻڌايو آهي،
انهيءَ ڪري اگياني پرشن کي هن لوڪ ۾ ۽ پرلوڪ ۾ ٻنهي هنڌ دک ڀوڳڻو

پوي ٿو. شرير جڏهن پيرسيءَ جي ڪري ضعيف ٿي وڃي ٿو تڏهن ماڻهوءَ جا انگ
عضوا شٿل (ڍلا) ٿي وڃن ٿا، هن جا ڏند ڍرا ٿي پون ٿا ڳرن، منهن ۾ گهنج پئجي وڃن
ٿا، اکين مان به آهستي آهستي روشني گهٽ ٿيندي وڃي ٿي. پري کان هو ڏسي
نٿو سگهي، اکيون اندر پيهجي وڃن ٿيون. نڪ جي سوراخن مان وار ٻاهر نڪري
اچن ٿا ۽ شرير ڏڪڻ لڳي ٿو. هن جون سڀ هڏيون ڏسڻ ۾ اچن، پٺيءَ جو ڪنڊو
جهڪي وڃي ٿو ۽ هاضمو گهٽ ٿيو وڃي ۽ خوراڪ گهٽجي وڃي ٿي. اُن وقت
هن جو هلڻ، گهمڻ ڦرڻ بند ٿي وڃي ٿو، نڪي بيهي نٿي اچيس، ڪنن مان ٻڌڻ جي
شڪتي هلي وڃي ٿي، منهن مان گگون پيون وهنس. ان جون اندريون سندس
ضابطي مان نڪري وڃن ٿيون، هو پروس ٿيو پوي. هو جيئري ئي جڙ لاءِ مئل
جي برابر ٿئي ٿو. پوءِ هن جي سمرڻ شڪتي بلڪل گهٽ ٿي وڃي ٿي. هن کي ڏاڍي
واسنا ٿئي ٿي. آخر اها نوبت اچي ٿي ته ڳالهائڻ ۾ به هن کي رنڊڪ ٿئي ٿي. ٻيو
ماڻهو ٻين جي مدد سان ويهي ٿو ۽ ٻين جي مدد سان اٿي ٿو. اُن ڪري هو
پنهنجي استريءَ ۽ پٽن کان به عزت نه ٿو پائي. سندس زال ۽ پٽ هن مان ڪٽا ٿي
پون ٿا. نوڪر وغيره به هن کي ليکين ئي نه ٿا. آخر هن جون روزانيون ڪريائون بند
ٿي ناس ٿي وڃن ٿيون. پر پوڄا ۽ پوڄن جي اڇا وڌندي رهي ٿي. ترشنا پڻ وڌي
ٿي. هن جا مٽ مائٽ پڻ هن لاءِ کلن ٿا. ويچارو پڙهو کٽ تي پيو جوانيءَ جون
ڳالهيون ياد ڪري ۽ ڏاڍو دکي ٿئي ٿو. اها پيرسيءَ جي زندگي دکمئه آهي. اهڙيءَ
طرح جڏهن موت ويجهو اچيس ٿو ته اُنکي ڏاڍي پيڙا سهڻي پوي ٿي. آخر هو
بيهوش ٿيو وڃي. بيهوشيءَ جي حالت ۾ جڏهن وري هن کي هوش اچي ٿو ته، من
۾ سوچي ٿو ته، اڙي منهنجن پٽن پوٽن جو ڪهڙو حال ٿيندو؟ اڙي، هيءَ ههڙي
سستي جڳهه، مال ملڪيت، هيرا جواهر، پٽ ۽ استري اهي سڀ مان ڇڏي
ويندس. پوءِ انهن جي ڪير سنڀال لهندو؟ اهڙيءَ طرح هو گهڻي ممتا ۽ مايا موهه
جي ڪري وياڪل ٿيو وڃي. اُن وقت خوفناڪ بيماريون هن کي مزاج جي دولن
وانگر ستائين ٿيون، هن جون اکيون مٿي چڙهي وڃن ٿيون ۽ هٿ پير ڦٽڪائي ٿو.
آخر هن جو گلو بند ٿي وڃي ٿو. گهر گهر آواز سان ساهه کڻي ٿو. اُن وقت جنکي
زبردست پيڙا ٿئي ٿي ۽ تمام ڪشٽ ڀوڳي ڀوڳي هيءَ شرير ڇڏي ٿو. مرڻ جي
وقت اهي ۽ ٻيون انيڪ پيڙائون انسان کي ڀوڳڻيون پون ٿيون، مرڻ کان پوءِ اُن
هن کي نرڪ ۾ ڪيترائون سختيون سهڻيون پون ٿيون. ياتنائون ڀوڳڻ رمائون پون ٿيون.
نرڪ ۾ ته انيڪ دک آهن - جنجو بيان ڪرڻ به ڏاڍو خوفناڪ آهي. اهي پيڙائون
سهڻ کان ٻاهر آهن. ڪارات سان چيرجڻ، تل واريءَ لاءِ هلڻ، زمين ۾ پورجڻ،

باھ ۾ سڙڻ، شينهن جي منهن ۾ پوڻ، ڳجهن کان ماس پٽجڻ، ھاٿين کان لتاڙجڻ
وغيره. پنهنجن پاپ ڪرمن جي جيڪا سزا ڀوڳڻي پوي ٿي ان جو بيان ڪري ٿو
سگهجي. اھڙيون نہ سزائون آھن جو اُنهن جي ڳڻپ بہ نٿي ڪري سگهجي.

هي مئتريہ! فقط نرڪ ۾ ئي دک آھن. اھا ڳالھ ڪونھي پر سرڳ ۾ بہ شانتي
ڪونہ ٿي ملي آخر اُتي بہ پنهنجن پڃن جا ڦل ڀوڳي. اُن مان بہ هيٺ ڪرڻ جو ڊپ
لڳو پيو رهي ٿو. نرڪ يا سرڳ ڀوڳڻ کانپوءِ بہ جيو کي وري وري گرڀ ۾ اچڻو پوي
ٿو. جنم وٺڻو پوي ٿو ۽ وري بہ جمڻ ورڻ بہ مرڻ اھو سلسلو جاري رهي ٿو. جيڪو
ڄائو آهي اهو مرندو ضرور ۽ جيڪو مري ٿو اهو وري جمندو بہ ضرور. حسنائين
خيالي الس لبستائين بہ الڪ جنتائون ۽ آشا ترشنا. موھ. ممتا ۾ ڦاٿل رهڻو پوي
ٿو. جيڪڏهن ناڻو ڪمائي ٿو تہ ان جي سلامتيءَ ۽ سنڀال جي چنتا رهي ٿي. ناڻو
ڪونہ آهي تڏهن بہ غريبيءَ جون تڪليفون. ناڻي ڪمائڻ ۾ ماڻهوءَ کي ڪيتريون
تڪليفون ڀوڳڻيون پون ٿيون.

هي مئتريہ! منهن کي جيڪي وستو پر آھن اُھي بہ دک روپ وڻ جو
ٻج ثابت ٿيون. زال، پٽ، مٽر، ڌن، گهر، زمين جائداد مان ماڻهوءَ کي جيڪو دک
ملي ٿو اوترو سک نٿو ملي. دک گهڻا آهن سک ٿورو آهي. ڳوڙها گهڻا آهن مشڪ
ٿوري آهي. ان ڪري سنسار مان سک جي اُميد رکڻ نہ گهرجي. سنسار جي ليکي
کان دکي ٿي آخر انسان کي مڪتيءَ جي وڻ جي ڇانو هيٺ اچي آرام ملي ٿو.
اهيءَ ڪري منهنجي خيال ۾ گرڀ، جنم ۽ ٻڍاپي جي حالت ۾ جيڪي دک سهڻا
پون ٿا انهن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ فقط هڪ ئي دوا آهي. اھا آهي ڀڳوان
کي پراپت ڪرڻ. جڏهن ڀڳوان جي پراپتي ٿي ٿي تڏهن اُهو فقط هڪ اڪشڻ
(نشاني) آهي تمام گهڻي آنند جي سک جي حاصلات. ان ڪري ڀڳوان کي پراپت
ڪرڻ جو جتن ڪرڻ گهرجي. هي مهامني! ڪرم ۽ گيان اهي ٻئي ان جي پراپتيءَ
جا ڪارڻ چيا ويا آهن.

اگيان ٻن قسمن جو آهي - هڪ شاسترن جي ابياس مان ملي ٿو ۽ ٻيو وويڪ
مان. شبد برهم جو گيان شاسترن مان ملي ٿو ۽ پر برهم جو بوڌ وويڪ مان حاصل
ٿئي ٿو. اگيان گهريءَ اونده جي مثل آهي. اُنکي دور ڪرڻ لاءِ شاسترن جي
ابياس مان يا شاسترن کي ٻڌڻ مان حاصل ٿيل گيان ڏيئي والگر آهي. ۽ وويڪ
مان پيدا ٿيل گيان سج والگر آهي. ان بابت ۾ ويدن جي ارٿ جو سمرڻ ڪري
منوءَ مهراج جو ڪهڻ هي آهي. اهو مون توکي ٻڌايان ٿو، تون ڌيان ڏيئي ٻڌ.
برهم ٻن قسمن جو آهي - شبد برهم ۽ پر برهم. جڏهن جگياسو شبد برهم ۾

(شاسترن جي گيان ۾) هوشيار ٿي ٿو تڏهن ويد مان حاصل ٿيل گيان ڏواران پار برهم کي پراپت ڪري ٿو. آٿروويد ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي ته - "وديا ٻن قسمن جي آهي. هڪ "پرا" ۽ ٻي "اپرا" پرا مان اکشر برهم جي پراپتي ٿئي ٿي ۽ اپرا وديا ويدن جو روپ آهي. برهم ڇا آهي؟ برهم اويڪت (سوکيم ڏسڻ ۾ نه ايندڙ) اَجر، اچنتيه (جنهن باري ۾ ويچار ڪري نٿو سگهجي)، اج (جنهنجو جنم نٿو ٿئي)، اويه، (اَوناشي)، اروپ (جنهنجي ڪابه شڪل نه آهي)، وياپڪ، نتيه (هميشه قائم)، جيون جو آدي ڪارڻ ۽ پاڻ ڪنهن به ڪارڻ کانسواءِ ۽ جنهن مان هيءُ سمپورڻ جڳت پرگهٽ ٿيو آهي ۽ جنهنکي گياني پرش گيان جي اکين سان ڏسن ٿا. اُهو ئي برهم آهي، جيڪي ماڻهو موکش چاهين ٿا انهنکي ان برهم جو ئي ڌيان ڪرڻ گهرجي. ۽ اُهو ئي ڀڳوان وشڻوءَ جو اُتي سرڪم پرم پد آهي. پرماتما جي ان اسروپ کي "ڀڳوت" شبد سان پڪارجي ٿو ۽ "ڀڳوت" شبد ئي ان آديه ۽ اوناشي سروپ جي معنيٰ کي ظاهر ڪري ٿو.

ان پرماتما جي تتو جي جنهنجي ڏواران گيان ٿئي ٿو. چئجي ٿو. پراوديا ان کي ئي پرا وديا جو مطلب به آهي پرم گيان ڪرم ڪاليه جو گيان جنهنجو ويدن ۾ ورڻن ٿيل آهي. ان کان الڳ آهي اُن کي چئجي ٿو "اپرا وديا" برهم جو جيتوڻيڪ لفظن سان بيان ڪري نٿو سگهجي تڏهن به اپاسنا ۽ ڌيان لاءِ هنکي "ڀڳوت" شبد سان ڪٿن ڪيو وڃي ٿو. ان ڀڳوت شبد ۾ "ڀ" جا ٻه ارٿ آهن. پالڻ وارو ۽ سڀني جو آڌار، اهڙيءَ طرح "گ" جا ارٿ آهن، ڪرم جو ڦل ڏيڻ وارو، جڳت جو رچيندڙ ۽ جڳت کي ناس ڪندڙ. سمپورڻ ڌن پدارٿ، ڌرم، يش (ناموس)، شري (لڪشمي)، گيان ۽ وئراڳيه انهن ڇهن کي گڏي "ڀگ" نالي سان سڏيو وڃي ٿو. سڀ پراڻي ان ۾ اواس ڪن ٿا ۽ هو سڀني ۾ اواس ڪري ٿو. سڀ هنڌ حاظر ناظر آهي. ان ڪري "و" جي معنيٰ آهي اوناشي پرماتما. اهڙيءَ طرح اهو مهان "ڀڳوان" شبد پر برهم سروپ واسديو جي معنيٰ کي ٻڌائي ٿو.

ان ڀڳوان شبد جو پريوگ مٿئين طرح سان پرماتما لاءِ ئي ڪيو وڃي ٿو. پر ٻين لاءِ به ان شبد جو پريوگ ٿيندو آهي. چاڪاڻ ته جيڪو مهاتما سڀني پراڻين جي اُتپتيءَ کي ۽ پرلئه کي انهن جي اچڻ وڃڻ کي ۽ وديا ۽ اوديا کي ڄاڻي ٿو. اُهو ئي "ڀڳوان" چوائڻ جي لائق آهي. "ڀڳوت" شبد جون ٻيون ڪيترائون معنائون آهن:- جهڙيون ته گيان، شڪتي، ٻل، ايشوريه، ويريه ۽ تيج وغيره، سڀ گڻ (يعني سڀئي گڻ) "ڀڳوت" شبد جو ٻيو نالو "واسديو" به آهي "واسديو" شبد جو ارٿ آهي ته جنهن ۾ سڀ جيو رهن ٿا ۽ جو سڀني ۾ آتم سروپ سان ورتمان (موجود) آهي.

تمام گهڻو آڳاٽي زماني ۾ ڪاليڪيه نالي جڳ ڪيشڌوج کان "واسديو" لفظ جي معنيٰ پڇي هئي. ڪيشيڌوج ٻڌائڻ ان کي هن طرح "واسديو" لفظ جي وياکيان ڪري ٻڌائي هئي. ٻيو سڀني پراڻين ۾ وياپڪ آهي ۽ سمپورڻ پراڻي پڻ ان ۾ رهن ٿا ۽ هوئي سنسار جو وچينڊڙ ۽ رکشڪ آهي، انڪري هو واسديو جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. پرٿوي! آڪاش! جي وچ ۾ جيڪو ڪجهه موجود آهي. اهو سڀ ان ۾ وياپڪ آهي. هو سڀني ڪلياڻ گڻن جو سروپ آهي. هن پنهنجي مايا شڪتيءَ جي ذري مان لسي سمپورڻ پراڻين کي وياپڪ ڪري ڇڏيو آهي ۽ هو پنهنجي اڇا مان مهان شرير ڌارڻ ڪري سڄي سنسار جو ڪلياڻ ڪري ٿو. اهو ايشور ئي (هڪ وڪتي) روپ ۾ موجود آهي. حبڌاڻن تهار اوڌاڻن اڳير ئي تعلو آهي. هوئي وڪمن ۽ اوپڪمن جو سوامي، سڀ جو ساکي ۽ جاڻڻ جاڻڻهار ۽ سرو شڪتيمان آهي. ان شرو شڪتيمان جو نالو "پرميشور" آهي. جنهنجي معرفت اهو لردوش، وشلڌ، نرمل ۽ ايڪ روپ پرماتما ڏاو وڃي ٿو. انجو نالو گيان (پرا وديا) آهي؟ جو ان جي ابتڙ آهي. اهوئي گيان (اپرا وديا) آهي.

شري وشڻو پراڻ جي ڇهين انش جو پنجون اڌياءُ سماپت

---

# ڇهون اڌياءُ

## ڪيشيڌوج ۽ کانڊڪيه جي ڪٿا

شري پراشرجيءَ چيو- "ان پرشوتم پرماتما جو درشن سواڌياءِ (ويد شاسترن جي پڙهڻ) ۽ سنيم (سنجم) ذريعي پراپت ٿئي ٿو. سواڌياءِ ۽ سنيم يوڳ- پراپتيءَ جو ڪارڻ هئڻ ڪري، ان کي يوڳ جي نالي سان پڪاريو ويو آهي. سواڌياءِ ۽ يوگ ئي مدار رکي ٿو ۽ يوگ سواڌياءِ تي آڌار رکي ٿو، انهيءَ ڪري ٻنهي جو آڌار وٺڻ گهرجي. انهيءَ طرح سواڌياءِ ۽ يوگ جي بل سان پرماتما پرڪاشت ٿئي ٿو. پرڪاشت جو مطلب آهي، گيان جو وشيه بڻجي لسو يعني پرماتما جي ڄاڻ ٿوي ٿي. برهم سروپ پرماتما کي هن ماس جي اکين سان ڏسي نه ٿو سگهجي، ان کي ڏسڻ لاءِ سواڌياءِ ۽ يوگ ئي ٻه اکيون آهن."

شري ميتريه چيو- "هي ڀڳوان! جنهنکي ڄاڻڻ سان مان سڀني جو آڌار پرميشور کي ڏسي سگهان، ان يوگ کي مان سمجهڻ چاهيان ٿو، ان جو ورڻن ڪريو ٿو.

شري پراشرجيءَ چيو- تمام گهڻو آڳاٽي زماني ۾ جهڙيءَ طرح شري کيشڌوج مهاتما کانڊڪيہ جنڪ کي يوگ جو ورڻن ڪيو هو. اهو مان توکي ٻڌايان ٿو.

شري مئتريہ چيو- هي برهمڻ! اهو کانڊڪيہ ۽ ودولن کيشڌوج ڪير هئا ۽ انهن جي يوگ جي وشيہ تي ڳالهہ ٻولهہ ڪهڙي سبب ٿي هئي؟

شري پراشرجيءَ چيو تہ- آڳاٽي زماني ۾ ڌرمڌوج نالي هڪ راجا ٿي گذريو آهي. ان کي امتڌوج ۽ ڪرتڌوج نالي ٻہ پٽ هئا. انهن ٻنهي مان ڪرتڌوج هميشهہ ادياتم شاسترن جي اڀياس ۾ مشغول رهندو هو. ڪرتڌوج جو پٽ کيشڌوج نالي سان مشهور هو ۽ امتڌوج جو پٽ کانڊڪيہ جنڪ ٿيو. ان وقت ڪرم-مارگ ۾ کانڊڪيہ جو نالو سڀ، دنيا ۾ مشهور ٿيو ۽ ڪرم مارگ ۾ ڏاڍو هوشيار هو ۽ کيشيڌوج وري آدياتم ودیا ۾ ماهر هو. انهن ٻنهي جي هڪ ٻئي ۾ جنگ تہ شروع لڳل هئي تہ هو ٻئي هڪ ٻئي کي هارائڻ جي ڪوشش ڪندا. وقت گذرندي کيشيڌوج کانڊڪيہ کي راڄ گديءَ کان لاهي ڇڏو ڪيو. راڄ کسجي وڃڻ کانپوءِ کانڊڪيہ پنهنجي پروهت ۽ وزيرن سان گڏ ٿورو سامان کڻي گهاٽي ٻن ۾ هليو ويو. کيشيڌوج گياني هو، تنهن ڀي، اوديا دوارا (ڪرم دواران) موليوءَ کان پار پوڻ لاءِ گيان درشٽي رکندي ٻہ هن اَنيڪ يگيہ ڪيا. هڪ ڏينهن جي ڳالهہ آهي تہ جڏهن کيشيڌوج راجا يگيہ اشنان ۾ مشغول هو تہ ان جي ڳانءِ جا يگيہ لاءِ ڪير ڏيندي هئي ۽ جنهنکي "ڌرم ڌينوءَ" جي نالي سان سڏيو ويندو هو. ان کي هڪ گهاٽي ٻيلي ۾ شينهن ماري ڇڏيو. راجا جڏهن اهو ٻڌو تڏهن يگيہ ڪرائيندڙن برهمڻن کان پڇيو تہ "ان لاءِ مونکي ڪهڙو پرائشچت ڪرڻ گهرجي؟" برهمڻ چيو تہ "اسان کي ان باري ۾ ڪابہ ڄاڻ نہ آهي، اوهين ڪشيرو، کان پڇو." جڏهن راجا ڪشيروءَ کان اها ڳالهہ پڇي تہ ان ٻہ ساڳيو جواب ڏنو تہ "هي راجا! مان اِن باري ۾ ڪجهہ ٻہ نہ ٿو ڄاڻان اوهين ڀرگوءَ جي پٽ شنڪ کان پڇو، انهنکي ان جي ضرور ڄاڻ هوندي." جڏهن شنڪ وٽ وڃي راجا ان کان پڇيو تہ ان جيڪي جواب ان کي ڏنو اهو ٻڌو:-

"هن وقت هن ڀومنڊل ۾ (سڄي ڌرتيءَ ۾) نہ ڪشيرو ڄاڻي ٿو، نہ مان ڄاڻان ٿو ۽ نہ ڪنهن ٻئي کي خبر آهي، فقط هڪ ماڻهو آهي جنهن کي اهڙي پوري ڄاڻ آهي. اهو آهي تنهنجو دشمن کانڊڪيہ جنهنکي تو جيتيو آهي ۽ تخت تان لاهي ڇڏو ڪيو آهي."

اهو ٻڌي کيشيڌوج چيو تہ- هيءَ رشي شنڪ! مان پنهنجي دشمن کانڊڪيہ کان ئي اها ڳالهہ پڇڻ وڃان ٿو. جيڪڏهن ان مونکي ماري ٻہ ڇڏيو تڏهين ٻہ

فڪر نه آهي، ڇاڪاڻ ته مهاڀڳ جو ڦل نه مولڪي ملي ويندو ۽ جيڪڏهن منهنجي پيٽ ۾ هو جيڪو به پرائشچت مولڪي ٻڌائيندو ته اهو مان ضرور ڪندس ان جي ڪرڻ ڪري منهنجو يگيه ڪنهن به وگهن ڪانسواءِ پورو ٿي ويندو ۽ يگيه جو ڦل مولڪي ضرور ملندو. ٻنهي حالتن ۾ مولڪي فائدو آهي.“

شري پراشرجيءَ چيو ته - اڃان ڇٽي راڄا ڪيشڌوج ڪرشن مرگ جي کل (ڪاري هرڻ جي کل) پائي رٿ تي چڙهي ان ٻن ۾ ويو جتي مهان ودوان کانڊڪيه رهندو هو. کانڊڪيه جڏهن پنهنجي شتروءَ کي ايندو ڏٺو تڏهن ڌنش تي ڏوري چاڙهي، غصي ۾ اکيون ڳاڙهيون ڪري چوڻ لڳو- ”اڙي! ڇا تون ڪاري هرڻ جي کل پائي اسان کي ماريندين؟ ڇا تون ائين ٿو سمجهين ته ڪاري هرڻ جي کل ۾ اسانجو تير ڪو ڌڪ نه لڳندو؟ اڙي مورک ڇا ڪارن هرڻن جي پٺين تي اسان جا تير ڪا نه لڳن. هن جي پٺين تي تو ۽ مون گهڻئي دفعا تيرن جا نشان لڳايا. اهڙو شڪار ڪيو. هاڻ مان توکي نه ڇڏيندس، ضرور ماريندس. تون هاڻ منهنجي هٿان جيئرو بچي نه سگهندين. اڙي مورک! تون منهنجو راڄ کسيندڙ دشمن آهين، ان ڪري توکي مارڻ ضروري آهي.“

ڪيشڌوج چيو- ”هي کانڊڪيه! مان توکان هڪ شنڪا پڇڻ آيو آهيان، اوهان کي مارڻ لاءِ مان نه آيو آهيان، ان کي سوچي پيا ڪروڌ کي ڇڏيو ڏيو يا باڻ مون تي هلايو.

شري پراشرجي چيو ته - اهو ٻڌي کانڊڪيه پنهنجي پروهت ۽ وزارت سان اڪيلائيءَ ۾ صلاح مصلحت ڪئي. وزيرن چيو- ته دشمن پنهنجي هٿ آهي ان کي هڪدم مارڻ گهرجي. ان جي مارڻ تي سڄي ملڪ جو راڄ اسان جي هٿ ۾ اچي ويندو.“

کانڊڪيه چيو ته - اهو ٻيشڪ ٺيڪ آهي. هن کي مارڻ ڪسان پوءِ سڄو راڄ منهنجي هٿ ۾ اچي ويندو، پر پرلوڪ ۾ هن جي جيت ٿيندي. ليتڪ وجهه هن جي ٿيندي ۽ منهنجي هار ٿيندي. پر جيڪڏهن هن کي نه ماريندس ته پارلوڪ ۽ ليتڪ وجهه منهنجي ٿيندي ۽ هن کي پرلوڪ جو راڄ ملندو پرلوڪ جي راڄ کان پرلوڪ جي وجهه گهڻو گهڻو وڌيڪ آهي. اخلاقي ڪاميابي دنيوي ڪاميابيءَ کان گهڻو وڌيڪ آهي. پرلوڪ جي وجهه اجر امر آهي. هن پرلوڪ جي وجهه ٿوري وقت لاءِ آهي. ان ڪري مان هن کي نه ماريندس هيءَ جيڪي به ڪم پڇندو. اهو ڪبس ٻڌائي ڇڏيندس.“

شري پراشرجي چيو تہ - تڏهن ڪالنڪيہ جنڪ پنهنجي دشمن جي نزديڪ اچي چيو - ”توکي جيڪي بہ ڪجهہ پڇڻو هجي سو بيشڪ پڇ - مان ان جو ٺيڪ ٺيڪ جواب ڏيندس.“

هي مئتريہ! تڏهن ڪيشيڌوج ڪانءَ جي مارڻ جي سڄي گهٽنا ورڻن ڪري ڪيس ٻڌائي ۽ ان لاءِ پرائشچت بابت پڇائين، ڪالنڪيہ بہ سڄي پرائشچت جو وڌان- جيڪي شاستر موجب ٺيڪ هو - سو ان کي چڱيءَ طرح وڌي پوروڪ ٻڌايو. ان پرائشچت جي وڌي چڱيءَ طرح سمجهي مهاتما ڪانڊڪيہ کان آگيا وٺي، ان کان موڪلائي هو يگيہ ڀوميءَ ۾ آيو ۽ هن وڌي سان سمپورڻ ڪرم سماپت ڪيو.

پنهنجي وقت تي جڏهن اهو يگيہ سماپت ٿيو، تڏهن اوڀرٿ ڪري (يگيہ جي انت ۾ سنان ڪري)، سڦل ٿي ڪيشيڌوج سوچڻ لڳو، ”مون سڀني رتوجن براهمڻن جو پوڄن ڪيو، سڀني سياسدن جي عزت ڪيم، گهرجائن جاچڪن کي سندن اِڇا موجب دان ڏنم، لوڪاچار موجب جيڪي بہ ڪرڻو هو اهو سڀ مون ڪيو، مون سڀ ڪجهہ بہ ڪيو پر الائي ڇو منهنجي من ۾ شانتي ڪونهي. جڻ تہ اڃان بہ مون کي ڪجهہ ڪرڻو آهي جو مون نہ ڪيو آهي.“

اهڙيءَ طرح سوچيندي سوچيندي راجا کي هيءَ ڳالهہ من ۾ آئي تہ اڃان تائين مون ڪالنڪيہ کي گرودڪشڻا نہ ڏني آهي.

هي مئتريہ! تڏهن هو رٿ تي چڙهي وري هڪ ڀيرو ان گهاٽي ٻن ۾ ويو جتي ڪانڊڪيہ رهندو هو. ڪالنڪيہ وري بہ ڏٺو تہ هو هٿيار کڻي تيار ٿي آيو آهي، ان ڪري ڪالنڪيہ بہ ان کي مارڻ لاءِ تيار ٿيو. تڏهن راجا ڪيشيڌوج چيو، ڪانڊڪيہ! تون ڪروڌ نہ ڪر، مان توکي ڪو نقصان پهچائڻ ڪونہ آيو آهيان بلڪ توکي گرودڪشڻا ڏيڻ آيو آهيان. ائين سمجهہ، مون تنهنجي اپديش موجب پنهنجو يگيہ چڱيءَ طرح سماپت ڪري ڇڏيو آهي، هاڻ مان توکي گرودڪشڻا ڏيڻ چاهيان ٿو، جيڪي وڻئي سو بيشڪ مون کان گهري وٺ.“

شري پراشرجي چيو، تڏهن وري بہ ڪالنڪيہ پنهنجن وزيرن سان صلاح ڪئي، ”هيءُ مون کي گرودڪشڻا ڏيڻ چاهي ٿو مان هن کان ڇا گهران؟“

وزيرن چيو تہ، ”اوهين هن کان سڄو راڄ گهرو. سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي تہ وقت جو فائدو وٺي، عقل وارا راجائون پنهنجي لشڪر کي تڪليف ڏيڻ کانسواءِ راڄ ٿي گهرندا آهن.“

تڏهن مها ودوان ڪالنڪيہ کلي چيو، ”مون جهڙا ماڻهو ڪجهہ ڏينهن وارو

راڄ- سنگهاسن ڪيئن ڇڏيندا؟ اهو ليڪ آهي ته اوهين فقط سوارٿ (پنهنجي مطلب) سڌ ڪرڻ لاءِ صلاح ڏيڻ وارا آهيو ته پرمارٿ (سچي وستو) ڇا آهي؟ ڪهڙي آهي؟ ان باري ۾ اوهان کي ڪا خاص ڄاڻ نه آهي."

شري پراشر جي چيو، "اهڙي ڳالهه ڪري، کيشڌوج وٽ آيو ۽ ان کي چيائين، "ڇا تون مونکي ضرور گروڊڪشڻا ڏيندين؟" تڏهن کيشڌوج چيو ته، "مان اوس ڏيندس" ان تي کانڊڪيه چيو، "اوهين ادياتم (آتما جي باري ۾) گيان ۾ ڏاڍا هوشيار آهيو، ان ڪري پرمارٿ وديا جي باري اوهان کي مڪمل ڄاڻ آهي. سو اوهين جيڪڏهن مون کي گروڊڪشڻا ڏيڻ چاهيو ٿا ته جيڪو ڪرم سڀني ڪلشن (دکن) کي شانت ڪرڻ ۾ سمرٿ هجي، اهو مونکي ٻڌايو."

شري وشڻو پراڻ جي ڇهين انش جو ڇهون اڌياءُ سماپت

---

# ستون اڌياءُ

## برهم - يوگ جو نرڻيه

کيشڌوج چيو، "ڪتورن کي نه راڄ کان وڌيڪ ڪا ۽ ڪجهه به پيارو نه آهي، پوءِ تو مون کان راڄ جو ڪو نه گهريو؟

کانڊڪيه چيو، "هي کيشڌوج! جنهن سبب ڪري مون تنهنجو راڄ نه گهريو اهو ٻڌ. هن راڄ جي چاهه نه مورکن کي ليندي آهي. ڪترن جو ڌرم ته پرجا جي پالنا ڪرڻ آهي ۽ پرجا جي رکشا ڪرڻ ئي منهنجو فرض آهي. ٻيو هنجو اهو به فرض آهي ته جيڪي ماڻهو رعيت کي ستائن ٿا ۽ ملڪ ۾ اشانتي ڦهلائن ٿا، انهن کي ناس ڪرڻ. راڄ جي ورودين کي مارڻ ڪترين جو ڪم آهي. مان ڪمزور آهيان، وس تڏهن به مون کان راڄ کسي ورتو. هاڻي مون تي راڄ جي جوابداري نه آهي. هاڻي جيڪڏهن مان پرجا جي پالنا نه ڪري سگهيس ته مون تي ڪو به دوش نه ايندو، پر جيڪڏهن مان اوڪان راڄ وٺي ٻئي طرح پنهنجو فرض نه پاليان ته بيشڪ مان پاپ جو ڀاڳي ليندس. راجا جي معتبر آهي پرجا کي خوش رکڻ. جيڪڏهن هو ان فرض تان ڪري ٿو ته هنڪي راڄ جون واڳون ڇڏڻ گهرجن ۽ ازخود ٻئي کي ڏيڻ گهرجن. ٻي ڳالهه ته اهو (ستو ڪرم) نه اوديا آهي، هوندي به، ليم جي برخلاف ان کي ليائي ڪرڻ ئي اهو ٻڌن جو ڪارڻ ٿيندو

ڀوڳي. هن راڄ جي چاهه مون کي فقط اڳين جنمن جي ڪرمن جي ڪري فقط سک ڀوڳڻ لاءِ. پر مون کي هاڻي سک ڀوڳڻ جي اڇا نه آهي. ان ڪري مون کي راڄ نه گهرجي. ”اڳر ڪتري راڄ گهري نه وٺندا آهن، راڄ جي ڀيک نه پنندا آهن. راڄ جي ياچنا (ڀيک) اهو اڳر ڪترين جو فرض نه آهي، اها مهاتمائن جي راهه آهي. اهوئي سبب آهي جو مون توکان راڄ نه گهريو، هاڻ مان ان اوديا ۾ ڀوڻ نه ٿو چاهيان. منهنجي خيال ۾ ايماني ماڻهو جنکي ڌن دولت جو نشو هوندو آهي ۽ جيڪي دنيا جي مايا ۾ قائل هوندا آهن اهي ئي راڄ جي آڪانڪا پڻ ڪندا آهن، مون جهڙا ماڻهو راڄ جي اڇا نه ٿا ڪن.

شري پراشرجيءَ چيو ته، تڏهن راجا ڪيشيڌوج خوش ٿي کانڊڪيه جنڪ جا شڪرانا مڃيا ۽ کيس ڌنيواد ڏنائين ۽ خوش ٿي چيائين، منهنجا وچن ٻڌ:- مان اوديا دوارا مرتيوءَ کي پار ڪرڻ لاءِ راڄ ڪري رهيو آهيان ۽ يڳين جو اڀيان ڪري رهيو آهيان ۽ ڪيترائي دنيوي سک ڀوڳي، انهن جي سک ڀوڳڻ جي دوارا پنهنجن اڳين پڻن کي ناس ڪري رهيو آهيان. هي کانڊڪيه! اها وڏي ڀاڳ جي ڳالهه آهي جو انهنجو من وويڪ سان ڀريل آهي، هاڻ توهان اوديا بابت سمجهاڻي ڏيو. هي اوديا سنسار روپي وڻ جو ٻج آهي، هيءَ ان قسمن جو آهي، اناتما ۾ آتم ٻڌي يعني جيڪا وستو پنهنجي نه آهي، ان کي پنهنجو سمجهڻ. هيءَ بيسمجهه جيو هن ناشونت شرير کي، جو پنجن تتون جو پتلو آهي، پنهنجو ڪري سمجهي ٿو. واستو ۾ هيءَ شرير بس پنهنجو نه آهي. جڏهن آتما آڪاش، وايو (هوا) اگن، جل ۽ پرٿويءَ کان هر طرح سان الڳ آهي، تڏهن اهو عقلمند انسان آهي جو هن شرير کي آتما سمجهندو؟ آتما ديهه (سرير) کان نياري آهي، فقط ٿوري وقت لاءِ هن ديهه ۾ اچي نواس ڪيو اٿس، جيئن پکي پڃري ۾ ويهندو آهي، ان ڪري هن شرير کي آتما سمجهڻ سياڻپ جو ڪم نه آهي. ان ڪري هيءَ شرير اناتما آهي ان ڪري ان مان پيدا ٿيل پٽ پوٽا به پنهنجا نه آهن، سياڻو انسان انهنکي پنهنجو نه سمجهندو. انسان شرير جي ڀوڳ لاءِ، شرير کي سک ڏيڻ لاءِ، سڀ ڪم ڪري ٿو پر جيئن نه هيءَ شرير پاڻ کان (آتما کان) الڳ آهي ته اهي سڀ ڪم فقط بندن جا ڪارڻ بڻجن ٿا. جهڙيءَ طرح مٽيءَ جي گهر کي پاڻي ۽ مٽيءَ سان لبندا آهن، ڍاهيندا آهن. اهڙيءَ طرح هي شرير به مٽيءَ (مٽيءَ مان پيدا ٿيل ان) ۽ جل جي سهايتا سان قائم رهي ٿو. جيڪڏهن هيءَ پنجن ڀوتن (پنجن تتن يعني پرٿوي، جل، تيج، وايو ۽ آڪاش) مان ٺهيل بدن اهن پنجن تتون مان ٺهيل پدارٿن (کاڌن) مان پلجي ٿو ۽ ته ان ۾ آتما جو ڪو به واسطو ڪو نه

آهي، آتما شهر کان بلڪل نيارو آهي، هسن جيو ڪيترن هزارن جنمن تائين
سنسار جي سک ڀوڳڻ ۾ پورو ڪري، ان جي فقط واسنا روپي ڊوڙ (ڌ ز) سان
بيڪل رهي ٿو، ان ڪري فقط موهه ۾ قائل رهي ٿو. جنهن وقت گيان روپي ڳرم
پاڻيءَ سان ان جي اها ڊوڙ دز ڌوئي صاف ٿيڻ لڳي ٿي تڏهن هسن سنسار، پٿ
(رستي) تي هلندڙ پٿڪ (مسافر) جو موهه روپي ٿڪ دور ٿي وڃي ٿو. موهه
روپي ٿڪ جي شانت ٿيڻ کان پوءِ هي پرش آزو ٿوائو ٿي وڃي ٿو، ان کي فرصت
ملي ٿي، اهڙيءَ طرح اُتم نرواڻ (موڪش) پد کي پراپت ڪري ٿو. هيءَ گيان مئه،
نرمل آتما نرواڻ سروپ نه آهي، دک وغيره اگيان جا ڌرم آهن آهي پرڪرتيءَ جا
آهن، آتما جا ڪونه آهن.

هي راجا! جهڙيءَ طرح دهگڙي ۾ پيل پاڻيءَ جو باهه سان سنجوڳ نه ٿو ٿئي،
باهه کان پاڻي الڳ آهي، ان هوندي به دهگڙي جي سنگ ۾ اچي گرم ٿئي ٿو ۽
ان ۾ اوٻار اچي ٿو ۽ ٺهڪي ٿو، اهڙيءَ طرح پرڪرتيءَ جي سنگ ۾ اچي آتما
اهنڪار وغيره کان دوشت ٿئي ٿو ۽ پرڪرتيءَ جون خاصيتون ان ۾ به اچن ٿيون،
پر حقيقت ۾ هو آتما ان کان هر طرح الڳ آهي، اهڙيءَ طرح مون توکي اوديا جو
ٻج ٻڌايو. ان اوديا مان ڪليش پراپت ٿين ٿا. انهن ڪليشن کي ناس ڪندڙ يوگ
کان سواءِ ٻيو ڪو به اپاءُ ڪونه آهي. کانڊڪيه چيو، هي مهان يوگي ڪيشيڌوج!
تون جنڪ جي ڪل ۾ يوگ، شاسترن جو ڄاڻو آهين، انهيءَ ڪري مهرباني ڪري
مون کي ان يوگ جو ورڻن ڪري چڱيءَ طرح ٻڌاءِ:-

ڪيشيڌوج چيو، هي کانڊڪيه! يوگ ڌارڻ ٻرهم ۾ لين ٿيڻ لئي رشي مني
پنهنجي سچي سروپ کي سڃاڻن ٿا ۽ وري ان سروپ کان ڪرن نه ٿا. مان ان يوگ
جو ورڻن ڪريان ٿو ۽ تون ٻڌ.

منشيه جي بنڌن ۽ موڪش جو ڪارڻ فقط من ئي ته آهي، وشين جو سنگ
ڪرڻ سان هو بنڌن ۾ ڦاسائي ٿو ۽ وشين کان پري رهڻ سان هو موڪش حاصل
ڪرائي ٿو. بنڌن جي معنيٰ آهي ڦاسڻ ۽ موڪش جي معنيٰ آهي ڇوٽڪارو. ان
ڪري سچي منيءَ (رشي) کي گهرجي ته من کي وشين کان پري رکي ۽ موڪش
پراپت ڪرڻ لاءِ ٻرهم-سروپ پرماتما جو چنتن ڪري. جيئن چقمق پنهنجيءَ
طاقت سان لوهه کي پاڻ ڏانهن ڇڪي پاڻ سان ملائي ٿو تئين پرماتما ٻرهم جي چنتن
ڪندڙ منيءَ کي پاڻ ۾ ملائي ٿو.

من جي هڪ خاص ورتي آهي جا يم (الذين کي جتڻ) ۽ نيم تي مدار
رکي ٿي، ان من جي ورتيءَ جو ٻرهم سان جڏهن ميلاپ ٿئي ٿو ته ان کي يوگ

چئجي ٿو. ٻين لفظن ۾ هيئن ڪٿي چئجي ته من جي ورتين تي قبضو رکڻ ئي يوگ آهي. (چت ورتي نروڌهه يوگهه) دنيا کان هٽائي جڏهن من برهم ۾ لڳائجي ٿو ته انکي يوگ چئجي ٿو. سچو يوگي اهو آهي جو سماڌيءَ دواران برهم ۾ من لئه ڪري ڇڏي ٿو. جڏهن ساڌنا ڪندڙ يوگ ابياس ڪري شروع ڪري ٿو ته اُن کي سڏجي ٿو "يوگ يڪت يوگي." ۽ جڏهن اُنکي برهم جي پراپتي ٿي وڃي ٿي ته اُن جو نالو آهي "ونشپن سماڌي" جيڪڏهن ڪن وگهن جي ڪري ڪنهن يوگيءَ جو من دوش سان ڀرجي وڃي ٿو يعني برهم کان هٽجي دنيا جي وشيه ڀوڳ ۾ لڳي ٿو ته وري ٻئي جنم ۾ هو ضرور وڌيڪ ابياس ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح ڪندي ڪندي گهڻن جنمن کانپوءِ هو پرماتما کي پراپت ڪري ٿو. ونشپن-سماڌي يوگي ته يوگ جي اگني سان ڪرمن کي ساڙي ڀسم ڪري ڇڏي ٿو. الڪري ان جنم ۾ ئي هو موڪش کي حاصل ڪري مڪت ٿي وڃي ٿو. يوگيءَ کي گهرجي ته پنهنجي من کي برهم-چرڻن جي يوگيه بڻائي ۽ برهمچريه، اهنسا، ستيه، ۽ أستيه ڪنهنجي به چوري نه ڪرڻ ۽ اپري گره (پرائي وستوءَ کي گرهڻ نه ڪرڻ) کي نشڪام ڀاونا سان سويڪار ڪري، من کي جيتي سواڌياءِ (ويدن جو ابياس، ست شاسترن جو ابياس)، شوچ (پوترتا)، سنتوش ۽ تپسيا جو آچرڻ ڪري ۽ من کي پرماتما ۾ لڳائي. پنج يم ۽ پنج نيم آهن. اهي مٿي ٻڌايا ويا آهن. جيڪڏهن ڪا ڪامنا رکي اُنهن کي اپنائجي ٿو ته جدا جدا ڦل حاصل ٿين ٿا ۽ نشڪام ڀاونا سان انهن تي هلت چلت ڪرڻ سان موڪش پراپت ٿئي ٿو.

يوگيءَ کي گهرجي ته ڀدراسن وغيره آسنن مان ڪنهن به هڪ آسن جو آڌار وٺي يم ۽ نيم وغيره گڻن کي اختيار ڪري يوگ ابياس ڪري. ابياس جي دواران جو پراڻ وايوءَ کي وس ۾ ڪيو وڃي ٿو انکي پراڻايام سمجهڻ گهرجي. پراڻايام جا ٻه قسم آهن - هڪ سبيج ۽ ٻيو نربيج. ڌيان ۽ منتر پاٺ سان گڏ جيڪو پراڻايام ڪيو وڃي ٿو. ان کي سبيج ڪري چئجي ٿو ۽ بنا ڪنهن منترن جي پراڻايام ڪجي ٿو اهو نربيج آهي. سدگروءَ جي اپديش سان جڏهن يوگي پراڻ ۽ اپان وايوءَ دواران هڪ ٻئي جو نروڌ (روڪ) ڪري ٿو ته ريچڪ ۽ پورڪ نالي ٻه، پراڻايام ٿين ٿا ۽ انهن ٻنهي کي هڪ ئي وقت روڪڻ سان ڪمڀڪ نالي ٽيون پراڻايام ٿئي ٿو. جڏهن يوگي سبيج پراڻايام جو ابياس ڪري ٿو ته اُن جو آڌار ڀڳوان اننت جو هرڻيه-گرڀ وغيره کي استول روپ ٿئي ٿو. اُن کانپوءِ هو پرتياهار جو (اشٽانگ يوگ جي هڪ قسم جو) ابياس ڪندي اندرين کي وشيه واسنائن کان هٽائي، ۽ اندرين (حواسن) تي قبضو ڪري. اندرين کي من جي وس ۾ آڻي ٿو ۽ من پنهنجي وس ۾ آڻي ٿو.

انهن ڪرڻ سان تمام چنچل اندرين ان جي قبضي ۾ اچي وڃن ٿيون. اندرين کي وس ۾ ڪرڻ کان سواءِ ڪوبه يوگي يوگ-سادنا ڪري نٿو سگهي. اهڙيءَ طرح پراڻايام سان وائو ۽ پرتياهار سان اندرين کي وس ڪري چت (من) کي هنجي شُڀ آڌار ۾ لڳائي. مثلاً هيڪي ڪنهن آڌار ۾ من کي ٽڪائي ڌيان ڪري هڪ هنڌ اسٿر ڪرڻ گهرجي.

کانڊڪيه چيو- "هي وڏي ڀاڳ وارا! جنهن تي آڌار رکڻ سان چت (من) جا سمورا دوش ناس ٿي وڃن ٿا اهو چت جو شُڀ آڌار ڪهڙو آهي؟

کيشڌوج چيو- "برهم جا ٻه قسم آهن هڪ مورت (ساڪار) ٻيو امورت (نراڪار) يا اَپر ۽ پرروپ سان سڃاڻپ ڪن برڪارن جو آهي. هي راجا! هن جڳت ۾ برهم، ڪرم ۽ اُڀائمڪ نالن سان ٽن قسمن جون ڀاوناون آهن. پهرين ڪرم ڀاونا، ٻي برهم ڀاونا ۽ ٽين اُڀائمڪا ڀاونا جي نالن سان سڏبيون وڃن ٿيون. اهڙيءَ طرح اهي ٽرود (ٽن قسمن جون) ڀاوناون آهن. سنند وغيره مڃي برهم ڀاونا وارا آهن ۽ ديوتائن کان وٺي استاور-جنگم (چر ۽ اَچر) جيون تائين سڀ ساهوارا ڪرم ڀاونا وارا آهن. اهڙيءَ طرح (سوروپ جي وشيه ۾) بوڌ ۽ (سورگ جي اڌڪار ۾) اڌڪار واري هرڻيه-گرڀ وغيره ۾ برهم-ڪرم واري اُڀائمڪا ڀاونا آهي.

هي راجا! جيستائين ڪرم ڪڻ تنا ٿين تيستائين ماڻهن کي برهم ۽ جڳت جي ڀنتا (جدائي) معلوم ٿئي ٿي. برهم کان الڳ جڳت ٿي، جنهن ۾ سمورڻ ڀيد ڀاو شانت ٿي وڃن ٿا، جنهن جي واڻي ورڻن ڪري نٿي سگهجي. جو سويم (ڀاڻ کان ڀاڻيهي) انڀو ڪرڻ يوگيه آهي. اهو پرماتما وشنوءَ جو اروپ (شڪل کان سواءِ) نالي وارو پرم روپ آهي، اهو هنجي وشوروپ کان نيارو آهي. ڏاکڻ آهي. يوگ-ابياس ڪندڙ پرش شروعات ۾ ان روپ جو چنتن (ڌيان) نٿا ڪري سگهن، انهيءَ ڪري هيڪي شري هريءَ جي وشوروپ استول روپ جو چنتن ڪرڻ گهرجي. هرڻيه-گرڀ (واٽ روپ) ڀڳوان واسدوو، پرجاپتي، مرت (وايو ديوتا)، وسو، رد، سوريه، تارا، گره، گنڌرو، يکيه ۽ دئتيه وغيره سڀ ديوتائن جون جوڻيون ۽ منشيه، پسون، پرٻت، سمنڊ، نديون، وڻ، سڀ پراڻي (ساهوارا) اهڙيءَ طرح پردان کان وٺي وشيش تائين (پنج تنماترائون) ان جا ڪارڻ اهڙيءَ طرح چيتن، اَچيتن، هڪ پير يا گهڻن پيرن وارا ساهوارا پراڻي ۽ ٻنا پيرن وارا جيو اهي سڀ ڀڳوان هريءَ جا ڀاونا ٽرياتمڪ مورت روپ آهن. هيءُ سڄو جڳت (جنهن ۾ چر ۽ اَچر جيو آهن) پربرهم سروپ ڀڳوان وشنوءَ جو روپ آهي. ان جو ٻيو نالو 'وشو' آهي، ان وشو ۾ وشنوءَ جي شڪتي موجود آهي. وشنو شڪتي "پرا"

جي نالي سان سڏجي ٿي. ٻي ’ڪيترگيه‘ نالي واري شڪتي ”آٻرا“ جي نالي سان
سڏجي ٿي. ٽيون ڪيترگيه شڪتي اوديا شڪتيءَ سان آورت (ڍڪيل) رهي ٿي ۽ اها
سنسار جا سڀئي قسمن جا ڪشٽ ڀوڳي ٿي. هي راجا! اوديا شڪتيءَ سان ڍڪيل
هئڻ ڪري ئي ڪيترگيه شڪتي سڀني ساهوارن ۾ گهٽ ۽ وڌ انداز ۾ ڏسڻ ۾ اچي
رهي آهي. اها سڀني کان گهٽ وڻن ۾ جڙ پدارٿن ۾ موجود آهي، ان کان وڌيڪ
ولين ۽ ٻوٽن استاورن (هڪ هنڌ بيٺل) جيون ۾، انهن استاورن کان وڌيڪ وڻن ۾
وري زمين تي چرندڙ سرندڙ جيون جهڙوڪ نانگن بلائن وغيره ۽ انهن کان وڌيڪ
پکين ۾ موجود آهي، ۽ پکين کان وڌيڪ جانورن ۾ آهي، ۽ پسن ۽ جانورن کان
وڌيڪ ماڻهن ۾ آهي. سڀني ساهوارن جي مدنظر کان منشيه (ماڻهو) ڀڳوان جي ان
(ڪيترگيه) شڪتيءَ سان ڀرپور آهي. ماڻهن کان وڌيڪ ديوتائن ۾ اها شڪتي
آهي، ديوتائن کان وڌيڪ اندر، اندر کان وڌيڪ پرجاپتيءَ ۾ ۽ پرجاپتيءَ کان وڌيڪ
هرڻيه-گرڀ ۾ ان شڪتيءَ جو پرڪاش آهي.

هي راجا! هي سمورا روپ ان پرميشور جو ئي شرير آهن، ڇاڪاڻ ته انهن
۾ ان شڪتيءَ جو ئي پرڪاش آهي. برهم جو ٻيو امورت (نراڪار) آهي وشڻو،
جنهنجو يوگي ڌيان ڪندا آهن ۽ گياني ان کي ”ست“ جي نالي سان
پڪاريندا آهن.

هي راجا! جنهن ۾ اهي سڀ شڪتيون موجود آهن اهو ڀڳوان جو وشو روپ
عجيب ٻيو روپ آهي. ڀڳوان جو اهو روپ پنهنجي ليلا سان سروشڪتيمان اليڪ
روپن ۾ ڀڳوان وياپڪ ٿي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ۽ ڀڳوان جي جيڪا وياپڪ چيشٽا
(ڪارج) آهي اها سنسار جي اپڪار لاءِ ٿئي ٿي، ڪرمن جي ڦندي کان اها نياري
آهي. اها ڪرم مان پيدا ٿيل نه آهي. هي راجا! يوگيءَ کي ان وشو روپ ڀڳوان جي
سروياپڪ روپ جو چنتن ڪرڻ گهرجي. يوگيءَ کي ان جو ڌيان آتم شڌيءَ لاءِ تمام
ضروري آهي. جهڙيءَ طرح اگني پنهنجن جوالائن سان سڪل گاهه جي ڍير کي جلائي
ڇڏي ٿي. اهڙيءَ طرح ڀڳوان وشڻو يوگين جا مالڪ پاپ ناش ڪري ٿو ڇڏي.
انهيءَ ڪري يوگيءَ کي گهرجي ته ان سرو شڪتيمان وشڻوءَ جو ڌيان ڪري، اها
آهي شڌ ڌارڻا.

هي راجا! ڀڳوان وشڻو ئي يوگين جي من جو شڀ-آشرا (شڀ آڌار) آهي.
ان ۾ من لڳائڻ سان من ٽانئيڪو ٿئي ٿو ۽ پڪي لٿو. من ڏاڍو چنچل آهي.
ان کي فقط وشڻوءَ جي ڌيان سان ئي اِستر ڪري سگهجي ٿو. ٻيا جدا جدا ديوتائون
۽ ڪرم جوڙيون آهن. اهي سڀ ڌيان لاءِ ڪارائتا نه آهن. فقط وشڻوءَ ۾ ئي ڌيان

لڳائي من کي اسٿر ڪري ان ۾ قبضو رکي سگهجي ٿو. ڀڳوان جي ان مورت روپ
جو ڌيان ڪرڻ سان من ڌليوڪ ڳالهين مان هٽي، اُن پربرهم ۾ لين ٿي وڃي ٿو.
اهڙيءَ طرح من کي ڀڳوان ۾ اسٿر ڪرڻ کي ڌارڻا چيو وڃي ٿو. ڌارڻا ٻنا ڪنهن
آڌار جي ٿي نٿي سگهي، انڪري اهو ضرور آهي ته ٻاهريائين ڀڳوان جي ڪا مورتي
اکيان رکجي. هاڻي ڀڳوان جي مورت جو ڌيان ڪرڻ گهرجي اهو ٻڌ ۽ ڪهڙيءَ طرح
ڌيان ڪرڻ گهرجي اهو به ٻڌ.

جو پرسن ودن (ڪلمک چهري وارو) آهي، ڪمل ڏل وانگر جنهنجا سندر
نيتر آهن، جنهنجا سندر ڳل ۽ جنهنجو نرڙ وشال آهي، جنهنجن سندر ڪنن
۾ منوهر ڪنڊل پهريل اٿس، جنهنجي ڳچي شنک وانگر آهي. ۽ وڪش-
اسٿل (ڇاتي) وشال اٿس، ۽ اُن ۾ شري وتس جو نشان اٿس، ٽن وٽ ٽرولي
(ٽي لڪيرون) اٿس ۽ هيٺ نمل دن اٿس، جنهنکي وڏيون وڏيون چار ٻانهون
(ٻاهون) آهن. يا اٺ ٻاهون اٿس، جنهنجون جنگهون ۽ ساٿرون ٻوري مقدار ۾ آهن
۽ منوهر چرڻارولد سگهڙا سان (سهڻي نمولي ۾) براجمان اٿس، ان نرمل پيتامبر
پهريل پرهم سروپ وشنو ڀڳوان جو ڌيان ڪرڻ گهرجي. هي راجن! ڪريٽ (مڪٽ)
هار ۽ ڪيور (ٻاجوبند) وغيره زيورن سان ويوشت (سينگاريل)، شارنگ ڌنش،
شنک، گدا، کڊگ (ترار)، چڪر ۽ اکش مالا سان پڪ ورد (ور ڏيندڙ ۽ اڀيه
(نڀو ڪندڙ) هٿن وارو آهي. *

اهڙيءَ طرح آگرين ۾ پهريل هيرن ۽ جواهرن ۽ رتن سان جڙيل منڊيءَ سان
شوڀايمان (سينگاريل) ڀڳوان جي ديه روپ جو يوگيءَ کي پنهنجي من ۾ ڌيان ڪرڻ
گهرجي. ڌيان ايڪاگرتا ۽ تنمي ڀاو سان ليستائين ڪندو رهڻ گهرجي جيستائين ڪ
اها ڌارڻا درڍ (مضبوط) ٿي وڃي. جڏهن هلندي گهمندي، اٿندي ويهندي يا
پنهنجيءَ مرضيءَ سان ٻيو ڪو ڪم ڪندي به، ڌيان ۾ آيل مورت پنهنجي من مان
نه هٽي ته پوءِ سمجهڻ گهرجي ته ڌيان برابر پڪو ٿيو ۽ سڌي پراپت ٿي. جڏهن اهو
ڌيان پڪو ٿي وڃي ته پڌايان يوگيءَ کي گهرجي ته هو ڀڳوان جي اسٿٽڪاڪ. مالا
۽ يگيو پويت ڌاري (جٽيو جنهنکي پيل هجي) شانت سروپ جو چنتن ڪري،
پوءِ ضرور نه آهي شنک، چڪر، گدا، شارنگ وغيره وارو هجي. جڏهن اها ڌارڻا

* چترڀج مورتيءَ جي ڌيان ۾ لمبودار شنک، چڪر، گدا ۽ پدم جي ڀاونا
ڪرڻ گهرجي ۽ اشٽ ڀج (اٺن ٻانهن) روپ جو ڌيان ڪرڻ وقت ڇهن هٿن ۾ نه
شارنگ وغيره. ڇهن هٿيارن جي ڀاونا ڪرڻ گهرجي ۽ باقي ٻچيل ٻن هٿن ۾ ورد ۽
اڀيه مدرا جو ڌيان ڪرڻ گهرجي.

۽ اڳئين وانگر استر ٿي وڃي ٿ. ان روپ جو سمرڻ ڪري جنهن ۾ ڪريٽ، ڪيور زيور نہ ڀوڳل هجن. اُن ڪانپوءِ ٻڌيمان يوگي پنهنجي من ۾ هڪ ٻرڌان ڀڳوان جي اُڪ ڏو (انگ يا عضوي) جو هردي ۾ ڌيان ڪري. مثلاً ڳو منهنجو يا ڳو اکين جو چنتن ڪري. پوءِ جڏهن ڌيان مضبوط ٿئي تہ اُڪ ڏن (شرير جي انگن کي) ڇڏي فقط اُڪ ڏي (يعني ڀڳوان) جو ڌيان ڪرڻ گهرجي. هي راجا! هڪ الورت ڌارا آهي. (يعني هميشه هلندڙ پاوتا جو هڪڙو) آهي. جنهن ۾ وشين جي اڇا بلڪل لئي هجي. جنهن ۾ پرميشور جي روپ جي پرليت ٿئي ٿي. اُلکي ڌيان ڇٺو آهي؛ اُن ڌيان کان ڀريائين ٻمر- نيم وغيره- ڇهہ نيم پالڻ ضروري آهن. تڏهن ڌيان جي ساڌنا ڪري سگهجي. ڌياتا (ڌيان ڪندڙ) ڌيدي (جنهنجو ڌيان ڪيو وڃي) ۽ ڌيان. اهي ٽيئي جڏهن هڪ ٿي وڃن ٿا ۽ انهن ۾ ڪوبہ ڀيد نٿو رهي، ۽ ان وقت من جي دواران ڌيدي پداوت جو ڌيان سان سڌ ٿيندڙ ڪلپنا ڪالسواءِ جو سروپ گرهڻ ڪيو وڃي ٿو. اُن کي سماڌي ڇٺو آهي. هي راجا! سماڌيءَ ۾ ڀڳوت ساڪيالڪار (ڀڳوان جو درشن) ٿيڻ ئي وگيان آهي. اُهو وگيان پار برهم تائين پهچائيندڙ آهي ۽ سمپورڻ پاوناڻ کان پري فقط هڪ آتما ئي اوستائين پهچي سگهي ٿي. ان وقت يوگي ڀڳوت پاو سان پرپور ٿي پرماتما ۾ سمائجي وڃي. اهو هڪ ٿيو وڃي. اگيان ڀيد پيدا ڪري ٿو جڏهن پوريءَ طرح اگيان دور ٿي وڃي ٿو. تڏهن آتما ۽ پرماتما هڪ ٿيو وڃن. حقيقت ۾ آتما ۽ پرماتما ۾ ڪوئي ڀيد نہ آهي. رڳو اگيان ئي ڀيد پيدا ڪري ٿو.

هي ڪالدڪيہ! اهڙي طرح تنهنجي پڇڻ موجب مون مختصر طرح سان ٻن ڇگيءَ طرح ڪولي يوگ جو بيان ڪيو؛ هاڻي ٻوکي وڌيڪ ڇا پڇڻو آهي؟

ڪالدڪيہ چيو- اوهان هن مهايوگ جو ورڻن ڪري منهنجو سڄو سنسو مٽائي ڇڏيو؛ ڇاڪاڻ تہ اوهانجي اُپديش سان منهنجي من جي سمپورڻ ميل ناس ٿي ويو آهي. هي راجا! مون جو "منهنجو" لفظ ڪم آندو. اهو بہ استيہ آهي؛ ايءَ صورت ۾ گيئيہ (ڄاڻڻ يوگيہ) وستوءَ کي ڄاڻيندڙ نہ اهو بہ لتا چئي سگهن. "مان" ۽ "منهنجو" اهڙي قسم جو خيال ۽ انهن جو وهنوار (پرايوگ) بہ اوديا آهي، پرمارت (ستيہ وستو) نہ چوڻ ۽ ٻڌڻ جي ڳالهہ نہ آهي ڇاڪاڻ تہ اُها واڻيءَ کان ٻري آهي. هي ڪيشيڌوج! اوهان هن مڪتي ڏيندڙ يوگ جو ورڻن ڪري منهنجي ڪلياڻ لاءِ سڀ ڪجهہ ڪري ڇڏيو، هاڻ اوهين سک سان مڙي سان پلي وڃو.

شري پراشرجيءَ چيو تہ- هي مئتريہ! اُن ڪانپوءِ ڪالدڪيہ ڪيشڌوج جي موڪلائڻ وقت ڏاڍي عزت ڪئي. اُن جو پوڄن ڪيائين. اُن ڪانپوءِ ڪيشيڌوج

پنهنجي لشڪر ڏانهن هليو ويو. ڪالڪي بہ پنهنجي لشڪر ڏانهن هليو ويو. ڪالڪي بہ پنهنجي پٽ ڪسي * راجہ ڏئي شري گورلنڊ ۾ من لڳائي، پوک ساڌنا ڪرڻ لاءِ، لوجن بن ۾ هليو ويو. اُتي ايڪانت ۾ ويهي يم-نيم وغيرہ ڪڻا اختيار ڪري ايڪاگر چت سان ڌيان ڪندي راجا ڪالڪي وشنوءَ تالي لومل ٻرهم ۾ لين ٿي ويو (سمائجي ويو) هو ڏانهن ڪيشيد وڃ وري ودين مڪتيءَ لاءِ پنهنجن ڪرمن ڪسي ڪڻ ڪري (ناس ڪري) سڀني وشين جو اُپيوگ ڪندو رهيو. هن ڪل جي اچا نہ ڪري ايڪ شبہ ڪرم ڪيا.

هي براهمڻ! هن ايڪ سڪ ڏيندڙ يوڳن کي پوڳيندي پاپ ۽ مل (پرارٻد ڪرم) جي ڪڻ ٿي وڃن. تن تاپن (ڪشٽن) کي دور ڪندڙ سڌي پراپت ڪري ورتي.

چهين انش جو ستون اڌياءُ سماپت

---

* جيتوڻيڪ ڪالڪي ان وقت راجا نہ هو، ان هوندي بہ جهنگل ۾ هيڏو قلعو هو، وڏا هٿا ۽ نوڪرن وغيرہ جو انالو هو. اُهن سڀني جو مالڪ هن پنهنجي پٽ کي ڪيو.

---

# اٺون اڌياءُ

## ششيہ پرمپرا (گروءَ ۽ ششن جو سلسلو) مهاتم ۽ اُپسنهار (سماپتي)

شري پراشرجيءَ چيو- هي مترين! اهڙيءَ طرح مون توکي تنهن آتمڪ پرلہ جو بيان ڪري ٻڌايو. توکي ۾ اُهين ڪٿي چئني سالن ٻرهم ۾ لئہ ٿي وڃڻ. يعني مڪتي حاصل ڪرڻ کي آتمڪ پرلہ ڪري چئبو آهي.

مون توکي سنسار جي اُتپتيءَ، پرلہ، ونش، منونترن ۽ جدا جدا ونشن (خاندانن) ۾ جنمڪي بہ مڪہ مڪہ پرش پيدا ٿيا. اُهن جو جيون چرتر جو ورڻن ڪيو.

هي مترين! مون توکي وشڻو پراڻ ٻڌايو. جاڪاڻ تہ مون ڏٺو تہ توکي ان جي ٻڌڻ لاءِ ڏاڍي سڪ ۽ شرڌا هئي. هيءُ وشڻو پراڻ سڀني شاسترن ۾ شريشٺ آهي ۽ سرو پاپ وناشڪ آهي ۽ ان سان گڏ هيءُ موڪش-شاستر پڻ. هنجي ٻڌڻ ۽ پڙهڻ سان ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش جي پراپتي ٿئي ٿي. هاڻي ان کان وڌيڪ توکي ڪهڙي جي خواهش هجي تہ بيشڪ اُون پڇي سگهين ٿو. مان توکي ٻڌائڻ لاءِ تيار آهيان.

شري مئتريه چيو - هي ڀڳوان! مون اوهان کان جيڪي به پڇيو سو اوهان مونکي ٻڌائي چڪا ۽ مون به شردا ۽ ڀڳتيءَ سان ڌيان ڏيئي اهو سڀ ڪجهه ٻڌو، هاڻ مونکي ڪجهه به پڇڻو نه آهي. هي رشي! اوهانجي ڪرپا سان منهنجون سڀ شنڪائون اوروت ٿي ويئون ۽ سڀ سندهه دور ٿي ويا ۽ منهنجو من نرمل ٿي ويو آهي. ان سان گڏ مونکي سنسار جي اُتپتي، استتي ۽ پرليه جو گيان ٿي ويو آهي. هي گروجي! مون چئن قسمن جي راشين ۽ ٽن قسمن جي شڪتين کي چڱيءَ طرح سمجهو آهي. پاولسان جي پڻ چڱيءَ طرح ڄاڻ ٿي ويئي آهي. هي براهمڻ! اوهانجي ڪرپا سان ڪجهه ڄاڻڻ ضروري آهي. اهو چڱيءَ طرح مون ڄاتو آهي ته هيءَ سمپورڻ جڳت وشڻو ڀڳوان کان جدا نه آهي، انهيءَ ڪري هاڻي مون کي ٻين ڳالهين جي ڄاڻڻ مان ڪوبه فائدو نه ٿيندو.

هي مني! اوهانجي مهربانيءَ سان مونکي سڦلتا ملي آهي ۽ مان ڪرتارٿ ٿي ويس، ڇاڪاڻ ته مون ورڻ - ڌرم وغيره سمپورڻ ڌرم ۽ پرورتيءَ اورتيءَ جا سڀ ڪرم ڄاڻي ورتا آهن. هي گرو جي! هاڻ رڳو مونکي اوهانجي ڪرپا جي ضرورت آهي. اوهين مون تي پرسن ٿيو، هاڻ مونکي وڌيڪ ڪجهه پڇڻو نه آهي. هي گروجي! مون اوهانکي جو هن سمپورڻ پراڻ جي ٻڌائڻ جي تڪليف ڏني، ان لاءِ اوهين مونکي معاف ڪريو، سنت پرش جي نظر ۾ پٽ ۽ سش ۾ ڪوبه ڀيد ڀاو نه ٿيندو آهي.

شري پراشرجيءَ چيو - هي مئتريه! مون جو توکي هي پراڻ ٻڌايو آهي. جنهن ۾ ويدن جو سار سمايل آهي. سو ان جي ٻڌڻ سان ئي سمپورڻ پاپ ۽ گناهه دور ٿيو وڃن. هن ۾ مون توکي سرشٽيءَ جي اُتپتيءَ (پيدائش)، پرليه، ونش، منونترن ۽ ونشن جي چرترن جو ورڻن ڪيو آهي. هن گرنٿ ۾ ديوتا، دئتيه، گندرو، ناگ، راڪشس، يڪيه، وديادر سڌ ۽ اپسرائن جو پڻ ورڻن ڪيو ويو آهي.

جن رشين کي پرماتما جو درشن ٿيو آهي، جيڪي تپسيا ۽ ڌيان سماڌيءَ ۾ مشغول آهن. انهن جو ورڻن پڻ هن ۾ آهي. هن وشڻو پراڻ ۾ چئن ورڻن جي ورهاڱي، مها پرشن جي جيون چرترن، ڌرتيءَ جي پوتر تيرٿ ۽ ڪيترن، پوتر ندين ۽ سمنڊن، پوتر جبلن، ٻڌيمان پرشن جي حياتين، ورڻن ڌرمن ۽ ويدن ۽ شاسترن جو پڻ پوريءَ طرح سان ورڻن ٿيل آهي جنهجي فقط سمرڻ ڪرڻ سان منشيه سڀني پاپن کان مڪت ٿي وڃي ٿو.

* (i) ڏسو پهرئين انش جو ٻاويهون اڌياءَ (ii) ڏسو ڇهين انش جو ٧ اڌياءَ
(iii) ڏسو ڇهين انش جو ٧ اڌياءَ.

هن ۾ پرماتما جو ڪيرتن ڪيل آهي جو اوناشي پرماتما سنسار جي اُتپتيءَ،
استتيءَ (پالنا)، ۽ پرلي جو ايڪ ماتر ڪارڻ آهي.
جنهن وشڻو ڀڳوان جي نام جو ڪيرتن ڪرڻ سان ۾ منشيه سڀني پاپن کان
اهڙيءَ طرح مُڪت ٿي وڃي ٿو. جهڙيءَ طرح شينهن کان ڊنل ٻگهڙ يا ڪو جانور
ڀڄوڙو ٿي وڃي.
هي منترا! ڀڳتيءَ سان ڪيل جنهنجو نام سنڪيرتن سڀني پاپن کي اگين
ٻاري ڇڏي ٿو، جئين اگني (باهه) سڀني ڪاٺين کي ٻاري ڇڏي ٿي. جنهنجو
هڪ دفعو سمرڻ ڪرڻ سان ماڻهن کي لوڪ جون پيڙائون ڏيندڙ تمام خوفناڪ
ڪلي-ڪلمش (ڪلجڳ جو پاپ) فوراً ناس ٿي وڃي ٿو. جنهن جي اڳيان هيءَ
سمورو برهمانڊ هڪ ذرو، جيترو آهي. ان ڀڳوان وشڻوءَ جو هن ۾ ڪيرتن ڪيل
آهي. هي رشي! اشوميڌ يگيه جي سماپتيءَ ۾ اشنان ڪرڻ سان جيڪو ڦل ملي ٿو
اهو ڦل منشيه کي هن وشڻو پراڻ کي ٻڌڻ سان پراپت ٿئي ٿو. پرياگ، پشڪر،
ڪوروکشيتر ۽ سمنڊ جي ڪناري تي رهي اُپواس ڪرڻ سان جيڪو ڦل ملي ٿو اهو
ڦل هنجي ٻڌڻ سان ملي وڃي ٿو. هڪ ورهيه تائين نيم انوسار اگني هوتر ڪرڻ
سان منشيه کي جيڪو مهان پُڻيه ملي ٿو اهو هنکي فقط هڪ دفعو ٻڌڻ سان
ملي ٿو.
جيٺ مهيني جي سُڪل پڪش (سهائي پڪش) جي ٻارس تٿ جي ڏينهن
متورا پوريءَ جمنا نديءَ ۾ سنان ڪري ڀڳوان ڪرشن چندر جو درشن ڪرڻ سان
جيڪو ڦل ملي ٿو اهو ساڳيو ڦل ڀڳوان ڪرشن ۾ من لڳائي هن پراڻ جي هڪ اڌياءِ
کي ڌيان سان ٻڌڻ ڪري ملي وڃي ٿو.

هي منترا! جيٺ مهيني جي سُڪل پڪش جي ٻارس تٿ جو متورا پوريءَ ۾
اُپواس رکي، جمنا سنان ڪري، من کي استر ڪري شري وشڻو ڀڳوان جو شرڌا سان
پوڄن ڪرڻ سان اشوميڌ يگيه جو سمورو ڦل ملي ٿو. ڇو ته ڪوبه پنهنجي
ڪٽنب ۾ پيدا ٿيل ماڻهو پنهنجن وڏن جي لاءِ اُن ڏينهن (جيٺ مهيني جي
ٻارس جو) متورا پوريءَ ۾ پنڊ دان ڪري ٿو، ته رکو پترن جو پالو ٿئي ٿو ۽ جيڪو
ماڻهو پنڊ دان ڪري ٿو ان جو ته ڀاڳ وري ٿو. جيٺ مهيني جي ٻارس تٿ جو اُپواس
رکي جمنا نديءَ ۾ سنان ڪري، من جي استرو سان، شرڌا سان ڀڳوان ڪرشن جو پوڄن
ڪري، پنهنجن پترن جي لاءِ پنڊ دان ڪرڻ ۽ شراڌ ڪرڻ سان جيڪو ڦل ملي
ٿو اهو ساڳيو ڦل ڀڳتيءَ ۽ شرڌا سان هن پراڻ جي فقط هڪ اڌياءِ جي ٻڌڻ سان
پراپت ٿي وڃي ٿو. هيءَ پراڻ سنسار کان ڊنل انسان ۽ دکيه ۾ ڊنل ماڻهن جي

رڪشا ڪندڙ آهي. هي پراڻ ٻڌڻ لائق آهي ۽ اَمر ۽ پوتر پراڻ آهي. جن ماڻهن کي رات جو برا سپنا ايندا هجن سي هن پراڻ جي ٻڌڻ سان هو وري اهڙا سپنا نه ڏسندا.

هن پراڻ جي ٻڌڻ سان يا پڙهڻ سان سمپورڻ دوش ۽ پاپ دور ٿي وڃن ٿا ۽ پاڪ پڻ وري ٿو. جنهنکي اولاد نه ٿيندو هجي ته انهن کي نيم سان هن پراڻ جي ٻڌڻ سان اُن کي اولاد جي حاصلات ضرور ٿيندي. هيءُ پراڻ آدرش پراڻ (ويدڪ) آهي. سڀ کان پهريائين هيءُ پراڻ برهما جيءَ رڀوءَ کي ٻڌايو هو. رڀوءَ پريه ورت کي ٻڌايو، ۽ پريه ورت وري ڀاڳريءَ کي ٻڌايو هو، ڀاڳريءَ استمڀ متر کي، استمڀ متر دڌيچيءَ کي، دڌيچيءَ سارسوت کي، ۽ سارسوت ڀرگوءَ کي ٻڌايو هو. اهڙيءَ طرح ڀرگوءَ پروڪتس کي، پروڪتس نربدا کي، ۽ نربدا ڌرتراشٽر ۽ پورڻ ناگ کي ٻڌايو هو.

هي مئتريه! انهن ٻنهي هيءُ پراڻ واسڪيءَ کي ٻڌايو هو. واسڪيءَ وتس کي، وتس اشوتر کي، اشوتر ڪمبل کي ۽ ڪمبل وري ايلاپتر کي ٻڌايو. اُن وقت ويدشرا نالي هڪ رشي پاتال لوڪ ۾ پهتو، اُن هيءُ سڄو پراڻ پراپت ڪيو ۽ وري پرمت کي ٻڌايو ۽ پرمت وري هيءُ پراڻ جاتوڪرڻ کي ڏنو. اهڙيءَ طرح جاتوڪرڻ وري ٻين ٻين مهاتمائن کي ٻڌايو.

اڳئين جنم ۾ سارسوت هيءُ پراڻ مونکي ٻڌايو هو. پلستيه رشيءَ جي ور دان سان اڳئين جنم ۾ ٻڌل هيءُ پراڻ هن جنم ۾ به مونکي ياد رهيو آهي. مون وري جيمن جو ليمن توکي هيءُ ٻڌايو آهي. هاڻ تون وري هيءُ پراڻ ڪلجڳ جي پڇاڙيءَ ۾ شميڪ کي ٻڌائجانءِ.

جيڪو پرش هن پراڻ کي ٻڌي ٿو اُن ڄڻ نه سڀني تيرٿن ۾ اشنان ڪيو ۽ سڀني ديوتائن جو پوڄن ڪيو. هنجي ڏهن آڌيائن کي ٻڌڻ سان ٻنا ڪنهن سنديهه جي ڪپلا ڳانءِ جي دان جو دُرلڀ ڦل پراپت ٿئي ٿو. جيڪو ماڻهو وشڻو ڀڳوان جو من ۾ ڌيان ڪري پنهنجي من-مندر ۾ وشڻو ڀڳوان کي ويهاري هن سمپورڻ پراڻ کي ٻڌي ٿو، اُن کي اشوميڌ يڳيه جو سمپورڻ ڦل ملي ٿو. ڪٿي ۽ سڀني ڏيڻ وارو ڀڳوان وشڻو آهي. هن پراڻ ۾ وشڻو ڀڳوان جون ليلائون ڪيل آهن. اُن جو ليلائون ڪيرتن ٿيل آهي. انهيءَ ڪري هن پراڻ کي پڙهڻ سان ۽ ٻڌڻ سان ۽ سمجهڻ سان جيڪو ڦل ملي ٿو. اهو ڦل ٽن لوڪن ۾ ڪٿي به نٿو ملي. هنجو ڦل وشڻو ڀڳوان جي پراپتي آهي.

جنهن ۾ من لڳائڻ سان ماڻهو ڪڏهن به نرڪ ۾ نه ٿو وڃي جنهنجي سمرڻ

سان سوڳ جي ۽ چاهنا لڳي ٿي. جنهن ۾ من لڳي وڃڻ سان برهم لوڪ به لهي
ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ جو پرم مهاتما پرش جي هردي ۾ موجود رهي هن کي موکش
ڏئي ٿو. اهو وشنو ڀڳوان جي ڪيرتن ڪرڻ سان جيڪڏهن پاپ دور ٿي وڃن ٿا
ته اُن ۾ عجب جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟

يگيه جا ڄاڻو ڪرم - نشٺ (ڪرم يوگي) پرش يگين دوارا جنهن جو يگيشور
روپ سان پوڄن ڪندا آهن، گياني ماڻهو جنهن جو برهم سروپ سان ڌيان ڪندا
آهن، جنهن جو سمرڻ ڪرڻ سان پرش نه وري جنم وٺي ٿو، نه مري ٿو، نه وڌي
ٿو، ۽ نه ڪنهن جو (ناس) ٿئي ٿو ۽ جو نه سمه (ڪارڻ) آهي ۽ نه اسمه (ڪاريه) آهي.
اُن شري هريءَ ڪان سواءِ ورڻ ڪنهن جا ٻڌو وڃي؟

جو ڀڳوان اگنيءَ جو روپ ڌارڻ ڪري اگنيءَ ۾ وڌي پورڪ هون ڪيل سواها
ناني واريءَ سامگريءَ کي گرهڻ ڪري ٿو، ۽ جنهن سڀني شڪتين جي آڌار ڀڳوان
جي ٻاري ۾ وڏا وڏا فلاسافر بحث مباحثه ڪري ۽ تڪ ولڪ ڪري به اُن کي
ڄاڻي نه سگهندا آهن، جو واڻيءَ کان به پري آهي، لڳاتار ان ٽالن پهچي نه ٿا سگهن
اُن شري هريءَ جا گڻانواد جڏهن ڪن سان ٻڌا وڃن ٿا ته اهي اُن جا ڪنن ۽
ورڻ سڀني پاپن کي ناس ڪري ڇڏين ٿا.

جنهن پرم جو آد آهي نه انت آهي، نه وروڌي آهي ۽ نه وري ڪيئه آهي
(نه وڌي ٿو نه گهٽجي ٿو) جو نتيه نرو ڪار پداوت آهي ان پرم پرشوتم کي مان
نمسڪار ڪريان ٿو.

جو هڪ ٿي به اَنيڪ روپ وارو آهي ۽ ٿلهه ٿي ڪري به جدا جدا روپن جي
ڪري اَنڌ (وڪار وارو) معلوم ٿئي ٿو ۽ جو گيان سروپ ۽ سڀني پراڻين جو ۽
وياولين جو ڪرتا آهي ان نتيه اوناشي پرش کي نمسڪار آهي.

جو گيان (ستو گڻ)، پرورتي (رجو گڻ) ۽ نيمن (جڳت کي پنهنجي ضابطي
۾ رکڻ) (تمو گڻ) جو ايڪتا روپ آهي. يعني جنهن ۾ اهي ٽيئي ستو رجو ۽ تمو
گڻ هڪ ٿي ٿا وڃن، جو سنسار جو اُتپتيءَ جو ڪارڻ آهي. اُن ست-چت آنند
سروپ ڀڳوان کي نمسڪار آهي. جو آڪاش، وايو (هوا)، اگني، جل ۽ پرٿوي روپ
آهي ۽ شبد وغيره وشين جي پراپتي ڪرائڻ ۾ سمرٿ آهي. جو سوکم سروپ آهي.
اُن سان گڏ ورانت سروپ پڻ آهي، جو جڳت جي ڪڻ ڪڻ ۾ حاضر آهي. يعني
ويڪت آهي ۽ جو اويڪت ۾ (ڏسڻ نه ايندڙ) پڻ آهي. اُن پرماتما کي نمسڪار
آهي. اهڙي، طرح جنهن انيڪ سنالن پرماتما جا پرڪرتي ۽ پرش جي روپ ۾ اهڙا
انيڪ روپ آهن. اهو ڀڳوان وشنو شل سڀني ماڻهن کي مڪتي پرادان ڪري.

جنهن سدي؏ جي حاصل ڪرڻ سان نہ وري جنم ٿيندو ۽ نہ پيدا ٿيندو ۽ نہ مرندو.

شري وشڻو پراڻ جي ڇهين انش جو
اٺون اڌياءُ سماپت

پراشر منيءَ ڪان ورڻن ڪيل
شري وشڻو پرم تتو جو نرڻايڪ
شري وشڻو مها پراڻ جو ڇهون انش
سماپت

اتي شري وشڻو مها پراڻ سمپورڻم
شري وشڻوي اربڻم استو
هيءَ وشڻو پراڻ شري وشڻوءَ کي ارپڻ ڪجي ٿو.
* سماپت *

## آرتي اوم جئہ جگديش هري

اوم جئہ جگديش هري، سوامي جئہ جگديش هري
ڀڳت جنون ڪي سنڪٽ، ڇن ۾ دور ڪري ... اوم

١- جو ڌياوي ڦل پاوي، دک بن سي من ڪا
سک سمپت گهر آوي، ڪشٽ مٽي تنڪا ...... اوم

٢- مات پتا تم ميري، شرن گهون ڪسڪي
تم بن اؤر نہ دوجا، آش ڪرون جسڪي ...... اوم

٣- تم پورن پرماتما، تم انترياميِ
پار برهم پرميشور، تم سبڪي سوامي

٤- تم ڪرنا ڪي ساگر، تم پالن ڪرتا
مئين مورک کل ڪامي، ڪرپا ڪرو ڀرتا ...... اوم

٥- تم هو ايڪ اگوچر، سب ڪي پران پتي
ڪس بڌ ملون دياميہ، تم ڪو مين ڪمتي ...... اوم

٦- دين بندو دک هرتا، تم رکشڪ ميري
اپني هاٿ اٿائو، شرن پڙا تيري ...... اوم

٧- وشيہ وڪار مٽائو، پاپ هرو ديوا
شردا ڀڳتي بڙهائو، سنتن ڪي سيوا ...... اوم